# مهراڻ

سنڌي ادبي بورڊ جو ٽه ماهي علمي ۽ ادبي رسالو

نمبر ٤ جلد ٥

آڪٽوبر، نومبر، ڊسمبر سال ١٩٥٦ع



"ٿُنَ ٿُنيندو آءٌ، سِڪِ ڏيهاڙي سَڪُڙي،
سانباهِي سَمنڊ جِي، مَنان سُور مَ لاهِ:
آجَ ڪِ سَنجهه صُباح، اُهرَندي آتانگهه تَرَئين!"

— شاهه



سنڌي ادبي بورڊ

ڪراچي : حيدرآباد

سنڌ



## سنڌي ادبي بورڊ جو ٽه ماهي علمي ۽ ادبي رسالو

جلد ٥] [نمبر ٤

فهرست



ايڊيٽر: محمد ابراهيم م. جويو    اسسٽنٽ ايڊيٽر: شمشير الحيدري

# "مهراڻ"

ـ تلڪ چاڙهي، حيدرآباد (سنڌ).

---

ساليانو چندو ٠-٠-١٠ روپيا.    في ڪاپي ٠-٨-٢ روپيا.

اشتهار في صفحو ٠-٠-٣٠ روپيا.

Edited, Printed and Published by Mohammed Ibrahim M. Joyo B. A., B. T., Secretary, the Sindhi Adabi Board, at the Board's Printing Press and Book Stall, Tilak Incline. Hyderabad (Sind).

# رواداري

”ڪٽنب جي ڀاتين جا هڪ ٻئي سان جيڪي ناتا ۽ لاڳاپا هوندا آهن، تن کي هميشه مٺ محبت سان نڀائيندو اچڻ اهڙو سولو ڪين آهي، ڇو ته ڪٽنب ڪنهن خاص قانون جو پابند نه هوندو آهي، جنهن سان ٻڌجي آن جا ڀاتي خيال، عمل، يا زندگيءَ جي هر مسئلي ۾ هڪ ٻئي سان هميشه متفق رهڻ لاءِ مجبور هجن. ڪٽنب جي ڀاتين سان هرهڪ کي خيال ۽ عمل جي دائري ۾ فيصلي ڪرڻ ۽ پنهنجي راهه الڳ سوچڻ جي پاڻ آزادگي هوندي آهي، ۽ زندگيءَ جي مسئلن ۾ اها باهمي آزادگي ئي آهي، جيڪا اختلاف راءِ ۽ ناراضگيءَ جي حالت ۾ دوستيءَ ۽ عزازت کي غير معمولي قدر و قيمت بخشي ٿي. خيال ۽ عمل جي هيءَ آزادگي هڪ اهڙي بي بها نعمت آهي، جنهن لاءِ واقعي اسان کي احسانمند رهڻ گهرجي.

”ڪٽنب جي ڀاتين ۾ توڙي دوستن ۾، ذهني توڙي جذباتي طور ڪنهن نه ڪنهن قسم جا اختلاف لازمي طرح پيدا ٿيندا ئي رهن ٿا- انهيءَ ڳالهه کان انڪار ڪري پاڻ کي ڏوکي ۾ رکڻ ڪنهن به طرح جائز نه آهي، ۽ نه ئي آن سان ڪنهن کي ڪو فائدو ئي حاصل ٿي ٿو سگهي. ضرورت فقط هن ڳالهه جي آهي ته اهڙن سمورن اختلافن وقت، رواداريءَ ۽ رفاقت جي جذبي ۽ پيار ۽ محبت جي شفابخش قوت کان ڪم وٺي، آئينده جي باهمي ميٺ محبت ۽ صلح سانت واريءَ زندگيءَ جا بنياد مضبوط پيهاريا وڃن.

”رواداريءَ مان منهنجو مطلب رڪائي يا بي رخي نہ آهي، پر ان مان منهنجو مقصد ٻين جي حق تي هجڻ جي امڪان کي تسليم ڪرڻ جو جذبو آهي: رفاقت جي جذبي مان منهنجو مقصد محض ماضيءَ جي گڏ گذاريل چڱن ڏينهن جي جذباتي ياد نہ آهي، پر ان مان منهنجي مراد اهو يقين آهي تہ ڪالهہ وارا آزمايل گهاٽا دوست ۽ رفيق حقيقت ۾ اڄ بہ اهي ئي ساڳيا آهن: پيار ۽ محبت مان منهنجي مراد اها محبت آهي، جا هر چيز ڪان بلند آهي، ۽ جا پاڻ وٽ هميشه معاف ڪرڻ جو جذبو رکي ٿي.

”اڄوڪي ڏينهن تي، اوهان کي منهنجو دلي سنيهو اهو ئي آهي تہ اڄ اسان مان هرهڪ کي اهو عهد ڪرڻ گهرجي تہ اسين انهيءَ رواداريءَ ۽ سهپ جي شفابخش قوت کي پنهنجي باهمي مسئلن کي حل ڪرڻ لاءِ ضرور ڪم آڻينداسين. انهيءَ کان بهتر عهد اڄ مون کي ٻيو ڪوئي نظر ڪونہ ٿو اچي، ۽ نہ وري اهڙي عهد ڪرڻ لاءِ اڄوڪي ڏينهن کان بهتر ڪو ٻيو ڏينهن ئي ٿو سجهيم: اڄو تہ اڄوڪي مبارڪ موقعي تي پنهنجي پاڻ سان اهو عهد ڪريون. ڇو تہ اڄ جي سڀوري ڏينهن جي سنيهي جو اهو خود هڪ حصو آهي: دراصل هن ڏينهن جو پيغام آهي ئي. ’بني نوع انسان لاءِ نيڪ نيتي. ۽ سڀ لاءِ دل ۾ خير جي خواهش‘!“

. برطانيہ جي ملڪہ ايلزبيٿ جو، ڊسمبر ٢٦، ١٩٥٦ع تي، ڪرسمس جي موقعي تي، دنيا کي ڏنل پيغام.

# گذارش

## نئون سال

”مهراڻ“ جي هن اشاعت سان، ”مهراڻ“ جي نئين دور جو پهريون سال خير سان پورو ٿيو. نئين سال ۾ پير پائيندي، ”مهراڻ“ پنهنجن عزيز پڙهندڙن ۽ محترم اديبن جي خدمت ۾ سندن آئيندي جي مسرتن ۽ ڪاميابين لاءِ پنهنجون نيڪ تمنائون پيش ٿو ڪري، ۽ پنهنجي ڳُڻن-ڀَريءَ سونهاريءَ سنڌڙيءَ جي سالميت ۽ سُڪار لاءِ سائڻ ڳڻجي دلي دعائون ٿو گهري، ۽ انهن دعائن کي عملي جامي پهرائڻ لاءِ ڪين مخلصانه جدوجهد جي دعوت ٿو ڏئي. خالص ادب جي ميدان ۾ ”مهراڻ“ جي معيار جو، جيئن اڳي ٿيئن هاڻي، وري به مٿن ئي دارومدار آهي: سنڌي ٻوليءَ ۽ ان جي ادب جو بي پايان بحر سنڌي عوام جي سالم نگاهه، پاڪيزه جذبات ۽ صحتمند فڪر وسيلي ئي قائم آهي ۽ تاقيامت قائم رهندو: هن بي بها موتين جي اڪٽ پنڌار سان، ”مهراڻ“، پنهنجي وت ۽ وس آهر، سندن ئي ڪرمفرماين وسيلي، هيلتائين ۾ چار موتي پئي ميڙيا آهن،- ۽ آئيندي پڻ ”مهراڻ“ کي مٿن ئي ڀروسو آهي ته، سَهل ڪُمَهل، ٿڪيءَ ٽٽيءَ، هُونئي ڪيس هَٿ هٿ ۾ ڏيئي، هميشه پاڻ سان گڏ، اڳتي نيندا رهندا-

> ”ميَن مَتي سَمَرا، ڪُهيَن سَڌ ڪَرين،
> ”ساٿ نباهيو نيَن، اِيَ پَر سَندي سَڄڻين!“

## ادب، ۽ ان جا ’نقاد‘

ادب معرفت ماڻهو زندگيءَ جي حقيقتن کي ڄاڻڻ چاهيندا آهن، ۽ انهن متعلق جيڪي شڪ شبها ۽ سوال سندن دلين ۾ پيدا ٿيندا آهن، تن کي ادب ۾ زياده صاف ۽ اثرائتي اندازسان بيان ٿيل ڏسي، هو خوش ٿيندا آهن: ساڳئي وقت زندگيءَ جي انهن حقيقتن کي بدلائي ڪنهن بهتر صورت ۾ آڻڻ لاءِ سندن دلين ۾ جيڪي خيال، ارادا ۽ امنگ اٿندا رهندا آهن، تن جي ترجماني ۽ اظهار پڻ ادب وسيلي ئي سندن سامهون ايندو آهي. ادب جون اهي ٻه حيثيتون- هڪ تنقيدي ۽ ٻي اصلاحي- اديبن توڙي باشعور پڙهندڙن وٽ مُسلّم آهن. افسوس فقط هن ڳالهه جو آهي ته جڏهن به ادب، پنهنجي تنقيد توڙي اصلاح ۾، سچ ۽ صاف-گوئيءَ جي ٻنهه ويجهو وڃي رسندو آهي، تڏهن ڪوڙ جي هيراڪن جا پيئي هٿ هڪدم ڪنن تي اچي ويندا آهن، ۽ وڏاهين جي رهواسين جون اکيون مُستندي مُستندي ٻنهه بند ٿي وينديون آهن- ۽ پوءِ وٽن باقي جيڪا وڃي رهي ڪُهي هڪڙي زبان بچندي آهي، تنهن کي وٽي ڪٽي مرڳوئي ٻاهر ڪڍندا آهن- ڪير جو سندن ان ڄڙواڳ ۽ ذهن جي ضابطي ڪان نڪتل نجس- پيما کي پوءِ روڪي سگهي! سنڌ جي ڳوٺ ڳوٺ ۾،

ننڍي وڏي جي وات، هيءَ ڳالهه عام هوندي آهي ته هين يا هُن خاص هنڌ تي ناٽي جي ديڳ پوري پيئي آهي، پر واسينگ نانگ اُن تي پنهنجي زهر ڀريل سيسي رکيو ستو پيو آهه: جيڪو اُن ديڳ جي ويجهو ويندو، اُن کي هو هڪئي ڦوڪ سان ڀسم ڪري ڇڏيندو. ڀهراڙيءَ جي هن ڪيل جهڙيءَ عام روايت ۾ ممڪن آهي ته سنڌ جو پورهيت عوام پنهنجي ئي روزمره جي مفلس زندگيءَ جو عڪس ڏسندو هجي، جنهن موجب سندس پنهنجي ڀڪهر جي پيدا ڪيل سموري دولت ميڙجي سيڙجي وڃيو ڳوٺ جي زميندار وٽ ڍڳ ٿئي، ۽ هو پاڻ اُن جو پيدا ڪندڙ اک ڪٽي رکو اُن ڏانهن پورو نهاري به نٿو سگهي!- بهرحال، سچ جي دولت ته واقعي اُن روايتي ناٽي جي ديڳ وانگر زندگيءَ جي هر پهلوءَ ۾ پُوري پيئي آهي: پر افسوس، جو اُن تي ٻن مالدارن ۽ مفاد پرستن جا زرخريد راکا ۽ پهريدار لٺ کنيو محڪم بنيا ويٺا آهن: مجال آهي، جو زندگيءَ جي تنقيد ۽ اصلاح ۾، ڪنهن اديب يا عالم جو قلم، سچ جو پيرو ڪٽي، سندن پاٽارين تائين پهچي- هڪدم هائيدوس مچي ويندو، وٺ-وٺان پئجي وينديون، پيرين تي ڏونڪا لڳي ويندا- ڇي، ”گهوڙا هاٿي ڳالهيون ٿيون ڪئن، پٽ تي وڃي!“ ادب جو واقعي اهو هڪ قديم ۽ بنيادي مسئلو آهي ته حقيقتن جي بيان ۾ صاف-گوئيءَ ۽ رک-رکان جي هن متضاد سماجي ضرورت کي ڪيتريءَ حد تائين تسليم ڪيو وڃي. ”مهراڻ“ جي گذريل ٻن سالن جي اِدارتي فرض ادائيءَ ۾، ادب جي انهيءَ نازڪ مسئلي کي نباهڻ جي، پنهنجي طرفان، هيئنئين اصول تي ئي اسان ڪوشش پئي ڪئي آهي:

”سڀ کان وڏي ڳالهه آهي ته ماڻهو پنهنجو پاڻ سان سچو رهي:
”پوءِ جيئن رات کان پوءِ ڏينهن جي اچڻ جي پڪ آهي-
”تيئن ئي پڪ آهي ته ڪنهي هو ڪوڙو ٿي ئي نه سگهندو!“

مگر افسوس، جو هن سموري عرصي ۾، سنڌ جي ادب ۽ صحافت جي ڪن عاليجنابن کي ”مهراڻ“ سان محض ڪفر ۽ الحاد ئي پلئه پيو آهي. هي صاحب جيڪڏهن اسان کي معاف ڪرڻ فرمائين، ته کين عرض ڪري ڇڏيون ته هيتري ساري سندن ايمان سان گڏ ٿورڙو الحاد ۽ ٿورڙو ڪفر جيڪي سو کين فائدوئي پهچائيندو- اهڙي اسان کي اميد آهي! وڌيڪ کين گذارش هيءَ آهي ته

”يا واقعي پاڻ ڪا بهتر ڳالهه پيش ڪريو، يا انصاف کان ڪم وٺو،
”يا علم جي درِيا دلي، نمرتا ۽ سهپ ڌاريو، يا نظر جي بلندي ۽ قلب جي وسعت پيدا ڪريو،

”يا خاموش رهو، صلاح مڃو، ۽ چپ چاپ آئي وڃو،
”بحث بند ڪريو، پنهنجو رستو وٺو... خدا حافظ!“

## ايشيائي اديبن جي ڪانفرنس

ڊسمبر ١٩٥٦ع جي ٢٣ کان ٢٩ تاريخ تائين، دهليءَ ۾، ايشيا جي اديبن جي هڪ عظيم الشان ڪانفرنس ٿي گذري. ڪانفرنس ۾ پاڪستان سميت سترهن ملڪن کان آيل وفدن شرڪت ڪئي- (ڪانفرنس جي سموري ڪارروائي اداري طرفان هن ئي پرچي ۾ پيش ڪئي ويئي آهي.) مختلف ٻولين جي اديبن پنهنجي پنهنجي ملڪ ۽ ٻوليءَ جي ادبي صورتحال ۽ رجحانن تي تقريرون ڪيون ۽ مقالا پڙهيا، هڪ ٻئي کي ادب جي نين راهن ۽ تقاضائن کان آگاهه ڪيو، ۽ سڀني گڏجي ايشيائي ادب ۽ ثقافت جي ڦهلاءَ جو وسيع پروگرام ٺاهيو. اها ڪيتري نه ڏکوئيندڙ حقيقت آهي ته هھڙيءَ بين الاقوامي ڪانفرنس ۾ اسان جي وطن سنڌ مان سنڌي ٻوليءَ جو ڪو به نمائندو شريڪ نه ٿيو- جنهن ڪري سنڌ اندر سنڌي زبان جي صورتحال ۽ ادب بنسبت ڪانفرنس ۾ ڪجهه به پيش ٿي نه سگهيو! اها به غنيمت آهي ته هندستان مان سنڌي ٻوليءَ جي نمائندگي اسان جي لائق بزرگ، پروفيسر ايم. يو. ملڪاڻيءَ، جي اڳواڻيءَ هيٺ هڪ وڏي وفد ڪئي. هُنن ڪانفرنس ۾ سنڌي زبان جي اهميت ۽ سنڌي ادب جي مجموعي صورتحال تي تقريرون ڪيون، ۽ هندستان ۾ سنڌي زبان کي تسليم ڪرائڻ، ۽ ان کي ترقي وٺائڻ لاءِ جيڪي ڪوششون ڪيون اٿن، تن کان ايشيا جي اديبن کي واقف ڪيائون. سنڌي زبان ۽ ان جي ادب جي حفاظت ۽ ترقيءَ لاءِ هندستان ۾ اسان جي سائين جي هيءَ بي مثل ڪوشش ۽ حوصلو اسان سنڌي جي اديبن ۽ سنڌ جي رهواسين لاءِ هڪ کلي للڪار آهي. شل هتي اسان کي به پنهنجي سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جي اهميت جو اهڙوئي احساس ٿئي!

## انعام

”مهراڻ“ جي اڳئين پرچي جي شعرن، افسانن ۽ مضمونن جو جائزو وٺندي، پارکن جي ڪاميٽيءَ يڪراءِ فيصلو ڏنو ته آن پرچي لاءِ پنجاهه روپين جو پهريون انعام محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي مضمون ”پارس ڪاٺ“ کي ڏنو وڃي. پر جيئن ته ڪاميٽيءَ طرفان اڳ ئي اهو فيصلو ٿيل آهي ته بورڊ جي ڪنهن به ميمبر يا ملازم کي ”مهراڻ“ ۾ ڇپيل سندس ليکتن تي انعام نه ڏنو ويندو، ۽ جيئن ته ڊاڪٽر صاحب بورڊ جو هڪ ميمبر آهي، تنهنڪري فيصلو ڪيو ويو ته اهو انعام افسانن ۾ ورهايو وڃي. ساڳيءَ طرح ڏهن روپين جو هڪ انعام سراج الحق لاءِ سندس نظم ”ڪراچي“ واسطي تجويز ڪيو ويو، پر جيئن ته هو صاحب به بورڊ جو ئي ملازم آهي، تنهنڪري اهو انعام به ٻيءَ صورت ۾ ڪم آندو ويو. انعامن جي آخري صورت هيءَ آهي-

| | | | |
|---|---|---|---|
| شعر: | هري "دلگير" | — نظم | (ص ٣٢) ٠٠-٠٠-٢٥ |
| | رشيد احمد "رشيد" | — ٻولي | (ص ٤٩) ٠٠-٠٠-٢٥ |
| | شيخ اياز | — بيت | (ص ١١) ٠٠-٠٠-١٠ |
| | لطف الله بدوي | — بيت | (ص ١١) ٠٠-٠٠-١٠ |
| | مخدوم غلام احمد "غلام" | — ڪافي | (ص ١٥) ٠٠-٠٠-١٠ |
| | صالح محمد سمو | — نظم | (ص ٤٣) ٠٠-٠٠-١٠ |
| افسانا: | جمال ابڙو | — "بدمعاش" | (ص ٦٧) ٠٠-٠٠-١٠ |
| | جڳديش لچاڻي | — لڙڪن جي لڙي | (ص ٨٠) ٠٠-٠٠-١٠ |
| | بشير مورياڻي | — ٽيڪري | (ص ٨٥) ٠٠-٠٠-١٠ |
| | الهه رکيو پريو | — اوورڪوٽ (ترجمو) | (ص١٩٥) ٠٠-٠٠-١٠ |

مضمون: عبدالقيوم "صائب" انسان جي تخليق (ترجمو) (ص ١٦٥) ٠٠-٠٠-١٠

ڏهن رپين جو هڪ خاص انعام محترم شيخ عبدالله کي "مهراڻ" جي ٻاهرئين ڪَوَر ڊزائين لاءِ ڏنو ويو.

## "مهراڻ" جا نوان ايڊيٽر

"مهراڻ" جي پڙهندڙن ۽ اديبن صاحبن کي اهو ٻڌي نهايت خوشي ٿيندي ته هن ٽئين سال کان محترم ڊاڪٽر دائود پوٽي صاحب ۽ محترم پير حسام الدين شاهه راشدي صاحب جن "مهراڻ" جي ادارت جا فرض سنڀالڻ قبول ڪيا آهن. "مهراڻ" جي ان کان وڌيڪ ڪهڙي خوش بختي ٿيندي، جو ڪيس سنوارڻ ۽ سينگارڻ لاءِ سنڌ جي هنن ٻن مايه ناز اديبن ۽ عالمن پنهنجون گرانقدر خدمتون پيش ڪيون آهن. اسان کي پورو پورو يقين آهي ته سندن مبارڪ هٿن ۾ "مهراڻ" جو معيار بلند کان بلند تر ٿيندو ويندو، ۽ بورڊ جو هيءُ علمي ۽ ادبي رسالو سنڌ جي ادبي ۽ علمي تقاضائن کي آئيندي ۾ بهتر کان بهتر نموني ۾ پورو ڪندو رهندو.

## گذارش

"مهراڻ" جي ٻئي سال جو هيءُ چوٿون پرچو پڙهندڙن جي هٿ ۾ آهي. هن پرچي سان "مهراڻ" جي ٽئين دور جو پهرو سال پورو ٿيو. "مهراڻ" جا محترم اديب ۽ پڙهندڙ هيتري تائين ان سان جيڪا وابستگي ۽ محبت ڏيکاريندا پئي آيا آهن، اميد اٿئون ته ٽئين سال ۾ به ان ۾ ووڌي ڪين پوندا ۽ هميشه وانگر ان کي پنهنجو رسالو سمجهي، اسان سان پنهنجو دلي تعاون ڪندا ايندا. "مهراڻ" جي خريدارن کي گذارش آهي ته گهٽي کان گهٽي تعداد ۾ هو پاڻ، پنهنجن عزيزن ۽ دوستن سميت، ٽئين سال جو چندو ڀري، "مهراڻ" کي سندن ادبي خدمت جو موقعو ڏيندا.

—م۰ا۰ج

# ڪافي

عاشق ڏسڻ ۾ آيو، محبوب گل سناسي،
عبرت عجب عجائب، اسرار رنگ عباسي.

برهي جي اک ٻبيني، ڪائي مثال چيني،
توڙي رنگون رنگيني، چينيءَ جي ست نہ ڪاسي.

گل آب جاء جاتي، محبوب راز تاتي،
عاشق ڏسڻ ڪنئون ڪاٿي، رهندو پتنگ پياسي.

صورت ۾ جاء دم جي، دم ريءَ نہ صورت ڪم جي،
دم ۾ جا لذت غم جي، وه واه ڳالھ خاصي.

ابليس جي وڏائي، هر ساس تي سوائي،
جيوڻ تہ دم ٻلائي، نہ تہ تهت نحس ناسي.

ڏابت "سچل" سچاري، يارن جي ياد ياري،
وحدت جنين وساري، تَن تَنَ-منِي اڏاسي.

## بيت

مارُئِ مٿاهون نيو، مارُئِ چڙهي ڪير،
سا پڇي ساٿ سوير، جا ٿي مارُئِ تي مري.

جي تون مارُئِ تي مرين، وڏا طالع تو،
سانولُ ساڳي سو، ٿان تو هٿَ ڏني.

مَلِهي مارُئِ مَرُ، تان تون تنين جي ٿئين،
جَبل هار نه جَرُ، ار تو اڪڙ ين سون.

مارُئِ جي مُئينءَ، تان هئينءَ هوتيائين هنج ۾،
وجي ڪيچ سُئينءَ، ”ويچاريءَ وس ڪيو“.

مارُئِ مرن جي، وَر تنين ڪي ويجهڙو،
هَي هَي هوتن ڪي، ٿئي ارمان انهن جو.

مارُئِ مرڻ آهه، گهوريو جيئڻ جيڏيون،
پير نه پويون پاءِ، عاشق مَرُ اڳي ٿئين.

مارُئِ آهي مرڻ، جيڏيون هن جيئڻ ڪون،
وس ويچاريءَ ايترو، ڪوڪان ڪاند ڪَرڻ،
ٻاروچا ٻرَنڻ، نيو ڪم ڪوهيار جو.

مارُئِ مران شال، دعا ڪريجو جيڏيون،
هوت هڄڙي حال، ماڻ مٿان مون هٿ ڏئي!

— سچل



## بيت

محمد خان "غني"؛ شيخ "اياز"؛ عارف المولي؛ عبدالجبار "شام"؛ "حافظ" حسيني.

**دوها:** شيخ "اياز"؛ "بشير" موريائي.

## سي حرفي

ڏني بخش "مشتاق".

## ڪافيون

فقير خير محمد؛ محمد خان "غني"؛ ستار فقير؛ حافظ محمد "احسن"؛ هري دريائي "دلگير"؛ محمد صالح سيپو؛ همايون مرزا "فائق". **وائي:** شيخ "اياز".

## گيت

گوورڌن محبوباڻي؛ شيخ "اياز"؛ "تنوير" عباسي؛ "بشير" موريائي؛ احمد خان "آصف".

## لوڪ گيت

رائچند هريجن؛ منگھارام "اوجها" ۽ ڏيلاڻي.

## نظم

گوورڌن محبوباڻي؛ "نياز" همايوني؛ "تنوير" عباسي؛ عبدالله "عبد"؛ خواجه غلام احمد "همدم"؛ هري دريائي "دلگير"؛ شيخ "اياز"؛ نارائڻ "شيام"؛ "بشير" موريائي؛ سگڻ آهوجا؛ رشيد احمد "رشيد".

## آزاد نظم

شيخ "اياز"؛ شمشير الحيدري؛ "بشير" موريائي؛ "پرده" سنڌي.

## نيون طرزون

سانيٽ: نارائڻ "شيام". موزون بيت: "تنوير" عباسي.

## غزل

"تنوير" عباسي؛ شيخ "اياز"؛ هري "دلگير"؛ "بشير" موريائي؛ عبدالحليم "جوش"؛ شمشير الحيدري؛ سگڻ آهوجا؛ "حافظ" حسيني.

## رباعيون

موتي "پرڪاش"؛ هري "دلگير".

## ادب لطيف

محمد خان جمالي "آواره".

"آءُ اهائي انساني دل آهيان، جيڪا هن سادي دنيا جي قيد ۾ رهي، ۽ هن سنئُ جي پتلي، انسان، جي ٺاهيل قانون جي هٿان قتل ٿي ويئي. حسن جي ڪيتيءَ ۾، زندگيءَ جي چشمن جي ڪنارن تي، سون ڪي انساني قانون جي پڃري ۾ گرفتار ڪيو ويو. آءُ محبت جي هنج ۾، خدا جي خلقيل زمين تي، بيوس ۽ ويچاري ٿي مري ويس – ڇاڪاڻ ته هن زمين جي سيوي ۽ محبت جي حسين نعمت کان سون کي محروم ڪيو ويو. جيڪي سون چاهيو ٿي، سو دنيا جي نظرن ۾ 'عار' هو، ۽ جنهن جي سون خواهش ٿي ڪئي، انهيءَ کي هن 'ذلت' ٿي ليکيو.

"آءُ انساني دل آهيان – دنيا جي اونداهين ۾ ڦاسي بيجان ٿي ويئي آهيان؛ بي معنيٰ وهمن ۽ وسوسن جي قيد ۾ بنجي، مجبور ۽ ويچاري ٿي ويس؛ رسم و رواج جي گورک ڏنڌي ۾ ونجي، سنهنجو اصلي احساس ويندو رهيو؛ پر هيتري ساري هاڃي کان پوءِ به اڃا انسان جي زبان گونگي آهي، ۽ هن جون اکيون لڙڪن هارڻ بجاءِ سون کي ڏسي الٽو پيئون کلن ۽ خوش ٿين!" – خليل جبران

# بيت

### محمد خان "غني"

ڪي ٻوري ڪانڌ ڪئي، پر ڪجهه ڪيو ڪم،
روئيو ورق وصال جو، دير نه وڌئين دم،
عاشي ڏسان ڏم، ٿو ڪاوڙ مون تي ڪيئن ڪري!

سوڳي! هن ميهار، ڪيئي وڏيون ڪن ۾،
هاڻ ٻه ملي تن کي، ڀيمون جي ڀاتار،
انهيءَ جي آڌار، ڪاهي هٿج ڪن ۾.

سوڳي! هن ميهار، تاريون گهٽيون تڪ مان،
سيڪهي ٻَتو سموند ۾، وير نه وجهه تون وار،
آهن ٿيا آٽ لئي، دوست جا ديدار،
پُڄ نه ٻَريان پار، ساهڙ ملندئي سير ۾.

ڪيئي ڏنم ڪن ۾، پر ڪُنَ ۾ ڪانه هياس،
سيٺه ثابت سا هُيس، جو ساهڙ جي سڌ ياس،
انهيءَ سڪ سندياس، مون کي تاريو آهي تار مان.

ڪيئي ڏنم ڪُن ۾، پر ڪُن ۾ ويندس ڪوه،
ساهڙ سندي سار ٿي، منهنجو تڳيا تُوه،
اُٿڻ اڌيءَ رات جو، ڏم وٽ آهي ڏوه،
ڪنجو رکي ڪانهه ۾، پنهنجو چنڊ ٻئون چوه،
هن ته ڪيو ٻوه، پر ٿي سا وات وصال جي.

ڏسي ڏڻ واريون، ڪنن ڪنبايون،
ساهڙ ڪيئن سڏ، پر اوڏيون نا آيون،
آئين هول هتئين ۾، سي هيبت هنايون،
جي گهڙءَ گهرايون، سي ڪنبيون ڪين ڪن ڪان.

ڏنم عام اِئين تسـ ٿي لهرين ۾ لڙهياس،
ڪوڙيون ڪنهن واريون، هندورن هئياس،
پيليءَ سنديءَ ٻانهن تي، سَتَولي آءٌ ستياس،
وڃي آت ٿياس، جت ساهڙ سوا ڪو نه پيو.

ڪنڌيءَ پر ٿيون ڪيتريون، ساهڙ ساهڙ ڪن،
ساهڙ سڏي تن کي، پر اوڏيون ڪين اچن،
ڪُنَن آهي ٿهر ڪو، ٿيون اِنهيءَ ٻَتو ٻڄن،
منهنجي ساهڙ سان جي، رکي سينڌ ڏسن،
ته ڪنڌيءَ تانئي ڪرن، ڪنبن ڪين ڪُن ڪان.

### شيخ "اياز"

آئي سار سڄڻ جي، سوڙهه پکيڙيا ساهه،
ڏکن جا درياهه، جهاڳڻ لڳس جيءَ ۾!

ڏکي پيو ڏونهون، ويڳاڻن جي وات تي،
شايد ڪو سونهون، پيو هنڌ پرينءَ ڏي!

ڪنهن جي ڪوجهائي؟ سڄڻ آ هر ساهه ۾!
چانڊوڪي ڇانئي، اسان اوندهه اوٽ مان.

ٻيجري ۾ ٻهي، آئي ٻوءِ بسنت جي،
پکي پرڏيهي، ڀرڙا ٻتوڙڻ لڳا.

ڳڻن ڳاهانئو، ڪري ڪير پرين جو،
گهٽوئي گهاٽو، پر سفر و سود و سيڪ جو.

آئي رُت رابيل جي، ٻيا پرين جا ٻولَ،
نينهن سندا ناسور، اندر ۾ اکلي پيا.

# دوها

## عارف المولي

سنڌي ٿيءَ سڄاڳ، آرس جيون ڇڏ عادتون،
سيکيا ڇڏ سمهڻ جي، جانب اٿي جاڳ،
ساٿي سنبري هليا، تو کي ننڊ نڀاڳ،
وري چور وجود ۾، ڪو رمزن پريو راڳ،
ڏوري ڏس ڏونگر ۾، محبت سندو ماڳ،
سهي وڃايو سسئيءَ، سندو سيج سهاڳ،
ويٺي ورندو ڪينڪي، آئي جبل جهاڳ،
مري جيءَ تہ سائين، لاحد وارو لاڳ،
مٺي مٺي مهراڻ جو، آئي عشق اُجهاڳ،
لُڏي لهرين وچ ۾، پاتو تنهنجو پاڳ،
سندو برهہ ڀاڳ، "عارف" اور عجيب سان.

## عبدالجبار "شام"

ڪَهي ويو قافلو، ڪاهيو ٿي ڪاهيان،
وهان وَرُ وساري، ٿانڪي سا ناهيان،
اوکي ٿي آهيان، تو ڪان ڇڄي ڇَٽ ڏيئي.

ڪَهي ويو قافلو، اڳيان رُڳي رُڄ،
آلفه آئم اَڄ، پرديسيءَ جي پيار جي.

## "حافظ" حسيني

راتو ڪيءَ رات، رندن رهائيون ڪيون،
وجودان ويچو ويو، ذرو رهي نہ ذات،
ڏاتر سندي ڏات، ملي محبتين کي.

الا ڪو وڃي، سنيهو ڏي سڄڻين،
مٺڙا مون مُٺيءَ تي، پيرو ڇڏيئي پڇي،
دردن ڇڏيو دل کي، ٻچاري جيان ٻچي،
منٿ ميڙ سچي، اڳڻ آ عجيب تون.

الا ڪو هجي، جو سنيهو ڏي سڄڻين:
"جانب جدائيءَ ۾، اکيان آب اچي،
"لڄي ۽ ٻچي، دلڙي درد فراق ۾".

## شيخ "اياز"

ڪَهي ڪٿين تان آئين سائين، پڇين منهنجي ديس،
ڏس تہ سهڻين ڪهڙو سونهي ٿو، تو کي منهنجو ويس!

ويجهو آهين، وس ۾ ناهين، پري نہ آهين پاڻان،
رنگ رنگ ۾، روپ روپ ۾، تو کي آءٌ سڃاڻان.

چوريءَ چوريءَ ڀڄي من ۾، لڪي ليٺا پائين،
آءٌ ملي هي گهر تنهنجو آ، منهنجا مٺڙا سائين!

مان ٿي آهيان حسن ازل جو، مان ٿي هان بدصورتي،
مان پوڄاري، مان ٿي مندر، مان ٿي پنهنجي مورتي.

ٻَن ٻن پنکي، تَن مَن تڙڦي، هٿ هاري انسان،
دور دور ۾ پهتو آخر، تنهنجي در نادان.

## بشير موريائي

### ڌنوان

منهنجو ڪم آهي ڌن ميڙڻ، مان آهيان ڌنوان،
منهنجو ان سان ڇا مطلب، ڇا ٿيندو آ انسان!

### آٺ پهر

رات وڇوڙي جي چادر تي، گذري رُندي رُندي،
صبح ٿيو ۾ ڪوئي نہ آيو، شام ٿي ڏسندي ڏسندي.

### شڪار

دل جو پکيڙو ڦاسائي ويو، آيو هڪڙو ماري،
روح ۽ رڳ رڳ سان ڳنڍيل آ، جنهن جي سندر چاري.

# سي حرفي

## ڏني بخش "مشتاق"

الف- اساڏي ويڙهي آيا، دلبر ناز دهر دا،
جڳ مبارڪ ڏيوڻ آيا، ڏيک ڪرم دلبر دا،
سيئا اکيان فرش ڪيتم، آو ٿرن تي مين ٿردا،
گور "مشتاق" دا پاڪ قدم دي برڪت پاڪ نظر دا.

ب- بسم الله هزار ڪران، جند جان ڏوهين
قربان ڪران،
پيران والي پاڪ مٽي مين، جاڻ شفاهان نال ڏران،
سهٹا سائين هردم جيوين، اهدي اهدي ٿران،
ڪرم هزار "مشتاق" تي ڪيتو، دعائين ڪردي قران.

ت- تار هميشه نال تيڏي، دي، جيي ميڏي
دي، تاري،
تار اها دلدار ميڏا هي رهندي تاران تاري،
اين تار ڪيتا غم تار ميڪون، هن شاهد رات
دي تاري،
لڄ "مشتاق" دا ڪڄ ٿيوين تون، ڪرم اهو درڪاري.

ث- ثواب هي حج اڪبر دا، تيڏي، منهن دا ڏيکڻ،
ميڏا هي ايمان اهو، طواف تيڏا هروار ڪرڻ،
مين شهادت عظمي چاتيي، قدمين تيڏي، مرڻ،
"مشتاق" نعمت چاتي تيڏي، نال ڪنيز دي پولڻ.

ج- جهان دا مالڪ هووان، جيي تيڏي تون گهولان،
خاطر گولڻ فقرا دي، مين ساري دنيا ڦولان،
تيڏي سرو قد دا سايا، نال طوبي دي تولان،
سچا بڻ "مشتاق" تيڏا، ڪل وعدي پال ڏکاوان.

ح- حجاب مين نال ڪيهان، مين پانهي تيڏي دردي،
نال تيڏي دا ورد ڪريندي، ساعت ساعت سردي،
ڏي جاه حويلي درتي، مين هان ازلون درد دي بردي،
مين "مشتاق" دي تين بن، دلبر ڏاڍي ڏکي نيدي.

خ- خواب خيال وچ تون وسدا، پياجڳ اندارهي ڏسدا،
تسبيح نال دلدبر تيڏا، تي ورد گيا رڳ رڳ دا،
تيڏي سهٹي سڌ ڪيتي هي، دل سڌ رايا سڪدا،
راز تيڏي ڪون روح "مشتاق" دا دم دم ڪردا سجدا.

د- دلبر دل ميڏي دا مالڪ، مين دلبر دي گولي،
گولي ڪرجي سڏن ميڪون، مين ٿيوان صدقي گهولي،
ڪرم ساباندا ٿيوي توڙي عزت نهين اها ٿولي،
"مشتاق" هزاران بخت کلي، جان منزل گولي گولي.

ذ- ذڪر نال دلبر دا هي، هان ميڏي دي ٽيکي،
نال دلبر دا ڳدم، اپنا سڀڪجهه ترڪا ڏيکي،
عام ڪيا چاڻن ڳالهه اها، تان ڪيا بد ڪيا نيکي،
"مشتاق" ڪيا بي ذوق چاڻن، ها غم دلبر دا سيکي.

ر- روشن اکيان ماه ميڏي ديان تيز وانگون تلواران،
ميڏي زخمي هان تي چلديان، دم دم دي وچ ڏاران،
وانگ پتنگ دي اڙون نسنگ، تي سات
ڪريندیان زوران،
سمجهه وسيلا تيڪون هردم ڪري "مشتاق" پڪاران.

ز- زهر هي والله بالله تين بن جيوڻ ماهي،
نظر ڪرم دي پال، ذرا نهين غم ڏيندا دم ماهي،
خيرات وصل دي ڏي چا ميڪون صدقي اپني شاهي،
هان "مشتاق" مشهور تيڏا مين، ماه ڪنون تا ماهي.

س ـ سراپا عشق تيڏا هي، مثل شراب طهورا،
اکيان رڏيان رهن هميشه، چاڪي روز عاشورا،
روندي روندي بس نہ کرديان، چاڪي وزن اڏورا،
دل "مشتاق" دا بن تين ماهي هردم پلدا کورا.

ش ـ شريعت عشق ميڏي وچ، رووڻ عين عبادت،
ساري رات خدا دي وچ، آرام حرام سعادت،
هولي هولي سڏڻ تيڏي وچ ملي آرام نهايت،
وچ پيري "مشتاق" کون مليا نسخا نينهن نيابت.

ص ـ صحيفا عشق تيڏي دا ٿيا نازل نوراني،
نال پڙهڻ بسم الله دي هي وڌ گئي صحت ايماني،
دست کرم دلبر دي کيتا هر غم هر شڪ فاني،
مهرون چا "مشتاق" سڏيا اون يوسف ماه ڪنعاني.

ض ـ ضمانت لک ڏتي هي، ميکون يوسف ثاني،
کول نہ آسي غم تيڏي، هي جيتنين دنيا فاني،
ٿيسي اينوين جيوين آکيا ميڏي ماه ڪنعاني،
ڏيک پال کي چٽيا هي "مشتاق" مهر نوراني.

ط ـ طبيب هي حال ميڏي دا ظاهر اطهر ظاهر،
هر ويلي هر حال دي وچ هي پرسان حال برابر،
ميڏي غم کون اپنا غم هي جاڻدا صورت خاور،
هي "مشتاق" دي دلجوئي وچ هردم رهندا حاضر.

ظ ـ ظاهر توڙي باطن، لاشڪ هي لاثاني،
هم صفت لاثاني ميڏا مسلڪ سيرت هي جاني،
سر تي جيندي سهڻي سونهين، مه رويان دي سلطاني،
هي "مشتاق" نصيب تيڏا بس لاثاني لافاني.

ع ـ عبادت جاڻداهان مين تيڏا عبد سڏاوڻ،
تيڏا عبد سڏاکي عبديت کون توڙ نياوڻ،
محلا تيڏا گلي کوچي اکيان نال پهارڻ،
بعد اونڊي هي حق مناسب، نان "مشتاق" سڏاوڻ.

غ ـ غيور هي دلبر ميڏا صاحب شان قدر دا،
گل رخسار تي رشک کاندا هي نت نت ماه بدر دا،
مهر منور شرم حيا تون ڏيندا بادل پردا،
"مشتاق" صحيح بيان کري کيا حليا اون دلبر دا.

ف ـ فقيرهان در تيڏي دا، دلبر ڏي تون داني،
سن سخا دي ڏور، وچاير در تي دامن آني،
تيڏي هٿون جو کجهه ملي چاٿسان سياک ايماني،
"مشتاق" کون ايجها دان مليا جو مشکل ها امکاني.

ق ـ قيامت گاهي دلبر تين بن هڪ هڪ پلي،
آتش ريز پهاڙي وانگون دم دم وچ دم جلي،
شاهد ذات خدا دي هي پي جاندي ميڏي دلي،
حال "مشتاق" داتون هين واقف پئي کون کهوڙي کلي.

ک ـ کجاوا ٿي کر تيڏا ناز براق تي کران،
خوشدل تيکون ڏيک کراهين وچ خوشي دي تران،
ناز کريندي نردا نردا گلي گلي وچ ٿران،
سڏ "مشتاق" جي گالهہ کرين تان سر ڌامان تي ڌران.

ل ـ لطيف زبان تيڏي مين هر لهجي تون صدقي،
هرهڪ حرف رکارڊ کران جيڙها ادا ٿيوي وچون حلقي،
واعظ بڻ تشهير کران مين تيڏي خالص خلقي،
تيکون، وانگ "مشتاق" دي اکيان، نهين ڏٺا
پي خلقي.

م ـ مسيح الملک شفا دي پر پر ڏتي ساغر،
ساغر اتون ساغر پي کر بڻ گيان مست قلندر،
رحمت حق دي رحم کيتا چا بخت بڻايا نادر،
کيا "مشتاق" تي نادر کيا هي شان انهاندا برتر.

ن ـ نماز گذاران کيوين، سرت نهين هي کک دي،
جام پلايا ساقي ايجها، خبر نهين ڏک سک دي،
هکي جام بيجان کيتا، پرواه نهين تس بک دي،
تانگهان کل "مشتاق" مناکي، تانگهہ رکي
هي هڪ دي.

و- وصل دي وڻجاران چا وطن ڪيتا هي اِڻان،
سياه سفيد دي مالڪ جو ٺـَـي جنت ٻڻاون جتان،
لحظي دي وچ ٽالڻ چاهن صديان ديان جي وٿان،
هي "مشتاق" يقين مڪمل دير نهين هي اٿان.

هـ- هلال نو ماه وانگون، هن ابرو چن دلبر دي،
مژگان جماعت، تيران دي هن وانگ شيران دي لڙدي،
اکيان ڪجليان شور مچاون، پول پون محشر دي،
لعل لبان "مشتاق" آتي چا قرب ڪيتي ڪوثر دي.

لا- لاحد وصفان تيڏيان ڏولڻ ڪيڙهيان ڪيڙهيان لکان،
لکدي لکدي ساري عمران قيامت ٻنان رکان،
تان ٻي تيڏي قدمان دي نہ وصف ادا ڪر سگهان،
ماه لقا "مشتاق" دا مين تان ڏيک نہ تيکون رڄان!

ء- الف اساڏي ويڙهي وس تون هردم دلبر جيوين،
ڏهدا پيا مين جهوڪ فنادي لڏدي ٻئي هي ڪيوين،
ساٿ نہ چوڙين بيواهان دا شالا لڪان ٿيوين،
مين "مشتاق" دا حال اينوين بن پاڻي ماهي جيوين.

ي- يڪانا دلبر ميڏا، مين دلبر دا بردا،
قيامت تائين رهسي دلبر، مالڪ ميڏي سر دا،
خالق رکسي قائم اون ڪون، جيٿين دَور دهردا،
هي "مشتاق" دي لاج تيڪون، اي والي روزحشر دا!



# ڪافيون

**فقير خير محمد مرحوم**

ڀسي صورت جو سلطان، هم حيران لڳي!

١- ديو ملائڪ جن حوران پريان، هرهڪ ٿيو حيران - پڙهڻ سبحان لڳي!
٢- سر سونهي پوشاڪ سونهاري، موهيو مسيءَ پان - مڻس مرجان لڳي!
٣- ڪليا حسن چوطرف چوڌاري، بلبل ٿي مستان - ٻره بستان لڳي!
٤- سهڻين رنگ سرود تماشا، سازن جا سامان - جتي ڪٿي تان لڳي!
٥- "خير محمد" چوي خبر انهيءَ جي، بيحد ڪيان بيان - جنهن جي جندجان لڳي!

**"منٺار" فقير مرحوم**

آءٌ تہ ڪريون ڪاڪ تي راتيا رهائيون،
ڏک جا ڏينهن ويا لنگهي راتيون وهائيون!
ڪوٽ قصر ڪاڪ جا محل ۽ ماڙيون،
اڇي نواز، ٿين نيون جايون ڀرا
تو لاءِ سوڍا سيج تي رکيم سرها
گادين مٿان گلن جون ڪليون ڪومائيون.
روشن ڪيم رات جو ڏيا ڏهاڙيون،
ٻتيون تيل فليل جون ڀري اجهائيون!
ميڙ سڄان "منٺار" چئي، ست ني نيائيون،
معاف ڪج مون مينڌرا ڪروڙين ڪائيون!

**محمد خان "غني"**

سر ڪي سڄڻ تان گهور، ڙي سڏڙيا، سر ڪي سڄڻ تان گهورا!
سڪ ڏاران سپ سڏون اجايون،
ڪوهہ ڪرين تون وره جون وايون-
ڏور ڏکن جي ڏور، ڙي سڏڙيا، ڏور ڏکن جي ڏورا!
وينئي چالئي وقت وڃائين،
چونڻو پنهنجي تند تپائين؟
آٽ ۽ چرخو چور، ڙي سڏڙيا، آٽ ۽ چرخو چورا!

ٻئي ڪي ڪين تون حال ٻڌائين،
هڪڙي سڄڻ سان تون لڪون لائين.
حال آنهيءَ سان اور، ڙي سڌڙيا، حال آنهيءَ سان اور!

تون ته ”غني“ ڪا منزل مائين،
پاڻ کي ٻرٻن ڏانهن جي تائين:
ڪنڌ ڪلهن تان ڪور، ڙي سڌڙيا، ڪنڌ ڪلهن تان ڪور!

## حافظ محمد ”احسن“

تنهنجا يار سڄان احسان، ساه سڀي سر گهوريون گهوريان!

١- سهڻل تنهنجو ڪونهي ثاني، ڏيهه سڄوئي تنهنجو ڏاني،
تون ته سهڻن جو سلطان. ساه سڀي سر گهوريون گهوريان!

٢- يار رکي مون تو سان ياري، ساه صدق تو تان سَوَ سَوَ واري،
جان ڪيان قربان. ساه سڀي سر گهوريون گهوريان!

٣- نيڻ ڪٽي جڏهن مون ڏي نهاريئي، دار وجهي دل دوست ڏ تاريئي،
محب ڪيئي مستان. ساه سڀي سر گهوريون گهوريان!

٤- نازڪ تنهنجا ناز نرالا، ڀنبٽيون ابرو نيزا ڀالا،
قربئون هٿي تو ڪانَ. ساه سڀي سر گهوريون گهوريان!

٥- ڏندن سان ڪيئن موتي توريان، لعل يمن جا لب تان گهوريان،
مٽ نه ٿئي مرجان. ساه سڀي سر گهوريون گهوريان!

٦- آءٌ ته اصل ڪان ڪولي آهيان، سينو سڄڻ تو سان کڙو ساهيان،
شاهي سڄڻ تنهنجو شان. ساه سڀي سر گهوريون گهوريان!

٧- صحن سڄڻ مون تولئه سينگاريو، گهوٽ اچي اوهين آن ۾ گهاريو،
ٿي محب اچي مهمان. ساه سڀي سر گهوريون گهوريان!

٨- لائق لائق ڪر تون پنهنجا، عيب نه ڏس تون اوڳڻ منهنجا،
ڪر ”احسن“ تي احسان. ساه سڀي سر گهوريون گهوريان!

## هري درباڻي ”دلگير“

ولر ڪان جو وڇڙيو اڪيلو پکيڙو،
اچانڪ اٿانگو اچي پيَد پيَيڙو!

١- نه ڪو ڏوهه ڪنهن جو، نه قسمت ڪميٽي، جو قسمت جي واڳ آهه تنهنجي وهيٽي،
ڪچو ڪين ڪوئيان، جو خود ڪانڌ ڪيڙو!

٢- ڪينو ڪنهن کي ڪوئيان؟ ڪرڻ وارو تون ئي، قلم تنهنجي هٿ ۾، ليکڻ وارو تون ئي،
سو وَهتَ وَهتَ، قلم ڪان وَهي جيڪي وَيڙو!

٣- هي ڏڪڙا، سڪڻ جي ڦيري سونهن ٿيندا، هي ڏولاوا آخر اچي ڏاڻ ڏيندا،
ڇُهي ڇاپان چشمين، اوهان جيڪي ڇيڙو!

## محمد صالح سپيو "صالح"

رهجي اچي شل رس، "قالوبلىٰ" جو قول نہ وسري!

١- ڪالھ ڪلهوڙي قرب ڪوازي، اڄ ٻني آهي ڪهڙي بازي،
رڳو حرص هوائي هوس - رات ڏکن ۾ ڏينهن ٿو گذري.

٢- سوڪو آهي يار سڏائڻ، اوکو آهي نينهن نڀائڻ،
ڪير نہ ڏسجي ڪس - ري ڪس ڪاڻ نينهن نہ نبري.

٣- پيچ پرت جو پرين پائي، پوءِ نہ وڃجي پاڻ ڇڏائي،
ڏاهن جو آهي ڏس - نينهن نسنگ پلي سنگ تي نيسري.

٤- چاڻ هوندي ٻي مون نہ چاتو، پاڻ کي مون نہ پاڻ سڃاتو،
نيٺ اڳي پوءِ آوس - دل مان اهائي دانهن ٿي نڪري.

٥- "صالح" ڪر تون پنهنجا پورا، قول سڄڻ سان ڪيل سمورا،
پوءِ تون وينو پس - سورج سونهن جو ڪيئن ٿو اڀري.

## همايون قليچ بيگ ميرزا "فائق"

مون هو ڪيو اقرار، آيل، نينهن نڀائيندس ......
نينهن نڀائيندس، وَرُ نہ وڃائيندس!

عشق اندر منجهہ آڌما ڏني ٿو،
سينو تهائينءَ وانگي سڙي ٿو،
ڪين ڪنديس نروار، سرتيون، پاڻ پچائيندس ......
پاڻ پچائيندس، جان جلائيندس!

ڪيچ وڃڻ کان ڇو ٿيون جهليو مون؟
باھ ڀنڀور کي ڏيئي سرتيون،
آءٌ تہ وڃي هڪوار، جيڏيون، پنهون پرچائيندس ......
پنهون پرچائيندس، هوت ريجهائيندس!

هَبُ جا پهڻ ڪن پير پڻون هي،
ماسُ مرون مَرُ کائن جهنگلي،
سُورَ پيا ٻہ هزار، پينر، سِرَ سهسائيندس ......
سر سهسائيندس، پاڳَ کان پائيندس!

ذات ٻروچ جي پانهي آهيان،
"فائق" سينو ڪونہ ٿي ساهيان،
جام پنهون سردار! تنهنجي پانهي چوائيندس ......
پانهي چوائيندس، گولي سڏائيندس!

## وائي

شيخ "اياز"

گل تي ڳوڙها، گل تي شبنم-

ياد اوهان جي! ياد اوهان جي!

چٽڪون پاڻيءَ جي چوليءَ ۾ - هاءِ ستارن جو هي عالم!

سير سنڌوءَ جي ڀرخم ڀرخم!

ياد اوهان جي! ياد اوهان جي!

هيرَ گهُٽي ٿي، نير چُٽي ٿو - ڏيراڇي ٿو، وسري ٿو غم!

نيڻ تہ سُڪندي چشم پرنم!

ياد اوهان جي! ياد اوهان جي!

پيار اوهان جا وارَ اوهان جا - گهاو اسان جا ٿيندا ويا ڪم!

وقت لڳائي پل پل مرهم!

ياد اوهان جي! ياد اوهان جي!

سُرڪ ۾ ايندي سُرڪ ۾ ايندي - چَپ تي چُپ رهندي تہ نہ پيهم!

سئوا ساٿين آهي ڪو دم،

ياد اوهان جي! ياد اوهان جي!



# گيت

## گوورڌن محبوباڻي ”ڀارتي“

### نئون گيت

اڄ، پيار ڪريون!
دل ساڻ ملايون دل ۽ اکڙيون چار ڪريون،
اڄ، پيار ڪريون!
شبنم لئي گل واجهائي، گل تي ڀؤنرو ديوانو،
سورج لئي تارا وياڪل، ديپڪ خاطر پروانو،
ڇاڇ لئي مڇلي ماندي، موجن تي مست ڪنارو،
قدرت ۾ هر وستوءَ کي آ پنهنجو پنهنجو پيارو:
پوءِ تون مان ڇو گهٻرايون،
ڇو دنيا جو ويچار ڪريون؟
اڄ، پيار ڪريون!
پنهنجي پياسي پلڪن ۾، قربن جو ڪاجل پائي،
سک جي لالي چورائي، سک جي سرهاڻ لڳائي،
چاهت جو چندن پاري، آشا جا ديپ جلائي،
آنند جو فرش وڇائي، سپنن جي سيج سجائي،
پنهنجي تن، پنهنجي من جو،
پنهنجي گهر جو سينگار ڪريون—
اڄ، پيار ڪريون!
ڇن ڇن ڏينهن جو جوڀن، روئي ڇا لاءِ گذاريون؟
ڇو اوسيڙن ۽ آهن، سڏڪن ۾ راتيون گهاريون؟
بهتر ٿيندو دنيا کي، مشڪڻ، ماڻڻ سيکاريون،
رهبر ٿي ٿڪل دلين کي ڪا راهه نئين ڏيکاريون!
هڪ ٻئي سان ڇا، دنيا سان
اڄ الفت جو اقرار ڪريون:
اڄ، پيار ڪريون!

شيخ "اياز"

## ديهاتي گيت

ڦٽي لڳي آ سينڌي سڙا،
نيڻن جهليو آ ٻور-

ڪيسين رهندين دور!

پريت اسان جي نه رهي، نه رهي،
سونهن سرنهن جي سرهي سرهي،
من کي ڪيو مجبور-

ڪيسين رهندين دور!

ٻوندا ڪين مان نه ڪيري، نه ڪيري،
اولهه ڪان آئي جو ڪکري،
برسيا سي ڀرپور-

ڪيسين رهندين دور!

تو لئي ساهه ائين سيڏائي،
جهونجهڪڙي جو جڻ واجهائي،
جانبي لاءِ تئور-

ڪيسين رهندين دور!

منهنجي آس، ڏکن جو ڏيئڙو،
منهنجو هر سانجهيءَ اوسيئڙو،
مري نه سگهندو سور-

ڪيسين رهندين دور!

ڦٽي لڳي آ سينڌي سڙا،
نيمن جهليو آ ٻور،

ڪيسين رهندين دور! ...

"تنوير" عباسي

## تنهنجو اکڙين ۾ آ کيرو

ڏينهن لڙئي، پاڇن جان وڌندي، اوندهه جو ٽيو دل تي گهيرو؛
سانجهيءَ آئي، پکيڙن وانگر من ۾ مونجهه ڪيو واهيرو؛
تنهنجو اکڙين ۾ آ کيرو!

اڄرو نيرو آڀ، ۽ ستارا، اونداهه ۾ گدلو ٿيندو ويو،
منهنجي من تي تارن وانگر هڪ جي پٺيان ٻيو غم ايندو ويو.
پر منهنجو من ڪين ٿيو ميرو:
تنهنجو اکڙين ۾ آ ڪيرو!

اونداهين ڪارين راتين جان ڇانيا آهن ڏکڙا من ۾،
چمڪو ڏئي ٿي گم ٿي وئي آ ٽانڊاڻي جان آس انهن ۾.
موت ته ٿئي ڪو صبح سويرو:
تنهنجو اکڙين ۾ آ ڪيرو!

هونئن ٻهر ۾ باک جو ٿيندي، سونهري ڪرڻا ڪرڻ ڪٽندا،
نيڻ نه پڇندا هير نه پڇندي، او جنهن ويل ڪڪر دس هٽندا.
پيچ پئيءَ جو ڪچ ڪو پيرو:
تنهنجو اکڙين ۾ آ ڪيرو!

نور جا ٽڙڪا ٽانگن وانگر منهنجي ساه ۾ سڙندا رهندا،
ترڪان سوا ڪرڻا ڪنڊن جان منهنجي هانوَ ۾ هرندا رهندا.
دل ۾ ڏکڙن جو ٿيو ڊيرو:
تنهنجو اکڙين ۾ آ ڪيرو!

"بشير" موريائي

دل تي ڳائي گيت پريت جا، دل تي ڳائي گيت!
ڪوئي سندر سندر مکڙو من ۾ آهي سمايو،
رنگ روپ جي رهسي من کي سندرتا للچايو!
ڳايو،
ذري ذري گيت پريت جو، هر شي ڪان ڇيڙايو.
آيو،
ڏيان آ مون کي تنهنجو، آهين ڪٿ او من جا ميت!
پل پل دل تي ڳائي گيت!
دل تي ڳائي گيت پريت جا، دل تي ڳائي گيت!

منهنجي ويچارن کي تنهنجي برهن آهي جلايو،
ڏک ڏنا مون تنهنجي پريت ۾، ٻيو ڇا آهي پرايو.

پايو،
ڪجھ بہ نہ مون ڪيو، تو بہ سڄي سورن آهي ستايو-
سايو،
سک جو ڏنو مون ڪونهي، جيون دک جو گيت ٻڌايو:
پريت جو دک ئي سک آهي، ۽ هار بہ آهي جيت!
ٻل ٻل دل ٿي ڳائي گيت!
دل ٿي ڳائي گيت پريت جا، دل ٿي ڳائي گيت!

## احمدخان مصرائي "آصف"

اي سکي، ڪو سک سندو سهرو سڻاءِ!
من چنڊو ڪو هيانوَ منهنجي ٺري پوي!
اي سکي، جنهن ساڻ چتڙن جي پريت،
سو وساري ڪين وهنديس ڪنهن بہ ريت،
ان ڪي ساريو گهڙ ٿي ڳاريان، هاءِ هاءِ!
اي سکي......
اي سکي، ٻَن پيو جدائيءَ جو جڃڻ،
آ جدائيءَ جو جڃڻ هر هر مرڻ،
ريءَ سڄڻ دنيا ٿي جڃڻ دوزخ جي جاءِ!
اي سکي......
اي سکي، مون ڪي نہ پاڙيچون سهن،
ڏينهن ۾ ڏهہ ڏهہ ڇٽيون ڏونگها ڏين،
سڀ سهان ٿي صبر سان لالن جي لاءِ!
اي سکي......
اي سکي، منهنجي سڄڻ وٽ جي وڃين،
ڪيس چئجان "ڇو وڻيس پيرا پڄين،
"پانهوڙي" پنهنجيءَ کي گهائي ڪيم گهاءِ!"
اي سکي......

# لوڪ گيت

رائچند هريجن

## راهوڙو ريلان

[ پرديس ۾ پرڻيل ڀيڻ جي يادگيري ٿئي ٿي؛ ڀاءُ ٻوءِ ڀيڻ کي ڪوٺڻ وڃي ٿو؛ ڀيڻ سان گڏ ڀيڻوئو به اچي ٿو، جنهن جي چڱي چوڪي کاڌي پيتي ۽ خدمت چاڪريءَ جو ماءُ ۽ ڀيڻون، ڀاءُ ۽ ڀاڄائي سڀ انتظار ڪن ٿا؛ ڀيڻوئي جي خوشيءَ لاءِ دهلن وارا ۽ گويا ڳائين ٿا، ۽ انهن کي گهور ۽ پئسا ملن ٿا؛ ٻوءِ موٽي وڃڻ وقت پرديساڻيءَ ڀيڻ کي ڀاڄائي، ڀيڻون ۽ سڀ سهيليون حسبِ سان سينگاري سنبرائين ٿيون؛ ۽ آخر ڇوڪري رواني ٿئي ٿي، ۽ سڀني جي هن اداس موڪلائيءَ تي دل ڀرجي ٿي اچي: اهو ورتانت هن گيت ۾ ڏيکاريل آهي.]

ڳهڙو نه ڀوڙي، ڳگر نه ڀوڙي،
هينڊوڻي هيلان ڪائي!
—مان رو راهوڙو ريلان جائي ...

ساني توڏولي پلاڻي، ويرنيا،
پيهينل نان تيڙئو جائي!
—مان رو راهوڙو ريلان جائي ...

ڪوتڙني سُوتوڙا جاڳو، پيٺيا جي،
آيوڙو سارَني رو ساٿ!
—مان رو راهوڙو ريلان جائي ...

هلو، جيڏليان، پاٽي ڙي نان هالان،
موٻي ويرڻي وارو واريو!
—مان رو راهوڙو ريلان جائي ...

هلو، سهيليان، پاٽي ڙي نان هالان،
هون تان ويرڻي تان گهوري جان!
—مان رو راهوڙو ريلان جائي ...

دلو ٽنو ٻنڌي، نڪا دلي ٿي ٻنڌي،
سينهو ڀيو مٺي تان ٽوڪي!
—منهنجو راهگير مسافر ريل (ڀڻن جي وڃ واري ماڙي) ڏيو ڀيو وڃي ...

ساني رنگ جي مادي آڻ تيار ڪري، ڀاءُ،
ڀيڻ کي ڪوٺڻ وڃ!
—منهنجو راهگير مسافر ريل ڏيو ڀيو وڃي ...

ڪوٽ (يا اوتاري) ۾ ستل، ڀيڻويا، سجاڳ ٿي،
سالي جو ساٿ آيو آهي!
—منهنجو راهگير مسافر ريل ڏيو ڀيو وڃي ...

سَرتيون، هلو ته پاٽي ڀرڻ هلون،
وڏي ڀاءُ تڙ تي وارو واريو آهي!
—منهنجو راهگير مسافر ريل ڏيو ڀيو وڃي ...

سرتيون، هلو ته پاٽي ڀرڻ هلون،
آءٌ پنهنجي ڀاءُ تان قربان وڃان!
—منهنجو راهگير مسافر ريل ڏيو ڀيو وڃي ...

آڌي رات رو ڪَرهيو ڪُنڪيو،
جيجل ڪاڏي چاڪوڙي!
-مان رو راهوڙو ريلان جاني ...

ست رڏائي ساسو پوجنڙا،
جيبوڙو جُوائي جي رو ساٿ!
-مان رو راهوڙو ريلان جاني ...

* رو ڍولاري تيڙاڙان،
رسي جُوائي جي رو ويرا!
-مان رو راهوڙو ريلان جاني ...

پهيئل گهوريو روپيو روڪڙو،
پيٽي گهوريا نوٽ ري!
-مان رو راهوڙو ريلان جاني ...

بايلڙي گاريو ميٺ تيلڙو،
ٿندل را چِتورا ڪيس ري!
-مان رو راهوڙو ريلان جاني ...

ڏورا ڦُوٽي وَنلڙي پر سينهڙو،
گُونٿي بايل چوٽيلڙو ري!
-مان رو راهوڙو ريلان جاني ...

سائي توڏولي جهيڪاري پيٽيءِ جي،
جيجل سنڀاليو ڏيج ري!
-مان رو راهوڙو ريلان جاني ...

سيٺل سيرک روگاسيڙو منڏاري،
ڏيٺل بائي پربوڙا نيڻ ري!
مان رو راهوڙو ريلان جاني ...

پيٺوجي چڙهي چانوڪيا،
سارين رهيوڙتن وڙلان هيٺ ري!
-مان رو راهوڙو ريلان جاني ...

ٿي ڪنهن ڳوٺ جو نالو وٺيو آهي.

آڌيءَ رات جو اٺ جي رڙ ٿي،
ڇوڪريءَ جي ماءُ اوچتو ڇرڪ ڪاڏو!
-منهنجو راهگير مسافر ريل ڏيو پيو وڃي ...

سَس ستن قسمن جا طعام تيار ڪرائي ٿي،
نانيءَ ۽ سائس گڏ آيل ڪائين ٿا!
-منهنجو راهگير مسافر ريل ڏيو پيو وڃي ...

ڳوٺ جو دهل وڄائڻ وارو گهرابان،
نانيءَ جو پاءُ راند ڪندو!
-منهنجو راهگير مسافر ريل ڏيو پيو وڃي ...

پيءُ هڪ روپيو گهور ڪئي،
پيٺوئي نوٽ گهوريا!
-منهنجو راهگير مسافر ريل ڏيو پيو وڃي ...

پاڃائيءَ ميٺ تيل تيار ڪيو،
جو ته ٿنان جا وار ويڙهيل ته هئا!
-منهنجو راهگير مسافر ريل ڏيو پيو وڃي ...

مٽي ويڙهڻ لاءِ ڏاڳا، ڦٽي ۽ ڪنوري پر سينهڙو،
پاڃائي مٽي جا وار ڳتي تيار ڪري ٿي!
-منهنجو راهگير مسافر ريل ڏيو پيو وڃي ...

سائي رنگ جي مهري اٺ تيار ڪري پيٺوئي وهاري،
ڇوڪريءَ جي ماءُ ڏيج تيار ڪيو!
-منهنجو راهگير مسافر ريل ڏيو پيو وڃي ...

سَوَڙ جو اٺ تي گاشو تيار ٿيو،
ته ڇوڪريءَ لُڙڪن سان اکيون پريون!
-منهنجو راهگير مسافر ريل ڏيو پيو وڃي ...

پيٺويو چڙهي روانو ٿي ويو،
ساليون اتي ئي وڻ هيٺ رهجي ويئون!
-منهنجو راهگير مسافر ريل ڏيو پيو وڃي ...

# "پٽهاري"

[ ٻين سنڌن جي ڀيٽ ۾، وسڪاري جي مند هڪ عجيب ۽ نرالي مند آهي. ٿر ۾ هن عجيب مند لاءِ خاص سڪ ۽ اڪير ڏسبي آهي، ڇو جو ويچارن ساڻيهن جو سارو گذران وُٺي تي آهي. آسارُ (آڪارُ) آيو ته اکيون آسمان ۾ اٽڪائيندا. هن خوشين جا خزانا کڻي ايندڙ مند ۾، ڪنوڻيون ۽ گاج، ٿڌي ۽ وڻندڙ هير، وڏ ڦڙو ۽ رم جهم ڪندڙ مينهن، انسان جي اندر ۾ انوکي جذبات جون لهرون پيدا ڪريو ڇڏين.

هن گيت ۾ ڏيکاريل آهي ته هڪ سکيءَ جو ساهبو (محبوب مڙس) سالن کان پرديسي آهي، ۽ هوءَ، وسڪاري جي مند ۾، ان پرديسيءَ پرينءَ جي ياد ۾، پاسي واري تلاءَ جي پارتي ويهي، دل سان درد ڀريل ورلاپ ورنائيندي ٿي رهي. اوچتو سندس محبوب موٽي اچي ٿو. مدتن گذرڻ سبب هو هڪ ٻئي کي ڪونه ٿا سڃاڻي سگهن. هُو، ويڳاڻيءَ سکيءَ کي تلاءَ تي ڏسڻ سان مٿس موهت ٿي پوي ٿو، ۽ کيس پاڻ سان هلڻ لاءِ لالچائي ٿو. فراق جي ماريل سندري، پنهنجي ساهبي کي اوپرو ماڻهو ڄاڻي، کو منهن ٿي ڪونه ٿي ڏئي. ڇيڙ ۽ ڏک کان روئندي روئندي، گهر پهچي، پنهنجي سس جي پڇڻ تي، هوءَ کيس آن ’ڌارئين‘ ماڻهوءَ جي گستاخيءَ جي داتهن ٿي ڏئي. ان جا پسار پتا پڌڻ تي سس‘ کيس خوشخبري ٻڌائي ته جنهن کي هن ڌاريو سمجهي، ڪڙي منهن سان، پاڻان پري ڪري ڇڏيو هو، اهو ته سندس ئي ساهبو (مڙس) هو، جو ايترن ڏينهن کان پوءِ هاڻي سس وس واپس وطن وريو هو! – ادارو ]

ڪالي ري ڪاراڻ آوڙي، ري،
پٽهاري، هي لو!
رم جهم ورسي ميهه،
سيٺو لو!

اتر تي ڪارن ڪڪرن جي قطار چڙهي آئي آهي،
اي ٻاڻي پرينڊ سندريون!
ڏيري ڏيري مينهن وسي رهيو آهي،
او منهنجا سڄڻ!

ساتان سهيليان رو جهُولرو، ري،
پٽهاري، هي لو!
ٻاڻي نان گئين تلاءَ،
سيٺو لو!

ست سهيليون جهرمٽ ڪري، سڀ گڏجي
اي ٻاڻي پرينڊ سندريون!
تلاءَ تان ٻاڻي ڀرڻ ويون آهن؛
او منهنجا سڄڻ!

ساتان نان اوڍڻ چونڙي، ري،
پٽهاري، هي لو!
تاري گورل ري ميرو ويس،
سيٺو لو!

ستن ئي سهيلين سهڻا وڳا ڍڪيا آهن،
اي ٻاڻي پرينڊ سندريون!
پر تنهنجي گورل ميرو ويس پهريو ويٺي آهي،
او منهنجا سڄڻ!

ساتان سهيليان ري ڪاجل ٽيلڙين، ري،
پڻهاري، هي لو!
تاري ڳورل ري لسو للاٽ،
سيٺو لو!

ساتان سهيليان را ساهبا گهر وسي، ري،
پڻهاري، هي لو!
ڳورل رو وسي پرديس،
سيٺو لو!

ست ري سهيلين پري چالين، ري،
پڻهاري، هي لو!
ڳورل رهيو ڙي لار،
سيٺو لو!

بار ڇڙهي نان جُوويو، ري،
پڻهاري، هي لو!
ايڪ اوٺيڙو جهپٽيو آوَ:
سيٺو لو!

"اڳوٺي ڏس را اوٺيڙا!"
پڻهاري، هي لو!
"ڪهڙو سني اوپڙاوَ!"
سيٺو لو!

"ڪاهين تون آڻ ڏومٽي؟
"پڻهاري، هي لو!
"ڪاهين تو ميلو ويس؟"
سيٺو لو!

"پيجيان را صاحبا گهر وسين،
"اوٺيڙا، هي لو!
"پاڻيهاري رو وسي پرديس!
"سيٺو لو!"

ستن ئي سهيلين اکين ۾ ڪجل ۽ نرڙ تي جهومڪ پاتا آهن،
اي پاڻي ڀريندڙ سندريون!
پر تنهنجي ڳورل جون اٿيون اکيون، ۽ پسو نراڙ آهي،
او منهنجا سڄڻ!

ستن ئي سهيلن جا ساهبا گهر ۾ وسن ٿا،
اي پاڻي ڀريندڙ سندريون!
پر ڳورل جو بالم پرديس ۾ آهي،
او منهنجا سڄڻ!

ستئي سهيليون پاڻي ڀري هليون ويون،
اي پاڻي ڀريندڙ سندريون!
پر ڳورل تلاءَ تي اداس ويٺي رهي،
او منهنجا سڄڻ!

هن (سندريءَ) تلاءَ جي پار تان پري پري نگاهه ڪئي،
اي پاڻي ڀريندڙ سندريون!
پري کان هن هڪ اوٺي سوار تکو تکو ايندو ڏٺو:
او منهنجا سڄڻ!

"اي اوپر کان ايندڙ اوٺي سوار!"
اي پاڻي ڀريندڙ سندريون!
"گهڙي ۾ ته هٿ وجهي مٿي تي رکينم!"
هاءِ منهنجو سڄڻ!

"تون ڇو غمگين ۽ پريشان آهين؟
"اي پاڻي ڀريندڙ سندري!
"ڇا جي ڪري تنهنجا ڪپڙا ميرا ۽ اپالا آهن؟"
او منهنجا سڄڻ!

"پين جا پتار گهر رهن ٿا،
"اي اوٺيڙا!
"مگر هن پاڻيءَ ڀريندڙ جو پرديس رهي ٿو!
"هاءِ، منهنجو سڄڻ!"

“هيل هڻ تون هٿ سنئين!
“پاڻيهاري، هي لو!
“هل هميشي ساٿ!
“سيٺو لو!”

“هيل هميشي سر سنئين!”
“اوٺيڙا، هي‌لو!
“نهين هلان تميشي ساٿ!
“سيٺو، لو!”

“هلين تو اوڏڙان اوڏڻ چونڊين، ري!
“پڻهاري، هي لو!
“هلين تو گهڙاوان نئوَسرَ هار!
“سيٺو لو!”

“اوڏڻ لاوسي مارو ويرو، ري!
“اوٺيڙا، هي لو!
“هار گهڙاوسي پرتار!
“سيٺو لو!”

“ڪڙيو نڪي گجيو،
“ماري وَهو، هي لو!
“ڪنچيو پينو، ڪانهن؟
“سيٺو لو!”

“تو تي آويو اوٺيڙو،
“ماري ساسو، هي لو!
“بولي اولا ويڻ،
“سيٺو لو!”

“ڪڻ سريڪو اوٺي ڦوٽڙو، ري؟
“ماری وهو، هي لو!
“ڪيري آوي الهار؟
“سيٺو لو!”

“تون اما هيل (يہ دلا هڪ ٻئي سان رڪيل) ٻٽ سان مڻ!
“اي ٻاڻي پريندڙ سندري!
“هل مون سان گڏ!
“او منهنجا سڄڻ!”

“اِها هيل ته منهنجي سر سنئين آهي!
“اڙي اوٺي سوار!
“آءٌ تو سان گڏ نہ هلنديس!
“هاءِ، منهنجو سڄڻ!”

“مون سان هلين، تہ توکي سهٽي چُني ڏيکاريان!
“اي پاڻي پريندڙ سندري!
“مون سان هلين، تہ توکي نئوَسرو هار گهڙائي ڏيان!
“او منهنجا سڄڻ!”

“چني مون کي وٺي ڏيندو منهنجو پاءُ!
“اڙي اوٺيڙا!
“هار گهڙائي ڏيندو مون کي منهنجو محبوب پتار!
“هاءِ، منهنجو سڄڻ!”

“نڪي جهڙ ٿيو، نڪا گجگوڙ،
“اي منهنجي مٺي ننهن!
“پوءِ تنهنجو ڪنجرو ڇا جي ڪري آلو ٿيو آهي؟
“هاءِ، منهنجو سڄڻ!”

“ڪوهہ تي هڪ اوٺي آيو،
“اي منهنجي سس!
“جنهن مون کي اجايا لفظ ڳالهايا (جنهنڪري رني آهيان)!
“هاءِ، منهنجو سڄڻ!”

“اهو اوٺي سوار ڪنهن جي شڪل تي هو؟
“اي منهنجي مٺي ننهن!
“ڪنهن جي مهانڊي تي ڏٺو اهو اوٺي سوار؟
“هاءِ، منهنجو سڄڻ!”

"ڏيور سريکو اوني ڦوڙو، ري،
"ماري ساسو، هيلو!
"ٽنڊ ٻاٺي ري آوي اٿهار!
"سيٺو لو!"

"اي تو اوني مارو ڏيکرو، ري؟
"ماري وهو، هي لو!
"اي اوني ماري گورل رو ٻرتار!
"سيٺو لو!"

"ٻيتر ٻارج ڏيو لو،
"ماري وَهو، هي لو!
"ڪوٺيٺي ٻار ٻ وليڙو!
"سيٺا، لو!"

"هو اونيڙو ته منهنجي ڏير جي شڪل تي ٿي لڳي،
"اي منهنجي مهربان سس!
"۽ هوبهو منهنجي ٽئان جي مهانڊي تي ڏئو!
"هاءِ، منهنجو سڄڻ!"

"(ڙي چري) اهو اونيڙو ته منهنجو پٽ هو!
"اي منهنجي اٻوجهه نُنهڙي!
"(ڙي ٻوري) اهو اونيڙو منهنجي ڳورل جو ڀتار هو!
"هاءِ، منهنجو سڄڻ!"

"اندر وچي ڏيٺو ٻار،
"اي منهنجي ننهن!
"۽ ڪنڌ ٻر ڪٽولو، بسترو لڳاءِ!
"هاءِ، منهنجو سڄڻ!"



# نظم

## گوورڌن محبوباڻي "ڀارتي"

### سرمائيداري

ڀڀ ڀڀڪين ٿي محلن ۾، تون مستيءَ ۾ مدهوش ٿئي،
ڏاڪين ٿي سندر سڙڪن تي، ايمانڻ! اوچو ڳاٽ ڪئي،
تون جهلڪي جهلڪي پيالن ۾، ٿي موج لٽين ميخانن ۾،
سوني، چانديءَ جي چڙ پٽڙي، ٿي ناچ نچين ايوانن ۾:
تون ساگر جا ٿي سير ڪرين، پڻ عرش مٿي پرواز ڪرين،
او هوڏڻ! پنهنجي هستيءَ جو، چو ايڏو ٿي تون ناز ڪرين؟

چشمن ۾ چمڪو چانديءَ جو، ٻانهن ۾ زر جو ٻل توکي،
او نخربلي، ٿو خوب اچي هر ناز، نمونو، چل توکي!
تون ڏيک ويک جو وس ڏکي، آڏنبر جي هوتي ٻاڻي،
مايا جي ترڇين نظرن سان، سنسارين جون دلڙيون گهائي،
موڙهل مَنَ ٿي مستان ڪرين، اِنسانن کي حيوان ڪرين،
دنيا کي بي ايمان ڪرين، ديوَن کي ٻي شيطان ڪرين!

چو ٿي مون کي تون ڀرڪائين، ٽم ٽم سان اکڙيون ٽمڪائي؟
چاڪاڻ چڪين ٿي پاڻ طرف، سونين ٻانهن ۾ ڦاسائي؟
او پاپڻ! آهي خوب خبر، مون کي تنهنجي اعمالن جي،
او ڪپٽڻ! ساري ڄاڻ اٿم، تنهنجي نخرن ۽ تالن جي:
هيءِ پٿر دل، ڪاميءَ ڪيڙا، خود غرض، چور، اتيا چاري،
ڏس! تنهنجو ٿي اولاد اٿئي، او نرلج سرمائيداري!

ڪن جو تو مانيءَ پور ڇنو، ڪن کي هرڪو طعام ڏنو!
ڪن جو تو خون ڪيو پاڻي، ڪن کي سڀ سک، آرام ڏنو!
ڪن جي تَنَ تي اوڇڻ نه لتو، ڪن کي پوشاڪون ريشم جون!
ڪن لئي ڪُل ڏينهن خوشين وارا، ڪن ڪاڻ رڳو راتيون غم جون!

بي غيرت، ڀورڙي ڏاڍ! ڏس، ڪيڏن کي برباد ڪري،
ڪن ڳاڻ ڳڻين کي آهه وڏو تو شاد ڪري، آباد ڪري!

سرجهايل منهن، آليون اکڙيون، آهون، دانهون بيگانن جون،
هي جهُريل جهوپڙيون آهن جڻ، قبرون زنده انسانن جون!
ناڪام دليون، اجڙيل الفت، بيباڪ حسن، نظرون ساڻيون-
خوني آنسن سان لکجن ٿيون، تنهنجي قهرن جون آکاڻيون!
تو ڦولن کي ٻي خار ڪيو، تو الفت کي واپار ڪيو،
چاڙهي چانديءَ جون ديوارون، توني ٻريمين کي ڌار ڪيو!

ڳل ڳاڙها ۽ لب لال ڪيا، تو چوسي خون غريبن جو،
۽ هار ڪيا، سينگار ڪيا، تو ٽُور ڪڍي مسڪينن جو!
تو محل اڏيا مزدورن جي لاشن تي، قبرستانن تي-
بيجان جواهر راڄ ڪندا، ڪيسين زنده انسانن تي؟
ڪيسين هلندو جادو تنهنجو، او عيش عشرتن جي داسي!
او پٿر دل! ڪيسين رهندا، ٻاٽيءَ جا رکوالا پياسي؟

شيطان! شروع ٿيو آهه اثر، پيڙت پرائين جي آهن جو،
بدليو آ فلڪ، بدلي آ زمين، رخ بدليو آهه هوائن جو:
مزدورن جي هونگار پڌي، ڏڪي پئي تنهنجي ڇاتي،
توکي ٿي نيٺ نهوڙيندي، ڏاڍ، تنهنجي ويسهه گهاتي!
دم ڇاڻ گهُٽيو تنهنجو ظالم! ٿي ويندي تنهنجي نبض ڍري،
مسڪينن ۽ مزدورن جي قدمن ۾ پوندا محل ڪري!

"نياز" همايوني

## ڀڙلاءِ

"ڪير جهڙي آهه دنيا، ڪنهن جهڙي خلق آهه"،
-تو ائين سمجهيو ته چوندس تنهنجي مت ۾ فرق آهه؛
ماتمين جان هرڪو هتڙي پنهنجي غم ۾ غرق آهه،
ڪنهن کي چورينديون ته سُجهندءِ جڻ ته ڪرندڙ برق آهه:
ڏس تون خاموشيءَ کي اُلاڻي ته ڪيئن ٿا رڻ رڙن-
ڪيئي ننڍڙا ٿا چانڊوڪيءَ جي ساهي ۾ سڙن!

کنهن جي پلڪن کي تہ آذر ساڻ اُٿلائي ڇڏيائون،
ڪيئن ڳالهيون ڳوڙهن جا پيالا پُون ڇلڪي، آلا!
کنهن جي اندر ۾ تہ ساڃهہ سان لڳتو ٻاڻي ڇڏيائون،
ڪيئن ٿا آهُن جا پروانا وڃن ڏُرڪي، آلا!
کنهن سان ٿوري دير گهيرو ٿي، تہ ڇا ٿا گل ٽڙن۔
ڪيئي ٽانڊاڻا ٿا چانڊوڪيءَ جي ساڀي ۾ سڙن!

ڪوئي ٽهڪن ۾ ٿو سڏڪن کي لڪائيندو رهي،
ڪوئي ارهائيءَ کي سرهائيءَ جي لولي ٿو ڏئي،
ڪوئي آسُن کي نراسائيءَ جي جهولي ٿو ڏئي،
ڪوئي ڀورن ۾ ٿو سورن کي ڇپائيندو رهي:
آليون ٿينديون اکيون هيڪر تہ ڏس ٽانگهي ٽڙن۔
ڪيئي ٽانڊاڻا ٿا چانڊوڪيءَ جي ساڀي ۾ سڙن!

ڪيئي مانجهي دل جي ڏوکن کي دٻائي ٿا ڇڏين،
ڪيئي جانبَ پنهنجي مٽين کي منجهائي ٿا ڇڏين،
مدتن کان پوءِ تن جو حال بدتر ٿو ٿئي،
شمع جان جلندي وچارا جيءُ جلائي ٿا ڇڏين:
ڪيئن اچي آرام نيڻن مان اگر ڳوڙها ڳڙن!
ڪيئي ٽانڊاڻا ٿا چانڊوڪيءَ جي ساڀي ۾ سڙن!

چوڏهينءَ جو چنڊ جڳ جو چيون ڏئي ٿو چاهہ کي،
گل هڻن ٿا ڏنگ جن کان ڏڍ ملي ٿو آهہ کي،
ساونيءَ جو مينهن سوکڙا ڏئي ٿو ساهہ کي،
اهڙي اوکيءَ راهہ کي، ڪوئي نٿو ٿاهي سگهن:
حوصلا آهن خطا، جو ڳنڍيا آسوکي هڙن!
ڪيئي ٽانڊاڻا ٿا چانڊوڪيءَ جي ساڀي ۾ سڙن!

ٻر ٻنهل اک ڇنڀ ۾ سڀ گهمسان ڪک ٻَن ٿي وڃن،
آهہ آدم سر الاهي، سوڀ پائي ٿو سگهي؛
شل نہ کنهن جي ڪڏهن ٻَوي ڪارو متو ڪاوڙ ڪري،
ٻاهہ ڇاهي واءَ جو ٻي در منجهائي ٿو سگهي؛
جي ٻٽنگا پهہ پڄائي سچ مٿان هيڪر مڙن۔
ائين نہ ٽانڊاڻا پوءِ چانڊوڪيءَ جي ساڀي ۾ سڙن!

تنوير "عباسي"

## اچو ته ڳايون!

اچو ته ڳايون، اچو ته ڳايون - اچو ته اڄ ٻاهه ڪا لڳايون!

ڇا گهٽڻ لاءِ جبر ۽ ظلم، زور ۽ ڏاڍ آهي سوڪو،
اڃا اسان ڏي ڪٿي اکيون وقت بيقراريءَ مان ٿو نهاري،
اڃا ٻه پنهنجي وطن ۾ هردم رهي ٿو مارن ڪي سر جو جوکو،
اڃا ٻه ڪوٺن ۾ قيد هوندي اسان کي ٿي سارئي پڪاري:

اچو ته ڍاهيون، اچو ته ڍاهيون، هي ظلم جا ڪوٽ اچو ته ڍاهيون!

اڃا ٻه واٽن تي ڪن لٽيرن ۽ رهزنن جي هلي ٿي زوري،
ڇا ٻه ڏونگر اسان جي ٿي ماڳ کان ٿو روڪي رکي اسان کي،
اڃا ٻه ڏيرن جي ڏاڍ سان رات جو پنهل ٿي وڃن ٿا چوري،
اڃا ٻه سسئي سهاڳ جو واسطو وجهي ٿي سڏي اسان کي:

اچو ته ڪاهيون، اچو ته ڪاهيون، اچو ته سپ ڪيچ ڏانهن ڪاهيون!

اڃا ٿو چانديءَ جي چند ڪرڻ جي ملهه تي پيچل جو فن وڪامي،
اڃا ته سر جي صدا هٽي ڪين ٿو سکهي ڪوه هن جهان ۾،
ڏسو پيا چٽنگ چنگ جي سرد مهرين ڪان پنهي وسامي،
اڃا ته سنبريو نه آهي سر کي وڏي ڏيڻ لاءِ ڪو اسان ۾:

اچو ته لاهيون، اچو ته لاهيون، اچو ته سانگو سرن جو لاهيون!

جتي رهي قيد مارئي ڪوٽ سو ته مسمار ٿيو نه آهي،
جتي پنهون ٿي وڃن ٿا چوري، جتي ٿي سسئي رهي پريشان،
جتي ڪو سرُ لاءِ سر ڏيڻ تي اڃا به تيار ٿيو نه آهي،
جهان اهڙو اسان جو ناهي، اسان جو ڇا واسطو انهي سان:

اچو ته ڍاهيون اچو ته ڍاهيون، اچو ته اهڙو جهان ڍاهيون!
اچو ته ٺاهيون اچو ته ٺاهيون، اچو ته ڪو نئون جهان ٺاهيون!

جناب عبدالله عبدالواسع "عبد"

## قادر جي قدرت

هي آسمان، هي بلنديءَ تي اخضري چادر،
هي ماه و مهر، جنهين تي مدار شام و سحر؛

هي صبح، جنهن جيي ڏجي جُوي نور سان تشبيهه،
هي شام، جنهن جي ڏجي زلف، حور سان تشبيهه؛
شفق، هي خون شهيد، اداي شيرين جو،
هي ابر، دونهون ڪنهين دل دکيل ۽ غمگين جو؛
هي برق، جا ٿي تجلّيءَ حسن جي تنوير،
هي مينهن، عاشق، گريان جي حال جي تصوير؛
زمين هي، قدر ٿيو جنهن جو آسمان کان بلند،
جلي ٿو چرخ، چهارم ٻه جنهن تي مثل، سپند؛
هي سبزه زار، زمين تي زمردين چادر،
هي آبشار، هي چانديءَ جو چشمء ڪوثر؛
هي برف ساڻ ڍڪيل چوٽيون ڪوهسارن جون،
هي تن تي رانديون شعاعن جون، ماه پارن جون؛
هوا هيءَ ڏي ٿي ٻهاري جا مرغزارن ۾،
هيءَ روشني جا نظر ٿي اچي ستارن ۾؛
نسيم، صبح، هي مستيءَ جو عاشقن کي پيام،
هواي شام، هي ڪنهن شوخ جي حسين خرام؛
هي نرم نرم صدا شاعر، غزلخوان جي،
هي مست، ناز ادا ساقيءَ بهاران جي-
سڀني هي قدرت قادر کي آشکار ٿا ڪن،
اسان کي پنهنجي ڏٺيءَ جي اڳيان وٺي ٿا هلن!

خواجه غلام آحمد "بيدم"

## سوال

سندءِ دنيا ۾ گر مڪار ٿي مڪار ڏسجن ٿا،
تہ منهنجو سينو ڇو اخلاص سان معمور آ يا رب؟
سندم ٿي دل مَيءِ الفت سان ڇو مخمور آ يا رب،
سندءِ بستيءَ ۾ گر عيارٿي عيار ڏسجن ٿا؟
سندءِ دنيا اگر بيدرد انسانن جو گهر آهي،
تہ مون کي ڇو ڪيو تو دردِ دل سان آشنا، يا رب؟
۽ مون کي ڇو بنايئي پيڪر، رحم و وفا، يا رب،
سندءِ دنيا اگر خونخوار حيوانن جو گهر آهي؟

اگر پنهنجن جي غم ۾ تنهنجي ڏيئي نا ڪيلن پندا،
ته مون ڪي ڇو پرائي ڏک تي پي روئڻ سيکايو تو؟
سندر آکين ۾ ڇو ساري جهان جو ڏک سمايو تو،
اگر هن حال ۾ پنهنجون آکيون پوريو ڇڏين بندا؟

سنده دنيا جي رونق ڪوڙ، ڪچ، بيوفائي ٿي،
ته مون ڪي ڇو بنائي با وفا، همدرد ۽ همدم؟
۽ ڇو تنهنجن ٿي ويرين کي ڪيو تو ملڪ جو حاڪم،
دغاباز سان هي پرپور جي تنهنجي خدائي ٿي؟

# آيو اجهو بهار!

هري درياني "دلگير"

ويراني ۾ سياري جي، آيو اجهو بهار،
پکوڙيل هيٺي بهار جا آهن نشان هزار—
هي زرد پتا، ماڪ جون بوندون هي بيشمار،
هي خشڪ پوٽا، ۽ هي وڻن جي سڄي قطار:
هرهڪ کي آ بهار جو ٿيي انتظار، دوست!
گلشن ۾ پنهنجي آيو اجهوئي بهار، دوست!

ڳائي ٿو سانت ساڻ سڄو شاخسار، پڌ،
ڪيڏ ڪيڙ ڪنڊڙ پن ۾ تون سرندي جي تار پڌ،
پٿر پٿر ۾ ڪجهه ته ڳائي ٿو هي آبشار، پڌ،
ڪجهه دور دور گيت، پکين جي پڪار پڌ:
ڇيڙي اجهو بهار به پنهنجي ستار، دوست!
گلشن ۾ پنهنجي آيو اجهوئي بهار، دوست!

پنهنجي اکين سان مفت نه برساءِ باهه تون،
ڪومايو هڪڙو هار، ته پيو ترت ٿاهه تون،
سردي وڃڻ تي آهه، نه اميد لاهه تون،
آيو بهار جاڳ، چمن پنهنجو چاهه تون:
هڪڙو ويو بهار ته ايندا هزار، دوست!
گلشن ۾ پنهنجي آيو اجهوئي بهار، دوست!

ڏس غور ساڻ، تنهنجي ئي گلشن ۾ آ بهار،
تنهنجي اکين ۾ آب، تہ رودن ۾ آ بهار،
سُرکين ئو تون تہ سُرکندو ٻن ٻن ۾ آ بهار،
هيکر سڏي ڏسينس تہ قدمن ۾ آ بهار،
هر مرڪ تان هزار بهارون نثار، دوست!
گلشن ۾ پنهنجي آبو اجهوئي بهار، دوست!

شيخ "اياز"

اءِ بادل! مان بہ روئان تون بہ روءِ،
مان بہ غم جا داغ ڌوئان تون بہ ڌوءِ!
زندگي منهنجي بہ پنکڻ ۾ پئي،
آسمانن جي جهانن ۾ رُلي،
ڪاهي ڪاهي مست ٿي جهولڻ جُهلي،
ڌرتيءَ جي پياس تي چلڪڻ چِلي،
آ هزارين ميڪده منهنجو ڪُلي،
سَو بهارن ڪي صدا منهنجو گهُلي،
پو بہ مون لِءِ ناهہ هي قولڻ ڦُلي—
اءِ بادل، مان بہ روئان تون بہ روءِ،
مان بہ غم جا داغ ڌوئان تون بہ ڌوءِ!

مان بہ تو جئن چنڊ تي آهيان چريو،
روح منهنجو چانڊنيءَ جي تَنّن تريو،
چنڊ جي ويجهو ويو، ٻر ڇا وريو،
نور نيڻن جو جڏهن پل لَيّ لُريو،
چنڊ ڇهري تي ڪٽي پردو ڏريو،
راتڙين جو هانو منهنجو ئي ڏريو،
تون ئي چؤ، آ ساهہ تنهنجو ڪئن سَريو؟
اءِ بادل، مان بہ روئان تون بہ روءِ،
مان بہ غم جا داغ ڌوئان تون بہ ڌوءِ!

نارائڻ "شيام"

## اوسيڙو

شام جي وعدي ڪرڻ وارا، آءٌ!
جاتي ڏوڪي ٿيي الائي ڇا ڪان،
ڇا لٿهيي دل تان وٺيي ڳالهه اٿس؟
مان نہ ڄاڻان تہ نہ آيو ڇا ڪان،

بس، اجهو ڄاڻ ٿي سج باک ڪڍي،
پهر پوئين جا تون ٿي چنڊ! چوينس،
اُن ٻنان رات اٿيـن خـام وٺـي،
سج ڪڍي باک، اڙي لُڙڪ پيا،

ٿا ٻڌن هڪ ٻئي ٻئيان تارا، آءٌ!
تو هينيون منهنجو ٻڌي پيارا، آءٌ!
ڪي نہ ڪنهن اهڙي ڇني ڳالهہ اٿس؟
يـاد شـايـد نـہ ٻئي ڳالهہ اٿس.

ڏينهن وعدي تي سندس ڏني نہ ڪيلي،
"رات باقي رهي آهي ڪا گهڙي".
آس اُن لاءِ تـي نـاڪـام وٺـي،
آس پوئين بہ لُڙهي "شيام" وٺي!

"بشير" موريائي

## سئيز

ڪيـتـرو دور آ نـگـاهـن کـان،
ڪيترو دل جي ويجهـو آهـي، پر
تو تـصـور ۾ اُن جـي وهڪ ڏسان!

اُن جـي ڇولين ۾ جوش آهـي ڪو،
تـرسـي تـرسـي وري پيون اُڀـرن-
شـور آهـي مـنـجهـن قـيـامت جو.

تو خيالن جي وهڪري تـي وهان،
ســوچيان تـو "سئيز" آهـي ڇـا؟
مـصـر لـئي زنـدگـي جو آ سامان.

ســون ڪي اُن جـي حقيقت آ معلوم،
سامراجين جـي يـاد اٿر هـر چـال،
جن ٻڌايو هـو مـصـر کـي مظلوم.

ڪيئن تـي هئي "سئيز" جي تعمير؟
ڪيترا مصري اُن تـان ٿـيا قربان؟
ڪيترا گهوريا اُنهي تـان ويـر؟

ان جي هر لهر اج پڪاري ٿي،
"منهنجي اندر عوام جو رت آهه"
سڀ جي رڳ رڳ ۾ باهه ٻاري ٿي.

ڪير چائي جڏهن "سئيز" لهيو،
ڪيترين عورتن ٿيون بيواهه!
ڪنهن پڪاريو ته "منهنجو پيءُ ويو!"

ڪنهن کي معلوم آ حقيقت هيءَ،
مصرين جو وهي ٿو رت آن ۾،
۽ انهن لاءِ آهي قسمت هيءَ.

ٿو چڏي ڪير پنهنجي قسمت کي؟
ڀاڳ پنهنجي ڪان ٿو پڇي اڄ ڪير؟
ڪير اورانگهي پنهنجي عزت کي!

ڪنهن به "فرعون" هٿي ڇڏي عزت؟
ڪنهن به "خديو" وقار کي ڇڏيو؟
مصر لئه هي آ عزت ۽ دولت.

اوير اولهه کي هيءَ ملائي ٿو،
واهه آهي يا عالمي پل آهه،
راز ڪولڻ اهو جڳائي ٿو.

"نيل" دل آهي مصر جي، هيءَ جان،
پنهنجي جان ڪي کي ڪير ڏيندو آ؟
غير تان ڪير ٿيندو آ قربان؟

واهه جو ڏنگ آ "سئيز" جو اڄ،
خون مصرين جو ٿو منجهس چمڪي،
ڇا نئون رنگ آ "سئيز" جو اڄ!

ان جي لهرن ۾ ڪو لڪل آ ساز،
زندگي جنهن تي راڳ ڇيڙي ٿي،
جنهن جي جهنڪار عام جو آواز.

ڪير، جو ان جي وهڪ کي روڪي؟
ڪير آهي جو ان کي بند ڪري؟
ڪير آ جو عوام کي ٽوڪي؟

مصر لئي پوئين منزل آهي هيءَ،
۽ پڻ آزادگي جو آ ضامن،
ڪيڏي آسان بشڪل آهي هيءَ!

سگهڻ "آهوجا"

## لڙڪ هڪ، جو تنهنجي ڳل تي سون ڏنو!

روئي روئي رڄ پرڻ جون حسرتون،
فخر سان ٿيون موجزن قطري منجهان،
زندگي سَو سَو غمن وچ ۾ ڪڍهن،
روئي ويهي ٿي سگر هڪ شان سان.
ترجمان سهبين غمن جو هڪ ڦڙو!
لڙڪ هڪ، جو تنهنجي ڳل تي مون ڏٺو!

ديوتا وانجهيل خوشيءَ، غم کان رهيو،
آدمي ئي تو ڪلهي روئي سگهي؛
موقعي سارؤ آگر آهي، ته پوءِ،
جو ڪلي ڏ. و تنهن کي روئڻ پئي کپي!
درد واريءَ دل جو پانير آئينو،
لڙڪ هڪ، جو تنهنجي ڳل تي مون ڏٺو!

جيسين پاهر نڪتو ناهي آدمي،
تيسين گهر-مهراڻ ڪافي ٿو لڳي،
آهه گهر وارن جي الفت پئي اٿلهه،
سُلهه ڪيتري غيرن جو ٿو سهڻو لڳي.
دل ڳنهي سگهندؤ اٿلهه موتي لڳو،
لڙڪ هڪ، جو تنهنجي ڳل تي مون ڏٺو!

غيب کان شڪليون وٺي اظهار جون،
حسن تو پنئي حسن جا جاچي اُمنگ،
پنهنجي نازڪ، لال ڳل کان ڏس پڇي،
منهنجي دل جا ڪٿي نچيا رنگين ترنگ:
گل ڏي نچندو آيو قطرو ماڪ جو.
لڙڪ هڪ، جو تنهنجي ڳل تي مون ڏٺو!

پيار جيوت لئي وڏائي تي چڙهي-
ٽاڪ، ٽر، ڪاڏيءَ جي ڪکَ جي دلڪشي؛
مان ڀلي، هر شيءِ جا آ نقطي-نما،
تنهن ڪان ڀاسي پياري پياري زندگي!
'زندگيءَ لئي پيار' جو هڪ راز هو،
لوڪ هڪ، جو تنهنجي ڳل تي مون ڏٺو!

"رشيد" لاشاري

## مجبوريءَ جو نتيجو

لاچار ڇو نه ٽيندس،
نادار ڇو نه ٽيندس،
نادار ڇو نه ٽيندس،
لاچار ڇو نه ٽيندس؟

بيڪار ڇو نه ٽيندس،
بيقدر آهي دنيا،
بيقدر آهي دنيا،
بيڪار ڇو نه ٽيندس؟

پينار ڇو نه ٽيندس،
فاقي ڪشيءَ جي سببان،
فاقي ڪشيءَ جي سببان،
پينار ڇو نه ٽيندس؟

مڪار ڇو نه ٽيندس،
هن زندگيءَ جي خاطر،
هن زندگيءَ جي خاطر،
مڪار ڇو نه ٽيندس؟

بدڪار ڇو نه ٽيندس،
زردار جي نظر ۾،
زردار جي نظر ۾،
بدڪار ڇو نه ٽيندس؟

غدار ڇو نه ٽيندس،
ڏاڍن جو ٻيڪسيءَ ۾،
ڏاڍن جو ٻيڪسيءَ ۾،
غدار ڇو نه ٽيندس؟

معمار ڇو نه ٽيندس،
هڪ پُرسڪون جهان جو،
هڪ پُرسڪون جهان جو،
معمار ڇو نه ٽيندس؟

غمخوار ڇو نه ٽيندس،
دنيا جي غمزدن جو،
دنيا جي غمزدن جو،
غمخوار ڇو نه ٽيندس؟

دلدار ڇو نه ٽيندس،
دلدار دوستن جو،
دلدار دوستن جو،
دلدار ڇو نه ٽيندس؟

خوددار ڇو نه ٽيندس،
پڙل حق ڇني زمانو،
پڙل حق ڇني زمانو،
خوددار ڇو نه ٽيندس؟

تلوار ڇو نه ٽيندس،
تيزي آتش زبان ۾،
تيزي آتش زبان ۾،
تلوار ڇو نه ٽيندس؟

حقدار ڇو نه ٽيندس،
سڪ جو "رشيد" آخر،
سڪ جو "رشيد" آخر،
حقدار ڇو نه ٽيندس؟

# آزاد نظم

## شيخ "اياز"

ڪاٺي رات، چنڊ چوڏهين ۾،
ٻنڌ ساري پري ستارن سان-
ٻلندي ڪائنات ۾ آئي.
انت هن جي ستار آ، جنهن تي
وڻ سچو وقت گيت ٿي ڳائي.
ينهن جا ڏنپ مان ٻه سهسائي،
ڪا گهڙي پنهنجي تند تاڻيان ٿو،
اڳ پنهنجا پري آماڻيان ٿو،
ندگيءَ جو حسين هندورو،
نهنجي گيتن سان ويهي واڻيان ٿو-
بسائين اکين کي پوري، ننڊ
رات جي پيڻ، چلولي، چنچل)
ون کي آغوش ۾ سنهاري ٿي!

## شمشير الحيدري

### مشورا

ٻوي ڪير ٿو،
ٽ تون ڪجهه نه ڪر؟
ٻلا ڪير روڪي ٿو توکي،
ٽ تون پنهنجي حسن دو-روزه تي نازان نه ٿيءُ،
جوانيءَ جي دولت تي شادان نه ٿيءُ؟
ٻوي ڪير ٿو،

ٽ تون پنهنجي جوڀن جياريل بهارن جي بخشيل،
سُريلي ۽ شفاف، نرمل ۽ نازڪ گلابي بدن تي،
سدا صاف، ريشم ۽ ڪمخواب و مخمل جي
زرتار پوشاڪ پهرڻ چڏي ڏي؟
نه ڪر سينڌ سُرمون،
۽ پنهنجي خيالن کي دل جي ٿي ويران خانن ۾ جڪڙي،
تبسم جي چهڙن تي شوخيءَ جي سُرخي لڳائڻ چڏي ڏي؟
چوي ڪير ٿو،
زماني کي قائل بنائڻ چڏي ڏي؟
مگر ياد رک،
ٽ جوڀن جياريل بهارن جو بخشيل،
هي تنهنجو سريلو ۽ شفاف، نرمل ۽ نازڪ گلابي بدن،
۽ زرتار پوشاڪ جو روپ رنگ-
فقط آب و رنگ-
اهو منهنجو ذوق نظر ٿي ته آهي!
۽ تنهنجو تبسم؟
خيالن جي تاريڪ ويرانين ۾،
تمنا جي گمنامين جو پڙاڏو-
فقط شور و شر!
-مقدر جي کهري ۽ ڪاري نرڙ تي،
نهايت ٿي مبهم،
فقط چند ليڪا:
۽ صدين کان مان پنهنجي فڪر و عمل سان،
حياتيءَ جي هڏن کي،
تحرڪ جو رت روح ڏيندو رهان ٿو!

—مصور جي دستِ هنر جو ڪرشمو—
اهو منهنجو خونِ جگر ئي ته آهي!
مگر بنده پرور،
هي تنهنجو ۽ منهنجو فسانو ته ناهي:
ائين ئي،
خيالن جي لهرن تي اڏنديءَ،
ستارن تي شايد نظرِ پئجي ويئي!

ائين ئي سهي،
ڪڏهن تو به آهي ستارن تي سوچيو؟
—محبت جي جذب ۽ ڪشش جو عمل!
محبت جواني، محبت مقدر، محبت ئي تخليق جو روپ رنگ،

محبت خدا!

ته اي مهربان!
ڪڏهن منهنجي ميرن ۽ ڦاٽل ۽ بوسيده ڪپڙن،
۽ دامن جي چتين تي
نفرت جون نظرون سچيندو نه ڪر؛
غريبن جي صورت ۽ حالت تي
پنهنجي تبسم جا طعنا تچيندو نه ڪر؛
محبت جو سُنهڙو سَپنيندو نه ڪر!
—چوي ڪير ٿو ته تون ڪجهه نه ڪر!

"بشير" موريائي

## اڳتي قدم

وقت آ ڏاڍو ڏکيو، منهنجي ميٺي!
رات جو آرام ڏاڍو مشڪل آ،
ڏينهن گهارڻ مسئلو!
هڪ گهڙيءَ جو سک به ڪنهن کي حاصل آ
ڪيتري پنهنجي ڪٺن آ زندگي!
توکي ڄاڻ آهي يا نه؟
تون محبت ۾ مگن آهين رڳو،
زندگيءَ جي مسئلن تي خنده زن آهين رڳو،

توکي ڪهڙو فڪر دنيا جو ڀلا؟
منهنجي ٻانهن ۾ ڪرين آرام ٿي؛
رات ڪئن گذري؟ ٿيو ڪئن صبح؟ ۽ ڪئن شام ٿي!
توکي ڪاڻ آهي يا نه؟

منهنجي نظرن ۾ ته آهين تون به هڪڙو مسئلو—
تنهنجي خواهش آ ته مان توسان رهان،
تنهنجي دل جي ديس ۾ ديرو ڪيان،
تنهنجي چپڙن تان وٺان چورائي مرڪ،
تنهنجو نيڻن—رس پيان،
تنهنجي چهري جي اداسيءَ کي ڇمان:
هيءَ حقيقت آ ته آهين تون به هڪڙو مسئلو.

وقت آ ڏاڍو ڏکيو، منهنجي ميٺي!

توکان، تنهنجي پريت کان
اڳتي ڪجهه وڌڻو آ هاڻي لازمي—
ڏرتيءَ جو جيڪي محنت ٿا ڪرين،
جن جي ئي آڌار تي
ڪارخانا ٿا هلن،
۽ هزارين "تاج" ٿا تخليق ٿين—
جن جهان کي سونهن بخشي آهي تن سان ملڻو آهي،
اڳتي ڪجهه وڌڻو آ هاڻي لازمي.

ڳاه جهولن ۾ به جت ٿو ڳاهجي،
جت ٿو پيدا ٿئي اناج،
جنهن تي انساني حياتيءَ جو مدار،
جنهن سان رونق زندگيءَ جي،
گلستان ۾ ٿو اچي جنهن سان بهار—
چو نه اهڙي هنڌ وڃجي،
چو نه اهڙن خالقن کي چاهجي؟
جن جياپي کي جياريو آهي تن سان ملڻو آهي،
اڳتي ڪجهه وڌڻو آ هاڻي لازمي.
—جن کي حاصل ٿي هميشه جي حيات،
جي ڏکين جا سور ٿا محسوس ڪن،
جي حياتيءَ جا هجن فنڪار، يا

ڪي ڪلا- پر بمي هجن،
زندگيءَ سان، حسن سان، اميد سان
ڀلطو رکندا هجن،
ن جي ٿن ۾ جنگ کان، تخريب کان، ڦرمار کان
ان نفرت ٿي ٻکي،
، حياتيءَ کي سنواريو آهي تن سان ملڻو آهه:
ئي ڪجهه وڏڻو آ هاڻي لازمي.
ونت آ ڏاڍو ڏکيو، منهنجي ميڏي!
توکي مون کي اڄ ٿي ڪرڻي آ شروع
انقلابي زندگي.

"برده" سنڌي

## سلام

او پيانڪ پيچرن تي
هلڻ جا هيراڪ ساٿي!
تنهنجي همت، تنهنجي طاقت، تنهنجي حشمت کي سلام،
صبح و شام!
ذرتيءَ جو ڏوڙ ۾،
ذرڙيا ڪري، هلندو هلين،
ٻهڪ ۽ جهولي جي سامهون،
تنهنجي ڏٺن ۾ بي خيالو-
لک لهي ٿي لوڏ تنهنجي،
ٿهڪ ڏئي ٿلندو هلين،
هن اڳانکيءَ راهه تي،
ڪلندو هلين، ڪلندو هلين!
خوب او مستانه ساٿي!
خوب خوب!
وقت جي زلفن جيڀي تنهنجي همت زمام-
تنهنجي وحشت کي سلام!
صبح و شام!
تنهنجي چهري تي لڳي جا گرد- راهه،
ان جو هر ذرڙو نرالي ڪائنات!
ذري ذري ۾ آهن جڳ جا پساهه،
ذري ذري ۾ ٿا چمڪن چنڊ ڪئين،
ذرو ذرو آهه روشن آفتاب!
صدقي صدقي
تو تان،
آندو تو آ وحدت جو پيام!
تنهنجي صورت کي سلام
صبح و شام!

او... اونداهي رات جا راهي
سدورا رهنما!
تون ئي بس آن رهنما
هن پيانڪ راهه جو،
۽ هن اونداهيءَ رات جو،
۽ اوپري هن جُوءِ جو!
ٻتر، تنهنجا سپ ڏونگر ڏئل،
۽ پيچرن جو هيءُ نظام.
منهنجي دل جا ديوتا،
او منهنجي آسُن جا امام!
تنهنجي قدمن جو قسم آ
ترس، مان تنهنجا قدم
۽ تنهنجي قدمن جا نشان
ڏسندو هلان، چمندو هلان، هلندو هلان
۽ جٿي هلي منزل رسان.
هاءِ! هي تنهنجا قدم
ڪهڙا نه آهن سخت-
۽ تون ٻي ته آهين سخت جان-
دل کي ڪيڏو ٿا وڻن!
ٻتر پير هي تنهنجا پٿون،
روهه رائي جا ڏڏل،
رت سان پنل، چچريل ڦٽيل،
جيهون چٽل، پيارا لڳن!
چونه تن پيرن تان گهوريان پاڻ کي،
خون ڳاڙي جي لتاڙيندا رهن،
بحرو بر ڏونگر ڇنيون!
تنهنجي قدمن کي چمڻ لئي،
منتظر منزل مدام!
- تنهنجي قدمن کي سلام
صبح و شام!

# نيون طرزون

ناراڻ "شيام" — سانيٽ

## فرصت غنيمت

گلن جو پارو، صراحي ۾ وچ ۾ آهي رکيي،
اڪيلي سر ٿيي پيان، جي نہ آهي همہ-صحبت؛
پيو جي ڪين، ڏيان چنڊ ڪي ٿي تو دعوت،
اهو ۽ مان ۽ سندم پاڇو- ٽن جيي محفل ٿيي.

وجود پاڇي جو ڪهڙو؟ وٺي نہ چنڊ چُڪيي،
مگر وچائجي ڪهڙيءَ طرح هتان فرصت؟
پيو پيو هلي، هلندو بهار ڪجھ مدت،
ڏناٺون جهڙي ٻہ صحبت اها قبول ڪبيي.

فلڪ تان نشوي ٻڌي چنڊ جٺن، ڪلان ڳايان،
نچان تہ پاڇي سون ساڻ گڏ نچي پاڇو،
اٺين انهن سان پيڻ وقت پاڻ وندرايان،
پيڻ ڪان پوءِ سڀن جو جدا جدا رستو.

۽ سڀڻ-لوڪ ۾ گڏجون وچي وري جيسين،
آننت-شانت ۾ بس ٿي ٿي گم رهون تيسين.

"تنوير" عباسي — موزون بيت

## سوٽو وجهہ

ڪجھ ڪهڙين جي لئہ فلڪ، ڪجھ ڪهڙين جي لئہ زمين،
ڇا خبر جو هيءَ دم، ٿي هجي دم آخرين،
ڇو نہ ڪجھ مُرڪي وٺون، ڇو نہ ڪجھ ڳايون اسين،
وقت هي آهي پرين، روح ريجهائي وٺون.

روح ريجهائي ولون، اڄ تہ ڪجھ ڳائي ولون،
پونڊر ٿي مکڙين مٿان، ڦيرا ڪجھ پائي ولون،
ساڪ ٿي گلڙن جو منهن ڪجھ تہ چمڪائي ولون،
اڄ تہ لنو لائي ولون، موت کان اڳ پر سڄڻ.

موت کان اڳ پر سڄڻ، آس جئڻ رهجي نہ ڪا،
جو بهارن پر پلا، گل وڃن ڪومائجي.

ڪجھ گهڙين جي لاءِ ٿو، مينهن ساوڻ جو وسي،
ڪجھ گهڙين جي لاءِ ٿو، سيوو محبت جو رُسي،
ڪجھ، گهڙين لئہ اک ڪٽي، پيار مان ٿو ڪو پسي،
ڪجھ گهڙين جي لاءِ ٿو، نيڻهن جو نيڀو رسي.

وقت ٿورو آهي ۽ سو بہ وڃڻو آ پرين،
جو پلا روئي رڙي سو وڃايون هيئن اسين.

عمر آهي هڪ گهڙي، سال ساعت پر وڃن،
سا گذاريون جو سڙي، پيار کان پاسو ڪري.

وقت جو هي واهہ ٿو، دائما وهندو رهي،
تنهنجي چولين جو لهي، ڪين سگهندو اٽ ڪو،
آئي هڪڙي پي وئي، آهي بس هي ڇهڇٽو،
نہ ازل جي ڪا خبر، يا ازل جو ڪو پتو،
تنهن کان منهن ڦيري نہ چو، پيار مان توڙي ڏسان!



# غزل

## "تنوير" عباسي

تارون اگر ٽيون سازن جون ساٿيون،
هڪڙي ئي سج کي روشن ڪرڻ لءِ،
چپ چاپ وٺي هڪ ٻئي کي ڏسندي،
اهڙيون گهڙيون هڪ ساعت نہ ترسيون،
هي نينهن هردم نئون ٿيندو رهندو،
جن کي ٻڌڻ سان شرمانجي وئين،
ڪرڻ جي تيرن جي وچ ۾ رهندي،
تن جي تندن کي جيڪو تپائي،

مون پنهنجي تن جون تندون ئي تائيون.
تارن جون ڪيئي شمعون وسائيون.
ائين ٻي ٽيون ٽي پنهنجون رهائيون.
جي وقت جي پَرَ تي ئي آڏائيون.
جي ياد ايندئون ڳالهيون پرائيون.
نادان هيون سي تنهنجون ڪهائيون.
گلڙن بهارون مُرڪي ئي مائيون.
"تنوير" اهڙو ڪو ساز آئيون.

## شيخ "اياز"

هلي آ تہ اڄ وقت جي واڳ موڙيون،
طلسم، شب و روز کي آ تہ توڙيون!

ڪريون موت کي مات دار، فنا ۾،
مسيحا-نفس ٿي جدا جيءَ جوڙيون!

رهي تا ابد عنبر افشان زمانو،
گهڙيءَ لاءِ جي روح پنهنجو نهوڙيون!

ڏسي آ فقط تو فقيرن جي مستي،
همالہ جي هستي، اگر پير ڪوڙيون!

"اياز" انقلابات جي شور و شر ۾،
وري ٿا ازل جي اصولن کي جوڙيون!

## هري درباني "دلگير"

هنئي اميد، ڪي روشن دماغ پسنداسين،
خبر هئي نہ، تہ چهرا ۽ زاغ پسنداسين!

خيال هو، ڪندو دلبر جو رخ شڪي سج کي،
مگر نہ ڪوڙ هہ جا هئن داغ داغ پسنداسين.

هئي نہ ڪل تہ ٿيو دربدر ۽ خاڪ بسر،
اسان تہ سمجهو تہ فرحت فراغ پسنداسين.

چمن ٿيا خار ۽ بہر ۾ سڪي ٿيو ساهہ هنئن،
هئي اميد تہ جنت جا باغ پسنداسين.

اسان جي ليکي، نئون گهر اسان جو ٻي ٿيندو،
پليان نہ پنهنجي سپاهي سراغ پسنداسين.

ڏيئو نہ، تيل نہ، تيايي نہ، وٽ نہ — اوندهہ آهہ،
اسان جو خواب هو، چوڏر چراغ پسنداسين!

## "بشير" موريائي

هائي ٻرائيو ٿي چڪو تقدير جو آ راڳ،
ڪم تي رکي مدار ٿو هر آدميءَ جو ڀاڳ.

پريات سان، يا ماڪ سان، گل سان، بهار سان،
ڪنهن کي خبر تہ آس جو آ ڪهڙي شي سان لاڳ!

ڪو گل ٽڙي ٿو مس تہ خزان ٿي مٿان اچي،
ڪو عمر ڀر بهار ۾، هر ڪنهن جو پنهنجو ڀاڳ.

اهڙو بہ وقت هو جو دلين ۾ خوشي هئي،
يا هيءَ وقت آ جو الاپي ٿو ڏک جو راڳ.

ڪومائجڻ گلن جو آ معمولي چيز، ٻر
هڪ گل هو جو بهار کي ڏيئي ويو ڏهاڳ.

انسان قتل و جنگ جي تجويز ۾ آ محو،
انسانيت الاپي ٿي مظلوميت جو راڳ.

ٿي ختم رات ٿئي تہ ڪڪر ٿا مڙي اچن،
لٿجي پيو "بشير" پرهہ جو اچا سهاڳ!

## شيخ عبدالحليم "جوش"

دل تمنا کان تهي دامان هجي-
منهنجي دل ۾ بس اهو ارمان هجي.

آهي اهڙي زندگي مرگ، حيات،
زندگي ۽ بي سرو سامان هجي!

لوڪ اکين ۾ هجن ۽ دل ۾ آه،
مان هجان، دريا هجي، طوفان هجي.

ڪير پڙهندو داستان، اشڪ و آه،
دل جو غم دل ۾ پلي پنهان هجي.

چاره گر بيچاره جو ڪهڙو قصور،
موت جڏهين درد جو درمان هجي!

هاء تنهن مجنون جو معيار جنون،
خانه-ويرانيء تي جو نازان هجي!

دل ۾ پيدا ٿيندي وسعت پر اي "جوش"،
شرط هي آهي ته دل ويران هجي.

## شمشير الحيدري

پيار پروڙڻ جي گتر ڏيئي، وره وڏي همراهي ڪيئي!
لوپ مٿي ٿي آهجن آرن، جڳ جا ناتا نينهن موڙيئي!
تون ٿي ته منهنجي منزل ناهين، اکيون گهولن ٿيون توکي ٿي!
پنهنجي دل تي هت رکجانء، جڏهين منهنجي ياد اچيئي!
مستيء جو جا محشر ٿيندو، عمر ته پوري تي پندي ٿي!
فکر ۽ نغما ماڻ مري ويا، ڪر ۽ چپ وکجن پيا پيئي!
مڪ سمهڻ "شمشير" اچا ڪيڻ، ڏک جي ڏائڻ جاڳي پيئي!

## مگڻ آهوجا

مستيءَ ڪي بار سمجهي ڊوٺبو آهه،
پاڻ کان پاڻ پيو ڏکوٺبو آهه!
ايڏو دل غم سهي سوءِ ٿي سخت،
جو ڪڏهن خود رڻ ڪي روٺبو آهه!
مان ته شايد ڪا گار ڏيئي سگهان،
گنبد پر گند سان نه ڏوٺبو آهه!
پنهنجا منهنجي نظر ۾ جڻ نه ڪرڻ،
ڏوهه تن جا، ۽ خود کي لوٺبو آهه!
هاءِ، هڪ عرصي جي نراسائي،
ڪنهن جي آئت ڏيڻ تي روٺبو آهه!

## حافظ شاهه "حافظ" حسيني

محبت منهنجي توکي ٿي پڪاري،
جدائي جانبا مون کي ٿي ماري.
ونگي وارن ۾ وبچاري وڌو تو،
دکي دل دلربا پل ۾ ڏتاري.
اکين آرام البيلا ڪئي آ،
اکيون هر روز جي راهون نهاري!
وڏا تو آسمان ڪئين پار مون تي،
لڱن لنکڻ پيا سڀ سور ساري.
اندر مان آهه ڪا ڪڏهين نه نڪتي،
لسر آ مون چڏيو توکي نه ڏاري!
شراب، وصل جو آهيان پياسي،
برين من مون کي برچي سو پياري.
نه ڪڏهين تو پڇيو ڪو حال منهنجو،
مي گهايل ڪئن تو گهوريون هٿ گذاري.
سدا "حافظ" وفا تو سان ڪئي ٻر،
هنجون تنهنجي جفا کان هو ٿو هاري.

# رباعيون

موتي پرڪاش

( ١ )

اڳ هن جي اچڻ کان ٿي چيم ”يار ڪيي“،
آيو ته چيم ”هن جو فقط پيار ڪيي“؛
هاڻي ٿو ستائي غم ته ”هو ويندو“،
دل ڪي ڇا تڏهن هن جو انتظار ڪيي؟

( ٢ )

محفل ۾ اچي توکي پڪاريان ويٺو،
جنهن سان تو ڪرين لاڏ وساريان ويٺو؛
مون تي جي کلي لوڪ کاڻ ڏينس مگر-
سان تنهنجي کلڻ لاءِ نهاريان ويٺو!

( ٣ )

هيءَ رات سچ پاڻ سلهائي ويندي،
جيون ۾ نئون رنگ لڳائي ويندي؛
هي وصل ته مون لاءِ ۾ وصل آهه مگر،
هيءَ رات سندس پياس وڌائي ويندي.

( ٤ )

هر روز ٿئين مون لئي شڪايت ۾ ڪندين،
ڪنون مهل اچي ڪاڻي هدايت ۾ ڪندين؛
پنهنجن سان اهو سڀ ته روا آهه مگر،
پنهنجن سان ڪڏهن ٻاجهي عنايت ۾ ڪندين؟

( ٥ )

هوءَ تنهنجي آ ديوار تي تصوير پيان،
ڳوڙهن کي وهائي مان هتي جهول پريان؛
اکين ۾ چپن کي تو ڏسان جڻ تنهنجي،
لڙڪن کي لڪائڻ جي مان ڪوشش تو ڪريان.

( ٦ )

اي عشق، تو آ ڪن کي عقيدت بخشي،
ڪن کي تو ڏنو لطف، فضيلت بخشي،
پر توکي سندم دل کي ڪري مور، مون کي
انسان کي چاهڻ جي طبيعت بخشي.

## ننڍڙو شاعر

شاعر، تون اهڙا ڪرين ٿو آڪاسي سفر،
سج، چنڊ ۽ اُڏامڻ ۾ آهي شوق نظر؛
ڌرتيءَ تان جڏهن ڏيڍ هٿاڻي تو وڌي،
لتجي ويو افسوس تڏهن تنهنجو ڪهڙا

### يادگيريون

سي گل نه، چمن جا سي نظارا نه رهيا،
راتيون نه اهي، چنڊ ستارا نه رهيا؛
ڪنهن ساڻ ونديون قرب ۾ ڪنهن لاءِ جيئون،
سي اهل لٽڙا، جيءَ جا جيارا نه رهيا!

### جواني

بهاراڻي وهي ويئي، ۽ جوڀن مشڪيو،
رڳ رڳ ۾ لوان امنگ، تن بن تڙپيو؛
سپنن جي ڏوريءَ ۾ لڳي پيار جي مهڪ،
اميد جي جهالرن ۾ جهمون جهوميو!

### ڪنول ۽ دنيا

آڪاس ۾ اي ڦول ڪنول، ڇا ٿو پسين؟
ڪهڙي ٿي خوشي جو سدائين هسين؟
ميڪار اها رمز مون کي پئي تنهنجي،
پاڻيءَ ۾ رهي بي لڱو پاڻيءَ ۾ وسين؟

### موت ۽ زندگي

اولهه ۾ لڏي سج، اوڀر مان اڀري،
ٻج زير زمين رهي، سلو ٿي نسري؛
مرندا سين ته اپندا سين وري ٻيهر هت،
ڄو موت جي ڳٽي اٿي توکان وسري!



# ادب لطيف

## ٽيگور

سنڌيڪار: محمد خان جمالي "آواره"

## سوال

خدايا!
تو بار بار، پنهنجن نبين ۽ اوتارن کي
هن اداس زمين تي موڪليو.
هنن اسان ۾ تحريڪ پيدا ڪئي-
سڀ کي معاف ڪرڻ جي، محبت ڪرڻ جي-
دل مان نفرت جي پاڙون پٽڻ جي،
هو قابل تعظيم آهن.
پوءِ به هن اونداهي ڏينهن ۾،
مون، وٽن پنهنجو منو ٽيڪي،
پنهنجي اڱڻ کان انهن کي واپس ڪري ڇڏيو!

ڇا، مان خود نه ڏسي سگهيو آهيان
ته رات جي فريب ڏيندڙ اونده ۾،
ڪهڙيءَ طرح،
لڪل نموني، معصومن تي حملو ڪن ٿا؟
ڇا، مون نه ڏٺو
ته ڪهڙيءَ نه گهريءَ خاموشيءَ ۾،
ظالم جي سينه زوريءَ سان،
انصاف جو آواز دٻجي ٿو-
جنهن جو ڪير به تدارڪ نٿو ڪري!

ڇا، مون نه ڏٺو
خوشيءَ ۾ ٻهڪندڙ ٻارن کي
لرزائيندڙ حالت ۾ موت جو سڏ اچي ٿو-
۽ پوءِ،
پٿر جي ديوارين سان پنا مقصد مٿا ٽڪرجن ٿا
منهنجي ڳچيءَ کي ڪهوگهو ڏنو ويو،
منهنجي ٻنسريءَ کي بي آواز ڪيو ويو،
منهنجي دنيا قابو ٿيل آهي-
ڪاريءَ اونده واري خوفناڪ خواب ۾،
ڳم ٿي ويئي آهي!

ان لاءِ،
اکين ۾ آنسو آڻي،
مان تو کان هيءَ اهم سوال پڇان ٿو
ته جيڪي ماڻهو
تنهنجي هوائن ۾ زهر اوتين ٿا،
۽ تنهنجي روشنيءَ کي مٽائين ٿا-
ڇا تون انهن کي معاف ڪري سگهين ٿو؟
ڇا، تون انهن سان محبت ڪري سگهين ٿو؟



## افسانا

۰۱ ڏونگ — رشيد آخوند

۰۲ "ڪڏهن بهار ايندو......" — سوڀو گيانچندائي

۰۳ "هو ديوتا آهي......" — ڪمل "پياسي"

۰۴ تارے اجهام ڪٿے (سرائڪي) — مصطفيٰ ٻهرائي

۰۵ ساڍا ٽي آنا — سعادت حسن منٽو
سنڌيڪار: علي بخش ميمڻ

۰۶ لاهي چاڙهي — خليل جبران
سنڌيڪار: ثميره زرين

## هڪ ڏينهن جي ڳالهه......

۰۱ "تون به......" — سراج

۰۲ "سوڙ......" — علي بخش ميمڻ

”ڪنهن به ’پارٽيءَ‘ جي ’پاليسيءَ‘ يا ’نظريي‘ کي اهو مقام حاصل نه آهي، جو زندگيءَ يا ادب ۾ ’حقيقت نگاريءَ‘ کي حاصل آهي. جي شخص ائين ٿا لکن جو سندن پارٽيءَ جي پاليسيءَ کي اڳيان رکي، ان جي فقرن مطابق، پلاٽ ۽ ڪردار ترتيب ڏيئي ورتائون— سي نڪي پاليسيءَ کي ٿا سمجهن، نڪي زندگيءَ کي — ۽ اهڙيون لکيتون ڪڏهن به ادب جو حصو بنجي نٿيون سگهن.“ — ماؤزي تنگ

رشيد آخوند

# ڊونگ

سج جو ٽڪو ڀاڄو رڙهندو رڙهندو دروازي جي اندر داخل ٿيو، ۽ هوءَ جماليءَ جي قميص ڌوئي سڪائڻ لاءِ آڻي. هن سهاري لاءِ حوض جي ديوار تي هٿ رکيو. ديوار جي ڀيني ڀُري هيٺ ڪرڻ لڳي. هٿ ٿورو ترڪيو، ۽ آهي داغ جيڪي سندس گهر جي ديوارن ۽ ڇت جي زينت هئا، هن جي اکين آڏو اڀري آيا. هن اکيون ٻاٽيءَ جي موريءَ تي وڌيون، جنهن جي چوڌاري صابڻ جي گجي گڏ ٿي وئي هئي. آهستي آهستي موري ڇڏي ٿيڻ لڳي؛ پر وري ٿوري وقفي کان پوءِ، جڻ ظاهر ٿي هئي تيئن ميڇي وئي، ۽ ان جي جاءِ تي هڪ ٻور پيدا ٿي ويو. هُن ٻور کي غور سان ڏٺو. ٻور وڏو ٿيڻ لڳو - ايتريءَ حد تائين، جو هن پنهنجي وجود کي به آن ۾ گم ٿيندو محسوس ڪيو. هن چاهيو ٿي ته هوءَ هميشه انهيءَ حالت ۾ رهي - آتي ڏک ۽ ڏاڪڙا وسري ويا ٿي؛ جماليءَ کي ڪارائڻ لاءِ محنت ۽ مزوري ڪرڻ به ياد نٿي رهيو؛ آتي ڪو دنيا جو غم نه هو، ۽ نه ئي وري ڪا ذهني مونجهه ۽ پريشاني هئي؛ آتي ڪنهن جي سڏ نه هئي، خود پنهنجي هيڻي ۽ بيمار جسم جي سڏ به نه. پر تلخ حقيقتن ڪان ڪو گهڻيءَ دير تائين منهن موڙي نه سگهندو آهي... ۽ هوءَ به پاڻ کي وڌيڪ ڌوکو ڏيئي نه سگهي. حوض جي هرڪا شي وري ظاهر ٿيڻ شروع ٿي - ۽ ان سان گڏ جسماني ڪمزوري ۽ مصيبتن جو احساس به ذهن جي ڏنڌ مان نڪري آيو.

صحن ۾ اچي هن قميص کي سڪائڻ لاءِ رسيءَ تي ٽنگيو، ۽ نحيف آواز سان جماليءَ کي سڏ ڪيو. جمالي اڄا ماني نه کاڌي هئي، پر هو گهر ۾ ڪونه هو. ماڻس پڪ ڄاتو ته گهٽيءَ ۾ راند ڪرڻ ويو هوندو. جماليءَ جو گهٽيءَ ۾ وڃي ٻين ڇوڪرن سان راند ڪرڻ هن جي پريشانين جي ويتر وڌڻ جو باعث ٿي بنيو. جمالو اڄا ڇهن سالن جو ٻار هو، جنهن کي وڏا ڇوڪرا، جڏهن به منهن سامهون پين، ستائيندا رهندا هئا. ڪڏهن ڇهنڊڙين پائڻ ۽ ڪڏهن ڪا شي ڦري وٺڻ ۾ هنن کي رونشو ٿيي لڳندو هو. جڏهن هو روئي ماءُ کي اچي دانهن ڏيندو هو، ته هوءَ ويچاري ڪجهه ڪري نه سگهندي هئي. هن جيي ڀاڙي وارن کي پرواهه نه هئي - رن زال جا هئي، جنهن جو پيو ڪو والي وارث جو نه هو! جماليءَ جي وهيءَ جا ٻار ڪيس ماريندا هئا؛ ۽ جيڪڏهن هن به ڪنهن کي وراڻي ڌڪ هنيو، ته پوءِ هنن جون

مائون نه فقط جمالي جا ڳڻ چمائن سان ڳاڙها ڪنديون هيون، پر مائس کي به مهڻا ۽ چڙيون ڏينديون هيون. انهن چڙين ۽ مهڻن جي جواب پر جمالي جي ساه وٽ هڪڙي خاموشي هئي...... ۽ لاچار سور سهيو مڙيوئي وقت پيئي ٽاريندي هئي.

جمالي کي گهر پر نه ڏسي، هوءَ دروازي وٽ آئي. ٻاهر گهڻي سڄي گپ سان پري پيئي هئي. گهرن جي اڳيان جيڪي گندي پاڻيءَ جا حوض هئا، تن مان پاڻي اٿل ڪائي رستي تي وهڻ لڳو هو. ڇوڪرن اهڙي ڪني ماحول پر راند ڪئي پئي. آنون پر جمالو به هو. جڏهن مائس در تي اچي هن کي ڪوئيو، تڏهن هن راند ٽئي ڪئي، پر هڪڙي ڇوڪري سان جنگ جوٽڻ جي تياري پئي ڪيائين. ڇوڪري چيس پئي:

"هَل هَل... آءٌ توکي راند نه ڪرائيندس- اِني ڏڪر ته منهنجو آهي......!"

"پوءِ تون هن خميسي کي ڇو ٿو راند ڪرائين؟"

"منهنجي مرضي...... خميسو مون کي ڪئمنڙا ڪارائيندو آهي، ۽ تون ته ٿول اڪائي پاڻ ڪائي ويندو آهين. آن ڏينهن مون توکان اڌ بسڪوٽ گهريو، تو ڪو مون کي ڏنو! پوءِ آءٌ توکي راند ڇو ڪرايان؟"

"۽ پنجُو، اڄ اسين هڪڙي هنڌ شربت پئڻ ويندا سين. توکي نه وٺي هلنداسين...... ڪيئن حميد؟" خميسي خوش ٿيندي اِني-ڏڪر جي مالڪ ڏانهن نهاريو. هن خميسي جي حامي پري. پوءِ پئي شرير نظرن سان جمالي کي ڏسڻ لڳا.

"هونهه... نه وٺي هلو ته نه وٺي هلو. مون کي جهڙي خبر نه آهي- اما پڌايو هو ته اڄ سيٺ هاشم امامن جو شربت ڪيو آهي!" جمالي مُرڪيو ۽ هو پئي شرمانجي ويا. پر جمالي جي مرڪ گهڻيءَ دير تائين قائم رهي نه سگهي. هڪڙي وڏي ڇوڪري جمالي کي پڌي چيو:

"ها ڙي چورا، مائهين ڪيئن نه پڌائيندي توکي. هن کي سڄي جهان جون خبرون آهن. سڄو ڏينهن مائهن جي گهرن کي نوسيندي آهي...!" جمالي کي خار ته گهڻا آيا، پر مخالف ڪانس عمر پر گهڻو وڏو هو. تنهنڪري دل ٺارڻ ڪاڻ هن چپن ٿي چپن پر هڪڙي گهري گار وڏي ڇوڪري کي ڏيئي ڪڍي.

"جمالا، آءٌ توکي چوان ٿو...... اسان جي راند مان هٽي وڃ!" حميد کي ڪاوڙ اچڻ لڳي.

"نٿو هٽان...... تون ڇا ڪندين؟" جمالو ضد تي هو. حميد ڏڪر ڪنيو. جمالو به سنيري بيٺو. پر ان وچ پر جمالي کي مائس در تي اچي سڏ ڪيو، ۽ معاملو اتي ئي رهجي ويو. جمالو، پرندڙ نگاهن سان حميد کي ڏسندو، گهر پر گهڙي ويو.

گهڻيءَ پر ميونسپالٽيءَ جي بتين ٻرڻ پر اڃا ڪجهه دير هئي. هوءَ پٿرن ڪان جيئن جمالي کي امامن جا مورَ ڪارائي ليٽي هئي، تيئن شام تائين پيئي رهي. سخت تپ اچي وڪوڙيو

هُن ۽ ڪنگهه به زور وٺي ويئي هيس. هن ۾ ايتري طاقت نه هئي، جو ڪمبل پاسيرو ڪري جمالي کي آئي ڏسي، جيڪو وري خبر نه ڪيڏانهن گم ٿي ويو هو. تنهن کان سواءِ اڄ سندس ستا سور به جاڳي آئيا هئا. هن گهڻي ڪوشش ڪئي ٿي ته ناآميدين ۽ حسرتن جي هيٺ دٻيل، خشڪ ۽ ويران زندگيءَ مان چند سڪون جا لمحا، چند خوشيءَ جا بهانا يا ڪي خود فريب ڳالهيون سوچي، پر هر نئينءَ ڪوشش هن جي ذهن جي آڏو تصوير جو فقط هڪ رُخ آندو ٿي، جنهن ۾ ساڳين ٿي ناآميدين، حسرتن ۽ غمن جي جهلڪ هئي. خوشيءَ جو رڳو هڪ اڻ لکو احساس وڃي سندس طبيعت ۾ باقي بچيو هو. وقت جي ڪارسازيءَ ۽ زماني جي بي مروتيءَ هن جي طبيعت کي غم-پسند بڻائي ڇڏيو هو.

هن کي شاديءَ جي پهرين رات ياد آئي، جڏهن هن جي نس نس مان خوشيءَ جو رس ٽميو ٿي. اُن خوشيءَ ۾ هڪ عجيب بيچيني هئي - هڪ دٻيل دٻيل خوف هو. پر هاڻي ان خوشيءَ جي يادگيري به غم ۾ بدلجي چڪي هئي.

۽ هن کي اهو ڏينهن به ياد آيو، جڏهن هن جمالي جي پيءُ جو ڪفن مان نڪتل بيجان چهرو ڏٺو هو. ڪافور جي بوءِ چوطرف ڦهليل هئي. اُن ڏينهن هن ڪيترو نه رُنو هوا ڏئي جي لات ته وساري چڪي هئي، پر فقط ڏئي جي منهن مان نڪرندڙ ميري دونهين ڪيس رُئاڙيو پئي- جيڪو آخر خلا ۾ جذب ٿي وڃئو هو.

پر اڄ هن کي اُن دل-ڏاريندڙ منظر رُئاريو نٿي. هوءَ غم سان هري ويئي هئي-۽ جڏهن ماڻهو غم سان هري ويندو آهي ته غم جي شدت به گهٽ ٿي ويندي آهي. هن گويا جمالي کان به وڌيڪ، غم کي پنهنجي حيات جو سرمايو سمجهيو هو. هن کي پڪ هئي ته هوءَ جمالي جون خوشيون ڏسي نه سگهندي. ان کان اڳ مري ويندي. اهو احساس سندس دل ۾ گهر ڪري چڪو هو. هوءَ هاڻي اڪثر ڪري تصوراتي داغ ڏسندي هئي؛ ۽ هن جي زندگي خود هڪ داغ بڻجي ويئي هئي-ڏرا ڏيئي ويل اکين جو، ڏٻري جسم جو ۽ زرد چهري جو داغ: زندگيءَ جو سَتُ پُري پيو هو. انهيءَ هوندي به هوءَ مرندي جهرندي روپئي ڏيڍ خاطر پاڙي وارن جا ڪپڙا ڌوئندي هئي. آخر هن کي پيٽ پالڻو هو. مڙس جي مرڻ کان پوءِ پيو ڪو آسرو نه هوس. ڪيس اڪيلي سر پاڻ لاءِ ۽ جمالي لاءِ گذران پيدا ڪرڻو هو. پهرين هوءَ پاڙي وارن جي گهرن ۾ وڃي پهاري ڪيندي هئي، باسڻ مليندي هئي، بازار جو ننڍو وڏو ڪم ڪري آئي ڏيندي هئي. پر پوءِ هوءَ بيمار ٿي پئي، ۽ هن کان گهڻي محنت پڄي نه سگهي. خيراتي اسپتال جي ڊاڪٽر هڪڙي ڏينهن ٻڌايس ته هن کي سلهه جي بيماري هئي. ۽ هاڻي هوءَ رڳو پاڙي وارن جا ڪپڙا آڻي گهر ۾ ڌوئندي هئي. اڄ هوءَ جمالي جي هڪڙي قميص کان سواءِ پاڙي وارن جا ڪپڙا ڌوئي نه سگهي. سخت بخار اچي ورايو هوس. سڄو ڏينهن کٽ تي ڪنگهندي گذاريو هئائين. ۽ آخر آئي ان مهل، جڏهن گهٽيءَ ۾ جمالي جون رڙيون ٻڌائين. هوءَ بخار جي شدت کان سهڪندي در

تائين وئي. پوءِ هڪدم در کولي ٻاهر نڪري آئي. هن جمالي کي ڪنڌي ٻانهن جي حوض ۾ ڪريل ڏٺو هو. جمالو ساهه کي ڏسي ويتر زور سان اوڇنگارون ڏيڻ لڳو. مائي اچي هن کي حوض مان ڪڍيو.

”امان، حميد مون کي حوض ۾ ڪيرايو آهي“، جمالي سڏڪا ڀريندي چيو.

”مون ڪٿي ڪيرايو؟“ حميد پنهنجي ماءُ جي پر ۾ ٻيهندي چيو.

”ها ها، حميد ڪونه ڪيرايو. هي ويچارو ته ٻنهي منهنجي اکين سامهون هيٺ گهر مان نڪتو آهي!“ حميد جي ماءُ صاف ڪوڙ ڳالهائي وئي.

”ڏس حميد جي ماءُ! هڪڙي پاڙي ۾ رهي، تو کي اهي ڳالهيون سونهن نٿيون. پنهنجي پٽ کي جهلين ته نٿي، مرڳو پاسو پئي کڻين ......“.

”اي لئي پڙي، مون کي نه ڏمڪاءِ... هي پنهنجيون ٺونٺ جيڏيون اکيون ٻين کي ڏيکارج. توجهڙيون گهڻيون فقيريائيون منهنجي در تي اچي ٻن جو ٽڪر وٺيو وڃن ـ سٺي رن زال، هلي آهي مون کي چوڻ ...... ڏيڻ ڪٿي جي ...!“

غصي کان هن جي ڪنن جون پوپٽيون ٻرڻ لڳيون. هوءَ فقيريائي نه هئي. ڪنهن جي در تي وڃي ٽڪر ڪين گهرندي هئي. اڳي هوءَ صبر سان هنن جا مهڻا ٻڌندي هئي، پر هاڻي جيئن پوءِ تيئن پاڙي وارا سر تي چڙهندا پئي ويا. هوءَ غريب هئي ته ڇا ٿيو؟... عزت هن کي به هئي. هوءَ ڪجهه چوڻ تي هئي، ته هڪڙيءَ ٻيءَ مائيءَ حميد جي ماءُ جي ڳالهه کي ٽيڪر ڏني:

”ها امان تون سچي آهين ـ هيءَ ڇنال ڏيڻ آهي ڏيڻ! اڄڻ سان مڙس کي ماريائين. جي ٿورا سال ٻيا ان پاڙي ۾ رهي، ته الاجي ڪهڙو قهر ڪندي ـ اڄ پنهنجن ٻارن کي هن ڪامڻ ـ ڪنيءَ جي منهن تي اچڻ به نه ڏيندي آهيان ...... مٺي اکين ۾ ڪا يو وڃي...!“

هوءَ وڌيڪ سهي نه سگهي. ٻر اڃا ٻه لفظ چيائين مس، ته ڪنگهه اچي ورتس. جمالي هن جي ٻانهن جهلي رُنو پئي، ۽ هن گهٽيل آواز سان ڪنگهيو پئي. ڪنگهه زور وٺندي وئي، ۽ حميد جي ماءُ وڏي واڪي سان ٻنهي ساهه ٻڻ کي پٽيندي وئي. هن مشڪل سان، ”ڪنگال“ ”ڇنال“ ۽ ”ڪارڇيي“ جا ٻه ٽي لفظ ٻڌا، ۽ جڏهن هن ٿورو ساهه کنيو، ته اکين ۾ ٻائي ڀرجي آيس ۽ جمالي کي رڳو ايترو چئي سگهي،

”ستا نپٽا ... هل گهر... تو منهنجي جان جلائي ڇڏي آهي.“

رات جو هڪ ٿيو هو، گهٽي سڄي ويران پيئي هئي. ايتري وقت گذري ويندي به هن جي ڪنگهه بند نه ٿي. ڪڏهن آٿندي ۽ ڪڏهن پاسا ورائيندي، هن درد ۽ قرب جي عالم ۾ ڪنگهيو پئي. ڪنگهڻ جو آواز فضا جي مڪمل سڪوت کي چيريندو ويو پئي. سندس ان لاڳيتي شور پاڙي وارن جون ننڊون حرام ڪري ڇڏيون هيون. ٻهرين ته هو صبر سان اکيون ڪرلي ڇتين کي گهوريندا رهيا، ته من ڪا ماٺ ٿئي؛ پر جمالي جي ماءُ جي ڪنگهه بند نه ٿي سگهي.

تنهن کان سواءِ هن زور زور سان اوڪارا به ڏنا ٿي. پاڙي وارن سمجھيو ٿي ته هوءَ اجايو ڍونگ ٿي ڪري، ته جيئن هُنن جو سک ڦٽي. آخر حميد جي ماءُ کان رهيو نه ٿيو، ۽ دريءَ مان منهن ڪڍي چيائين:

"اي جمالي جي ماءُ، اهو تال تيتال بس ڪر! ٻـوڙي اسان کي به گهڙيون سک سان سمهڻ به نٿي ڏين. چئو ته پاڙو توکي ڏيئي اسين وڃي ڪو ٻيو ماڳ ڪريون!" هڪڙيءَ کي ڳالهائيندو ڏسي ٻيءَ کي به ربس ٿي، ۽ اچي بالڪنيءَ تي بيٺي.

"پاڪاري ائين ٿي جهڙو موت ٿو اچيس. پر مئي مري به ته نٿي، جو اسان جي جند آزار مان آجي ٿئي. مٺو عزرائيل به ڪميٽيءَ وٽ اچڻ کان ڊڄي ٿو...!" هن بالڪنيءَ تان چيو.

"لئي امان، هيءَ ڏيڻ آهي ڏيڻ...... ڏيٺين وٽ ملڪ ڪونه اچن. هن ڏوتيءَ کي ڪو جن ڀوت مارڻ ايندو!" هيءَ شام واري مائي هئي. ايتري ۾ ٻين گهرن جون دريون کليون. ڪي بالڪنين تي اچي بيٺا، ۽ ڪن بتيون ٻاريون. سڄو پاڙو جاڳي پيو هو، ۽ هنن مان ڪنهن کان ايترو نه پُڇيو، جو ڪٿي ان غير معمولي شور جو سبب دريافت ڪن. پر سبب معلوم ڪرڻ جي ڪهڙي ضرورت هئي. هنن کي پڪ هئي ته هي سڀ هن جو ڍونگ آهي پاڙي وارن کي ستائڻ لاءِ... سندن ننڊون ڦٽائڻ لاءِ......

هائي آواز آهستي گهٽبو ويو. اوچتو وري هڪ وڏي اوڪاري جو آواز آيو. پوءِ هڪدم خاموشي ڇانئجي وئي. پر هيءَ خاموشي به عارضي ثابت ٿي ـ شايد ماءُ جي ٿڪجي پوڻ کان پوءِ جمالي جو وارو هو، جيڪو هينئر ڪيڪون ڪندو رنو ٿي.

"ماءُ ڍونگ ڪري ٿڪي آهي، هائي پُٽ ٿو ڦاٽي......" حميد جي ماءُ دريءَ مان منهن ڪڍيو. ۽ جمالو هن جي ڦٽڪار جي پرواهه نه ڪندي روئندو رهيو.

آخر پاڙي وارن تنگ ٿي دريون بند ڪري ڇڏيون. بتيون به وسامي ويون ۽ رڳو جمالي جو روح راڙو گهٽيءَ جي ويرانيءَ ۾ رلندو رهيو. جمالي جي آواز ۾ خوف هو. هو سمجهي نٿي سگهيو ته هن جي ماءُ سندس "امان! امان!" ڪري سڏڻ ۽ روئڻ جي باوجود به آٿي ڇو نٿي؟ ـ ۽ پوءِ هو به ٿڪجي پيو، ۽ ننڍاڪڙين اکين سان ماءُ کي ڏسي، هن جي ڇاتيءَ تي مٿو رکي سمهي پيو.

سوڀو گيانچنداڻي

# ”ڪڏهين بهار ايندو ......“

”ٻڌو ته ...“

”چئو ...“

”مان تي چوان ....... چوان؟“

”چئو نه! ..... ڪير ٿو جهليئي؟“

”اڄ مون کي سئنيما تي وٺي هلو.“

”ڳالهه ته ايتري! چڱو هلنداسون؛ مان ڪلاڪ کن لاءِ هڪ ميڙ ۾ ٿو وڃان؛ تون تيار ٿي ويهجانءِ، جيئن ٻهرئين کيل تي پهچي سگهون.“

”ته ڇو چو ٿا ته نه هلندؤ. مون کي اهي چالاڪيون سمجهن ٿيون. اڌ رات جو موٽي ايندؤ، چوندؤ ته ’ڳالهه ئي وسري ويئي‘ ـ اهي سنگتي توهان کي ڇڏين چو ٿا؟“

ڄ رُسي، منهن ڦيري، رڌڻي ڏي هلي ويئي. ايتري ۾ ڪيڪو ٻاهران ڊوڙندو آيو. مون کي ڪپڙا پائيندو ڏسي، چيائين:

”مان به هلندس! امان مون کي لتا پاءِ! مان ’پائوءِ‘ سان گهمڻ ويندس!“

”پٽ! تون لتا پاءِ، ته پوءِ کيل تي هلنداسين. هو ڏٺو هوءِ نه؟ ’ڇوڪريون اڇن پيون، ڇوڪريون وڃن پيون، ڇوڪريون نچن پيون‘ ...... هاٿي پڻلو پٽ آهين نه! وڃ ماءُ کان لتا وٺي پاءِ، ته مان بگي وٺي اچان. بگيءَ تي هلندين نه؟“ هن ماءُ ڏي مهڙ ڪئي، ته مان گهٽ ڏيئي ٻاهر نڪري ويس.

عباس جي جاءِ تي ادبي محفل هئي. ان ۾ وڃڻ به ضروري هو. خبر هيم ته ڪلاڪ ۾ جند مشڪل ڇٽندي. ٻر جي ڪلاڪ ۾ موٽي اچڻ جو انجام نه ڏيان ها، ته ڪلاڪ لاءِ ويهي ڳالهيون ٻڌئيون پون ها! خيال هو ته محفل جي وچ مان کسڪي ايندس. گهٽ ۾ گهٽ ڪکي کي نا اميد ڪرڻ جو ويچار ڪونه هو.

عباس جي جاءِ تي پهتس، ته محفل اڳيئي متي بيٺي هئي.

حليم ڏاڍي زور سان چئي رهيو هو: ”مان انڪار ٿو ڪريان ته هن شيءِ ۾ ڪو صحتمند خيال پيش ڪيو ويو آهي. ان کي افسانو چوڻ به غلط آهي. فن جي خيال کان ان ۾ سخت ڪمزوريون آهن ـ هر لحاظ کان هيءَ تحرير هڪ ناڪام ڪوشش آهي...!“

ڇا پڙهيو ويو هو، ڪنهن پڙهيو هو-خبر ڪانه هئي. دير سان پهچڻ جي اها سزا ٿيندي آهي.

شورش ڳالهائڻ شروع ڪيو: ”مون کي حيرت آهي ته خيرمحمد جي هن پيشڪش کي افسانو مڃڻ کان ڇو انڪار ڪيو ويو؟ جيتوڻيڪ افساني جون سموريون وصفون-افسانوي طرز بيان، هڪ مرڪزي خيال، دلچسپ گفتگو ذريعي ڪردار نگاري، ۽ ترقي پسند لاڙو-سڀڪجهه ته منجهس آهي! باقي رهي ”لذتيت“، سو جيڪڏهن ڪا شيءِ پڙهندي ”لست“ نه اچي، ته باقي پڙهجي ڇو؟ ڏسڻو اهو آهي ته اديب يا فنڪار پنهنجي تخليق ۾ سستي لذتيت ٿو پيدا ڪري يا دلسوز لطف. منهنجي دعوا آهي ته ”ائين مڙس جي جوءِ“ سنڌي ادب ۾ هڪ نئين موڙ طرف اشارو آهي. سو ڇيو ته سهي! ويچاري مظلوم عورت-پيار ۽ محبت لاءِ تڙڦندڙ عورت-سندس پهريون مڙس ابي جي عمر جيڏو آهي، جو ڪيس جاڳائي ته ٿو پر خوش ڪري ٿو سگهي. پيو يار آهي، جو ڪيس پڄائي وري وڪرو ڪري ٿو ڇڏي. هڪ پنهنجي موت مري ٿو، ته پيو ڪيس ان ڪري پرڻايو وڃي ٿو، جو هو مري ويل جو ڀاءُ آهي- ۽ هو ڪيس ايترو ته ماري ٿو، جو هوءَ سر بچائڻ لاءِ ڀڄي نڪري ٿي؛ ۽ اهڙيءَ طرح عورت-ماءُ، ڀيڻ، زال، ڌيءُ-اپوجهه، معصوم، ڪمزور ۽ بي دست وپا-هن مردائي سماج جي ٺڳون کائڻ لاءِ زندگيءَ جي بحر ۾ لڙهڻ شروع ڪري ٿي! سوچيو ته ڪيتريون نه عورتون آهن، جن جي لاءِ زندگي مستقل جيل آهي، جهنم آهي، هڄڻ آهي، ۽ بي موت مرڻ آهي! محنت مزوري ڪرڻ، لٽا ڪپڙا ڌوئڻ، ڀاري پاڻي، گوهن-مٽ ميڙڻ، ٻهڻ، پرڻ، رڌڻ پچائڻ، ۽ موچڙا کائڻ-اهو عورت جو روزانو ڪاروبار آهي: ۽ سڀ کان وڏيڪ ظلم آهي هن کي چوديواريءَ ۾ بند ڪرڻ، جنهن سندس سوچ، خود اراديءَ ۽ خودداريءَ کي ختم ڪري، کيس مرد جي حڪمن، خواهشن ۽ خيالن جو راند ڪو بڻائي ڇڏيو آهي. ڪڏهن توهان ان تي سوچيو آهي،...... ۽ ان ڏس ۾ ڪجهه ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي؟ هيءَ افسانو هر سوچيندڙ شريف انسان لاءِ سندس ماءُ ڀيڻ، زال، ڌيءُ، چاچيءَ، ماسيءَ-مطلب ته هر عورت طرفان للڪار آهي! مظلوم دنيا ۾ گهٽيئي آهن: پر عورت جي نسبت سڀ ظالم آهيون!“...

ڳالهه ڪجهه سمجهه ۾ اچي رهي هئي. خيرمحمد جي افساني اهي سمورا پهلو پيش ڪيا هئا يا نه، پر هي بحث ڏاڍو دلچسپ رخ وٺي رهيو هو.

نُور چيو: ”صاحب صدر، شورش صاحب ڪجهه اهڙيءَ طرز تي ڳالهايو آهي، جو اها ڳالهه بنيادي طرح سمجهڻ جي ضرورت آهي ته عورت کي آزادي ڏيڻ سان فائدا گهڻا آهن يا نقصان. منهنجي ناقص عقل موجب عورت جي جاءِ گهر ۽ ڪٽنب ۾ آهي؛ ۽ جن خرابين ڏانهن هيءَ آڪاڻي اشارو ڪري ٿي، سي هڪ خراب معاشري جي پيدائش آهن. جيڪڏهن اسان جو معاشرو اسان جي مذهبي احڪام تي نيڪ نيتيءَ سان هلايو وڃي، ته اهي خرابيون پيدائي ڪين ٿين. ٻئي طرف، توهان کي خبر آهي ته مغربي ملڪن ۾ عورتن جي آزاديءَ ڪهڙا

انڪور ڪيا آهن: سو شادين مان پنجهتر جو نتيجو طلاق جي صورت ۾ ظاهر ٿئي ٿو، ۽ بداخلاقي وڌي رهي آهي. اسان جي پنهنجي ملڪ ڏانهن به نظر ڪريو ته ڪا ڪاليجي ڇوڪري پاڪدامن آهي!“

شڪر آهي جو مولانا نُور ڪنيسيي رپورٽ ڪانه پڙهي هئي؛ نه ته انگ اکر ڏيئي پرُ ڪري ڇڏي ها — هوئش به ڳالهه ڪي وڌائي ناهي پيش ڪرڻ ته مولانا صاحب جو پيشو هو.

سيني چيو: ”ٺيڪ آهي. مهربانين اِهو طي ٿئي ته ’عورت جي سماج اندر صحيح جاءِ ڪهڙي آهي‘؟“

محبوب چيو: ”پهريائين پڌايو ته سهي، عورت هڪ دفعو ڪنهن سان محبت ڪري ته هوءَ ڇو جُوٺي يا باسي سمجهي وڃي ٿي، ۽ مرد سڄي عمر عيش ڪري ته به نت نئون ۽ ڪنوارو ڇو سمجهيو وڃي؟ جيتوڻيڪ محبت ڪرڻ سان نه عورت گسيي ٿي وڃي ۽ نه مرد — بشرطيڪ حد کان مٿي چڙهي نه وڃن. آءٌ ته ’فيري لئو‘ (آزاد محبت) جو قائل آهيان ... پر ...... پر منهنجي محب ڏي ميريءَ نظر سان نه نهارجو، ڇو ته پرايون نظرون به عورت کي ناپاڪ ڪري ڇڏين ٿيون!“

هارون: ”’ميري سا ميري؛ تيري سا هون هون‘ — بلڪل عياشيءَ جو پروانو آهي!“

... سو، ’ڪوڪشاستر‘ کان وٺي انسان جي دنيا ۾ پيدا ٿيڻ جي مقصد تائين داستان ڇڙي ويا. بدقسمتيءَ سان، جا ’بحث جو موضوع‘ هئي، سا مجلس ۾ هڪ به ڪانه هئي. اسان جي بهشت مان رڳو حوا ئي خارج آهي. آدم ۽ آدم جا پٽ ڪالهه به پاڻ ۾ وبهي وندبندا آهن!

سرور چيو: ”پاڻ آهيون قلندر شخص — اصول جيي پاڻ وٽ وقعت ڪانهي. شاديءَ جو تڪلف پاڻ کان ڪونه پڄندو. ’جتي پڪيي، تتي ڪاڏي‘ — اهو اصول پاڻ پيءُ ڏر لاءِ به تسليم ڪرڻ لاءِ تيار آهيون! ’گهر گهوڙو ٻڌي ڪُتير ڪرڻ‘ پاڻ کان ڪانه پڄندي!“

الياس چيو: ”منهنجي راءِ ۾ آزادي پيسداري ترار آهي. جي زالن کي آزادي کپي، ته ڪٽنب جي پيٽ پالڻ ۽ گهر جي خرچ پکي هلائڻ لاءِ ڪين به ٻهرو ونئو پوندو. مان گهر ڏيائين، مزور يا هاري عورتن جي ڳالهه ڪانه ٿو ڪريان. اهي ويچاريون ته پنهنجي مڙدن کان به وڌيڪ ڳهنديون رهنديون آهن. مان پڙهيل ڳڙهيل زالن جي ڳالهه ٿو ڇوان. سندن تعليم جو فائدو ئي ڪهڙو، جي هو رڳو پنهنجي گهوٽ جي گهر جي زينت بڻجي وڃن، ۽ سندن علم ۽ صلاحيتن جو فائدو نه گهر کي ملي ۽ نه پَرَ کي! پڙهيل ڳڙهيل زال جي حيثيت جيڪڏهن گهر جي ٻئي فرنيچر وانگر رڳو دوستن کي رشڪ ڏيارڻ يا پنهنجي برتريءَ جي احساس کي زور وٺائڻ لاءِ هجي، ته آخر ان تعليم مان ڇا هڙ حاصل ...؟“

آصف چيو: ”آءٌ قبول ٿو ڪريان ته عورت کي آزاد ٿيڻ گهرجي. ان لاءِ مان ڳاڏيءَ جي ٻن ڦيٿن جي برابريءَ کان وٺي اڄڪلهه جي رومانٽڪ محبت، رفاقت وغيره جي دليلن تائين سڀ حوالا ڏيئي توهان کي ٿڪائڻ نٿو چاهيان — ڇو ته مان پاڻ به ٿڪجي پوندس.

ان ڪري، قصو مختصر ته مان پنهنجي محبوب يا زال کي - جيڪو رتبو ڪيس ڏني، قبول ڪري سگهي ٿي - بلڪل قسم کڻي يقين ڏياري سگهان ٿو، ۽ توهان شاهد هججو، ته سندس آزاديءَ ۾ ڪا به اڙچڻ نه وجهي ويندي؛ پر ان عيوض آءٌ به يقين وٺڻ گهران ٿو ته مون ٿي سندس چاڪر، محافظ ۽ پوليس وارو وغيره بڻجي سندس پٺيان نه وڃڻو پوندو: جي آزادي گهرن، ته پنهنجي عزت ۽ عصمت جي حفاظت به پنهنجي مٿي پاڻ ڪن - پوليس واري جا فرض پاڻ ڪان نه پڇن!"

ڳالهه دل وڻڻ هئي! جي سهيلين وٽ وڃڻو هجيس، ته نوڪر ساڻ ڪري وڃي، پر جي مان گهر هجان، ته ڪٿي 'هيلينو' پڙهندو هجان ته به اهو ڇڏي هن سان ساڻ وڃڻو پوندو؛ ۽ عزت وري اهڙي ملندي، جو پاڻ ويٺي ساهيڙين سان ڏاڙهون ڏشا هڻندي ۽ ڪلا غيبت ڪندي، ۽ اسان کي رڳو پريان پيا نهڪ پڌڻ ۾ ايندا! هڪ پيري، دل سيرڪي ته ڏسان ته ڇا ٿي ٿيون ڪلن. ڪٿي ڪنان ليٿو پائي ڏٺم. پڪڙجي پيس. گهر موٽي اچي چيائين، "هيڏا سارا ٿيا آهيو، اڃا پيا ٻيڏ ڪيو ٻيڻن ڏي نهاريو! - ڪيڏي نه مون کي لڄ آئي!"

سو هي محافظ جو ڪم سچ پچ ڏکيو آهي. هڪ ڏينهن ڪڪي کي ساڻ ڪري، وچ بزار مان لنگهي ويٺي اسان جي ماساتين جي گهر. شهر ننڍو، جتي عورتون رستي تي گهمڻ ٿي ڪونه. جي لنگهن، ته موٽر ۾ ٿڙاٽ ڪري لنگهي وڃن يا گاهي گاهي برقعي ۾ لنگهي وڃن. پر هيءَ مٿين اگهاڙي سر بزار لنگهي ويئي. رستي جي پنهي پاسن ماڻهو بيهي ڪيس ڏسڻ لڳا. جيئن ٿي ڪيس احساس ٿيو ته سڄي بازار ڪيس آترويلا سان ڏسي رهي آهي، ته هن پنهنجي رئي کي وڙهو ڇڪي تڪڙو هلڻ جي ڪوشش ڪئي؛ پر ڪڪو آهستي آهستي هلي رهيو هو، ۽ هوءَ شرم جي ماري اهي ٻه منٽ ٻه ڪلاڪ سمجهي، سڄي ٻڪهر ۾ تر تي ويئي. موٽي آئي، ته چيائين، "مٺا ماڻهو آهن ڪين بگهڙ! ائين پيا ڏسن، ڄڻ سچو ڳڙڪائي وڃن!"

چيو هومانس، "آهين به ڳڙڪائڻ جهڙي نه!" تنهن تي هوءَ رُسي ويهي رهي.

سو، جي آزادي ڪين، برابري ڪين، ته پنهنجي پيرين سرين بيهن ۽ هلن؛ ٽيڪ لاءِ مرد کي لٺ نه بڻائين.

"قلندر" وري وارو ورتو. چيائين: "مابدولت ان حد تائين وڃڻ لاءِ تيار آهي - جي اسان جي آئيندي جي محبوبڙي پاڻ لاءِ 'فريڊم آف ائڪشن' (عشق جي ميدان ۾ آزادي) چاهيندي، ته مابدولت کي ڪو به اعتراض نه رهندو. پر، جيڪي ٻار پيدا ٿيندا انهن کي پالڻ پوشڻ جي ذميواري گڏيل يعني اڌو اڌ ٿيندي... پر ان لاءِ به ڪيس ثابت ڪرڻو پوندو ته خالص منهنجا ٻار ڪهڙا آهن - باقيءَ جي ذميواري ٻين تي رهندي!"

غيور چيو: "هي ساريون ڳالهيون اسان جي اخلاقي قدرن، مذهبي روايات ۽ قبائلي غيرت جي خلاف آهن. هي مغرب - زده خيال آهن. عمل ۾ نر فطرتاً حاسد آهي ۽ پنهنجي کي پنهنجو ۽ پرائي کي به پنهنجو بنائڻ جي جذبي هيٺ ڪم ڪري ٿو."

رحيم چيو: ”اسان پنهنجي موضوع کان پري هٽندا پيا وڃون. ماڻهو پنهنجو عمل حقيقتن مطابق ڪندو آهي، ۽ اصول صرف حقيقتن کي سمجهائڻ ۽ انهن تي روشني وجهڻ ۾ مددگار ٿيندا آهن. اسان مان ڪهڙو آهي، جيڪو دل ۾ ڪيتريون تمنائون رکندي به انهن کي عملي جامو پهرائي سگهي ٿو؟ صرف ماڻهوءَ کي ڏڄڻو به نه ٿيڻ گهرجي. جنهن ڳالهه کي هو ٺيڪ مڃي، ته ان تي عمل ڪرڻ جي ڪوشش به ڪرڻ گهرجيس. اسان سڀ ڪنهن نه ڪنهن حد تائين عورتن جي آزاديءَ جا قائل آهيون: پر ڪيترا آهن، جي انهن خيالن تي عمل ڪندا آهن؟ توهان مان ڪيترا آهن، جي آزاديءَ جا اعلان ڪندي، ڪڏهن پنهنجي زالن ۽ پارن ۽ ڌين ڀيرن کي رڳو گهمائڻ به وٺي ويندا هجن؟ توهان مان ڪير آهي، جو پنهنجيءَ ڪنهن به مائٽياڻيءَ کي پنهنجي شريف ڪان شريف دوستن جي سنگت ۾ آڻڻ لاءِ تيار هجي؟ عورت جي آزاديءَ طرف پهريون قدم آهي هن تي اعتبار- جي اهو اعتبار نه آهي، ته هوءَ ڪنهن حد تائين غلام رهندي؛ پر جي آزاد ٿي، ته هن کي آڏامي وڃڻ جو به بنيادي حق آهي!“

چانهه آئي. بحث گهڻجي وري تيز ٿيندو رهيو. عباس جي جاءِ مان آئي يارن جو ٽولو هوٽل ۾ اچي ويٺو؛ ۽ آخر اڌ رات جو هوٽل واري دروازا بند ڪرڻ شروع ڪيا، تڏهن محفل ٽٽي. گهر اچي درڪو ڪاير. در تي لاٽائين، پر انهن ڏاڍائين جڻ چئي رهي هئي: ”توکي گهر ٻار جي ڪهڙي پرواهه ... توکي پنهنجا سنگتي جو آهن“.

مون ماٺ ۾ ڪپڙا لاٿا. هوءَ چپ چاپ ڳوڙها ڳاڙڻ ۽ پوءِ سڏڪا ڀرڻ لڳي. چيائين: ”توهان شادي ڇو ڪئي، جي منهنجا هي حال ڪرڻا هيَوَ؟ منهنجو نه، ته ڪکي جو ته خيال ڪريو ها. ويچارو روئي روئي سمهي پيو“. - تڏهن مون کي ياد آيو ته مون ڪبن سئنيما ڏيکارڻ جو واعدو ڪيو هو!

مون چوڻ چاهيو، ”مون کان وسري ويو“ ... پر مون کي ائين چوڻ جي همت نه هئي، ڇو ته اهو جملو سَوَ دفعا ڪم اچي چڪو هو. هن برسڻ ٿي چاهيو. مون ڳوڙهو ڳهي سمهڻ ٿي چاهيو. هن چڙي چيو: ”توهان کي ٿي ڇا ويو آهي؟ ڳالهايو به ٿا!“

چيم: ”ڇا چوان! سڀئي اهوئي حال آهي!“

هن اکيون مٿي ڪري، مون کي شُوڪي ڏٺو. مون کي ترنگ اچي ويو.

چيم: ”الائي ڪڏهن زمانو بدلبو!... ڪڏهن بهار ايندو!“

ڳوڙهن ڀريل اکين سان هن منهنجي ڳوڙهن ڀريل اکين ۾ ڏٺو. چيائين، ”توهان روئو ڇو ٿا؟“ ... ۽ پوءِ هن ائين سيني ۾ جاءِ ڏني، جڻ آءٌ به سندس ڪکو هوس.

کمل کيولراماڻي "پياسي"

# "هو ديوانا آهي...."

گهر ۾ سون کي سڀ "نانؤ" ڪري سڏيندا آهن؛ پر هُن پهرئين خط لکڻ سان ئي منهنجو نالو 'نانؤ' مان ڦيرائي "نيلؤ" ڪري ڇڏيو. نانؤ يا نيلؤ-مان ته هاڻ هُن جي ٿي چڪي هيس، ۽ هو منهنجو هو. هو منهنجو ته برابر هو، پر سون ڪيس ڏنو نه هو-نه مڱڻي ٿي، ۽ نه ان کان اڳ.

اهو به اڃا تائين ياد اٿم ته هڪ دفعي بابيءَ بچپن ۾ دادا وٽ آئي، ۽ چيو هئائين: "منهنجي نانؤ هاڻ ته ڪافي وڏي ٿي ويئي آهي، هيئنر هن کي ڪٿِ به ڪري آڪلائڻ کپي". ۽ دادا دل وٺندي چيو هوس: "ان لاءِ تون بيفڪر رهه. سٺو ڇوڪرو به ته ڏسٺو آهي! هٿ پير ٻڌي، ڇوڪريءَ کي کوهه ۾ اُڇلڻو ڪين آهي".

بابيءَ اونهو ساهه کڻي جواب ڏنو هو: "سٺو خراب هن جي نصيب ۾. اسان جو ڪم اسان سان آهي، ۽ ان کان پوءِ ڀڳوان جي هٿ ۾".

"اهو ته ٺيڪ آهي". ۽ پوءِ دادا ڪيس ڪو جواب ڪين ڏنو.

منهنجي اکين اڳيان ڄڻ هڪ پاڇو لنگهي ويو. بابيءَ اهو ڏٺو يا نه، باقي هڪ اونهو ساهه کڻي ٻنهنجي ڪم سان هلي ويئي- شايد دل ۾ سوچيندي هجي: 'جيترو جلدي ڪم ٿي سگهي اوترو بهتر'.

سون ته سمجهيو ٿي ته بابيءَ وٽ 'بهتريءَ' ۽ 'نابهتريءَ' ۾ ڄڻ ڪو فرق ئي ڪين هو. هن لاءِ نابهتري به بهتريءَ ۾ سمائجي ٿي ويئي. ڪيئن به هجي، هنن جو ته ڪم هو صرف منهنجيءَ شاديءَ سان-ڇو ته مان هيئنر تمام وڏي ٿي ويئي هيس، ۽ مائٽن جي سِٽان هڪ بوجهه بنجي پيئي هيس.

ڳالهيون ڪجهه وقت لاءِ بند هيون، پر چڻنگ وري اوچتوئي اوچتو دکي آئي.

"گهر سٺو آهي. ڇوڪرو به لائق آهي- گرئجوئيٽ آهي. آفيسري عهدو اٿس، پر ادائي سو ڪمائي ٿو. نانڪيءَ ماءُ! تنهنجي نانؤ تمام سکي رهندي."

"ڪُرو مهراج شل سدائين سُکي رکيس، سهاڳ جا سک پيئي ماڻي، پر ڇوڪري جي آکهه وغيره......؟"

”آڪھ آھا ٿي اٿس جتي اسان جي ’ھيتي‘ اڱڻ ۾ پيل آھي. ڇوڪرو تمام فهيدو ۽ آدرشي آھي. نانءُ روشن ۽ واھ جو آئس! ڇوڪرو پاڻ ليڪ آھي.“

”پلا ڏيتي ليتي... ڪجھ ڏيئو وٺئو؟“

”ان جي تون ڪا ۽ چنتا نہ ڪر. ڇوڪرو ڏيتي ليتيءَ ۾ اعتبار رکندڙ ڪينھي.“

اھڙي نموني ڪي نہ ڪي ڳالھيون ٻڌڻ ۾ ايندڙيون ھيون. مون کي انھيءَ باري ۾ ڪجھ بہ پڇايو نہ پئي ويو. منھنجي ذھن ۾ تہ صرف ’ڇوڪرو فھيدو آھي، ڇوڪرو آدرشي آھي‘ جا لفظ پيا وڄندا ھئا. اھين ئي، روز روز جون نيون تصويرون منھنجي دماغ ۾ ايندڙيون ھيون، ۽ نت نيون الجھنون پيدا ٿينديون ھيون. منھنجو من آچلي آئندو ھو. منھنجن خيالن ۾ وقتي ڪيڪڙاڪ بہ ٿيندا ھئا. پر ھڪ آئت مون کي سدائين ملندي ھئي- ’آڪھ اھا اٿس جتي اسان جي ھيتي اڱڻ ۾ پيل آھي‘... ۽ ھيتيءَ جو خيال ايندي ئي منھنجي ذھن ۾ سندس خوشيءَ، سک ۽ سھاڳ جي تصوير اڀري آئي - ’راڻين وانگر راڄ ٿي ڪري. ھيتي!‘ ھيتي گھر جو نڪ ٻڌجي ويئي ھئي. ھيتي ۽ سولو، سولو ۽ ھيتي- ھڪ خوشباش زندگي، جنھن ۾ شراب واري مدھوشي ۽ عطر ڪان وڌ خوشبوءِ ھئي. ’پر ھيتي ھيتي آھي، ۽ مان......؟‘

تان جو مائٽن منھنجو مڱڻو ڪري ڇڏيو. زندگيءَ جو ھڪ باب پورو ٿيو ۽ ٻيو شروع ٿيو. اھين تہ زندگي تمام اٿاھ آھي، ۽ زندگيءَ ۾ ڪيئين باب پيا ايندا ۽ ويندا، پر ھن باب شروع ٿيڻ سان مان بہ پاڻ کي پنھنجي گھر سان ڪڍي ھڪ پرائي گھر ۾ داخل ڪري رھي ھيس، ۽ انھيءَ پرائي گھر کي ئي ھيئنر پنھنجو سمجھڻو ھوم - ھڪ نئين فضا، ھڪ نئون ماحول، ۽ ان کان وڌيڪ ھڪ نئون جيون. انھيءَ نئين جيون جي مشابھت ھڪ نئين اداڪار جي پھريون دفعو پڙدي تي اچڻ جيان ھئي، جو انھيءَ فضا ۽ ماحول کي پنھنجو ڪري وجي، تہ اڳتي بہ سولائيءَ سان وڌي وجي، نہ تہ...... ۽ ’نہ تہ‘ مون کي ھروقت ڏڪائي ٿي ڇڏيو!

دادا جي ڪيتري وقت کان طبيعت ٺيڪ نٿي رھي. حقي موڪل تي ھيئنر ڪيترن مھينن کان گھر ۾ آھي. دادا جو سڀاءُ بہ وچتر آھي. جي غصي ۾ اچي ويندو، تہ اسين گھر جا سڀئي ڀاتي صبر سان پيا ڪيس ٻڌندا آھيون؛ پر جي آنند ۾ آھي، تہ اسان سان گڏ ويھي اسان کي پنھنجائپ ڏيندو آھي؛ اسان کي پاڻيندو آھي، ۽ اسان جو ھر انگل سھندو آھي.

”ڏيءَ!“ دادا مون کي سڏيو.

”دادا، چئو.“

”مون پنھنجو اڌ فرض پورو ڪيو، ۽ باقي بہ پورو ڪندس. تنھنجي مٿان ھيئنر نہ صرف فرض جا بوجھ وڌم، پر ان سان گڏ جوابداري ۽ گرھست جي جيون جو بار ٻڌ.“

”جيءَ...“ مون پڪيو.

ساري جيون ۾ دادا جي مون کي اها بهترين صلاح هئي. مون ڪجهه وقت سوچيو- 'فرض، جوابداري ۽ گرهست!' ۽ هن سپني جي خيال ۾ مان هاڻي ڇوڪريءَ مان بدلجي استري بڻجي چڪي هيس؛ ۽ منهنجي اڳيان هو فهميدو، آدرشي ۽ ليکڪ، 'ڇوڪرو'! - 'پر ليکڪن جي ته دنيا ئي پنهنجي هوندي آهي! ليکڪ جيسين ڪنوارو هوندو ته پنهنجي فن کي پنهنجي پتني پيو سمجهندو؛ ۽ پوءِ ...... پوءِ ته ڪڏهن حد درجي احساسي بنجي ائين به چوندو: "تون ئي ته منهنجي ڪويتا آهين!" انهيءَ ڪري ئي ته ليکڪ نه رڳو هڪ سٺو ڪلاڪار ٿي سگهندو آهي، پر سٺو پتي پڻ.'

رات ڏينهن منهنجي دماغ ۾ صرف هُن جا خيال پيا ڦرندا هئا: 'مون ته ڪيس اڃا ڏٺو به ڪينهي- رنگ ڪهڙو اٿس، روش ڪيئن اٿس، ڊول ۽ چال ڪيئن اٿس؛ گنڀير آهي يا خوشمزاج؟ ...... ڪيئن به هجي، پر مون کي ته پاڻ کي هُن جي ئي طبيعت ۽ خيالن تي ڍالڻو آهي نه!"

منهنجي مڱڻي کي مهينو گذري ويو.

هڪ ڏينهن، جڏهن آفيس مان موٽندي مون کي هڪ لفافو هٿ ۾ ڏنو. لفافي جي ڪنڊ تي 'هُن' جو نالو لکيل هو! منهنجا هٿ ڏڪڻ لڳا. مان پنهنجين نبضن تان قبضو وڃائي ويٺيس. ڪرسيءَ جو سهارو وٺي، مون لفافو کولي چٺي پڙهي. لکيو هئائين:

"زندگيءَ جي بار بار ڏکن ڪاڻ ڪان هيئنر هڪ سهارو ملي ويو- مون کي به ۽ توکي به. گاڏيءَ کي هيئنر ٻيئي ڦيٿا مليا. هيئنر گاڏي پيئي هلندي ... اڳتي اڳتي- پنهنجيءَ منزل مقصود تي پهچڻ لاءِ. جيون هڪ نئون رخ بدلايو آهي. امنگن ۽ جذبن کي به هڪ قسم جي آٿت ملي آهي ......"

اڃا به گهڻو ڪجهه لکيو هئائين. رڳي هئي ڪويتا ۽ فيلسوفي. ڪجهه سمجهه ۾ آيم ٿي ۽ ڪجهه نه ... 'ليڪن مان ان جو ڪيس ڪهڙو جواب ڏيان؟' انهيءَ 'ڪهڙو' اکر تي سوچيندي، منهنجي دماغ تي هلڪڙا هلڪڙا هٿوڙا لڳڻ شروع ٿي ويا. ڪجهه به منهنجي سمجهه ۾ نٿي آيو. سمجهڻ ۽ نه سمجهڻ جو ويچار ڪندي، 'فرض' ۽ 'جوابداري' منهنجي اڳيان کڙا ٿي ويا. پورو هڪ هفتو سوچيندي سوچيندي مون آخر لکيو:

"جواب ڏيئي رهي آهيان؛ پر هٿ پيا ڏڪنم. هٿ ڇو ٿا ڏڪن، اها خبر مون کي به ڪانه ٿي پوي. شايد چٺي پهرين آهي، ۽ اها به توهان ڏانهن!" ... ۽ پيو به گهڻو ئي ڪجهه لکيم. چٺي پوري ڪندي اهو به لکي ڇڏيم: "خبر ڪانه ٿي پويم ته ڇا لکيو اٿم ۽ ڇا لکڻ چاهيم ٿي!"

۽ پوءِ هن جيڪو جواب موڪليو، ان ۾ وڌيڪ پنهنجائپ هئي- وڌيڪ ڇاڻ سڃاڻ جون ڳالهيون هيون. هن دفعي وٺي جهنم ۽ بهشت جو ذڪر ڇيڙيو هئائين. محبت، جذبات

۽ حساس ٿي ۽ چيڙ چاڙ ڪئي هئائين. سندس خط، خط نه پر هڪ قسم جو مضمون بڻجي پيو هو. موٽ ۾ چيم:
«مان ته هاڻ چاهيندي آهيان ته رڳو توهان جي چٺي پڙهندي رهان، ۽ توهان کي جواب ڏيندي رهان. پر توهان ته ٿيا ليکڪ! ڪاش، مان به ليکڪا هجان ها! وڏي چٺي لکڻ چاهيان ٿي، پر لکي نٿي سگهان...» انهيءَ 'ڪاش' جي احساس سان گڏوگڏ مون کي سندس فوٽو ڏسڻ جي به چاهنا ٿي - ڪيس لکيم، ۽ هتي اچڻ لاءِ نينڊ به ڏنيم.
جواب ۾ هُن نه رڳو فوٽو موڪلي ڏنو، پر ان سان گڏ پنهنجو مٺو مٺو پيار به. مان خود بخود پاڻ کي هن ڏانهن ڇڪجندي محسوس ڪرڻ لڳيس. مون کي هن جي جيون ۾ هاڻ صرف خوشمزاجي، پيار ۽ هڪ نئين قسم جي امبرت جو سواد اچڻ لڳو. مان اهو امبرت پيندي رهيس - دل ئي نه ڀئي ڍاپيم! منهنجا اڳ وارا خيال هينئر ٿري نئون روپ وٺڻ لڳا. هن جي مدهوش ڪندڙ لفظن منهنجي جسم ۾ هڪ مٺي مٺي ڪنڪنائي پيدا ڪئي. ڪيترو ڪيترو وقت مان پاڻ کي هن جي خيالن ۾ وڃائي ويهندي هيس. آخر ڏنيم:
«لکڻ ته گهڻو ٿي چاهيندي آهيان، پر الائي ڇو هٿ پيو هڪندو اٿم! لکڻ جي طاقت حال ته گهٽ آهي، پوءِ شايد وڌي، ۽ آهستي آهستي شايد اها هڪ به دور ٿي وڃي...»
۽ پوءِ به گهڻو ئي لکيم. اهو به درج ڪيم: «الائي ڇو، چٺي بند ڪرڻ تي دل ئي نٿي ٿئيم!»
چنين ۾ ئي مان هن جي تمام ويجهو اچي چڪي هيس. هينئر منهنجي دل ۾ نه ڪو ارمان باقي رهيو هو، ۽ نه آلجهن. سڀ جو سڀ هڪ ئي ڪن ۾ قرار ٿي ويا هئا - نه معلوم ڪيڏانهن. تڏهن چيم: «هر وقت توهان لاءِ ئي پنهنجي ٿي سوچيان - ۽ سوچيندي سوچيندي توهان کي پيار ڪرڻ به شروع ڪيو اٿم! پيار جو ٿي ڪريان - اها ڪا خبر ڪانه اٿم، پر اهو سو چاڻان ٿي ته مان پيار ان کي ٿي ڪريان، جو منهنجو ئي ساٿي آهي».
نه معلوم ڇو، هڪ ازغيبي ڇِڪَ مون کي اهو سڀ ڪجهه لکڻ لاءِ مجبور ڪندي هئي. منهنجي ويچارن ۾ هڪ هلڪي هلڪي ڪشمڪشا هلندي ٿي رهي، جنهن ۾ مون ڪيترائي دفعا هن کي ڏٺو هو. جاڳندي ۽ خواب ۾، پنهنجي جيوَن جي تار کي هُن جي زندگيءَ جي سُرود تي تائي، ڪيترائي دفعا محبت جا نغما الاپيا هئم. ائين ڪرڻ ۾ مون کي هڪ قسم جي راحت ايندي هئي. مان ساري دنيا وساري صرف هن کي ئي ياد ڪندي رهيس.
هوريان هوريان منهنجي دماغ تي هڪ عجيب نشو ڇانئجي رهيو هو. هونئن جو پاڻ کي تمام خود مختيار سمجهندي هيس، سو پوءِ انهيءَ جي پيٺ ۾ پاڻ کي ڪنهن ٻئي جي زبردست ۽ ان جي آڌار تي هاندڙ محسوس ڪرڻ لڳيس - منهنجي حياتي به ته هُن جي هٿ وس هئي! انهيءَ عجيب احساس ۾ منهنجي دل جي هر هڪ تار پنهنجي ليکي مٺا، رسيلا ۽ انوکا گيت ڳائيندي ٿي رهي. مان هينئر صرف ائين چاهيندي هيس ته جلد جلد هُن ڪان خط ايندا رهن، مان پڙهندي رهان ۽ جواب ڏيندي رهان! منهنجي اهڙي عجيب نموني جي تمنا روز بروز

منهنجي آدرن ۽ ارمانن کي چيڙهيندي ٿي رهي، ۽ مون کي انهيءَ ڇيڙ ڇاڙ ۾ به عجيب رس اچڻ لڳو هو.

پورا ٻه هفتا ٿي ويا ...... هُن وٽان ڪو جواب ئي ڪونه آيو- نه معلوم ڇو. منهنجي هيئين تي چنتا جا ڪوٽ ڪِري پيا. هُن جي خط نه اچڻ، منهنجي انتظاريءَ جي رفتار کي انتهائيءَ حد تائين وڌائي ڇڏيو، جو مون لاءِ ڏينهن ۽ رات جي وچ ۾ ڪو به فرق ئي ڪونه رهيو هو. شام جو جڏهن چندر آفيس مان موٽندو هو ته مان هن کان خط بابت ضرور پڇندي هيس- ۽ جڏهن هو "نه" چوندو هو... ته هڪ ٿڌي ساهه کڻڻ کان سواءِ مان ڪري ئي ڇا ٿي سگهيس! ۽ پوءِ رات جو دير دير تائين مان هن کي جواب ڏيڻ لاءِ خيالي آزيون نيزاريون پيئي ڪندي هيس، هن کي مڃائيندي هيس.

جڏهن دماغ سوچي سوچي ٿڪجي پيو، ته کيس لکيم:

"مون کي به ته دل آهي- هڪ عورت جي نفيس ۽ نازڪ دل...! ڪاش! ڀڳوان مون کي به توهان جهڙي دل ڏني ها... پر هن وقت منهنجي دل اهڙي ته پريل آهي، جو لکان به پيئي، ته رئان به پيئي. سچ ته مرد ڪيترا نه سخت-دل ٿا ٿين! الائي ڀڳوان انهن جي دل به ڪيئن ٺاهي آهي؟" کيس مڃائڻ جي خيال کان لکيم: "منهنجي دل، دماغ ۽ احساس تي قبضو ڪري، هاڻ هيئن سن ٿي سن ۾ گذارڻ مان ڪهڙو سُود سواد! منهنجي دل ۾ به آشائون آهن، اميدون آهن ..." خير- پر جڏهن دادا سوال ڪندو هو، "ڇا ڪا چٺي ڪانه آئي اٿيئي ڇا؟" تڏهين جواب ڏيندي هيس، "ضرور ڪنهن ضروري ڪم ۾ هوندا" - ۽ ائين چوندي، منهنجي دل ۾ نه معلوم الائي ڇا ٿيڻ شروع ٿيندو هو!

۽ پوءِ جڏهن هُن جي چٺي آيم، ته مان گد-گد ٿيڻ جي بجاءِ الٽو فڪرات ۾ اچي ويس. لکيو هئائين: "عورت هڪ پرولي ٿيندي آهي: پر تون پرولي بڻجڻ جي هڙاڌو ڪوشش نه ڪندي ڪر......!" ڀلا مون هن جي اڳيان ڪا ڇپ ڇپي رکي به آهي ڇا؟ جڏهن پنهنجيءَ دل جو ڪتاب کولي، کيس هڪ هڪ ورق ويهي ڏيکاريو اٿم، تڏهن به هُن ائين ڇو لکيو؟ ڇا هُن سندس انهيءَ لکڻ جي نوع کي شاعري سمجهان يا ليکڪ جي خوشمزاجي؟ ڪي به هجي، ليکڪ اهڙا ڪٺور-دل ڪين ٿيندا آهن. جيڪي دنيا جي هر ڳالهه کي سمجهي ٿا سگهن، ڇا عورت جي دل کي سمجهي نه سگهندا هوندا؟ جڏهن سوچي ٿڪيس، تڏهن لکيم: "توهان جي چٺيءَ مون کي سنڀالي قدم کڻڻ لاءِ چئي ته چُهنڊڙي پاتي. نه معلوم توهان مون کي اهڙو ڇو سمجهي رکيو آهي- ۽ جيڪي ڪجهه لکيو اٿوَ، مون کي ته سمجهه ۾ ئي ڪين ٿو اچي...."

ترت ئي جواب ڏنائين: "نيلو! مان پهرين تنهنجو جيون-ساٿي، پوءِ ليکڪ ۽ پوءِ ٻي آفيسر آهيان. مون زندگيءَ کي تمام باريڪبينيءَ سان ڏٺو ۽ جاچيو آهي. مان محسوس ڪريان

تو ته تون هڪ نئينءَ فضا ۾ آچي رهي آهين- ۽ اهو بہ صرف منهنجي ئي آڌار تي- انهيءَ ڪري ئي ته مون کي پنهنجي رت جي هر هڪ قطري ۾ تولاءِ پيار آهي، حب آهي!"

منهنجي الجهن هينئر مون کان سو ڪوهه پري هٽي ويئي. پنهنجي مرادن جي منزل جو روشن- گهر هينئر صاف چٽو نظر اچي ويو. مان هاڻي سوچي سمجهي سگهيس ٿي ته منهنجو آئيندو بہ سنئون ۽ صاف آهي، جتي ڪابہ لس ليٽ ٿي ڪانہ ٿي سگهي. مون کان هينئر پيا سپ وسرڻ لڳا. مان هن کي پيار ڪرڻ لڳيس- گهڻو، تمام گهڻو.

دادا چوندو آهي، "آيا تہ ڏنو بہ ڪين اٿيئي تہ بہ ايترو موهه!" - تڏهن دل ۾ چوندي آهيان: "ڏٺو ڪيئن نہ اٿم، هر وقت منهنجي دل ۾ ئي تہ آهي!"

مون هينئر ڪيس ڪافي سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي؛ ۽ محسوس ڪري سگهيان ٿي تہ 'هو' مون کي ڪيترو نہ پيار ٿو ڪري ۽ مان......

مان ڊوڙي دادا جي ڪمري ۾ لنگهي ويس. دادا ليٽيو پيو هو. مون کي اندر ايندو ڏسي سڏ ڪيائين -

"نانؤ!"

"جيءَ......" مون ادب سان جواب ڏنو.

"چڱو نانؤ......"

منهنجو پيار هينئر ڇلڪي آيو، ۽ انهيءَ پيار پرئي لحضي ۾ چيم، "دادا...... هو ديوتا آهي! هو...... هو......" ۽ وڌيڪ ڪجهہ بہ چئي نہ سگهيس.

دادا منهنجي ڳل تي هلڪي ٺڪي هڻي ۽ سمتا وچڙن هن جي اکين مان ڳوڙها نڪري آيا ...... ۽ مون جڏهن انهن ڳوڙهن کي اگهڻ جي ڪوشش ڪئي، تہ روڪي چيائين: "منهنجيءَ خوشيءَ کي نہ هٽاءِ؛ ايشور توکي سکي رکي ڌيءَ، جو زندگيءَ جا گهٽا گهٽا سک ماڻين!"



غلام رباني

# ”آلا جهري ۾ شال غريبن جي جهوپڙي.....!“

چنيءَ خان جو ڳوٺ صدين کان انهيءَ ٽڪريءَ جي دامن ۾ آباد هو، جنهن جي چوٽيءَ تي نئون پَڪل شهر، سندس بندرگاهه ۽ ملڪ جي گادي هئڻ سبب، روزبروز وڌندو ويجهندو، چوطرف پکڙبو پئي ويو. ڳوٺ ڇا هو – بس چاليهارو کن ککاين جهوپڙين جو هڪ ويڙهو هو. سموريون جهوپڙيون هڪ ئي رنگ ڍنگ تي ٺهيل هيون: ٽڪنڊن، چوکنڊن ۽ گول مول پٿرن جون آسيريون پاسيريون ۽ ٺيڊيون پٽيون، جن جي سوراخن ۽ ڳوڙکن مان، هوا جي جهولي سان، نه رڳو مٽي پر ککڪ پن به آرپار ايندا ويندا هئا. ڇتيون سڀني کي ککايون هيون – ڪنجيءَ جا اٺ-گهوڙيا ۽ اٺ-وڏيا ڦرها، ڪامن ۽ ٻنين جي جاءِ تي رکيل هئا، مٿانئن وري سُڪل پَنَ پکيڙيل هئا. سڄي ڳوٺ ۾ فقط هڪ جاءِ هئي، جنهن کي نِيِنَ جي ڇت پيل هئي؛ نه رڳو نين جي ڇت، پر ان جي پٽين کي پوچي پڻ ڪيل هئي – اها هئي ڳوٺ جي مسجد.

سو، انهن ککائن اجهن هيٺ ’چنيءَ خان‘ جا رهاڪو پنهنجو سيارو ساروڻ ڪاٽيندا هئا. سندن ابا ڏاڏا، ۽ تن جا ابا ڏاڏا به، انهن ئي ککن ۾ پنهنجا ڏينهڙا گهاري ويا.

هونئن ته قديم زماني کان وٺي، چنيءَ خان جي رهاڪن جو گذر سفر مڇي مارڻ تي ٿيندو هو، پر جڏهانڪر پر ۾ نئون شهر اڏيو هو، ته ڪي جوان شهر ۾ وڃي محنت مزوري ڪندا هئا؛ ڪن ته بيل-گاڏيون ۽ گڏهه-گاڏيون به خريد ڪيون هيون، جن تي هو بار ڍوئيندا هئا.

جوان مڙس پرهه ڦٽيءَ سان پورهئي پٺيان ويندا هئا، باقي رهندا هئا ٻُڍا، ٻار ۽ زالون. پوڙها، صبح سرداني سان وڃي مسجد جو در وٺندا هئا. علو بانگي جي عادت هئي ته اسر ڏيئي اٿندو هو، ۽ اڃا آپ تان تارا متيا ئي نه هوندا هئا ته بانگ ڏيئي ڇڏيندو هو. هڪ هڪ ٿي، نمازي گڏ ٿيندا هئا، ۽ نماز پڙهڻ ويل سڄو صحن ماڻهن سان ڀرجي ويندو هو. نماز پڄاڻا، دَور ۽ ذڪر جي هونڪار ڏيڍ پهر ڏينهن چڙهيي اچڻ تائين جاري هوندي هئي – ۽ پوءِ پوڙهن جي محفل مچندي هئي حاجيءَ جي هَٽَ تي.

ٻارن لاءِ ته ڪا مشغولي مورڳوئي ڪانه هئي – ڏيڍ پهر ڏينهن تند سان اٿندا. اسڪول وغيره ته ڳوٺ ۾ هوئي ڪونه. ٻار سڄو ڏينهن گهٽين ۾ پيا ڦيريون پائيندا – اُبتيون سبتيون،

بي معنيٰ، بي مطلب؛ يا وري ڦريو گهريو اچي حاجيءَ جي هٽ تي ٻوڙهن جون رهائيون ٻُڌندا.
بس علو ٻانڪو ڪاپ ڪڍي حاجيءَ جي هٽ تي ويٺو، ٻارن جو مڪو متو- ڳاهٽ پيا ڏيندا.
علو بہ ڪٺي گيگ هڻندو هو؛ هڪڙيون لاهيندو ٻيون چاڙهيندو. چي: "سائين، جوانيءَ ۾ اسان
بہ ڪم ڪيا... ساونڊيءَ جو درياهہ اڪيلي سر اُڪريو اُتر! ميرل ماڇيءَ جي مينهن ٻُڏجي
ويئي. خبر پيم، ٻَچِڙَ جو پير ڏٺي، چورن جو پيرو ڪنيم. وات تي وڃي پُڳو مان. اڪيلي
سر، ستن جوانن سان، سر جي سٽ ڏيئي مُنهن-مقابل ٿيس... نيٺ مينهن موٽائي آڻي ڪيلي
سان ٻڌم!"

جُوسو قُلُ تہ وري علوءَ ڪان بہ اتر گهرندو هو- چي: "سائين، ڪا ڳالهہ آهي!...
هينئر پيري جهوري آهي، نہ تہ جوانيءَ ۾ گهٽ اسان بہ ڪونہ هئاسين!؟..." سان اڪ اڙجي ويو.
ست-ڪوهيءَ تي گهر هوس. آڌي ڏيئي اٿندو هوس... راتو رات ست-ڪوهي اُڪري، وڃي
سائس ملاقي ٿيندو هوس. روح-رهاڻ ڪري، ڪٺي جو ڪُوڙي ڪندو هوس، تہ ڪُڪون دَس
ئي نہ هنيا هوندا جو ڳوٺ اچي نهڪو ڪندو هوس!... صبح سان اهوئِي- همراهن ڳڏ،
هر ٻاچاري ڪلهي تي!... چڻ تہ رات سڄيءَ ۾ اڪ ئي ڪين ڪلي هئم...!"

ٻُڌن جون اهي ٻناڪون ٻارن کي بہ نيٺ ٿڪائي وجهنديون هيون. ڪر موڙي اٿندا،
هيٺ هٽ نوس نوس ڪندا، ور وکڙ هڻندا، وڃي وڏيءَ گهٽيءَ جو چيڙو ڪندا- ۽ پوءِ
اتان وري موٽ ڪائيندا، ۽ سڌو اچي حاجيءَ جي هٽ تي دم پٽيندا.

رات ٿيندي، تہ گهران رکو سکو ٽڪر کائي، ٽوليون ڪري نڪرندا ۽ گهٽين ۾ واڪا
ڪندا ويندا:

"اچــو ٻـارو! رانــد جــو ســارو..."

"ٻوڙي اچي ڏڳڙ کائو! ٻني اچي ٻادر کائو...!"

۽ پوءِ سندن سڌ تي ٻار، ڪُتن جيان ٻر مان نڪرندا، ڪسڪندا ايندا... تان جو هو
سڀ ڳڏ ٿي ويندا- ۽ پوءِ ڳوٺ جي وڏي ٻڙ ر تي راند ڪندا. راند متي، تہ ڏوڙ اُڏامندي،
جنهن ۾ چنڊ جي چانڊوڪي ڍڪجي ويندي. "هو ٻلهاڙوا!" جي هوڪارن ۽ وانجهيءَ جي
واڪن ۾ بازاري ڪتن جون ڀونڪون دٻجي وينديون. چنڊ ڏيري ڏيري وڌندو ايندو.
رات پَرَ ٻکڙيندي رهندي... ۽ پوءِ جڏهن ڪتيون ڪَرَ موڙينديون، ۽ تيئي تيڙو آيا ئي
آڌ-آسمان تي ايندا، تڏهن سڀڪو سُست ٿي پوندو ۽ ٿڪجي ٻَرجي گهر ورندو. ڪن جي
دل اڃا تہ ڍاپي هوندي، تہ اهي وري موڙي ٻڌي، ڪنهن گهٽيءَ جي موڙ تي وهندا-
"سفيد ديو ۽ حُسنا پري" جا قصا ۽ ڪهاڻيون ڪندا، پروليون ڏيندا، ۽ ڳجهارتون پيا ڏيندا
ولندا. هڪڙو چوندو: "شينهن کي نماز پڙهائي ڏي!"... "ٺَو اچيئي؟ ڇگو ترار کي ٻاٺي

ٻاري ڏي ...!“ ۽ اُئين واڪو ٿي ويندو:

”ٽڪئو ٻجي لڪڙ ڪجي: لڪڙ ۾ لارو، ٻي چوٿيو تارو: تاري هنيو ستُدڙ، ٻي چوٿيو چنڊ: چنڊ ڪئي چانداڻ، ٻي چوٿي ماڇاڻ: ماڇاڻ لڌا آنا، ٻي چوٿيا ڪانا: ڪانن ڪئي ٻيرَ، ٻي چوٿيا پنج ٻيرَ: پنجن ٻيرن ڪئي گرڙي، ٻي چوٿي ڪاٺي ڪرڙي: ڪاٺيءَ ڪرڙيءَ ڏني ٻٽ، ٻي چوٿي آٽ: آٽ ڪاڏي گوار، ٻي چوٿي ترار...!“

’ترار‘ چوندو ۽ پڙاڏو ٻنجي ويندو: ”شابي! شابي ڳاڻ شابي! چوٿي چلهه ٻڳي اڻيس!“

سو، ’ڇٽي خان‘ جي رهاڪن جي حياتي اجهو اُئين موج ۽ مزي، سک ۽ سانت سان پئي گذري ـ ٻنهه سک سانت سان ـ اصل انهيءَ ڏينهن جيان، جنهن ۾ ڪڏهن ڪا وڙ ڪانه چڙهي، سيرَ ڪينَ آڙهي! هميشه وانگر، صبح سان ساڳيو سونو سج اوڀر ڪان اڀرندو هو، ۽ لهڻ ويل چوڌاري سونن ڪرڻن جي ورڪا ڪندي، هوريان هوريان جهيڻو ٿيندو، اڪين اڳيان آڪاس جي نيري ساگر ۾ ٻڏي هئي ويندو هو ... ۽ پوءِ رات جي راڻي پنهنجا ڪارا وار چوڙيندي هئي.

اهائي رات، اهوئي ڏينهن: اهوئي چنڊ، اهي ئي تارا: اهوئي آپ ۽ اهائي ڌرتي... ۽ اُئين سال لنگهي ويا.

پر ۾ پڌل نئون شهر هوريان وڌندو، ڇٽي خان جي ڳوٺ ڪي اوڏو پوندو آيو ... ۽ اُئين ئي، ٻن چئن سالن ۾ ڇٽي خان جو ڳوٺ نئين شهر جي گود ۾ اچي ويو.

وڏو شهر سڄيءَ ٽڪريءَ تي ٻڪڙجي ويو. ٽڪريءَ جي چپي چپي تي وڏا وڏا بنگلا ـ اصل محلات ٺهي ويا، جن جي سفيدي جڏهن آس ۾ چمڪندي هئي ته اُئين پيو لڳندو هو، ڄڻ ڪو ڪنگن جو ولر، پرَ ٻڪيڙي، ٽڪريءَ تي ٺوڙي ٻڪڙي ويٺو آهي ... ۽ ’ڇٽي خان‘ جون آسَ ۽ سينهن ۾ ڪارائيل سيرانجهڙيون جهوپڙيون، انهن ڪنگن مٿل بنگلن جي جهرمٽ ۾، جهرڪين جي جهڳٽي جيان لڳنديون هيون.

پر پوءِ ... ڪنگن جي ڪانگيري ۾ جهرڪين جو جهرمٽ ڪيستائين؟ ـ جهوپڙيءَ وارو، بنگلي ڌڻيءَ جو پاڙيسري ڪو سونهي!

وڏن پيٽن ۾ وڪڙ پيو... هلنديءَ وارن حرفت هلائي ... ۽ هڪ ڏينهن هڪ وڏو ميونسپل عملدار، ’ڇٽي خان‘ جي رهاڪن کي چتاءُ ڏئي ويو ته ”اوهان کي لڏي وڃي ڪنهن ٻئي هنڌ وسهڻ گهرجي، ۽ ڳوٺ خالي ڪرڻ گهرجي ـ اوهان جون جهوپڙيون ’ڪالونيءَ‘ جي زيب زينت تي داغ آهن ...!“

ڳوٺ ۾ ٻاٽيتال ٻنجي ويو. ٻار ٻڍا واٺوا ٿي ويا ته هيءَ آپدا ڪٿان ۽ ڪينَ ڪڙڪي ـ

”اسين ته صدين ڪان اتي رهندا اچون: هي ڪالهه آيا... اڄ اسان کي ٿا لڏائين ـ هيڙو ڪو انڌير!“

”نه بابا، اباڻا ڪک اسان ڪونه ڇڏينداسون!“

"... پر ڇڏيون بہ ڇو؟"

-جو ڳوٺ اڇي حاجيءَ جي هٽ تي گڏ ٿيو. آخر ڳالهہ جو اڳ پچ جاچي، سڀني صلاح ٻيهاري تہ درخواست لکائي ميونسپالٽيءَ جي وڏي صاحب کي ڏجي- ڪيس سموري حقيقت کان واقف ڪجي.

'ميونسپالٽيءَ جي وڏي صاحب' وٽ درخواست بہ پهتي.

صاحب ڳوٺاڻن کي چيو تہ "بابا مان ميونسپل ميمبرن جي ميٽنگ ڪوٺايان ٿو- پوءِ جيڪو فيصلو ٿيو". ڳوٺاڻا، صاحب کي ٻڌائي ويا تہ "فيصلو پصلو ڪونہ... ڳالهہ پڌري پٽ پئي آهي تہ 'اسان کان اباڻا ڪک اڻين ڇڏيا ڪونہ ٿيندا'!"

ميونسپل جي ميٽنگ گڏ ٿي. صدر صاحب ميمبرن اڳيان درخواست پيش ڪندي چيو تہ "چڱي خان جي رهاڪن جو رخ مثبل آهي. اهڙو ڪو طريقو ڳولهي لهجي، جو دنگو فساد بہ نہ ٿئي ۽ ڳالهہ جي ڳالهہ بہ رهجي اچي".

ميٽنگ ۾ خوب گرما گرم بحث ٿيو. ڪنهن ڪيئن ٿي ڳالهايو، ڪنهن ڪيئن ٿي ڳالهايو: پر سڀني جو رايو اهوئي هو تہ ڳوٺاڻن کي لڏائجي- 'انهيءَ ايراضيءَ ۾ چار چڱيون جايون جڙي پونديون... ماٺ ميٺ ۾ نہ مڃين تہ ڪم ڪجي پوليس حوالي'.

هڪڙي نوجوان ميمبر- جنهن کي اڃا اهو تجربو نہ هو تہ ميونسپل جو ڪم ڪيئن هلندو آهي، ۽ ڪالونين جي زيب زينت ڪيئن وڌائبي آهي، ۽ وڏي ماڻهوءَ مان تهائين وڏو ماڻهو ڪيئن ٿيو آهي- اها رٿ پيش ڪئي تہ "جيئن تہ ڳوٺاڻن کي لڏائڻ اصل مقصد نہ آهي، پر اصل مقصد اهو آهي تہ ڪالونيءَ کي صاف ۽ سٺو رکجي: تنهنڪري منهنجي رٿ آهي تہ 'ميونسپل طرفان، انهن سڀني جهوپڙين کي هٽائي، ساڳيءَ ئي ايراضيءَ تي، نوان ننڍڙا ۽ خوبصورت هڪ-رنگا ڪوارٽر ٺهرايا وڃن، ۽ انهن ۾ ڳوٺاڻن کي آباد ڪيو وڃي'."

نوجوان ڳالهہ پوري ئي مس ڪئي تہ سڀني ڪاي ڏنو-

"ماٺ ڪري ويهہ، ماٺ ڪري ويهہ...!"

"وڏو آيو آهي جهنگلين ۽ جاهلن جو همدرد!"

"بابا، تون اڃا ٻار آهين...!"

"سکي ويندو... سکي ويندو..."

آخر متفق فيصلو اهو ٿيو تہ ڳوٺاڻن کي لڏائجي. هوڻن نہ لڏين تہ ڪم پوليس جي حوالي ڪجي- آخر پوليس جو ڪم، بالا عملدارن جا حڪم مڃڻ ئي تہ آهي!

چڱي خان جي ڳوٺ وارن کي فيصلي جي خبر پيئي، تہ وسامي ويا. "مهڙو ڪلور!"- هنن ڪڏهن خواب خيال ۾ بہ ڪونہ هو. سڀوس پيڙ هڻي ويٺا تہ "اڻين اباڻا ڪک اسين بہ ڪونہ ڇڏينداسين!"

۽ پوءِ... هڪ ڏينهن صبوح جو سويل، جڏهن اڃا حاجيءَ پنهنجي هٽ ۾ ٻهاري ٻه نه پاتي هئي، ۽ اڃا ڇڻڪار به نه ڪيو هو؛ جڏهن اڃا علو ٻانگي کي صبح جي ٻانگ ڏني جهٽ به نه گذريو هو، ته ڳوٺ جي چوطرف غلغلاءِ ۽ گوگاٽ پئجي ويو... ننڍو وڏو اکيون مهٽي جهوپڙيءَ کان ٻاهر نڪتو. گهٽين جي موڙ وٽ ٻارن ٻڍن ۽ زالن جا ميڙاڪا ٿي ويا. علو مسجد مان نماز پڙهڻ بنا ٽڪڙو ٽڪڙو ٻاهر نڪري آيو. حاجي هٽ جو دَر ٻڪوڙي هليو آيو. جمّوسو به اکيون مهٽيندو اچي بيٺو...

ڳوٺ جي چوطرف هٿيار-بند پوليس بيٺي هئي. ٿورو پريرو، ’بلڊوزر‘ ٽرئڪٽر بيٺي دونهان ڪڍيا - سندس گوڙ گڙ جي آواز ٻڪين ۽ پرندن جي ٻه ننڊ ڦٽائي ڇڏي هئي؛ ويچارا ڦڙاٽ ڪندا آکيرن مان اڏامندا، پچندا پئي ويا.

پوليس، ڳوٺاڻن کي ميونسپل ميٽنگ جو متفق فيصلو پڙهي ٻڌايو - ۽ پوءِ بالا عملدارن جا حڪم...... ۽ تنهن بعد ’بلڊوزر‘ کي اشارو ٿيو. بلڊوزر جي مشين ۾ چرپر ٿي. سندس فولادي ڦيٿا ڦرڻ لڳا. جهوپڙيون ڏڪڻ لڳيون. ٻڍا ۽ ٻار هيسجي ويا. عورتن اوچنگارون ڏنيون. ٻارن سڏڪا ڀريا. بلڊوزر اڳتي وڌيو - اڃا به اڳتي وڌيو... ۽ پوءِ هڪ ڏڪندڙ جهوپڙيءَ سان ٽڪريو... ڪرڪو ڪندي، جهوپڙي اچي پٽ تي پيئي! انسان جو آباد آکيرو مٽيءَ ۽ ٻڙن جو ڍير ٿي پيو - ۽ پوءِ بلڊوزر وري اڳتي وڌيو... بلڊوزر اڳتي وڌندو رهيو، جهوپڙيون ڪرنديون رهيون... ۽ آخر بلڊوزر اچي آخرين جاءِ وٽ پهتو... سندس فولادي پيرن ۾ ڄڻ ڏانوڻ پئجي ويا - اڳيان مسجد هئي! ڪنهن جاهل جي جهوپڙي ڪانه هئي... ڪنهن جهنگليءَ جو آکيرو ڪونه هو، جنهن ۾ مائن جي مُرڪ ۽ معصومن جا ٽهڪ هجن - اڳيان هڪ خالي جاءِ هئي... پر بلڊوزر جا پير اڳتي وڌي ڪونه سگهيا...!

۽ ڳچ ڳچ ڏينهن ڪان پوءِ... چنّي خان جي ڳوٺ جي جاءِ تي، ميرانجهوڙين جهوپڙين بجاءِ وڏا وڏا بنگلا، اعليٰ محلات ڪر ڪنيو بيٺا هئا. حاجيءَ جي هٽّ واري هنڌ تي هاڻي سيٺ ’عبدالسلام‘ جو بنگلو هو، جنهن جي پر ۾ بيٺل مسجد جا منارا چمڪي رهيا هئا- سيٺ عبدالسلام مسجد کي ٻه-ماڙ ڪري، نئين سر ٺهرايو هو.



مصطفيٰ بهرائي (سرائکي)

# تاري اُجهام ڳئي

"کنئون! ... کنئون!" رحمون کنڌ هيٺ ڪيتي، ڏوهين مُٺين پيٽ وچ ڏتي، آپڻيان ڦاڙيل مهليان سپليان گوڏوبان آتون ڪيتي، اوندے منهن هُجرے وچ پيا ها. رک رک دانهن پئے ڪيتس.

"آلا ...... سرّ ڳيئس؟!" چهان ڏينهان کنئون، ہاسي دےسور آئون تپ آهندي ڪابا ئي کڏ چوڙي هائي.

"لپ ... لپ" ہاهرون کنهن دے آوڻ دي کنئو، بيمار رحمون دے کن تي پئي، چنگهه کر، ڏيکڻ ڪاڻ پاسا ولايس. هُجرے دے در تے مولبي صاحب کوا ها۔

"کيون ڙے حرامي! تون آجا کونهي ڳيئن، مين جو تيکون آکوا مُتا ها؟"

رحمون سرّ دے جهرّدے هولين پاسا ولايا. آکيس: "مولبي صائب! کيڏے وڃان! واسطائي رب دا، ميڏے حال تي رحم کرا! ڏون چار ڏينهن چوڙ، جيستائين ساهہ ستڙا ٿيوان. اِنهان حالان نال مئين پلا کتان وچ مران! چُل بي نسيي سکهدا. هک بيمار، پيا هنون خالي ... مولبي صائب رحم کرا!"

"مئين کو تيڏا ٺيکا چاتا ها؟ جنان وئي، آتان وڃ مر، پر اِتون کنڌ کالا متا!"

"پلا ... او ميڏي امانتڙي؟ آها ڏيوو ها ... تہ جيکر وڃ کتانهين سُتي ٺکي کراوان ها،" رحمون سهکدے سهکدے آکيا.

"آکيومين تہ ميل ونسيي. کتي والي پتندي نہ پتہ ... بي ايمان کتون دا!"

"سائين اجا تہ نهين ملدي ..."

"مئين آکيا، سوّر دا ٻل! انهين مهل دا انهين مهل اِتون نيکل، نہ تہ وَل جيوين سجهدا پتين ......" مولوي ائين آک باهر نکتا. ٹولا اگتي وڃ ول وليا۔

"هان ڙے نمکچورا! مئين کو تيڏے پئڙ دا نوکر هَس - رول کتي وانگي آ بيڏے در تے کريا هاوين، بيشرم! ميڏے هٿ نہ هووني ها، تہ اج تائين هڏ هڏ رُل وڃي ها- تيڏا ڍوند کان کُتي کاون ها!

"واه مولبي صائب، تيڏا انصاف! تئين آپ ئي تہ آکيا ها، ' فقير، سيالا هے ... مٽر نہ وڃين!... رات کون آ هُجرےوچ سُمهدا کر'. " ايوين آک، رحمون ول بي هٿ پٽ آکيا:

"سائين الله کون ڏيک، مئين فقير نال ايوين ..." رحمون ديان اکين وچون لڙک کر پئے.

"بند کر وات! پليت دا ڦل، بيدين ... رو پيا ڏکيندا اے! چڱا چائين تہ هڱ دا هڱ نيکل، نہ تہ ......"

مولوي ڏاڙهيي تي هٿ ڦيريندا لا حول پڙهدا پاهر نڪتا. اکين ڳاڙهيان تي ڳيڙنس - جهڙے ٿاندے- ڏيک چا تہ ٻلن پيان ٻلن!

ڪُتابي ڊُکدي آئے.

"چلاو چورے!" مولوي ڪتابيان کون هاها ڪيتي.

ٻال ٻچ وچ مسيت پيڙے ٿئي. پيچون مولوي بي تکا تکا مسيت وچ لنگهہ پيا. محراب والے مُصلے تي بهہ، کنڌ هيٺ کر سوچڻ لگا. ٿولي دير کنون پچي کنڌ آتي چاتس-

"اسحاق! گهين وچ انهان ڪتابيان کون- ڏيکان سڀهين کتلي ٿوئي اينڊ هئين! ڏيک، متان شيخان دي گوٺ نہ وڃين. اگلے دفعي تہ ڪتيان دا بهانا ڪيتا هاوي، هڱ ڏيکان تہ کوڙا بهانا کريندئين؟ هئين نہ مکتان مائيي دا پٽ!" مولوي مُرکدي آکيا.

چوکرے حُش خش ٿي، کلدے، مسيت کنون نکل رواني ٿئي.

پر مولوي کون اوچتي کا ڳالهہ ياد آ ڳئي: "آلوُ! چورا ٻچ، وچ اسحاق کو وَلا آ!"

الُو سڻ چا کُنجي، آنون رکيس پيران تي زور، سو اک-چنب وچ اسحاق کون آ ٻکيا. ساڳيان پيران تي ڏونهين رڦدے رڦدے آ مولوي کني حاضر ٿئي.

"جانو! نُورنامي وچون تعويذ کڍ گهن."

جانو کپٽ کول تعويذ چا آيا. سولوي، اسحاق کو پرپرا نين کُجهہ هولي هولي سمجهايا.

سج لهہ ڳيا. مولوي سانجهي دي نماز جماعت کون پڙ ها، محراب وچ، مُصلے تي آجرک تاڻ ليٽ پيا- هر ايڏے پاسا ولائے، هر اوڏے. دير دير نال پانگ ڏتس. عشا دي نماز پوري ٿئي، هرکو پچ وچ گهر وچ اراسي ٿيا.

سيالا آپئين پور وچ ها، آتر بي آکے تہ اج نہ لگيان تہ کڏان لگيان- ڦڙي پئي کني! گهگهہ انڌارا ... جيڏے کن چا ڏے، تہ چپ ئي چپ- چڻ تہ سچي گوٺ وچ دبو گهُر ڳيا ها. ڪُتي بي پچ وچ سي کنون سوگهے ٿئي هن. رڳا مولوي آنون ڏون کتابي سيت وچ کڙے، هولين هولين الينڊے هن. ٿولي دير کنون پچے، لوڻي مريندے، پير پير وچ پيندے، هجرے دے در تے آن کڙے. مولوي هٿ دے اشارے نال ڏونهين ڪتابيان کو هولين پر کرڙائي نال آکيا:

"اچا کڙي هئو! اڙے وارا کرو ... متان کو ڏيک نہ گهنے!"

’شيطان دا ڦل! هڻ گهڻي ڏوڪڙ، تہ گهڻ ڏيوانس! معتبر ... جماعت کون دانهان ڏيندا ها!‘ - مولوي آپڻے منهن آکڻ لڳا.

کتابيان چندے ني نين چئين ڏيهان دا پروڻا، پالے جهوڙا ٻاٽي دا مٽ، انهندي اتون چا گهتيا ...... رحمون غريب دي رڙ نکل ڳئي. اپا ني ڦل کير پيا. کيرڻ نال بيهوشي وچ ’خرر ... خرر‘ کرڻ لڳا.

کتابيان مولوي ڏے ڏٺا، مولوي کتابيان ڏے - سڀني دے کنڌ شرم کنون جهڪ ڳئے. ڳوٹ دے کئيان وچ ٻاهوڙ پئو ڳئي. آسمان وچ ٻلدے تارے اجهام ڳئے. چنڊ ڏيکدئين ڏيکدئين شرم کنون ککران وچ لڪ ڳيا ...

مولوي فجر دي ٻانگ ڏتي - رب دي رحمت جاڳ آتي، رحمون وچارا هميشه کانڻ سمهه پيا. خدا دے بندے هک ٻئي ڇون هٹ منهن ڏوندے، ڏکدے ڏکدے مسيت وچ آندے ڳئے. سچ کني کڍي ... پر رحمت دے فرشتے، اج آپڻيان پترہل جهوليان واپس ولا ڳئے!



سعادت حسن منٽو
سنڌيڪار: علي بخش ميمڻ

# ساڍا ٽي آنا

"مون خون ڇو ڪيو، ڪنهن انسان جي خون ۾ هٿ ڇو رنگيم: اهو هڪ ڊگهو داستان آهي. جيستائين مان اوهان کي ان جو تفصيل نه ٻڌائيندس، تيسين اوهان کي ان جي خبر پنجي ڪين سگهندي. مگر هن وقت اوهان صاحبن جي گفتگوءَ جو موضوع 'جرم ۽ سزا' آهي، 'انسان ۽ جيل' آهي. جيئن ته مان جيل ۾ رهي چڪو آهيان، تنهنڪري ان باري ۾ منهنجي راءِ غلط ٿي نٿي سگهي. مون کي "منٽو" صاحب سان پورو اتفاق آهي ته جيل مجرم جي اصلاح ڪري نٿو سگهي. مگر اها حقيقت ايترا دفعا ته دهرائي وئي آهي، جو ان تي غور ڪرڻ سان ماڻهوءَ کي ائين محسوس ٿئي ٿو، ڄڻ ته هو هزار ڀيرا اڳ جو ٻڌايل لطيفو وري بيان ڪري رهيو آهي...... ۽ هي لطيفو نه آهي ته ڇا آهي؟- جڏهن حقيقت جي ڄاڻ هوندي ٻه هزارن جي تعداد ۾ جيلخانا موجود آهن، هٿڪڙيون آهن...... ۽ هو ننگ انسانيت پيڙيون! مان قانون جي اهڙي زيور سان آراسته ٿي چڪو آهيان!"- ائين چئي، رضويءَ مون ڏانهن ڏٺو ۽ مشڪيو. هن جا ٿلها ٿلها حبشين جهڙا چپ ڪجهه عجيب انداز ۾ چُريا ۽ هن جون ننڍيون ننڍيون مخمور اکيون، جي ڪنهن خونيءَ جون ٿي معلوم ٿيون، چمڪڻ لڳيون.

جڏهن هن اوچتو ئي اسان جي گفتگو ۾ حصو وٺڻ شروع ڪيو، ته اسين سڀئي ڏڪي ويا سون. هو اسان جي ڀرسان رکيل ڪرسيءَ تي ڪريم واري ڪافي پي رهيو هو. جڏهن هن پنهنجو تعارف ڪرايو، تڏهن اسان کي اهي سڀئي واقعات ياد اچي ويا، جي سندس قتل جي واردات سان تعلق رکندڙ هئا. سرڪاري شاهد ٻڌجي، هن وڏيءَ صفائيءَ سان پنهنجي ۽ پنهنجي ساٿين جي، ڦاسيءَ جي ڦندي کان، جان آزاد ڪرائي هئي. هو ان ڏينهن آزاد ٿي آيو هو. ڏاڍي ماٺائتي نموني هو مون سان مخاطب ٿيو: "معاف ڪجو، منٽو صاحب! اوهان جي گفتگو سان منهنجي دلچسپي آهي. مان اديب ته ڪونه آهيان، پر اوهان جي گفتگو جو موضوع اهڙو آهي، جنهن بابت پنهنجي ڀڳل ٽٽل زبان ۾ ڪجهه نه ڪجهه ضرور چئي سگهندس." ان ڪان پوءِ وري چيائين، "منهنجو نالو صديق رضوي آهي: لنڊي بازار ۾ جو خون ٿيو هو، مان ان ۾ جوابدار هوس."

مون انهيءَ خون بابت صرف ستاچريءَ طرح اخبار ۾ پڙهيو هو، پر جڏهن رضويءَ پنهنجو تعارف ڪرايو، ته منهنجي ذهن ۾ ان جون سرخيون ابري آيون.

اسان جي گفتگو جو موضوع اهو هو ته "واقعي جيل مجرم جي اصلاح ڪري ٿو؟" مان خود محسوس ڪري رهيو هوس ته اهڙي گفتگو ڪري، اسين گويا هڪ چڱوسيل گنڊيري وري چوسي رهيا هئاسون. رضويءَ جڏهن ائين چيو: "هيءَ حقيقت ايترا دفعا ته دهرائي ويئي آهي، جو ان تي غور ڪندي ماڻهوءَ کي ائين محسوس ٿئي ٿو، ڄڻ ته هزار دفعا اڳ جو پڙهيل لطيفو بيان ٿي رهيو آهي"- ته مون کي وڏي تسڪين ملي ويئي. مون ائين سمجهيو ته رضويءَ ڄڻ ته منهنجي خيالن جي ترجماني ڪئي آهي. ڪريم- ڪافي ختم ڪري، رضويءَ پنهنجين ننڍڙين مخمور اکين سان مون ڏانهن ڏٺو، ۽ ڏاڍيءَ سنجيدگيءَ سان چيو: "منٽو صاحب، انسان گناهه ڇو ٿو ڪري، گناهه ڇا آهي، سزا ڇا آهي- مون ان بابت ڏاڍو غور سان سوچيو آهي. منهنجي اڻپوريءَ سمجهه موجب هيئن آهي ته هر گناهه جي پٺ ۾ هڪ تاريخ آهي...... زندگيءَ جي واقعات جو هڪ وڏو حصو ان جي تهه ۾ هوندو آهي- ڏاڍو منجهيل ۽ ڏنگو ڦڏو. مان نفسيات جو ماهر نه سهي، پر ايتري ڄاڻ ضرور اٿم ته ڪوبه انسان، جاڻي ٻجهي، پنهنجي رضا خوشيءَ سان ڏوهه ڪونه ٿو ڪري، مگر حالات کان مجبور ٿي ائين ڪري ٿو. قتل جي گناهه ۾ قاتل برابر گنهگار آهي، مگر مقتول به صفا ڇٽي نٿو سگهي!"

نصير چيو، "اوهان بلڪل درست فرمايو آهي".

رضويءَ وري ڪافيءَ لاءِ آرڊر ڏنو ۽ نصير کي چيو، "مون کي معلوم نه آهي: پر مون جيڪي ڪجهه چيو آهي سو مشاهدي جي مدنظر؛ نه ته هي موضوع ڏاڍو پراڻو آهي. منهنجو خيال آهي ته وڪٽر هيوگو، جيڪو فرانس جو هڪ مشهور ناول نويس هو- شايد ڪنهن ٻئي ملڪ جو هجي، توهان کي ته خير ڄاڻ هوندي- تنهن جرم ۽ سزا بابت گهڻو ڪجهه لکيو آهي. مون کي هن جي تصنيف مان ڪجهه فقرا ياد آهن..." ائين چوندي، هو مون ڏانهن مخاطب ٿيو: "منٽو صاحب، شايد اوهان جوئي ڪيل ترجمو هو- ڇا هو؟- 'اها ڏاڪڻ ڪيڏي ڇڏيو، جا انسان کي ڏوهن ۽ ڏکن ڏانهن وٺي وڃي ٿي.' مان هاڻي سوچيان ٿو ته اها ڏاڪڻ ڪهڙي آهي ۽ ان جا ڏاڪا آخر ڪيترا آهن!

"ڪجهه به هجي: اها ڏاڪڻ ضرور آهي، ۽ ان کي ڏاڪا به آهن- ۽ جيئن آءٌ سمجهان ٿو، بنهه بيشمار آهن: انهن جي ڳڻپ، انهن جو شمار ڪرڻ ٿي ناممڪن آهي.

"منٽو صاحب، حڪومت راءِ شماري ڪرائي ٿي؛ حڪومت آدمشماري ڪرائي ٿي؛ حڪومت هر قسم جي شماري ڪرائي ٿي: پوءِ ان ڏاڪڻ جي ڏاڪن جي شماري ڇو نٿي ڪرائي؟ ڇا، هي ان جو فرض نه آهي؟ مون خون ڪيو- ليڪن ان ڏاڪڻ جا ڪيترا ڏاڪا طي ڪري پوءِ ڪيم؟ حڪومت مون کي سرڪاري شاهد بنايو، ان لاءِ ته خون جو ثبوت ملي، جو ان وقت ڪونه هو. پر سوال هي آهي ته مان پنهنجي گناهه جي معافي ڪنهن کان

وٺان؟ اهي حالتون جن مون کي خون ڪرڻ لاءِ مجبور ڪيو هو، هاڻ منهنجي نزديڪ نہ آهن. انهن ۽ منهنجي وچ ۾ هڪ سال جو مفاصلو آهي. مان ان مفاصلي کان معافي وٺان، يا انهن حالتن کان، جي ٻربان بيهي منهنجا ويچارا ڪڍي رهيون آهن...؟"

اسين سڀ رضويءَ جون ڳالهيون وڏي غور سان ٻڌي رهيا هئاسون. هو بظاهر تعليم يافتہ نہ ٿي معلوم ٿيو، پر هن جي گفتگو مان ظاهر هو تہ هو تعليم يافتہ آهي ۽ گفتگو ڪرڻ جي سليقي مان واقف آهي. مان ڪجهہ چوان ها، مگر مون چاهيو ٿي تہ هو ئي چوندو رهي، ڳالهائيندو رهي ۽ مان ٻڌندو رهان. ان ڪري مون هن جي گفتگو جي وچ ۾ ڪجهہ بہ نہ ڪڇيو.

سندس ڪافي اچي ويئي. ٻہ چار ڍڪ پيئي، هن وري ڳالهائڻ شروع ڪيو: "خدا ڄاڻي مان ڇا بڪندو رهيو آهيان؛ پر منهنجي دل ۾ هر وقت هڪڙي ماڻهوءَ جو خيال رهيو آهي... ان ماڻهوءَ جو - ان ڀنگيءَ جو - جو اسان سان جيل ۾ گڏ هو. ان کي ساڍا ٽي آنا چورائڻ جي ڏوهہ ۾ هڪ سال قيد جي سزا مليل هئي!"

نصير حيرت سان پڇيس، "فقط ساڍن ٽن آنن جي چورائڻ ڪري؟"

رضويءَ برف جهڙن اڇن لفظن ۾ چيو، "هائو... فقط ساڍن ٽن آنن جي چورائڻ ڪري - جي ان کي نصيب بہ نہ ٿيا، ڇاڪاڻ تہ هو پڪڙجي پيو. اها رقم خزاني ۾ محفوظ آهي، ۽ ڦگُو ڀنگي غير محفوظ! - ڇو جو ٿي سگهي ٿو تہ هو وري پڪڙيو وڃي - ڇاڪاڻ تہ ٿي سگهي ٿو تہ هن جو پيٽ وري هن کي مجبور ڪري - ڇاڪاڻ تہ ٿي سگهي ٿو تہ هن کان پائخانا صاف ڪرائڻ وارا هن کي پگهار نہ ڏيئي سگهن - ڇو جو ٿي سگهي ٿو تہ هن جي پگهار ڏيندڙن کي بہ پنهنجو پگهار نہ مليو هجي. اهو "ٿي سگهي" جو سلسلو، منٽو صاحب، عجيب غريب آهي. سچ پڇو تہ دنيا ۾ سڀڪجهہ ٿي سگهي ٿو - رضويءَ کان خون بہ ٿي سگهي ٿو." ائين چئي، هو ڪجهہ وقت لاءِ خاموش ٿي ويو.

نصير هن کي چيو، "توهان ڦگُو ڀنگيءَ جي ڳالهہ ڪري رهيا هئا..."

رضويءَ پنهنجين ڀورين مُڇن تان، رومال سان ڪافي صاف ڪئي. "ها، ڦگُو ڀنگي چور هجڻ جي باوجود - يعني قانون جي نظرن ۾ هو چور هو - اسان جي نظرن ۾ پورو ايماندار هو؛ خدا جو قسم، مون اڄ تائين اهڙو ايماندار ماڻهو نہ ڏٺو آهي. ساڍا ٽي آنا برابر هن چورايا هئا - ۽ هن ڪورٽ ۾ صاف چئي ڏنو هو تہ 'هيءَ چوري برابر مون ڪئي آهي ۽ مان پنهنجي حق ۾ ڪابہ شاهدي پيش ڪرائڻ نٿو چاهيان. مان ٻن ٽن ڏينهن کان بکيو هوس. لاچار مون کي ڪريم درزيءَ جي کيسي ۾ هٿ وجهڻو پيو. منهنجي ٻن مهينن جي پگهار جا پنج روپيا رهندڙ هئا. حضور، هن جو بہ ڪو قصور ڪونہ هو. هن جا پاڻ ڪيترا گراهڪ سلائيءَ جا پئسا جهليو ويٺا هئا. حضور، مان اڳ بہ چوريون ڪري چڪو آهيان. هڪ دفعي ميم صاحب جي پٽوءَ مان ڏهہ روپيا ڪڍيا هئم. مون کي هڪ مهينو سزا ملي هئي. وري ڊپٽي صاحب جي گهران هڪ چانديءَ جو راند يڪو چورايو هوم - صرف ان لاءِ جو منهنجي پٽ کي نمونيا

ٿي پئي هئي ۽ ڊاڪٽر ني گهوري رهيو هو. حضور، مان اوهان سان ڪوڙ ڪونه ٿو ڳالهيان.
مان چور نه آهيان. حالتون ڪجهه اهڙيون هيون، جو مون کي چوري ڪرڻي پئي- ۽ حالتون
ڪجهه اهڙيون هيون جو مان پڪڙجي پيس. مون کان وڏا وڏا چور موجود آهن حضور، پر اهي
اڃا تائين پڪڙيا نه ويا آهن. حضور، هاڻ نه منهنجو پٽ به نه آهي ۽ زال به ڪانه آهي...
پر افسوس اهو آهي ته اڃا منهنجو پيٽ جيئرو آهي- هي مري وڃي ته جيڪر سارو جهنجهٽ ئي
ختم ٿي وڃي. حضور، مون کي معاف ڪريو!'...... ليڪن 'حضور'، ان کي معاف نه ڪيو،
۽ عادتي ڏوهاري سمجهي هن کي ٻارهن مهينا سخت پورهئي سان سزا ڏني".

رضوي بي تڪلف انداز ۾ ڳالهائي رهيو هو، جنهن ۾ ڪوبه وڏائي يا بناوت نه هئي.
ائين پئي معلوم ٿيو ڄڻ لفظ خودبخود هن جي زبان تي اچي رهيا هئا.

مان بلڪل خاموش هوس؛ سگريٽ مٿان سگريٽ پي رهيو هوس ۽ هن جي گفتگو
ٻڌي رهيو هوس. نصير وري هن ڏانهن مخاطب ٿيو: "اوهان ڦڳوءَ جي ايمانداريءَ بابت
ڪجهه چئي رهيا هئا..."

"هائو"، رضويءَ کيسي مان پيڙي ڪڍي دکائي- "مون کي معلوم نه آهي ته قانون
جي نظر ۾ ايمانداري ڇا آهي. ليڪن مون کي يقين آهي مون ڏاڏيءَ ايمانداريءَ سان خون ڪيو
هو: ۽ منهنجو خيال آهي ته ڦڳو ڀنگيءَ به وڏيءَ ايمانداريءَ سان ساڍا ٿي آنا چورايا هوندا.
منهنجي سمجهه ۾ نٿو اچي ته ماڻهو ايمانداريءَ کي صرف چڱين ڳالهين ڏانهن منسوب ڇو ٿا
ڪن- ۽ سچ پڇو ته مان هاڻ اهو سوچڻ لڳو آهيان ته آخر چڱائي ۽ برائي آهي ڇا؟ هڪ
شي اوهان لاءِ سٺي آهي: مون لاءِ بري ٿي سگهي ٿي. ڪنهن سوسائٽيءَ ۾ ڪا چيز سٺي
سمجهي وڃي ٿي، ٻيءَ ۾ ساڳي چيز خراب. اسان مسلمانن ۾ بغل جا وار وڌائڻ گناهه سمجهيو
وڃي ٿو، ليڪن سِک اهڙي گناهه کان بينياز آهن. اگر هي وارَ وڌائڻ واقعي گناهه آهي،
ته خدا انهن کي سزا ڇونٿو ڏي. جيڪڏهن هو خدا آهي، ته منهنجو ڪيس عرض آهي ته
'خدا جي واسطي هي انسانن جا ٺاهيل قانون ٽوڙي ڇڏ- هنن جا ٺاهيل جيل ڊاهي ڇڏ، ۽ آسمان
تي پنهنجون ڪورٽون برپا ڪر، ۽ خود پنهنجي ڪورٽ ۾ انهن کي سزا ڏي'- ڇاڪاڻ ته
پيو ڪجهه نه، ته انصاف ته ٿئي!"

رضويءَ جي اهڙيءَ تقرير مون کي ڏاڍو متاثر ڪيو. هن جي دل جو درد ئي دراصل
تاثير جو سبب هو. هو ڳالهائي رهيو هو ته ائين پئي محسوس ٿيو ڄڻ هو اسان سان نه، بلڪ
پنهنجو پاڻ سان گفتگو ڪري رهيو آهي.

هن جي پيڙي وسامي وئي هئي. شايد ان ۾ تماڪ جي ڪا ڳنڍ اچي وئي هئي؛ ڇو
جو هن پنج ڇهه دفعا ان کي مچائڻ جي ڪوشش ڪئي، مگر جڏهن نه سٽيي ته ڦٽي ڪيائين،
۽ مون ڏانهن مخاطب ٿي چيائين: "منٽو صاحب! ڦڳو ساري زندگي مون کان نه وسرندو.
اوهان کي ٻڌائيندس ته اوهان چوندا ته جذبات آهن. ليڪن خدا جو قسم جذبات جو هن ۾

ڪوبہ دخل نہ آهي- مان هن جو دوست ڪونہ هوس؛ نہ هو ئي منهنجو دوست هو؛ ڇو جو هو هروقت پاڻ کي انهن ئي سمجهندو رهيو."

رضويءَ ڪيسي مان ٻي پيڙي ڪڍي؛ مگر اها پڳل هئي، سون هن کي سگريٽ آڇيو، جو هن ورتو- "مهرباني، منٽو صاحب، معاف ڪجو! سون ايتري بڪواس ڪئي آهي، جا سون کي نہ ڪرڻ کپندي هئي؛ ان ڪري جو ماشاالله اوهان..."

سون هن کي وچ ۾ ڪاٽيندي چيو، "رضوي صاحب، مان هن وقت منٽو نہ آهيان: صرف سعادت حسن آهيان. اوهان پنهنجي گفتگو جاري رکو، مان ڏاڍيءَ دلچسپيءَ سان ٻڌي رهيو آهيان."

رضوي ٿورو مشڪيو ۽ هن جي ننڊ ڀرين مخمور اکين ۾ چمڪ اچي وئي- "اوهان جي وڏي نوازش آهي..." وري نصير ڏانهن مخاطب ٿيو: "مان ڇا چئي رهيو هوس؟"

سون يادگيري ڏياريمانس: "اوهان ٽگوءَ جي ايمانداريءَ بابت ڪجھ چوڻ پئي چاهيو."

"هائو"- انهن چئي هن منهنجو پيش ڪيل سگريٽ دکايو. "منٽو صاحب، قانون جي نظر ۾ هو عادتي چور هو. پيڙين لاءِ هڪ ڏينهن هن اٺ آنا چورايا هئا. ڏاڍي مشڪلات ڪان پوءِ هن جڏهن پٽ ٽپي بچڻ جي ڪوشش ڪئي، تہ هن جي پير جي هڪ هڏي ڀڄي پئي- جنهن لاءِ هو گهٽ ۾ گهٽ هڪ سال علاج ڪرائيندو رهيو. مگر جڏهن منهنجو هم-جرم دوست 'جرجي' هن جي هٽ ويهہ پيڙيون موڪليندو هو، تڏهن هو پوليس جي نظرن کان بچائي ويهن جون ويهہ ئي پيڙيون آڻي منهنجي حوالي ڪندو هو. سرڪاري شاهدن تي ڏاڍي ڪڙي نظر رکي ويندي آهي، ليڪن جرجيءَ، ٽگوءَ کي پنهنجو دوست ۽ همراز بنايو هو. ٽگو پنگي هو، ليڪن هن جي فطرت ڏاڍي خوشبودار هئي. ٻهريائين ٻهريائين جڏهن هو جرجيءَ وٽان پيڙيون کڻي آيو، تڏهن سون سوچيو تہ هن حرامزادي چور ضرور ڪجھ غائب ڪيون هونديون؛ مگر بعد ۾ سون کي معلوم ٿيو تہ هو بلڪل ايماندار هو. پيڙين لاءِ اٺ آنا چورائي هن پنهنجي پير جي هڏي ڀڃائي هئي، جنهن لاءِ هو ٻارنهن مهينا علاج ڪرائيندو رهيو هو؛ مگر هت جيل ۾، جت تماڪ جو ملڻ مشڪل ۽ ناياب هو ۽ جنهن جو هن کي ملڻ هڪ ناممڪن ڳالهہ هئي، هو جرجيءَ جون سڀ ڏنل پيڙيون منهنجي حوالي ڪندو هو- ڇڻ تہ اهي وٽس هڪ امانت هيون! جڏهن هو ٿورو وقت گهرائڻ کان پوءِ سون کي چوندو هو، 'سائين، هڪڙي پيڙي تہ ڏيو' تہ مان هن کي صرف هڪڙي پيڙي ڏيندو هوس- انسان ڪيڏو نہ ڪميڻو آهي!" رضويءَ اهڙي نموني پنهنجي گردن کي جهڪايو، ڄڻ تہ پاڻ کان پاڻ نفرت ڪري رهيو هو.

"جيئن مان عرض ڪري چڪو آهيان، سون مٿان سخت پابندي هوندي هئي- سرڪاري شاهدن سان ائين ئي ٿيندو آهي. جرجي منهنجي پيٽ ۾ وڏيڪ آزاد هو. هن جي لاءِ رشوتون ڏيئي ڪري گهڻيون ئي سهولتيون ميسر ڪيون ويون هيون. صابڻ ملندو هوس؛

پڙيون ملنديون هيس؛ جيل اندر رشوت ڏيڻ لاءِ پئسا به ملي ويندا هئس. ڦڳو پنگيءَ جي سزا ختم ٿيڻ ۾ باقي ٻه چار ڏينهن وڃي بچيا هئا. جڏهن هن پويون دفعو جرجيءَ وٽان مون کي ويهه پڙيون آڻي ڏنيون، تڏهن مون هن جو شڪريو ادا ڪيو. هو جيل مان نڪرڻ لاءِ خوش ڪونه هو. مون جڏهن هن کي مبارڪ ڏني، تڏهن هن چيو، ”حضور، مان وري هتي اچي ويندس: ٻڪئي انسان کي چوري ڪرڻ ئي پوي ٿي- بلڪل اهڙيءَ طرح جيئن ٻڪئي انسان کي ڪاڏو ڪانئوڻي پوي ٿو. سائين اوهان ڏاڍا چڱا آهيو... مون کي ايتريون پڙيون ڏيندا رهيا! خدا ڪري اوهان جا سڀ دوست چڱي وڃن. جرجي اوهان کي ڏاڍو ياد ڪندو آهي.“

نصير اهو ٻڌي، شايد پنهنجو پاڻ سان ڳالهائيندي چيو: ”اهڙي ماڻهوءَ کي صرف ساڍن ٽن آنن چورائڻ ڪري سزا ملي هئي!“

رضويءَ گرم ڪافيءَ جو ڍڪ ڀريندي، نرم لهجي ۾ چيو: ”هائو، فقط ساڍن ٽن آنن چورائڻ جي ڏوهه ۾... ۽ اهي خزاني ۾ موجود آهن - خدا کي خبر انهن سان ڪهڙي پيٽ جي آگ اجهامندي!“

رضويءَ ڪافيءَ جو هڪ وڏيڪ ڍڪ ڀريو، ۽ مون ڏانهن مخاطب ٿيو: ”منٽو صاحب! هن جي ڇٽڻ ۾ فقط هڪ ڏينهن رهجي ويو هو، ۽ مون کي ڏهن رپين جي ڏاڍي گهرج هئي. مان تفصيل ۾ وڃڻ نٿو چاهيان - مون کي اهي پئسا سنتريءَ کي رشوت طور ڏيڻا هئا. مون ڏاڍيءَ مشڪل سان ڪاغذ پينسل هٿ ڪري، جرجيءَ ڏانهن هڪ خط لکيو هو، جو ڦڳوءَ جي ذريعي ان تائين پهچايو هوم ته ’هنُو ڪهڙي ٻه نموني مون ڏانهن ڏهه رپيا موڪلي‘. ڦڳو اڄ پڙهيل هو. شام جو هو مون سان مليو. جرجيءَ جو خط مون کي ڏنائين - ان سان گڏ ڏهن رپين جو ڳاڙهو نوٽ به آڻي منهنجي هٿ تي رکيائين. مون خط پڙهيو. لکيل هو: ’رضوي پيارا، ڏهه رپيا موڪلي ته رهيو آهيان، مگر عادت چورجي هٿ. خدا ڪري تو کي سيلن: چو جو هو سپائي ني جيل مان آزاد ٿي وڃڻ وارو آهي‘. مون جڏهن اها چٺي پڙهي، تڏهن ڦڳو پنگيءَ ڏانهن ڏسي مشڪيم ته هن کي ساڍن ٽن آنن چورائڻ جي جرم ۾ هڪ سال سخت پورهئي سان قيد جي سزا ملي هئي. مان سوچڻ لڳس ته جيڪڏهن هو اهي ڏهه رپيا چورائي ها، ته ڪيس ساڍا ٽي آنا في سال جي حساب سان ڪيتري سزا ملي ها...؟“ ائين چئي، رضويءَ ڪافيءَ جو آخرين ڍڪ ڀريو ۽ رخصت وٺڻ کان سواءِ ئي ڪافي هائوس کان ٻاهر نڪري ويو.

---

خليل جبران

سنڌيڪار: ثميره زرين

# لاهي چاڙهي

”اڄ وري دير سان آئين...؟“

”ها.“

”ڪلهه به دير سان آيو هُئين...“

”ها...!“

”هينئر ٻه بجا ٿيا هوندا.“

”ها، ٻه ٿيا هوندا.“

”بلڪ ٽي...“

”بلڪ ٽي!“

”ڪٿي هئين؟“

”مڙيوئي هيٺي هُتي.“

”ايترو دير سان ڇو آئين؟“

”ڪجهه اهڙي ڳالهه هئي.“

”مان انتظار ڪري رهي هُيس.“

”نه ڪرين ها!“

”هاڻي نه ڪنديس...“

”شڪريه!“

”ماني کاڌءِ؟“

”ها.“

”ڪڏهن؟“

”ڪاني وقت ٿيو.“

”ڇا کاڌءِ؟“

”جيڪي مليو.“

”ڪٿان؟“

”جتان مليو.“

”پڇڻ گناهه آهي؟“

”ثواب به ڪونهي.“

”اڳي ته اهڙو ڪونه هُئين.“

”ڪير؟“

”تون!“

”مون کي ڇا ٿيو آهي؟“

”پنهنجي دل کان پڇ.“

”ڇا پڇان؟“

”دل جو حال.“

”مان ته آهوئي آهيان.“

”ته مان بدلجي ويئي آهيان؟“

”بيشڪ!“

”ڪهڙي خبر هئي ته هيءُ ڏينهن به ڏسندو...!“

”ڪنهن کي به خبر نه هوندي آهي.“

”مان راتين جو ٽي بجي تائين جاڳندي رهان؟“

”ڇو ٿي جاڳين؟“

”پر تنهنجي تفريح ختم نه ٿيندي؟“

”ڪهڙي تفريح؟“

”مان ڇا ڄاڻان ڪهڙي تفريح؟“

”جڻ مان هينئر تفريح ڪري موٽيو آهيان!“

”پيو ڇا...!“

”ها... مان راتين جو ٽي بجي تائين تفريح ڪو ڪريان ـ مان بيحد خراب آهيان!“

”نه، تون بيحد سٺو آهين!“

”نه، مان بيحد خراب آهيان... مون ۾ سڄيءَ دنيا جا عيب آهن.“

”نه، تون بيحد سٺو آهين ـ نيڪ، رحمدل، فرض شناس! خراب ته مان آهيان.“

”تون؟ تون ويچاري صبر جي ديوي!“

”۽ تون زال جو خيال رکڻ وارو... خواب ۾ به ڪنهن جي دل نه ڏکائڻ وارو!“

”۽ تون ڏکن جي ماريل خاوند جا ظلم سهڻ واري، فرض شناس، فرض...“

”مون کان اِهي ڏک برداشت نٿا ٿي سگهن!“

”ڪهڙا ڏک؟“

”اِهي ڏک.“

”نه برداشت ڪر...!“

”جيستائين زندگي آهي، برداشت ڪنديس.“

”جيستائين زندگي آهي، مان به برداشت ڪندس.“

”توکي ڪهڙي تڪليف آهي؟“

”۽ توکي ڪهڙي تڪليف آهي؟“

”منهنجي تڪليف، منهنجو خدا ٿو ڄاڻي.“

”منهنجا ڏک به منهنجو خدا ٿو ڄاڻي.“

”خدا جو خوف ڪر!“

”نه، خدا کان وڌيڪ مان توکان ٿو ڊڄان!“

”منهنجا خدا! مان ڪاڏي وڃان ـ مون کي موت به نٿو اچي...!“

”خدا جي واسطي شور نه ڪر.“

”مان ٿي شور ڪريان يا تون؟“

”مان چوان ٿو ٻارُ بي آرام ٿيندو...“

”توکي ته ٻار جو ڏاڍو فڪر آهي!“

”توکان گهٽ ته ڪونهي.“

”خبر به نه اٿئي ته ڪهڙو حال اٿس، ڪهڙو نه.“

”ڇا خبر ناهي؟“

”اِهوئي ته بيمار آهي يا......“

”ڇو، خيريت ته آهي؟“

”تنهنجو ڇا...؟“

”مان ڇا پُڇان ٿو؟“

”تون پنهنجن ڪيل تماشن ۾ رهه!“

”منهنجي سوال جو جواب ڏي!“

”ڪهڙي سوال جو؟“

”ٻار ڪيئن آهي؟“

”توکي رات جو ٽي بجي ٻار جي محبت جو ستائڻ لڳي...؟“

”مان پڇان ٿو...“

”ڇڻ ڏاڍي محبت اٿس...!“

”جيتري توکي آهي، اُنهيءَ کان گهٽ ڪانهي.“

”تڏهن پيو سڄي رات گهمين ڦرين...!“

”مان گهمان نٿو.“

”تڏهن ٻلا رات جو ٽي وڳي تائين ڇا ٿو ڪرين؟“

”ڪير ٿو چوي ته ٽي ٿيا آهن!“

”ٽي نه ٿيا آهن ته ڪيترو ٽائيم ٿيو آهي؟“

”اڃا ته ٻه به نه ٿيا آهن!“

”ڪير ٿو چوي؟“

”مان ٿو چوان.“

”ڪُوڙ!“

”مان ڪوڙ ڇو ڳالهائيندس!“

”ڪوڙ نه ڪر، آهستي ڳالهاءِ...“

”ٻار ته بلڪل ٺيڪ آهي نه؟“

”بلڪل ـ ڇو؟“

”مون کي تنهنجي ڳالهائڻ مان شڪ پئجي ويو هو.“

”خدا ڪري تہ ’عرفان‘ سان ٿي تنهنجو پيار هجي!“

”منهنجي محبت هميشه قائم آهي.“

”وڏو آيو محبت ڪرڻ وارو...!“

”چو نہ!“

”محبت ۾ ڏک ڏيڻ وارو...!“

”تون ڏک سهڻ واري...“

”توکي ڪهڙو ڏک پهتو آهي؟“

”ڪو بہ نہ.“

”پوءِ شڪايت ڇا جي؟“

”مون ڪهڙي شڪايت ڪئي؟“

”ڇا چيئي - شڪايت نہ ڪيئي؟“

”ڪڏهن ڪير؟“

”يا الله!...“

”پ توکي ڪهڙو ڏک پهتو آهي مون کان؟“

”تون بہ ڇا ڪندين؟“

”ڪڏهن بہ...“

”وڏو آيو آهي رات جو ٽين بجي همدردي ڏيکارڻ وارو!“

”مان چوان ٿو اچا ٿي نہ ٿيا آهن!“

”ٻہ سهي...“

”ها... ٻہ!“

”وڏو آيو آهي، رات جو ٻين بجي همدردي ڏيکارڻ وارو...!“

”مان ’آثر‘ سان ڳالهائي.“

’آثر سان؟... ڪوڙ!“

”تنهنجو قسم!“

”جڻ منهنجي ذاتي پرواهہ اٿئي.“

”اهو پنهنجي دل کان پڇ.“

”ڪنهن کان پڇان؟“

”پنهنجي دل کان.“

”ڇا پڇان؟“

”تہ منهنجي دل ۾ محبت آهي يا نہ؟“

”آهستي ڳالهاءِ... عرفان جي ننڊ ڦٽي پوندي.“

”ڪهڙي نہ پياري ننڊ ڪري رهيو آهي...!“

”- هٽ، مٺي هيئان رکي“

”ننڍڙو هٽ ڏسيئنس.“

”پ مشڪي ٿو...“

”بلڪل تو وانگر!“

”اونهون، هي تہ تو وانگر مشڪي رهيو آهي...!“

”ڪوڙ!“

”تنهنجو قسم!“

”ڪوڙي ڪني جي...“

# هڪ ڏينهن جي ڳالهه آهي ته......

## "تون به......"

آءٌ پنهنجي آفيس ۾ ڪجھ ڪم ڪري رهيو هوس. هڪ پوڙهي، چنل ڦاٽل ڪپڙن ۾، هڪ ننڍڙي هڙڙي ڪڇ ۾ ڪيو جوهه مان اندر لنگهي آئي. آءٌ هن متعلق ڪجھ سوچيان تنهن کان اڳ، هن ڏسڻ سان آڱر مون ڏانهن ڪڻندي زور سان چيو: "تون به مون وٽ پڙهيو هئين... ها تون به مون وٽ پڙهيو هئين!" آءٌ حيران ٿي هن ڏانهن نهارڻ لڳس. هن جي اکين ۾ عجيب احساس پريل هئا: ڊپ، ڪاوڙ ۽ ڪشمڪش جا گڏيل احساس، سندس جھونين ۽ جھور اکين جي گهرائين ۾ تري رهيا هئا. هن جي چهري تي مايوسين ۽ يادگيرين جا هزارين گهنج هئا. هن جا گهنجيل ۽ چيڙيل هٿ ڏڪي رهيا هئا. مون کي رحم جي جذبي سان گڏ ڪجھ وحشت ٿيڻ لڳي. مون آفيس جي پٽيوالي طرف ڏٺو، جو پريان بيٺي کلي رهيو هو-شايد هو کيس سڃاڻندو هو. هن وڏي اچي مائيءَ کي ٻانهن کان ورتو، ۽ ميز تي رکيل پنسن مان هڪ آنو ڪڍي کيس ڏيندي چيائين: "مائي، بابا، ٻاهر هل!"

هوءَ ڪجھ وقت انهيءَ آنڪ کي ڏسندي رهي-۽ پوءِ وري پٽيوالي کي گهوريندي چيائين "تون به مون وٽ پڙهيو هئين...ها، تون به مون وٽ پڙهيو هئين!"-ائين چئي هوءَ تڪڙي تڪڙي ٻاهر نڪري وئي. آءٌ اڃا تائين حيرت ۾ هوس. پٽيوالو اڃا تائين کلي رهيو هو. جڏهن مون کانئس هن بابت پڇيو، تڏهن چيائين: "ها سائين، آءٌ انهيءَ مائيءَ کي سڃاڻان... اسان جي پاڙي جي آهي. ڪجھ ڏينهن کان ويچاريءَ جو دماغ جاءِ نه آهي... پنجٽيهه سال سنڌي اسڪول ۾ ماستراڻي هئي. جڏهن ملڪ جو ورهاڱو ٿيو، تڏهن هن ماڻهن مٿس هندوستان هلڻ لاءِ ڏاڍو زور رکيو، پر هن سڀني کي اهو جواب ڏيئي ماٺ ڪرائي ڇڏي ته "جيڪو سنڌ جا وڻ ڇڏيندو، سو ڪڏهن ساوو ڪين ٿيندو. سنڌ اسان جو ساهه آهي. اسين پنهنجي ساهه کان ڪيئن جدا ٿيون؟" سندس پٽ ۽ نياڻي هندستان هليا ويا. هيءَ هتي نوڪري ڪندي رهي. ٿوري ئي وقت کان پوءِ رٽائر ڪيائين. ٽي سال پينشن جي پويان ڊوڙي. ويچاري پوڙهي هرهڪ آفيسر جي در تي وئي، پر رڳو ٿاڦا دلاسا ئي مليس. وٽس جيڪا ميڙي چونڊي هوندي هئي-چون ٿا ته اٽڪل ٥٠٠ رپيا ڪن هئس-سا هڪ هڙڙيءَ ۾، ڪپڙن ۽ ماني سان گڏ، کڻي نڪرندي هئي، ۽ سڄو ڏينهن آفيسن جا چڪر ڪاٽي، شام جو ٿڪي ٽٽي اچي گهر پهچي ٿيندي هئي. هڪ ڏينهن ڪنهن کيس صلاح ڏني ته فلاڻي ماڻهو جي گهر وڃي، سندس

زالن جي منٿ خوشامد ڪري ته هو تنهنجو ڪم ڪرائي ڏينديون. هوءَ دستور موجب پنهنجي هڙ ساڻ ڪري ڏسيل گهر ۾ لنگهي ويئي. گهر جي زالن کيس چڱا دلاسا ڏنا- کيس مائيءَ پور ڪارائڻ لاءِ ڪٽ تي ويهاريائون. هوءَ هڙ پاسي ۾ رکي ماني کائڻ ۾ جنبي ويئي. ماني کائي جڏهن ٻوڪلايائين، ته هڙ سندس پاسي ۾ ڪانه هئي! ويچاريءَ پڙڪيءَ گهڻيون ئي رڙيون ڪوڪون ڪيون، پر ڪنهن به سڏ نه اونايس. گهر جون زالون صفا الي وڃون ته ڪا ڪين هڙ جي خبر به هئي. روئي پٽي پڙڪي پنهنجي گهر پهتي. ڪجهه ڏينهن ته گهر ۾ پئي رهي. آخر شايد بک کان لاچار ٿي ٻاهر نڪتي- ۽ هاڻي اسين کيس روزانو رستن تي پنندو ڏسندا آهيون. سندس وات تي بس اهي ئي لفظ آهن: ”تون به مون وٽ پڙهيو هئين...... ها تون به مون وٽ پڙهيو هئين......!“ -سراج

## ”سوڙ...“

اها رات شايد ئي مون کان وسرندي. هائو، ان رات ڪافي ٿڌ هئي. سارو ڏينهن آسمان جي اکين مان ڳوڙها ڳڙندا رهيا هئا ۽ ساروئي ڌرتيءَ جو دامن آلو ٿي چڪو هو- ائين پئي وسهڻ ۾ آيو جڻ ته برسات نه پر سيءَ وسيو هو!

انهن ڏينهن ۾ بابي گهر اڳيان باغ رکايو هو. ڪيترا تازا لڳايل پوٽا ته سيءَ جي چپيٽ ۾ چٽ ٿي ويا هئا، باقي جيڪي رهيا کهيا هئا، تن جو بچاءُ ڪرڻو هو. شام جو ئي بابا چئي ڇڏيو هو ته ”رموءَ کان پڇي ڇڏجانءِ ته انهن پوٽن کي سرديءَ کان ڪيئن بچائجي.“

رمو اصل سرڪاري بنگلي تي مالهي هو، پر پوءِ کيس اتان ڪڍيو ويو هو. سندس نيڪاليءَ جو سبب هن جي چوڻ موجب اهو هو ته هن کان هڪ دفعي صاحب جي گهر پاڃي پهچائڻ ۾ دير ٿي ويئي هئي. دير به ان سبب جو هن کي ان ڏينهن پٽ ڄائو هو-”دينو“. خير ڪيئن به هجي، هاڻ هو ڳوٺ جي سرائيءَ وٽ ڪٽن جي لوڌ جي سنڀال ڪندو هو.

سوسهڻيءَ جي ٻانگ ٻڌندي مون به ٻاهر نڪرڻ تي دل ٻڌي. در کان جڏهن ٻاهر نڪتس، ڏٺم ته بادل ٽڙي پکڙي ويا هئا ۽ آسمان ۾ تارا سرديءَ سبب ڏڪي رهيا هئا. ڪٿان ڪٿان هوا جو سرد جهونڪو سيءَ جا اشتهار ورهائيندو گذري رهيو هو.

مسجد آڪري جڏهن تلاءَ جي ڪناري تي آيس ته ڏيڏر به خاموش هئا- شايد انهن کي به سيءَ سٽيو هو. جمال شاهه وٽان ٿڙي رموءَ جي ڇن جي سامهون ٿيس، اتي سيءَ به اچي ورتو. هٿن کي ڪوٽ جي کيسن ۾ وجهي ڏبائيندو. ڏندن جو ڪوڪو بند نه ٿئي. ڇن جي ٻاهران بيهي رهيس ۽ وڏي آواز سان سڏ ڪرڻ لڳس; مگر ڪمبخت آواز کي به سيءَ سٽيو هو!

اوچتو ئي رموءَ جو آواز ڪن تي پيو - شايد هو پنهنجيءَ زال سان ڳالهائي رهيو هو. گهر ۾ صرف هو ٻه ئي ٻه سندن ٻه ٻار هئا. ٻارن جو آواز ته هو ڪو نه، باقي هو ٻئي هئا -

"هاڻ ته پيو ٻلٽري ٻه آندو ائس. چوي ٿو ته 'اهو ٻه تون سنڀال'. مون جواب ڏنو مانس ته 'وڏيرا، ڪموءَ کي ٻي ڪتا آهن، اهو ان جي حوالي ڪر. مون وٽ اڳ ئي چار ته آهن'."

"پوءِ ڇا چيئين؟" اهو دينوءَ-ماءُ جو آواز هو.

"چوندو وري ڇا. چيئين ته 'ڪمو ڪتن جو گوشت چورائي ٿو وڃي'." رموءَ جي آواز ۾ نفرت سمايل هئي.

"ڪتن کي گوشت ملندو آهي...!" دينوءَ-ماءُ جي آواز مان حيرت ۽ عجب ظاهر هئا.

"هائو، اهي ڪتا ٻه نصيبن وارا آهن، ٻن ڪتن کي هڪ ران ملندي آهي!"

"ڪيترا ڏينهن ٿيا آهن گوشت ڪاڏي! ...... عيد تي ڪاڏو هوسين نه؟" دينوءَ-ماءُ مڙس کان پڇيو - ڏاڍي حسرت هئي ان جي آواز ۾!

رموءَ ڳالهه کي ڦيرائيندي چيو:

"لڳي سمهه ته ڪجهه سيءُ ته گهٽ ٿئي. ڪائين جو سيڪ وٺندا هئاسين اهو ٻه الله سائينءَ کي نه وڻيو - ٻي منداٽي مينهن اهي ٻه آليون ڪري ڇڏيون!"

"رات پارو ضرور جمندو." دينوءَ-ماءُ، مڙس جي ڳالهه وٺائيندي چيو.

"ٻارن مٿان ڇا وڌو اٿئي؟" رموءَ پڇيو.

"ڳوٺيون ۽ پيو سوڙ جو ٽڪرو... ٻر هاڻي اهو ڇڄل ڪٽلسو ٻه هڪڙو!"

"ها... ۽ تنهنجا ٻه ته ڏينهن اڇي ٻريا هوندا." رموءَ جي آواز مان انديشو ظاهر هو.

"هائو. چنڊ تي ڏهون سهڻو پورو ٿيندو."

ڪجهه وقت خاموشي ڇانئجي وئي. مون سمجهيو ته شايد هو نالو ڳوليندا هوندا، جيڪو هو پنهنجي نئين ٻار کي ڏيندا - جو جو جڏهن منهنجي وڏي ڀاءُ کي اولاد ٿيڻ وارو هو تڏهن اسين سڀ گهر جا ڀاتي وڙهندا هئاسون ۽ هر ڪنهن پنهنجو پنهنجو نالو انتخاب ڪيو هو.

ڪٽ جو چيڪٽ ٿيو - مون سمجهيو ته ڪنهن پاسو بدلايو.

"تون ڇا ٿو سمجهين - پٽ ڄمندو ڌيءَ؟ دائي ته چوي ٿي ٻڪ ٿي پڪ پٽ آهي."

دينوءَ-ماءُ جي آواز ۾ پيار ڀري شوخي سمايل هئي.

دينوءَ اوچتو ئي هڪ وڏو ٽهڪ ڏنو - هڪ خوفناڪ ٽهڪ... منهنجن ڏندن جي ڪوڪڙاهٽ بند ٿي وئي. ڪلندي ڪلندي، رموءَ چيو، "مون کان ٿي پڇين؟ مون کان! مان ته چوان ته جيڪر هن دفعي 'سوَرَ' ڄمي... پيو نه ته ڏندن جو ڪڙڪو ته بند ٿيندو!"

هڪڙي هلڪي ڏڪ جو آواز ٿيو، ۽ وري اهائي خاموشي... منهنجن ڪنن ۾ ٽهڪ جو آواز دهل جيان وڄي رهيو هو، ۽ مون کي همت نه ٿي جو رموءَ کي ٻاهر سڏيان. سچ پچو ته اڄا تائين ان ٽهڪ جي تلخي - جا ڪنهن زخم جي روڳ جيان زور سان هن جي دل مان ڦاٽي نڪتي هئي - منهنجي رڳ رڳ ۾ سمائي ويئي آهي - ۽ ٻڻ اها رات... جنهن رات تارا ڏڪي رهيا هئا...!

- علي بخش ميمڻ

# ٣

”ڪنهن هڪڙي خاص موضوع يا فن جو مطالعو، طالبعلم کي فقط انهيءَ هڪڙي پاسي جي ئي خبر ڏئي ٿو. مثلاً، جيڪڏهن ڪو علم جي ميدان جو پانڌيڙو، جنهن فن ۾ ماهر آهي، ته هو رڳو انهيءَ ئي ڪم ۾ ڪامل هوندو: پر ان سان گڏو گڏ جيڪڏهن هو تاريخ، فلسفي، ادب، ۽ زندگيءَ جي ٻين ضروري علمن کان به واقف ٿي وڃي، ته جيڪر اهي علم، هن کي وڌيڪ روشني بخشيندي، انهيءَ لائق بنائي سگهن ٿا، جو هو پنهنجي خاص مهارت واري ڪم ۾ به ڪيتريون ئي وڌيڪ اصلاحون ۽ سڌارا آڻي سگهي. انسان جي ارتقا ۾، منزل بمنزل، ان طرح پئي ٿي آهي، جو مختلف ڪاملن ۽ اڪابرن هڪ سان ٻي، ۽ ٻيءَ سان ٽي شي پيٽي، نيون نيون شيون جوڙي، انساني تهذيب ۽ تمدن کي تهائين وڌيڪ روشن ڪرڻ جي پئي ڪوشش ڪئي آهي. جيڪڏهن فيلسوف رڳو حڪيم ”ارسطو“ جي فلسفي کي ئي ڇهنيا رهن ها، ته فلسفو يا حڪمت اڃا شايد ٻارن واري ”گول - ڦيريءَ - راند کان اڳتي ڪانه اڪري ها. مختلف علمن جون ايتريون ساريون ترقيون فقط نظر جي وسعت ۽ اونهي اڀياس جي ڪري ئي ٿيون آهن. ڪنهن هڪڙي فن ۾ ماڻهوءَ جو ماهر ٿيڻ برابر ڪاميابيءَ لاءِ ضروري آهي، پر سندس اهڙيءَ تعليم کي ٻين علمن جو مطالعو ۽ ٻي عام معلومات پاڻ وڌيڪ پختو ۽ ڪارگر ڪري ڇڏين: تنهنڪري پنهنجي مخصوص علم يا فن جي دائري کان ٻاهر ٻيءَ عام معلومات جا جيڪي بي شمار املهه ماڻڪ هرطرف پکڙيا پيا آهن، تن کي نظرانداز ڪري پنهنجي ئي علم يا فن ۾ ذهن کي دفن ڪري ڇڏڻ، سچ پچ ته هر معنيٰ ۾ پنهنجي علمي آپگهات جي برابر آهي!“

- ڪتاب ”آرٽ آف ليونگ“ تان ورتل اقتباس

ڊاڪٽر غلام حسين شاھ ايم. بي. بي. ايس

# عربي طب جو جائزو

انسان ذات کي اڄ جيڪو اٿاھ علم ۽ بيحساب فن جو خزانو ورثي ۾ مليو آهي، تنهن ۾ مسلمانن جو ڪيترو هٿ آهي، ان جي تفصيل جي اسان کي نهايت گهٽ پروڙ آهي. جيئن جيئن علم جو چاھ گهڻو ٿيندو وڃي، تيئن تيئن محققن جا دماغ تاريخ جي غبار کي صاف ڪري، نت نين حقيقتن کي بينقاب ڪندا ٿا وڃن. مسلمانن جي علم-دوستيءَ، نين ڪوجنائن جي شوق ۽ بيپناھ دماغي صلاحيتن دنيا اڳيان جيڪي علم ۽ فن جا بيمثال شاهڪار پيش ڪيا، تن ۾ سندن طب جي ميدان ۾ حاصل ڪيل تاريخي ڪامرانيون، تحقيق هڪ الڳ ۽ اوچو درجو رکن ٿيون. مغرب جو هاڪارو عالم ڊاڪٽر هاف ميئر پنهنجي مشهور انگريزي ڪتاب "دي ليگيسي آف اسلام" (اسلام جو تاريخي ورثو) ۾ لکي ٿو:

"جنهن زماني ۾ يوناني طب جو سج لهي چڪو هو ۽ چوطرف اونده انڌوڪار ڇانئجي ويئي هئي، تڏهن اسلامي طب، يوناني سج جي روشنيءَ جو عکس وٺي، ان اونده ۾ چنڊ جيان چمڪڻ لڳو. ڪي ستارا خود پنهنجي نور جو آب تاب به ڏيکارڻ لڳا... تان جو، 'نشاة ثانيه' جي پره ڦٽي، ۽ آهي چنڊ ۽ ستارا لهي ويا - جيتوڻيڪ سندن اثر اڄ ڏينهن تائين قائم آهي".

عربي طب مان مراد آهو سڄو طبيبي علم جو وسيع ذخيرو آهي، جيڪو دنيا ۾ اسلام جي حڪومتي دور ۾ جمع ڪيو ويو جنهن ۾ عربن جي جدوجهد، تحقيق، ڪوجنا ۽ عقلي اصولن تي اخذ ڪيل نتيجا پڻ بنيادي طرح اچي وڃن ٿا. اسان کي نه صرف هڪ وڏي عرصي جو جائزو وٺڻو آهي، پر هڪ تمام وڏي جاگرافيائي ايراضيءَ تي پڻ نظر ڦيرائڻي پوندي، جا پُراڻيءَ دنيا جي تقريباً اڌ حصي تي ڇانئيل هئي. ازان سواءِ، علم طب اسلام جي آغاز تائين جنهن منزل تي پهچي چڪو هو، آن تي به سرسري نظر ڊوڙائڻ لازمي آهي؛ ڇاڪاڻ ته ائين ڪرڻ بنان، اهو اندازو لڳائڻ نهايت مشڪل ٿيندو ته ان ۾ ڪيترو ۽ ڪهڙي قسم جو واڌارو ٿيو. اهڙي وسيع موضوع سان، هنن چند ورقن ۾ پورو پورو انصاف ڪرڻ ته ڇا، ۾ صرف ان جي سطح تي نظر وجهڻ به محال آهي: تنهنڪري آءٌ هتي صرف عربي طب جي علم تاريخ ۽ ان جي پس منظر ۾ وقت جي چوٽيءَ جي نامور هستين ۽ سندن لافاني تاليف ۽ تصنيف جي مختصر ذڪر ڪرڻ تي اڪتفا ڪندس.

پيغمبر اسلام محمد مصطفيٰ (صلي الله عليه وسلم) جي ولادت کان اڳ، جيتوڻيڪ يونان، روم، مصر ۽ هندستان ۾ وڏا وڏا فيلسوف ۽ حڪيم ٿي گذريا هئا، جن علم طب تي ڪجهه قدر روشني وڌي هئي، پر عربن تائين انهن جو شعاع نه پهتو هو.

ذڪر ڪيل دَور ۾، عربن جي تمدن تي عيسائيت جو گهڻو اثر هو. عيسائيت کي جنهن غلط لباس ۾ عوام اڳيان پيش ڪيو ويو هو، تنهن ماڻهن جي اجتهادي روح کي گهڻي ڀاڱي ختم ڪري ڇڏيو هو. پادرين "ديول" کي زور وٺائڻ لاءِ اهڙيون اهڙيون ڳالهيون مشهور ڪري ڇڏيون هيون، جي آزاديءَ سان سوچڻ، نون تجربن ڪرڻ ۽ ترقي ڪرڻ کان روڪينديون هيون. "ديول" جي نظريي موجب، ڪنهن به شيءِ ۾ انسان کي شفاياب ڪرڻ جي طاقت ڪانه هئي: ڪنهن به دوا ۾ بيماريءَ کي ڇُٽائڻ جو ڪو خاص اثر نه هو، پر ان لاءِ اول "الاهي منشا" جو حاصل هجڻ لازمي هو- پوءِ ڪابه دوا ڪنهن به بيماريءَ کي ڇٽائي سگهي ٿي. ڪنهن به علاج جي نئين طريقي استعمال ڪرڻ کان اڳ، "ديول" کان اجازت وٺڻي پوندي هئي، وغيره. جي. آر. رسيل پنهنجي ڪتاب "هسٽري اينڊ هيروز آف دي آرٽ آف ميڊيسن" (ص. ٩٧) ۾ لکي ٿو ته "اِنهيءَ حقيقت کان انڪار ڪري نٿو سگهجي ته عيسائي ديول، علم طب جي ترقيءَ ۾ بلڪل گهڻي رڪاوٽ وڌي". عيسائي ديول جي اِنهيءَ رجعت پرست روش جو اهو نتيجو نڪتو، جو عوام سائنس جي خلاف ٿي پيا، ۽ طب جي فن کي هڪ ڳورو ڌڪ لڳو.

پيغمبر اسلام (صلعم) کان اڳ- چند ٻُوٽين ۽ دوائن کان سواءِ- گهڻو زور دعائن، روزن، چلن ۽ ڪن خاص چشمن ۾ وهنجڻ تي ڏنو ويندو هو؛ ۽ جراحت ۾ وري ڏنپ ڏيڻ، سيرَ کولڻ ۽ دَڪيي هڻڻ، وغيره عام مروج طريقا هئا. روزن رکڻ سان بيمارن کي يقيناً فائدو رسندو هو- ڇاڪاڻ ته کين ڪجهه وقت لاءِ پرهيز ڪرڻ، اڄ ڏينهن تائين ڪيترن مرضن جو مجرب علاج آهي. چلن اندر ته علم طب جو اهو سنهري راز سمايل آهي، جنهن کي هاڻوڪي علاج ۾ به اهم ترين مقام حاصل آهي. چلي ڪڍڻ ۾ گوڙ گهمسان کان پاسيريءَ جاءِ تي وڃي آرام ڪبو آهي، جتي پوري وقت تي سادو کاڌو ۽ تازي هوا ميسر ٿي سگهي، اِن طرح، انسان جي مشينريءَ جي دفاعي قوت کي بيماريءَ سان مقابلي ڪرڻ لاءِ موقعو ۽ مدد ملندي آهي. سير کولڻ ۽ ڏنپ ڏيڻ ته اهڙا مشهور طريقا آهن، جن جي اهميت کان هرڪو فن طب جو شائق واقف آهي.

اسلام، عيسائيت جي تنگ-خياليءَ کان نه صرف پاڪ، پر ان جي برعڪس آهي. علم پرائڻ لاءِ ترغيب ۽ تاڪيد، قران مجيد ۽ حديث شريف ۾ ڪيترن ئي طريقن سان آيل آهي. مثلاً، "پينگهي کان وٺي قبر تائين علم پرائيندا رهو"؛ "علم جي ڳولا ڪندا رهو، توڙي جو اوهان کي ان لاءِ چين ولايت وڃڻو پوي"؛ وغيره. اسلام جي اهڙيءَ تلقين سان، علم جي عزت عوام جي دلين ۾ گهر ڪري ويئي. طب بابت "صحيح بخاريءَ" جي 'ڪتاب الطب'

جي شروعات هن حديث سان ٿئي ٿي: ”الله تعاليٰ ڪوبہ اهڙو مرض نہ پيدا ڪيو آهي، جنهن جو علاج موجود نہ هجي.“ اهڙيءَ تربيت، عرب قوم ۾ تفتيش ۽ جدت جو روح ڦوڪيو، ۽ ان جو اثر نتيجو اهو نڪتو جو عربن جي علمي اُفق تان ڪارا ڪڪر دور ٿيندا ويا، سندن علمي دائرو بيحد ڪشادو ٿي ويو، ۽ هو علم جا ڏاڪا تيزيءَ سان چڙهندا ويا.

”طب النبوي“ جنهن جامي ۾ اسان جي اڳيان پيش ڪيو ويو آهي، ان ۾ اسان کي علم طب جا صرف چند پهلو نظر اچن ٿا. ”علم اخلاقيات طب“ (Ethics of Medicine)، جو طب جو هڪ اهم پهلو آهي، ۽ جنهن تي باباي طب ”بقراط“ کان وٺي اڄ ڏينهن تائين تمام گهڻو لکيو ويو آهي، ان لاءِ نهايت سهڻا سهڻا اصول ’طب النبويءَ‘ ۾ ملن ٿا. مريض جي احوال پُرسي ڪرڻ، هن سان نرمائيءَ سان پيش اچڻ، مٺو ڳالهائڻ، دلداري ڏيڻ، ۽ هن جي همت افزائي ڪرڻ، وغيره بابت سٺي تربيت ڏنل آهي. دوائن جي استعمال ۽ طب جي ٻين فني نڪتن تي حديث ۾ ڪو خاص گهڻو ذخيرو نٿو ملي. هنن دوائن جو البت گهڻو ذڪر ڪيل آهي: ماکي، ڪلونجيءَ جو ٻج، لوڻ، سنا، عود هندي، قُسط دريائي، پٽ-ڪُنوار، سُرمون، اٺ جو کير، وغيره. ڪن مکيہ بيمارين جو پڻ احوال ملي ٿو- بخار، جذام، ڪوڙھ، نمونيا، پليگ، وبا، مٿي جو سور، اڌ مٿي جو سور، پيٽ جو سور، وغيره. حديث جي مطالعي مان اهين پڻ معلوم ٿئي ٿو تہ وچڙندڙ بيمارين جو تصور پنهنجي اوائلي صورت ۾ اُن زماني ۾ موجود هو، ۽ انهن کان بچڻ جو مؤثر طريقو هو. مريض کان پاسيرو رهڻ بخار کي گهٽائڻ لاءِ ڪپڙي کي ٿڌي پاڻيءَ ۾ پوڙي بدن تي رکڻ، هڪ بلڪل عام ۽ مفيد ڊاڪٽري اصول آهي- انهيءَ ڏانهن پڻ رسول الله (ص) جي هن حديث ۾ اشارو ڪيل آهي: ”اسماءِ بنت ابوبڪر کان روايت آهي تہ ’بخار بابت مون کي حضور صلعم جن بخار کي پاڻيءَ سان ٿڌي ڪرڻ جو حڪم ڏنو‘.“

”طب النبوي“ ۾ ڏنب ڏيڻ، فصد (سير) کولڻ، چِلا ڪڍڻ، دعائون پڙهڻ، ۽ بيماريءَ لاءِ روزا رکڻ، وغيره تي پڻ تفصيلي ذڪر ڪيل آهي. هن جاءِ تي، مان پڙهندڙن جو ڌيان ڇڪائيندس تہ جنهن نموني ۾ اڄڪلهہ ڪي جاهل ماڻهو، بيدرديءَ سان، خواهہ مخواهہ مريضن کي ڏنب ڏيندا آهن، اهو نہ صرف بيجا آهي، پر اسلامي نظرين جي پڻ خلاف آهي: ڇاڪاڻ تہ اسلام هميشہ اجتهاد جا دروازا کليا رکيا آهن، ۽ انساني عقل جي ارتقا جو سبق ڏنو آهي. موجوده زماني ۾، ساڳيو ڏنب، بنا ڪنهن ايذاءَ جي، بجليءَ جي ذريعي ڏيئي سگهجي ٿو. تنهن کان سواءِ، ڏنب هر بيماريءَ جو علاج ڪونهي، پر صرف ڪن خاص بيمارين لاءِ مفيد آهي، جن لاءِ راءِ صرف فن جا ماهر ڏيئي سگهن ٿا.

بني اميہ خاندان کان اڳ، مسلمان حاڪم پاڻ وٽ خاص شاهي حڪيم ڪونہ رکندا هئا. پهرين جنهن شاهي حڪيم جو نالو مسلمانن جي دور حڪومت ۾ اچي ٿو، سو هو معاويہ بن سفيان جو خاص حڪيم ”اِبن آثال“. ابن اثال کان اڳ، ”حارث بن ڪلده“ جو ذڪر

تواريخ ۾ خصوصيت سان آيل آهي. حارث بن ڪاده، پيغمبر اسلام (ص) جي زماني ۾، مشهور عرب حڪيم ٿي گذريو آهي. هو حضور صلعم جن ڪان عمر ۾ وڏو هو. ابن اثال ڪان پوء، مسلمانن جي شروعاتي دور ۾، هيٺيان نامور حڪيم ٿي گذريا آهن، جن علم طب جي ڪافي خدمت ڪئي: "نضر بن حارث"، "يوسف بن محمد"، "ابوالحڪم"، "حڪم"، "عيسيٰ بن حڪم"، "جابر بن حيّان"، ۽ "ٿيوڊورس". ٿيوڊورس يوناني هو، جو حجاج بن يوسف جي دربار ۾ ڪجهه وقت شاهي حڪيم هو. حجاج بن يوسف هن جي ڏاڍي عزت ۽ توقير ڪندو هو. جابر بن حيان بن عبدالله، ڪوفي جو رهاڪو هو. هو، خالد بن يزيد جي زماني ۾، هڪ نهايت اُچي درجي جو حڪيم ۽ علم ڪيميا جو ماهر ٿي گذريو آهي. ابن النديم- مؤلف "الفهرست"- هن کي امام جعفر صادق عليه السلام جو رفيق بيان ڪيو آهي. جابر بن حيان علم ڪيميا ۾ ايتري تہ جدت ۽ اصلاح آندي، جو هن کي "باباءِ ڪيميا" ڪري ياد ڪيو ويندو آهي. ڪيميا ۾ کوجنا ڪري، هن علم جا آهي دروازا کوليا، جن لاءِ نہ صرف فن ڪيميا جا ماهر هن جا احسانمند رهندا، بلڪ انهيءَ ڪري علم طب تي پڻ گرانقدر روشني پئجي سگهي آهي. هن صاحب ڪشتہ جات، تيزابات، ۽ معدني نمڪ بنايا، ۽ تصعيد، ترشيح، تبخير ۽ تقطير، وغيره جا طريقا ايجاد ڪيا. چيو وڃي ٿو تہ جابر هڪ هزار ڪتاب لکيا- انهن مان وڏو تعداد عدم موجود آهي. سندس چند تصنيفن جا نالا پيش ڪجن ٿا: ڪتاب الاستقطاس- الاس الاول؛ ڪتاب الاستقطاس- الاس الثاني؛ ڪتاب الاستقطاس- الاس الثالث؛ ڪتاب التجريد؛ ڪتاب الحجر؛ ڪتاب الرحمة؛ ڪتاب الملڪ؛ ڪتاب النّور؛ رسالة الايضاء؛ وغيره. ازان سواءِ، جابر جي نسخن جو هڪ مجموعو پڻ ڪتابي صورت ۾ آهي، جنهن جو نالو "فوائيد" آهي.

عباسي خاندان جي دور سلطنت ۾ جيئن پين مختلف علمن جي ترقي ٿي، تيئن طبابت جي فن پڻ ترقيءَ جون شاهراهون تمام تيزيءَ سان طي ڪيون. هن زماني ۾ وڏا وڏا مفڪر ۽ فيلسوف، عالم ۽ فقيه، مفسر ۽ حڪيم، پيدا ٿيا. حاڪم نهايت قدردان هئا، ۽ عالمن جي همت افزائيءَ خاطر هنن کي وڏيون وڏيون خلعتون ۽ انعام بخشيندا هئا. عباسين ۾ علم جا وڏا شائق "المنصور" ۽ "المامون" هئا. عربن جي انهيءَ دور ۾ حڪيمن جي قدر ۽ عزت جو اندازو هيٺينءَ حقيقت مان لڳائي سگهبو.

القفطي، "تاريخ الحڪماء" ۾ لکي ٿو:

"جبرئيل بن بخت يشو، جو عباسين جي زماني ۾ هڪ وڏو قابل درباري حڪيم ٿي گذريو آهي، تنهن کي بيت المال مان ڏهہ هزار درهم ماهوار وظيفو ملندو هو. هر سال جي شروع ۾، هن کي پنجاهہ هزار درهم نقد، ۽ ڏهہ هزار درهمن جي خلعت، انعام طور ملندا هئا. ان کان سواءِ، ڪيس سال ۾ بہ ڀيرا هارون الرشيد جي فصد کولڻ لاءِ هڪ لک درهم، ۽ سال ۾ بہ ڀيرا ڪيس جلاب ڏيڻ لاءِ هڪ لک درهم، ملندا هئا. درٻار جي

وزيرن ۽ اميرن وٽان ٻه جبرئيل حڪيم کي اٽڪل چار لک درهم سال بسال ملندا هئا. انهن پئدل رقمن کان سواءِ، هو وڏن وڏن تبيلن جو خانداني حڪيم هو، ۽ پڻ ونس انفرادي حيثيت ۾ به ننڍا ننڍا مريض ايندا هئا.“

القفطيءَ جي حساب موجب، جبرئيل کي بغداد ۾ چنيهن سالن جي طبابت واري عرصي ۾، سنهي ٿلهي آمدنيءَ کان الڳ، هڪ ڪروڙ اٺاسي لک درهم مليا هئا!

عربن ڏارين قومن جي علمي سرمايي هٿ ڪرڻ ۾ ڪابه ڪسر نه ڇڏي هئي، ۽ هنن يونان، ايران، هندستان، روم ۽ ڪلدان جي عالمن جا ڪتاب ڳولي ڳولي هٿ ڪيا. علم طب جي انهيءَ ذخيري جو خاص سرچشمو يونان آهي. يونانيءَ مان، عرب عالمن ڪيترائي ڪتاب سڌا عربيءَ ۾ ترجمو ڪيا؛ ڪي وري پهرين شامي زبان ۾، ۽ پوءِ وري ان مان عربيءَ ۾ ترجمو ڪيا ويا. عربن جي ضمير ۾ اصليت ۽ تحقيق هئي- هو انهن ترجمن کي پنهنجي تشريح ۽ توصيف سان سينگاريندا هئا، ۽ انهن ڪتابن تي پنهنجي اجتهاد ۽ تجربن جون خاص حاشيون لکندا هئا. سندن اصليت پسنديءَ ۽ عربي زبان جي وسعت ڪري، عربن انهن ڪتابن کي اهڙو ته رنگ ڏنو، جو هڪ سرسري پڙهندڙ اهو اندازو به نه ڪري سگهندو ته ڪو اهي ڪتاب ڪنهن ٻيءَ ٻوليءَ تان ترجمو ڪيل آهن. هنن نه صرف ترجمو خاص عربي اسلوب ۾ ڪيو آهي، پر ان سان گڏ، عربيءَ جي اصلي لفظن کي موڙي جوڙي، انهن مان سائنٽيفڪ ترڪيبن بنائڻ ۾ اهڙو ته ڪمال ڪيو اٿن، جو علم ۽ زبان جا پارکو دنگ رهجيو وڃن.

هو، شامين ۽ لاطينين وانگر، لفظي ترجمو ڪرڻ کان گريز ڪندا هئا؛ ڇاڪاڻ ته اهڙيءَ حالت ۾- اصلي ڪتاب جي غير موجودگيءَ ۾- پڙهندڙ منجهي پوندو آهي، ۽ هن کي سڄي ڪتاب سان ڏاريائيءَ جي بوءِ پئي ايندي آهي. مثال طور، عربيءَ مان لاطيني ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪندي، لاطينين ”العصعص“ (ڏونگريءَ جي پوئين ريڙهه) کي Alhosos لکيو آهي-حالانڪ اهڙو لفظ لاطيني زبان ۾ ڪڏهن به ڪونه هو. انهيءَ جي برعڪس، عربن کي جتي ڪنهن ڌارئي لفظ کي پنهنجي ٻوليءَ ۾ ڦيرائڻ لاءِ ڪو موزون لفظ هٿ نه آيو آهي، ته آتي هنن هميشه ”مفهوم“ کي لفظن تي ترجيح ڏني آهي، ۽ ڪنهن لڳ ڀڳ عربي لفظ کي موڙي جوڙي لکيو آهي: ته جيئن عربيءَ جي اصليت قائم رهي، ۽ پڙهندڙ کي سمجهڻ ۾ آساني ٿئي. مثلاً، يوناني لفظ Diagnosis جي معنيٰ آهي ”بيماريءَ کي سڃاڻڻ“- عربن کي انهيءَ لاءِ موزون عربي لفظ هٿ نه آيو، ته انهيءَ لاءِ هنن هڪ بلڪل نئون لفظ ”تشخيص“ استعمال ڪيو، جنهن جي لُغتي معنيٰ آهي ”شخص کي سڃاڻڻ“. عربي زبان جي وُسعت ۽ ان جي لچڪ، عربن کي اِنهيءَ ڏکئي مرحلي طي ڪرڻ ۾ نهايت گهڻي مدد ڪئي. مثلاً، عربيءَ ۾ اسم ”سُور“ (درد، شڪايت) لاءِ هڪ خاص مصدر آهي ”فعال“، جنهن جي

وزن تي عرب عالمن بکدر انهيءَ معنيٰ جي لڳ ڀڳ بيمارين جي لفظن کي بنائي ورتو. جهڙوڪ "صُداع" (مٿي جو سور)، "زکام"، جذام، وغيره وغيره.

عربن وٽ لفظن جي ايجاد جو هيو هيءَ نمونو آهي:

دَور (ڦيرڻ) مان "دَوّار" يعني مٿي جي ڦيري؛

بحر (سمنڊ) ,, "بُحـَار" ,, سمنڊ تي سفر ڪرڻ ڪري پيدا ٿيندڙ بيماري،

خمر (شراب) ,, "خُمار" ,, شراب پيئڻ ڪري پيدا ٿيندڙ علامتون؛ وغيره.

اِتي پهچي، مان چند انهن ناليرن حڪيمن جو مختصر ذڪر ڪرڻ موزون ٿو سمجهان، جن عربيءَ ۾ علم طب جي ڪتابن کي ترجمو ڪرڻ ۾ پنهنجون بيش بها خدمتون انجام ڏنيون.

يحيٰ النهوي. القفطيءَ، "تاريخ الحڪماء" ۾ لکيو آهي تہ صاحب موصوف هڪ يوناني عالم هو، ۽ هن ڪيترا ئي ڪتاب يونانيءَ مان عربيءَ ۾ ترجمو ڪيا. هي صاحب مصر جي پهرئين مسلمان گورنر عمر بن عاص جي زماني ۾ هو.

حنين بن اسحاق. صاحب موصوف هڪ اعليٰ درجي جو حڪيم ۽ قابل ترجمان هو. بقراط جي ڏهن ڪتابن مان ست هن جا ترجمون ڪيل آهن، ۽ باقي ٽي سندس شاگرد عيسيٰ بن يحيٰ جا. جالينوس جا سورهن ئي ڪتاب پاڻ ۽ سندس شاگرد حُبيش جا ترجمو ڪيل آهن. "الفهرست" ۾ مذڪور آهي تہ حُنين يونانيءَ مان شامي زبان ۾ ترجمو ڪندو هو، ۽ حُبيش وري شاميءَ مان عربيءَ ۾ ترجمو ڪندو هو. جو وري حُنين پنهنجي نظر مان ڪڍندو هو. ڪجهہ ڪتاب حُنين سنوان سڌا يونانيءَ مان عربيءَ ۾ ترجمو ڪيا.

ترجمانن جو هڪ ٻيو گروهہ "حاران" جي شهر سان تعلق رکي ٿو. حاران وارن مان سڀ کان زياده مشهور ترجمان آهن ثابت بن قرا (٨٣٦ع-٩٠١ع)؛ ثابت جا پٽ ابراهيم ۽ سينان؛ سندس پوٽا ثابت ۽ ابراهيم؛ ۽ ثابت جو پڙپوٽو سينان.

قسطا بن لوقا، حجاج بن مطر، ابن البطريق، عيسيٰ بن يحيٰ (حُنين جو شاگرد)، احمد بن ابي الاشعث، ابن جلجل، ۽ يوحنا بن ماسويہ، جهڙا نامور ترجمان پڻ قابل تعريف آهن.

"زهرن" قبيلي مان بہ ڪيترا چوٽيءَ جا ترجمان ٿي گذريا آهن.

عربن نہ صرف چنڊ وانگر عڪس وٺي علم جي دنيا کي منور ڪيو، پر هنن اندر ڪيترا اهڙا خود-روشن ستارا بہ چمڪي ويا آهن، جن پنهنجي جوت سان علمي دنيا جي نورانيت ۾ ابدي اضافو ڪيو. وقت بوقت، هنن جي روشنيءَ جو تاب نہ جهلي، رقابت ۽ حسد جا طوفان هنن جي سامهون آئيا، تاڪ هنن کي هميشه لاءِ دنيا تان فنا ڪري ڇڏين، مگر هنن جي استقلال ۽ استقامت اڳيان هو غبار شرمنده ٿي پيا، ۽ اهي ستارا جڳ کي پنهنجي روشني

پچائڻ جي مقصد ۾ ڪامياب ٿي ويا. عربن جي تاريخي آسمان تي هنن ستارن جو تعداد ڳاڻاٽي کان ٻاهر آهي، تنهنڪري مان صرف، پنهنجي مقصد کي تائيد پچائڻ لاءِ، انهن مان چند ممتاز غير معمولي قطبن جو ذڪر ڪندس.

**علي ابن الربان.** ابوالحسن علي، بن سهل، بن الطبري، تبرستان جو ويٺل هو- اهو علائقو ڪئسپين سمنڊ جي ڏکڻ ۾ آهي. علي بن ربان، "متوڪل" جي زماني جو هڪ وڏو نالي‌رو حڪيم ۽ جيڏ عالم ٿي گذريو آهي. هو اڳين زماني جي ٻين عالمن وانگر هڪ کان زياده علمن جو واقف هو، ۽ سندس تصنيفون پڻ مختلف موضوعن تي لکيل آهن. هن جي تصنيفن مان چار ڪتاب ميسر ٿي سگهيا آهن، جن ۾ "فردوس‌الحڪمت" سڀني کان زياده مشهور آهي. هن ڪتاب ۾ طب جي فن ۽ نظرين تي نهايت قابل تعريف ڳالهيون لکيل آهن، جن کي پڙهي اهو احساس ٿو ٿئي ته واقعي هن سيائپ جي باغ جي گلن جي خوشبوءِ پنهنجي مٿ پاڻ آهي. علم طب سان گڏ، هن ڪتاب ۾ فلسفهءِ قدرت، علم حوادث سماوي، علم حيوانات، علم توليد، علم نفسيات، علم جوتش، ۽ فلسفي جي ٻين ڪيترن پهلوئن تي نهايت سٺا مقالا لکيل آهن. "فردوس‌الحڪمت" ستن حصن، نيهن مقالن ۽ ٽي سو سٺ بابن ۾ ورهايل آهي، ۽ ستين حصي جي چوٿين مقالي ۾ هندستان جي طب جو بيان آهي.

**الرازي.** ابوبڪر ابن ذڪريا الرّازي، "ري" جو باشندو هو. هو "علي بن سهل" جو سڀ کان زياده جليل‌القدر شاگرد هو، ۽ پنهنجي زماني ۾ هن جو ستارو سندس استاد کان به زياده چمڪڻ لڳو. رازي هڪ جدت پسند حڪيم، ۽ بحيثيت مصنف جي، سڀ کان زياده ذاتي معلومات سان لبريز ڪتابن جو مصنف ٿي گذريو آهي. هن جي نون خيالات ڪري، هن کي ڪيترن طوفانن جو مقابلو ڪرڻو پيو، ۽ ڪيترا ڪارا ڪڪر هن جي روشنيءَ اڳيان ديوار بنجي آيا؛ مگر هن جي مستقل مزاجيءَ اڳيان آهي ڪڪر پاڻي پاڻي ٿي پيا، ۽ هن جي علم جي جوت برابر جرڪندي رهي. شروعاتي زندگيءَ ۾، رازيءَ جو جهڳڙو بخارا جي حاڪم سان ٿيو، جنهن حڪم ڏنو ته هن کي سندس لکيل ڪتاب سان مٿي تي ڏڪ هنيا وڃن... جيستائين هن جو ڪتاب پرزا پرزا ٿئي، يا سندس مٿو ڦاٽي! ٿيو هيئن، جو رازيءَ جو مٿو ڪتاب کان اڳ ڦاٽي پيو. جيو وڃي ٿو ته هن جي وڏيءَ عمر ۾ نابينائيءَ جو سبب پڻ اهو هو- پر منهنجي خيال موجب، سندس نابينائيءَ جو سبب موتيو پاڻي هو. بهرصورت، هن جي تڪليفن جو اندازو انهيءَ مان لڳائي سگهبو ته جڏهن سندس دوستن کيس اکين جي آپريشن ڪرائڻ جي صلاح ڏني، تڏهن پاڻ جواب ڏنائين ته "جنهن دنيا ۾ مون کي هيترن ڏکن ۽ مايوسين کي ڏسڻو پيو آهي، ان کي مان ڏسڻ نٿو چاهيان!"

رازيءَ اٽڪل ڏيڍ سو ڪتاب لکيا. هن بيمارين جو تفصيل نهايت مؤثر ۽ فصيح نموني سان ڏنو آهي. سندس ڪوجنا وچڙندڙ مرضن سان گهڻو تعلق رکي ٿي. "وڏي ماتا" ۽ "ننڍي ماتا" تي هن جا حقيقت افروز مقالا، سندس زماني ۾ حرف‌آخر ڪري مڃيا ويندا

هئا. هن ٻنهي ۾ مثاني جي پٿريءَ تي هڪ شاندار ڪتاب لکيو آهي، جنهن ۾ جراحت جي فن جو پڻ ذڪر آهي. سندس مشهور رسالن مان چند رسالا ڪئمبرج يونيورسٽي جي لائبريريءَ ۾ محفوظ آهن - جن مان هڪ 'وجع المفاصل' (سنڌن جو سور) ۽ ٻيو 'قولنج' (پيٽ جو سخت سور) تي لکيل آهن. علم طب تي رازيءَ ٻيا به ڪيترا ضخيم ڪتاب لکيا، جن مان سڀ کان زياده مشهور آهن "الحاوي"، "الڪافي"، "الجامع"، "مدخل الصغير"، "مدخل الڪبير"، "الملوڪي"، "الفاخر"، ۽ "المنصوري". انهن مان "الحاوي" سڀ کان وڏو ۽ اهم ڪتاب آهي. اهو ڪتاب رازيءَ جي وفات بعد سندس شاگردن، سندس لکيل مضمونن کي گڏ ڪري، تاليف ڪيو هو. هن ۾ بيمارين جو سربستو احوال، هرهڪ جون علامتون، بيماريءَ جو قدرتي رُخ ۽ ان جي پيچاڙي، تشخيص ۽ علاج، وغيره جهڙن موضوعن تي مڪمل بحث ٿيل آهي. "الحاوي" پڙهڻ سان معلوم ٿئي ٿو ته مصنف جي طبي معلومات بلڪل معقول ۽ سائنٽفڪ بنيادن تي مبني هئي؛ ۽ تعجب ٿئي ٿو ته اڄ کان هڪ هزار سال کن اڳ هن صاحب جا مرض کي سڃاڻڻ لاءِ طريقا، موجوده طريقن جي ڪيتري قدر نه قريب هئا!

خبرداريءَ سان مريضن جو سربستو احوال ٻڌڻ کي رازي تمام گهڻي اهميت ڏيندو هو. هو مريض کان نه صرف سندس بروقت جون شڪايتون ۽ ٻيون علامتون دريافت ڪندو هو، ۾ انهن سان گڏ هن جي صحت جي اڳين احوال، سندس والدين ۽ ٻين رشتيدارن جي انهيءَ مرض سان تعلق رکندڙ ڳالهين، ۽ مريض جي معاشي ۽ ٻين حالتن کان واقف ٿيڻ، سندس معمول هو. انهيءَ ڪري، هو صحيح تشخيص ۽ موزون علاج تي آسانيءَ سان پهچي ويندو هو.

"المنصوريءَ" ۾ علم هيئت ۽ علم ڪيفيت (شڪل ڏسي مرض جي تشخيص، ان جي شدت ۽ رفتار، ۽ ان جي بنياد تي مرض ۽ مريض جي اڳتي هلي پيدا ٿيندڙ حالتن بابت راءِ قائم ڪرڻ، ۽ مريض جي نفسياتي حالت، وغيره جاچڻ) بابت نهايت عمدو بيان لکيل آهي. ازانسواءِ، مسافرن لاءِ طبي هدايتون، ۽ زهريلن جانورن جي چڪن ۽ ڏنگن جي علاج وغيره تي ڪيترا دلچسپ ۽ مفيد مضمون "المنصوريءَ" ۾ لکيل آهن.

رازيءَ جي لکڻيءَ مان بلڪل نجي عربيت ٽپڪي ٿي. ڪنهن به موضوع تي قلم کڻڻ وقت، پهرين هو ان تي ٻين فني ماهرن جا رايا لکي ٿو، ۽ ان کان پوءِ پنهنجا تجربا بيان ڪري ٿو. مثلاً، دمڪشيءَ بابت تحرير ٿو ڪري: "بن مسوع چوي ٿو ته دمڪشيءَ جي مريض کي روزانو ٻه ڊرام لوسڻ جا سُڪايل ٽڪرا، پائوڊر ڪري، پاڻيءَ سان پيارڻ گهرجن: جالينوس جو چوڻ آهي ته دمڪشيءَ جا ڪيترا مريض، مرض کان نجات پائين ٿا، جيڪڏهن هنن کي ڇيري جو رت شراب ۾ پياريو وڃي - مگر منهنجو خيال آهي ته ڇيري جو رت نه ڏيڻ گهرجي: ڇاڪاڻ ته مون ڪيترن مريضن تي استعمال ڪيو آهي، ۽ ان کي غير اثرائتو پاتو اٿم".

رازي هڪ اعليٰ مفڪر ۽ طبيب هئڻ سان گڏ، صحيح معنيٰ ۾ حڪيم به هو. هو هر ڪنهن مريض سان سياڻپ ۽ عقلمنديءَ وارو ورتاءُ ڪندو هو. مثال طور، هيٺ سندس هڪ مريض جو احوال ڏجي ٿو، جنهن مان هن جي سياڻپ پڌري ٿي.

بغداد ۾ هڪ نوجوان رازيءَ وٽ آيو، جنهن کي ڪجهه ڏينهن کان رت جون الٽيون اچي رهيون هيون. رازيءَ هن مرض جي عام ڪيفيت کي ڌيان ۾ رکي، نوجوان کان احوال وٺڻ شروع ڪيو، پر هن کي مرض جو سبب معلوم نه ٿي سگهيو. جنهن تي اهو نوجوان ڏاڍو مايوس ٿيو. رازيءَ وري هن کي چڱيءَ طرح تپاسيو، ۽ کانئس پڇيائين ته هن پنهنجي سفر ۾ ڪهڙين جڳهين تان پاڻي پيتو هو. اهو معلوم ڪري، هن کي چيائين ته "مان توکي بلڪل صحتياب ڪري سگهان ٿو. بشرطيڪ، جيئن مان چوانءِ تيئن ڪندين". نوجوان اهو واعدو ڪيو. پوءِ ڏينهن رازي 'طحاب' (ڪائي) گاهه جا ٻه گهڙا ڀري، انهن ۾ پاڻي وجهي، هن وٽ ويو ۽ اهو ڪيس پيارڻ لڳو. ايستائين، جو هو نوجوان پرچي پيو، ۽ هن کي الٽيون اچڻ لڳيون. انهن الٽين ۾ ٿي هڪ جَرَ نڪتي. ۽ ان طرح مريض صحتياب ٿي ويو.

علاج جي هن طريقي جو اصول هيءُ هو ته پيٽ ۾ اهڙي شي وجهڻ گهرجي، جنهن کي جَرَ پيٽ جي گوشت کان وڌيڪ پسند ڪري، ۽ وڃي ان کي چڪ پائي: ساڳئي وقت ئي مريض کي الٽي ٿي اچڻ گهرجي، جو اها جَرَ ٻاهر نڪري اچي.

هن نموني جي تشخيص ۽ علاج جو داد ڏيڻ کان ڪو به فن طب جو ماهر رهي نه سگهندو.

عرب نه صرف دوائن جي استعمال ۾ پنهنجي ڌاڪ ۽ حڪمت-عمليءَ کان ڪم وٺندا هئا، پر هو علم طب جي اهم پهلو، "نفسياتي علاج" (Psycho-therapeutics)، کان پڻ بخوبي آگاه هئا. انهيءَ باري ۾ رازيءَ جا ڪيترا واقعا مشهور آهن، جن مان هڪ امير منصور متعلق آهي. ان جڏهن رازيءَ کي پنهنجي سنڌن جي سور لاءِ سڏايو هو، تڏهن رازيءَ اچڻ کان انڪار ڪيو. جيئن ته امير بلڪل گهڻن حڪيمن جو علاج ڪري مايوس ٿي پيو هو، تنهنڪري رازيءَ لاءِ حڪم ڏنائين ته جيڪڏهن هو خود نه اچي، ته هن کي ٻڌين ۾ ٻڌي آندو وڃي. رازيءَ بخارا پهچڻ تي امير منصور جو علاج شروع ڪيو، پر هن کي ڪو به فائدو نه ٿيو. رازي پوءِ سمجهي ويو ته هاڻي حڪمت-عمليءَ کان ڪم وٺڻو پوندو. ڇاڪاڻ ته فائدي نه ٿيڻ جو سبب امير جو پنهنجو نفسياتي وهم 'منهنجو ته هو مرض لاعلاج آهي!' رازيءَ امير کي چيو ته "تنهنجو علاج مان ڪري سگهان ٿو، بشرطيڪ تون پنهنجو سڀ کان ڀلو گهوڙو ۽ خچر مون کي ڏين، ۽ مان جيئن چوانءِ تيئن ڪرين". امير اها ڳالهه مڃي. رازي، امير کي هڪ گرم چشمي تي، شهر کان ٻاهر، اڪيلو وٺي ويو، جنهن ۾ هن کي وهنجاريائين ۽ ڪنهن دوا جو حقنو ڪيائين. انهيءَ بعد هو امير کي چشمي کان ٻاهر وٺي آيو، ۽ يڪدم قوتيءَ سان هڪ خنجر ڪڍي، امير تي حملي ڪرڻ جو ارادو ڏيکاريائين، ۽ چوڻ لڳو ته "اي امير، تو منهنجي گهڻي بيعزتي ڪئي آهي؛ ڇاڪاڻ ته تو مون کي ٻڌائي، منهنجي

مرضيءَ جي خلاف پاڻ وٽ گهرايو آهي. انهيءَ لاءِ، تنهنجي سزا صرف موت آهي، ۽ هاڻي پاڻ کي سنڀال!"

امير يڪدم غصي ۾ ڊپ کان لال ٿي ويو، ۽ پڇڻ جي ڪوشش ڪيائين. هن کي پنهنجي سنڌن جا سور خيال مان آڏامي ويا، ۽ هو تڪڙو ڊوڙڻ لڳو!

رازي، جلدي گهوڙي تي سوار ٿي، پنهنجي نوڪر کي خچر تي چاڙهي، گوٺ روانو ٿيو. اتان امير کي خط لکيائين ته "سون اِها حڪمت-عملي صرف تنهنجي فائدي لاءِ ڪئي هئي، ۽ گستاخيءَ لاءِ معافي چاهيان ٿو". اهڙيءَ طرح، هن منصور کي چاڪ چڱو ڀلو ڪيو.

**علي بن عباس.** القفطي لکي ٿو ته علي بن عباس جا ابا ڏاڏا مجوسي هئا. هو ايران ۾ پيدا ٿيو هو، ۽ سندس استاد "ابو ماهر موسيٰ، بن سيّار" هو. علي بن عباس پنهنجي زماني جو هڪ اعليٰ طبيب ٿي گذريو آهي. طب جي نظرياتي ۽ عملي پهلوءَ تي هن "الملڪي" نالي هڪ نهايت معقول ۽ قابل تحسين ڪتاب لکيو آهي. "الملڪي" اُن زماني ۾ طب تي نهايت معتبر ڪتاب ليکيو ويندو هو، ۽ تقريباً هرمدرسي ۾ پڙهايو ويندو هو- جيستائين بوعلي سينا جو ڪتاب "قانون" وجود ۾ آيو. "الملڪي" جو اصل نالو "ڪامل الصّناعة" آهي. هيءُ ڪتاب اٽڪل چار لک لفظن تي مشتمل، ۽ ويهن مقالن ۾ ورهايل آهي. هرمقالي جا ڪيترا ئي باب آهن. پهريان ڏهه مقالا طبي نظرين تي لکيل آهن، ۽ ٻوين ڏهن ۾ فن طب جي عملي پهلوءَ تي تبصرو ڪيل آهي. علم بدن، طب عمومي، جراحت، ۽ ٻين ڪيترن علم طب جي ڀاڱن تي جدا جدا بحث ڪيل آهي. انهيءَ کان سواءِ، "الملڪي" ۾ علم طب جي گذشته تواريخ ۽ حالات تي پڻ روشني وڌل آهي، ۽ وڏن وڏن حڪيمن جي زندگيءَ ۽ انهن جي ڪمن تي بلڪل سهڻو تنقيدي بحث ڪيل آهي.

**بوعلي سينا.** ابو علي حسين، ابن عبدالله، ابن سينان، اڄ کان اٽڪل هڪ هزار سال اڳ، سنه ۹۸۰ع ۾، پيدا ٿيو. هن جي قابل شخصيت تعارف جي محتاج نه آهي. ننڍڻ ۾ ئي هن جي هوشياريءَ جي هاڪ هنڌان هنڌ ڦهلجي ويئي، ۽ سندس علم جو سِڪو سڀني جي دل تي جمي ويو. وڏو ٿي، هو "الشيخ الرئيس" ۽ "المعلمة الثاني" جي لقبن سان مشهور ٿي ويو- ("المعلمة الاول" يعني پهريون استاد، ارسطوءَ کي سڏيو ويندو آهي). هن جي پرنور ستاري جي چمڪ جو تاب نه جهلي، ڪيترائي حاسد هن جي خلاف ٿي پيا، ۽ ڪڏهن ڪڏهن ته هن کي پنهنجو سر اڪائڻ لاءِ هڪ شهر کان ٻئي شهر ڀڄڻو ٿي پيو. سفر جي ڏکن ڏاکون هن کي پاڻ پڪو ڪيو، ۽ کيس يونان ۽ ٻين ملڪن جو علم سنئون سڌو هٿ ڪرڻ جو موقعو مليو: هن جي دماغي صلاحيتن ۽ سندس جفاڪشيءَ گڏجي هن کي امر ڪري ڇڏيو.

علم طب سان گڏ قرآن، حديث، تفسير، فلسفي، علم ڪلام، علم طبعي، علم ڪيميا، علم فلڪيات- مطلب ته علم جي ڪيترن ئي جدا جدا پهلوئن ۾ هن اعليٰ ڪمال جي مهارت حاصل ڪئي، جو ان کي ڏسي ڏندين آڱريون اچيو وڃن.

"الفهرست" ۾ مذڪور آهي ته بوعلي سينا ڪُل نوانوي ڪتاب لکيا، جن مان سورهن علم طب تي لکيل آهن. طب تي سندس لکيل ڪتاب تقريباً سڀ جا سڀ ضخيم آهن - انهن مان ڪي ڪي ته ويهن ويهن حصن ۾ ورهايل آهن. هن جي طبي تصنيفن مان سڀ کان وڌيڪ مقبول ۽ معتبر ڪتاب "القانون في الطب" آهي. ان کان پوءِ، دل جي بيمارين متعلق سندس لکيل ڪتاب "الادوية القلب" اهميت ۾ اچي ٿو. بوعلي سينا جون چند ٻيون اهم تصنيفون هي آهن: "تدارڪ انواع الخطا في التدبيرالطب"؛ "الشفاء"؛ "النجات"؛ "الارجوزة السينائية"؛ "تقاسير الحڪمت"؛ "رسالة الفصد"؛ "رسالة الهنديه"؛ "رسالة في علاج حصي شطر الغب"؛ "رسالة في القولنج"؛ "رسالة في حفظ الصحت"؛ "رسالة سڪنجبين"؛ "رسائيل شيخ الرئيس".

"القانون" ۾ تقريباً ڏهه لک لفظ آهن. هيءَ ڪتاب پنجن حصن ۾ ورهايل آهي: پهرئين حصي ۾ علم طب جي بنيادي اصولن ۽ طب عمومي تي بحث ڪيل آهي؛ ٻئي حصي ۾ مفرد دوائون لغتي طريقي سان بيان ڪيل آهن - جنهن ۾ هرهڪ دوا جون صفتون، فائدا ۽ نقصان ڄاڻايل آهن؛ ۽ اهو پڻ ڄاڻايل آهي ته اهي دوائون ڪهڙن ڪهڙن مرض لاءِ مفيد آهن؛ ٽئي حصي ۾، مٿي کان پيرن تائين، جدا جدا عضون جي مخصوص بيمارين جو ذڪر تفصيل سان ڪيل آهي، جنهن ۾ انهن بيمارين جون علامتون، بيماري سڃاڻڻ جا طريقا ۽ علاج، سائنٽيفڪ نموني سان لکيل آهن؛ چوٿين حصي ۾ انهن بيمارين جو ذڪر آهي، جيڪي جسم جي هڪ کان زياده حصن سان تعلق رکن ٿيون، يا هڪ عضوي کان ٻئي ڏانهن پکڙجڻ جي اهليت رکن ٿيون - مثلاً بخار، سرطان، هڏين جون بيماريون، سنڌن جون بيماريون، زهريات، وغيره؛ ۽ "قانون" جي پنجين حصي ۾ مرڪب دوائن ۽ نسخن جو بيان ڪيل آهي.

بوعلي سينا جي ڪتاب "قانون" جي وسعت، جامعيت، ضخامت، لغتي بناوت، ۽ سائنٽيفڪ طريقي جي لکڻي، بوعلي سينا جي وسيع علم، با عظمت شخصيت، پايهء ڪمال جي قابليت، محنت، جفاڪشي، فڪر جي بلنديءَ، جدت پسنديءَ ۽ اجتهاد کي بخوبي عالم آشڪار ڪري ٿي، ۽ علم جي آسمان ۾ هن چمڪندڙ ستاري جي جوت اڳيان ڪانئس اڳين ستارن جي روشني ڦيڪي ڦيڪي لڳي ٿي. "قانون"، علم طب جو اهو ميويدار وڻ آهي، جنهن مان موجوده طب جون ڪيتريون شاخون ڦٽي نڪرن ٿيون. سلهه جهڙي موذي مرض بابت بوعلي سينا بلڪل گهڻي کوجنا ڪئي آهي، ۽ علم طب جي تاريخ ۾ هن پهريون دفعو سلهه کي وچڙندڙ مرض تسليم ڪرايو آهي، ۽ ثابت ڪيو اٿس ته هيءَ مرض سلهه جي مريض جي ويجهو ويهڻ سان ٿئي ٿو. سندس هن اهم انڪشاف، نه صرف سلهه بابت کوجنا جا نوان دروازا کولي ڇڏيا، پر ان سان گڏ، هن موذي مرض کان بچڻ جا مؤثر اپاءَ پڻ پيدا ڪيا، جن "علم الصحت عام" جي ترقيءَ ۾ هڪ نمايان اضافو ڪيو.

"قانون" ۾ "علم صحت عام" جي گهڻن ئي پهلن تي بوعلي سينا تفصيل سان بحث ڪيو آهي. هن اهو سيکڄهه لکيو آهي ته ڪهڙي قسم جي آبهوا صحت لاءِ مفيد آهي؛ شهر ۾ گهر

کھوڙي حصي ۾ هئڻ گهرجي؛ تهرهڪ ٻئي کان ڪيتري مفاصلي تي هئڻ گهرجن، گهر جي اندر ۽ ٻاهر صفائي ڪيتري قدر لازمي آهي؛ مکين مان ڪهڙا نقصان آهن؛ وغيره وغيره. انهيءَ موضوع تي لکندي، بوعلي سينا 'غذا' ۽ 'پاڻيءَ' تي مڪمل بحث ڪيو آهي. پاڻي کين پاڪ صاف رکجي؛ ڪهڙن قسمن جي چشمن ۽ کوهن جو پاڻي استعمال ڪرڻ گهرجي؛ ورهنجڻ وقت ڪهڙا احتياط رکڻ گهرجن؛ ڪمري جو ماحول ڪهڙو هئڻ گهرجي؛ ننڊ ڪيتري ڪرڻ گهرجي؛ ننڊ لاءِ موزون وقت، سفر لاءِ هدايتون، ٻڍن جي سنڀال، ٻارن جي پرورش- غرض ته صحت عامه جي هر اهم شعبي تي قابل تعريف نڪتا لکيا اٿس، جي اڄ تائين حڪيمن ۽ ڊاڪٽرن لاءِ مشعل راهه آهن.

بوعلي سينا انسان جي دماغي عدم توازن تي بہ گهڻو دلچسپ بحث ڪيو آهي، ۽ دماغي بيمارين جي اسباب، انهن جي قسمن، تشخيص جي طريقن ۽ علاج متعلق مفيد مقالا لکيا اٿس.

"قانون" ۾ نہ صرف علم طب جي عام نظرياتي ۽ عملي پهلوءَ تي بحث ڪيل آهي، پر ان ۾ ڪيترين ئي نيون نيون ڳالهيون ذڪر ڪيل آهن- مثلاً "سرود" ڪي بيماريءَ لاهڻ لاءِ ڪيئن استعمال ڪري سگهجي ٿو، ۽ سرود ڪهڙين بيمارين ۾ فائديمند آهي، وغيره. انهيءَ ئي سلسلي ۾، هڪ دلچسپ واقعو-جو روميءَ پڻ پنهنجي مثنويءَ ۾ بيان ڪيو آهي-ملاحظي لاءِ پيش ڪجي ٿو:

بوعلي سينا اڳيان هڪ نوجوان مريض آندو ويو، جو ڪيتري وقت کان بيمار هو. هو ماني وغيره کائڻ کان انڪار ڪندو هو، ۽ ڳرندو پئي ويو. ڪيترائي حڪيم هن جو علاج ڪري، مايوس ٿي چڪا هئا. جڏهن بوعلي سينا هن جو سربستو احوال معلوم ڪيو، تڏهن هن جي نبض تي هٿ رکي، سندس عزيزن کي چيائين تہ "جن جن شهرن ۾ هيءَ نوجوان رهيو هجي، انهن جا نالا وٺو". هڪڙي شهر جي نالي ٻڌڻ سان نوجوان جي نبض تيز ٿي وئي، ۽ وڌيڪ زور سان هلڻ لڳي. ان کان پوءِ، هن سيائي حڪيم چيو تہ "هاڻي انهيءَ شهر جي گهٽين جا نالا وٺو". هڪ گهٽيءَ جي نالي وٺڻ سان نوجوان جي وري ساڳي حالت ٿي. بوعلي سينا پوءِ انهيءَ نوجوان جي واقف ماڻهن جا نالا وٺي ٻڌائڻ لاءِ چيو-۽ آخر هڪڙيءَ ڇوڪريءَ جي نالي ٻڌڻ سان، نوجوان جي نبض جي رفتار تمام تيز ٿي وئي. اهڙيءَ طرح، بوعلي سينا پنهنجي نوجوان مريض جو مرض پروڙي ورتو، ۽ ٻڌايو تہ "هن بيماريءَ جو علاج 'وصال يار' آهي!"

انهيءَ سلسلي ۾، مان اوهان جو ڌيان موجوده زماني جي هڪ جديد کوجنا ڏي ڇڪائيندس: هڪ ازخود ڪم ڪندڙ مشين ذريعي، خون جو دٻاءُ رڪارڊ ڪيو ويندو آهي، ۽ اهڙين ڳالهين ظاهر ڪرائڻ لاءِ، انهن سان تعلق رکندڙ مبهم نالا ورتا ويندا آهن. مخصوص نالي تي خون جو دٻاءُ وڌي ويندو آهي، ۽ حقيقت جو انڪشاف ٿي پوندو آهي: بوعلي سينا ڪيترو وقت اڳ انهيءَ حقيقت کان واقف هو!

بوعلي سينا پيون بہ ڪيتريون قابل ذڪر دريافتون ڪيون، جن لاءِ هوند مضمون جون حدون اجازت ڏين تہ جيڪر تفصيل سان لکيو وڃي.

**زين الدين اسماعيل.** ڪن مؤرخن هن جو نالو سيد شريف شرف الدين اسماعيل، بن حسين الحسيني، جرجاني، لکيو آهي. هو صاحب ٻارهين صديءَ ۾ ايران ۾ پيدا ٿيو، ۽ سندس طبي تصنيفن مان سڀ کان مشهور "ذخيرهء خوارزم شاهي" آهي. اهو ڪتاب ۱۱۱۰ع ڌاري ۾ لکيو ويو، ۽ جيڪڏهن بوعلي سينا جي "قانون" کان زياده اهميت نٿو رکي، تہ بہ ان جو ثاني ضرور آهي. هن ڪتاب ۾ اٽڪل پنج لک لفظ آهن، ۽ ڪيترن جزن، بابن ۽ موضوعن ۾ ورهايل آهي. زين الدين جا ٻيا مشهور طبي ڪتاب "اغراض طب"، "يادگار" ۽ "خفي علائي" آهن. "خفي علائي" ۾ 'علم حفظ صحت' ۽ 'تقدمةالمعرفت' بابت نهايت سٺو مواد آهي.

**ابوالڪيسس.** ابوالقاسم خلف بن عباس الزهراوي، 'قرطبہ' ۾ سنہ ۹۳۶ع ۾ پيدا ٿيو. صاحب موصوف جراحت جي فن ۾ نمايان شهرت حاصل ڪئي. هن جي مکيہ ڪتابن مان هڪ "تصريف" آهي، جنهن جو پورو نالو "التصريف لمن عجز عن التاليف" آهي. جراحت جو هيءَ پهريون ڪتاب آهي، جنهن ۾ انهيءَ فن کي سمجهائڻ لاءِ تصويرن ۽ نقشن جي مدد ورتي وئي آهي. ابوالڪيسس لکي ٿو تہ "جراحت ٻن قسمن جي آهي: هڪ آها، جا مريض کي مرض کان نجات ڏياري؛ ۽ ٻي آها، جا هن کي موت سان ملاقات ڪرائي". ابوالقاسم فن جراحت ۾ خبرداريءَ کي دليريءَ تي ترجيح ڏني ٿو. جراحت تي هن ٻيا بہ ڪيترا ڪتاب لکيا آهن. 'ڏنب' تي هن هڪ خاص ڪتاب لکيو آهي؛ هڪ ٻئي ڪتاب ۾ 'مثاني جي پٿريءَ' کي ٻاهر ڪڍڻ، ۽ اهڙا ٻيا جراحت جا فن بيان ڪيل آهن؛ هڪ ٽئين ڪتاب ۾ هڏن ڀڄڻ ۽ سنڌن نڪرڻ جو مفصل احوال، علاج سميت، لکيو اٿس.

الزهراوي نہ صرف هڪ بلند پايي جو جراح هو، پر آن سان گڏ علم طب ۽ حڪمت جي ٻين شعبن تي بہ ڪيس اعليٰ دسترس حاصل هئي. ازان سواءِ علم الادويہ - مفردات و مرڪبات - ۾ بہ سندس مٽ زماني ۾ ٿورا عالم هئا.

**ابن الزهر.** ابو مردان عبدالملڪ، ابن الفقيہ محمد، بن مردان، بن زهر الايادي کي انگريزيءَ ۾ Avenzoar سڏيو ويندو آهي. اسپين جي هاڪارن حڪيمن ۾ هن صاحب کي هڪ ممتاز حيثيت حاصل آهي. هيءُ پهريون حڪيم هو، جنهن کُجليءَ يا خارش جو جيوڙو (Itch mite) ڳولي لڌو، ۽ ان جو بيان ڪيائين. ابن الزهر جون نيون ايجادون ۽ سندس کوجنائون بلڪل گهٽيون آهن. هيءُ ٻيو پهريون حڪيم هو، جنهن انهيءَ ڳالهہ ڏانهن ڌيان ڇڪايو تہ خوراڪ بدن کي حقني ذريعي بہ پهچائي سگهجي ٿي: مثلاً ڪو شخص بيهوشيءَ يا ٻئي ڪنهن سبب کان کاڌو ڳڙڪائي نٿو سگهي، تہ ان کي کاڌو حقني جي ذريعي ڏئي سگهجي ٿو.

ابن الزهر جي خاندان ۾ پيا ٻه ڪيترا مشهور حڪيم ٿي گذريا آهن، جن جا نالا هي ڏجن ٿا: ابوالعلاء بن زهر، ابو مروان بن ابي العلاء، حفيد ابوبڪر بن زهر، حفيد پڻ ۽ ان جي ڀائيجي.

**ابن الرشد.** هيءُ ابن الزهر جو شاگرد ۽ دوست، "قرطبه" ۾، ۱۱۲۶ع ۾ پيدا ٿيو. هن ڪي زندگيءَ ۾ نهايت گهڻن مشڪلاتن ۽ مصيبتن سان منهن ڏيڻو پيو. صاحب موصوف اعليٰ درجي جو حڪيم هو، ۽ يورپ - خصوصاً جرمنيءَ - ۾ بلڪل گهڻي شهرت حاصل ڪيائين.

**موسيٰ بن ميمون.** ابو عمران موسيٰ، بن الميمون، ۱۱۳۵ع ۾ ڄائو هو، ۽ بادشاه صلاح الدين جو شاهي حڪيم ٿي گذريو آهي. هن هڪ ڪتاب زهريلي جانورن جي ڏنگن متعلق لکيو آهي، جنهن ۾ نانگ جي ڏنگ، وڇونءَ جي ڏنگ، ڇتي ڪتي جي چڪ، ۽ ماڻهوءَ جي چڪ وغيره تي تفصيل سان بحث ڪيو اٿس، ۽ انهن جون علامتون، تشخيص ۽ علاج نهايت سهڻي طريقي سان بيان ڪيو اٿس. علاج جي اصولن ڪي بيان ڪندي، زخم کي کولڻ، زهر چوسڻ، ڏنب ڏيڻ، ۽ زخم مٿان زور سان پٽي ٻڌڻ بابت پڻ هن هدايتون ڏنيون آهن. بيمارين جي سببن ۽ صفتن تي لکيل هڪ ڪتاب ۾ جادو ۽ جوتش جي هن سخت مخالفت ڪئي آهي، ۽ مفرد دوائن جي استعمال کي مرڪب دوائن لي ترجيح ڏني اٿس. موسيٰ بن ميمون علم صحت جي اصولن تي ٻه گهڻو زور ڏنو آهي، ۽ تازيءَ هوا ۽ صحت بخش غذا جي اهميت بيان ڪئي اٿس.

**ابن البيطار.** حڪيم ابوعبدالله، بن احمد المالقي النباتي، المعروف به "ابن البيطار"، سنه ۶۶۳ هه ۾ پيدا ٿيو. هو علم نباتات جو هڪ اعليٰ عالم ۽ ماهر ٿي گذريو آهي. علم نباتات جي دائري ۾ هن خصوصاً طبي ٻوٽين بابت کوجنا ڪئي، ۽ هر هڪ ٻوٽيءَ کي سائنس جي اصولن مطابق بيان ڪيو اٿس. صاحب موصوف علم نباتات سان گڏ طبي فن ۽ ٻين ڪيترن علمن جو ڄاڻو هو.

مٿي، مان پڙهندڙن جي خدمت ۾ چند ممتاز ترين شخصيتن جو بلڪل مختصر بيان ڪري چڪو آهيان؛ جنهن مان عربن جي طبي خدمتن ۽ هنن جي انهيءَ علم ۽ فن تي دسترسيءَ جو اندازو، انهيءَ مثل موجب ڪري سگهبو، جيئن خرار مان آنءُ جي مٺ ڀري ماڻهو پوري خرار جي جنس جو اندازو ڪري سگهندو آهي.

مذڪوره بالا شخصن کان سواءِ، عربن جي دائرهءِ تسلط ۾ پيا ٻه، هزارين علم جا گوهر پيدا ٿيا. نه منهنجي علم جي ايتري وسعت آهي، ۽ نه وري منهنجي مضمون جون حدون مون کي اجازت ڏين ٿيون، ته انهن تي مان ڪجهه تبصرو ڪري سگهان؛ تنهن هوندي ٻه صرف تعارف طور انهن مان ٿورن جا نالا ملاحظي لاءِ پيش ڪجن ٿا.

اکين جي بيمارين جا ماهر: زينب، ابن وصف صابي، جبرئيل ڪمال، شريف ڪمال، ۽ علي بن عيسيٰ.

امراض نسواني (عورتن جون مخصوص بيماريون) ۾ حفيد جي پٽ ۽ پاڻيجيءَ ايتري
ته شهرت حاصل ڪئي، جو منصور هنن کي پنهنجي حرم ۾ علاج لاءِ گهرائي رکيو.
ابن البذوخ، دوا سازيءَ جي فن جو ماهر هو.
صاعد بن شيرين عبدوس، بهترين فصادن مان هڪ هو.
ابن عڪاشه، مثاني جي بيمارين ۾ خاص نالو ڪڍيو.
ملا نفيس، ڪي فن ڪليات تي عبور هو.
علم الادويه ۾ ابن جلجل، رشيدالدين، تميمي، عمر ۽ احمد ابنان يونس، چوٽيءَ
جا ڄاڻو هئا.
جرجس، "المنصور" جي عهد ۾ نامور حڪيم هو. هن جي خاندان ۾ پيا به ڪيترا
بلند پايي جا حڪيم ٿي گذريا آهن - جهڙوڪ: سندس پٽ بخت يشو بن جرجس،
ان جو پٽ جبرئيل بن بخت يشو، ان جو پٽ بخت يشو بن جبرئيل، تنهن جو پٽ
عبيدالله بن بخت يشو، ۽ ان جو پٽ جبرئيل بن عبيدالله.
جبرئيل بن بخت يشو، هارون رشيد جو شاهي حڪيم هو.
معتصم باالله جو درباري طبيب سمويه بن بنان؛ المعتمد جو شاهي حڪيم خاص
ثابت ابن جراء؛ متوڪل جي زماني جو نامور حڪيم ۽ ترجمان حنين بن اسحاق؛
۽ عذير باالله فاطميءَ جي ڪچهريءَ جو سينگار منصور بن مشر- جن پنهنجي
لافاني ياد پٺيان ڇڏي ويا آهن.

عربن جي دور حڪومت ۾ علم طب جو شوق صرف وڏن وڏن عالمن، حڪيمن ۽
فيلسوفن تائين محدود نه هو، بلڪ ٿورو گهڻو هرهڪ پڙهيل ڳڙهيل فرد کي انهيءَ فن سان
چاهه هوندو هو. اهو ورثو صرف مردن جو به نه هو، ڪي ڪي عورتون به انهيءَ فن کي
ڪمال جي حد تائين ڄاڻنديون هيون. چيو وڃي ٿو ته هارون رشيد وٽ هڪ ٻانهي وڪڻ
لاءِ آئي، جنهن جي قيمت سندس اصلي مالڪ ڏهه هزار دينار رکي - اها رقم هڪ ٻانهيءَ
لاءِ نهايت گهڻي هئي. هارون رشيد ايڏيءَ وڏيءَ رقم جو سبب دلچسپيءَ سان دريافت ڪيو،
جنهن تي اصلي مالڪ هن جي علم جي تعريف ڪرڻ لڳو. آخر ان جو امتحان وٺڻ لاءِ
هارون رشيد سڀ کان زياده نامور حڪيم، فيلسوف، مفسر، قانوندان ۽ جوتشي گهرايا. تاريخن
۾ ذڪر آهي ته هن عورت نه صرف هرهڪ عالم جي سيني سوالن جا جواب موزون ۽ صحيح ڏنا،
بلڪ وري هرهڪ کان هڪ هڪ سوال سندن مخصوص فن مان اهڙو پڇيائين، جنهن جو هو
جواب نه ڏيئي سگهيا! علم طب مان، هن عورت کان علم بدن ۽ علم صحت بابت سوال پڇيا ويا.

مضمون ختم ڪرڻ کان اڳ، مسلمانن جي ڀرين پنج سوسالن جي اقتدار واري زماني
۾ علم طب جي ترقيءَ تي سرسري تبصري ۽ پنهنجي شخصي نظرئي ڏيڻ بدران، مان صرف
انهيءَ دور جي آخر ۾ هڪ اسپتال جو بيان ڪندس، جنهن مان پڙهندڙ دوست، گذريل

تذڪري ۽ خصوصاً انهيءَ دور ۾ طب جي اوائلي حالتن کي مدنظر رکي، پاڻ پنهنجي راءِ قائم ڪري سگهندا.

قاهري ۾ "منصور" اسپتال ۱۲۸۴ع ڌاري تيار ٿي. هيءَ اسپتال وقت جي ٻين اسپتالن وانگر عظيم پيماني تي هلندڙ هئي، جنهن ۾ مريضن کي هر قسم جون سهوليتون ميسر هيون. منصور اسپتال ۾ هر قسم جي بيمارين لاءِ الڳ الڳ وارڊ هئا- مثلاً بخار، پيٽ جون بيماريون، اکين جا مرض، زنانيون بيماريون، جراحت، وغيره. مردن ۽ عورتن لاءِ پڻ علحدو انتظام هو. بخارن جي وارڊ کي ٿڌي هوا جي چشمن سان ٿڌو رکيو ويندو هو. هن اسپتال ۾ تقرير لاءِ هڪ وڏو هال، طب سان تعلق رکندڙ جڙي ٻوٽين جو هڪ باغ، هڪ مطب (Dispensary)، ۽ هڪ وڏي لائبريري هئي. لائبريريءَ کي هلائڻ لاءِ ڇهه ملازم (Librarians) رکيل هئا. جن مريضن کي ننڊ نه ايندي هئي، انهن کي رات جو هلڪي ۽ مٺي سرود سان لولي ڏيئي سمهارڻ لاءِ خاص بندوبست هو. پنجاهه قاري، روزاني قرآن شريف جي تلاوت ڪندا هئا. ازان سواءِ، اسپتال ۾ چڱا موچارا عالم صرف انهيءَ لاءِ نوڪريءَ ۾ رکيا ويا هئا، ته هو بيماريءَ سان آئندڙ مريضن کي وندرائڻ لاءِ ڪين سٺيون، نصيحت آموز آکاڻيون پڙهائين. ٻين وڏين اسپتالن وانگر، "منصور" اسپتال ۾ پڻ علاج مفت ۾ ٿيندو هو. انهيءَ کان سواءِ، گهرجائو مريضن کي خيراتي فند مان ايترا پئسا ملندا هئا، جو اسپتال ۾ رهڻ ۽ باقاعدي ڇاڪ ٿيڻ جي عرصي تائين، هنن جي گهر جو خرچ آسانيءَ سان هلي سگهي، ۽ هنن کي پنهنجي ٻارن ٻچن جي ڪا به ڳڻتي نه رهي.

انهيءَ مان ثابت آهي ته جيڪو ڪم "ريهبليٽيشن" ۽ "سينيٽوريم" سينٽر يورپ ۾ هاڻي ڪري رهيا آهن، اهو مسلمانن جي آخري دور ۾، ترقيءَ جون ڪافي منزلون طي ڪري، پنهنجي اوج تي پهچي چڪو هو.



كيرت پاپائي

# ادب ۽ حقيقت نگاري

”سُٺي ۽ جٽادار ادب جو بنياد آهي زندگيءَ جي آزمودن ڏانهن، حقيقتن جي سچائيءَ ڏانهن، ۽ پاڻ ڏانهن، پُوري ايمانداري“- هيءُ ويچار حڪيم افلاطون هزارين سال اڳ ۾ پيش ڪيو هو، جڏهين ادب اڃا پالڻ ۾ هو. هر فن ۽ وگيان جي جان ’حقيقتون‘ آهن. حقيقتون ئي ادبي تخليق لاءِ زنده مواد آهن. حقيقتون اُهي آهن، جي ڏسي سگهجن ٿيون، جي ٻڌيون ويئون آهن، ۽ جن جو تصور يا ڪلپنا ڪري سگهجي ٿي. جهڙيءَ طرح هڪ وگيان جو ڄاڻو، پنهنجي تجربيگاهه ۾ ويهي، مليل يا ڏٺل حقيقتن جي ڇنڊ ڇاڻ ڪري، ان مان ڪو راز ڳولي ٿو لهي: ساڳيءَ طرح هڪ اديب پڻ حقيقتن کي کولي ڦولهي، پنهنجي دماغ جي تجربيگاهه ۾ انهن جي صحيح روپ کي پرکي، قلمبند ڪري، اهڙيءَ صورت ۾ ظاهر ڪري ٿو، جنهن ڪا ڳجهارت سلجهي وڃي، ڪا سچائيءَ جي جهلڪ پسي وڃي، يا ڪو لڪل اسرار کُلي نروار ٿئي.

هن دنيا ۾ ٿيندڙ حقيقتن کان مٿي ٻي ڪا ڳالهه نه آهي. اديب لاءِ سچ سان وفاداريءَ کان مٿي ٻيو اصول نه آهي- سچي حياتيءَ ۽ سچيءَ دنيا جي تصوير چٽڻ کان مٿي زوردار ٻي ڳالهه آهي به ڪانه. ٿيوفل گيٽر کهڙو اڳ چيو هو: ”مان اُهو انسان آهيان، جنهن لاءِ صرف هيءَ زنده دنيا ئي موجود آهي- جنهن کي مان اکين سان ڏسي سگهان ٿو.“

ادب جڏهين ٻانبولا ٿي پاتا، يعني جڏهين اڃا ٻـرين، جنن ۽ ڀوتن جون ڪهاڻيون ۽ ڏند-ڪٿائون انساني دماغ جي پيدائش بنيل هيون، تڏهين به حقيقت ئي ادب جو روح هئي: اهو حقيقت جو ”وڌاءُ وارو“ پهلو هو. ان وقت انساني زندگي اڃا ترقيءَ جي هيٺين منزل تي هئي. انساني دماغ اڃا حقيقت کي سمجهي نه سگهيو هو- جيتوڻيڪ ان ۾ اڳتي وڌڻ جي چاهنا ۽ قدرت سان مقابلي ڪرڻ جي زوردار خواهش موجود هئي. اهڙين حالتن هيٺ، انسان ڪجهه اهڙا ڪردار ايجاد ڪيا، جي سندس خواهشن کي ظاهر ڪن، ۽ منجهس مقابلي ڪرڻ جي همت پيدا ڪن. انسان، جسماني توڙي دماغي بندشن ۾ قابل هوندي به، آڏاسڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ۽ پنهنجن خواهشن کي پرَ ڏنا آهن. هرڪيولس، پراميٿيوس، فاؤسٽ، وغيره انساني دماغ جا حيرت ۾ وجهندڙ عڪس آهن، جن انسان کي

حقيقتن جي تلاش لاءِ آمادو ڪيو. هن انسان جي مستقبل جي ترقيءَ جا امڪان ڏنا ته انسان اڳتي هلي، اهڙين تصوراتي ڳالهين کي حقيقتن جو جامو پهرائي سگهندو: مثال طور انسان، پکيءَ کي اڏامندو ڏسي، ان حقيقت کي اڏندڙ کٽولي يا اڏامندڙ جن جو تصور ڏنو ۽ هاڻي اهائي تصوراتي چيز اسان جي جنگ ۾ هوائي جهاز جي صورت ۾ حقيقت بڻجي چڪي آهي. ٿوري ۾، ائين چئجي ته جاندار يا تصوراتي حقيقتون اسان جي سوچ عمل ۽ هرقسم جي تخليق جو بنياد آهن. اڦ باري ۾ گورڪيءَ اجهو هيئن چيو آهي: "عوام (انسان) بيپناهه طاقت جو سرچشمو آهي، جنهن ۾ اپتري شڪتي آهي، جو هو ضرورتن کي امڪان ۾ ۽ سپنن کي حقيقتن ۾ بدلائي سگهي ٿو". ڇاڪاڻ ته ادب انساني زندگيءَ جو عڪس آهي، تنهنڪري انساني زندگيءَ سان واسطو رکندڙ حقيقتون ادب لاءِ مواد آهن.

ڇاڪاڻ ته ساريءَ مخلوقات ۾ انسان ئي اهڙو جاندار آهي، جو اجتماعي زندگيءَ ڏانهن مائل رهي ٿو، تنهن ڪري انساني زندگيءَ ۾ پيدا ٿيندڙ حقيقتن کي هڪ مخصوص سماجي روپ ۽ رچاءُ آهي: اديب پڻ ڇاڪاڻ ته هڪ سماجي فرد آهي، انهيءَ ڪري هو جيڪي ڪجهه پنهنجي ارد گرد ڏسي ٿو، ان تي سوچي ٿو، ان کان متاثر ٿئي ٿو، ان تي رنج يا خوشي ظاهر ڪري ٿو، ان کي ڇني پڇن تائين پهچائي ٿو، ان تي روشني وجهي ٿو ۽ ان کي بدلائڻ جي تمنا به ڏيکاري ٿو.

حقيقتون برابر ادب جو سرچشمو آهن، پر اديب حقيقتن جي اکيون پوري پوڄا ڪندڙ نه آهي: اديب جي اڳيان ڪيتريون ئي حقيقتون رونما ٿين ٿيون، ۽ هو سڀني کان متاثر ٿئي ٿو- ان ڪري زندگيءَ جون سهڻيون توڙي آڪريون حقيقتون هن لاءِ ادب جو مواد آهن: پر ساڳئي وقت جيئن ته اديب زندگيءَ ۾ سماجي سونهن رچڻ چاهي ٿو- يا ائين چئجي ته اديب پنهنجي سر حسن جو پيدا ڪندڙ آهي ۽ گندگيءَ کان نفرت ڪري ٿو- ان ڪري هو هرقسم جي مشاهدي کي پيش ڪرڻ وقت، اول موٽي حقيقتن کي پنهنجي فڪري صلاحيتن ۽ نتيجن تي پرکي ٿو.

اڄ جي زندگيءَ ۾ جي سونهن، نيڪي ۽ خوشي آهي، ته گندگي، برائي ۽ ڏک به آهي. اديب زندگيءَ جا ٻئي پهلو ڏسي ٿو ۽ انهن کي ڇني ٿو. حياتيءَ جي پوري ۽ صحيح تصوير ڏيڻي آهي، ته ٻئي پاسا اڳيان رکڻا پوندا. ڪي اديب حياتيءَ جو صرف خوبصورت پاسو ڏسڻ جي ڪوشش ڪندا آهن، ۽ آڪرين حقيقتن کان منهن موڙيندا آهن. انهن جو اهو ويچار آهي ته حياتيءَ جي صرف سهڻي تصوير ڏيکارجي، ۽ گندگيءَ کي ڇڏي ڏجي. آڪريون حقيقتون ادب لاءِ مواد بڻجي سگهن ٿيون، تنهن لاءِ گورڪيءَ هيءَ رايو ڏنو آهي:

"منهنجي حياتيءَ ۾ ڪي اهڙيون گهڙيون به اينديون آهن، جڏهين مان سوچيندو آهيان ته 'ان (حياتيءَ جي گندگيءَ) تي لکان يا نه؟' ۽ نئين وشواس سان مان پاڻ کي جواب ڏيندو آهيان ته 'لکان': ڇاڪاڻ ته انساني حياتيءَ ۾ اها (گندگي)

> هڪ نڙ ۽ ٽڪرو سچ آهي، جو اڃا تائين ناس نه ٿيو آهي: اها هڪ اهڙي حقيقت آهي جنهن کي انسان جي حياتيءَ سان هوند پاڙون پٽي ٻاهر اڇلائجي، ۽ ان کي ڀسم ڪري ڇڏجي!“

گندگيءَ کي صرف گندگيءَ خاطر ته چٽڻ ڪونهي: پر جڏهين ”گندگي“ انساني روح تي ناسور بڻجي ويٺي هجي، انساني زندگيءَ کي ڪَسُجو ۽ بدصورت بڻائي ويٺي هجي، تڏهين اها گندگي پڻ ادب لاءِ مواد بڻجي پوي ٿي. جيڪڏهين ڪو گند جو ڍير ڪنهن بيابان ۾ پيو آهي، ته اهو ادب لاءِ مواد نٿو بڻجي سگهي: پر ساڳيو ئي گند جو ڍير، جيڪڏهين شهر جي گهٽين ۾ پيو آهي، جو انساني زندگيءَ لاءِ خطرو بڻجي پوي ٿو، ته ادب لاءِ مواد بڻجي پوي ٿو. اديب پڻ ته گندگيءَ کي شدت سان ڌڪاريندو هجي، پر جيسين گندگي موجود آهي، تيسين نه ان کان منهن موڙڻو آهي، ۽ نه مٿس سهڻو ڍڪ وجهي اُن کي لڪائي ئي ڇڏڻو آهي.

ڪي اديب حقيقتن کي جيئن جو تيئن، اُنگن اکرن سان، پيش ڪرڻ کي ئي حقيقت-نگاري سمجهندا آهن-۽ ائين ڪرڻ کي هو پنهنجو ادبي خلوص ڄاڻندا آهن. حقيقتن جو چٽو ڦاٽڪ ڪا ادبي حقيقت-نگاري نه آهي: صرف حقيقتن جي تفصيلن کي سچائيءَ سان پيش ڪري ڇڏڻ سان فني خلوص يا تخليقي وضاحتون اڀري نٿيون سگهن. ادب ۾ هڪڙو حقيقت-نگاريءَ جو اهو به نظريو آهي، جنهن ۾ حقيقتن کي ئي سڀ ڪجهه ليکيو وڃي ٿو: ۽ اُنهن جي جڻن جو ٽڻن ڇنڇڻ کي ادبي تخليق قرار ڏنو ويندو آهي. اهڙن اديبن لاءِ تفصيل ۽ حقيقتون ئي سچ آهن. هو حقيقتن جي ڪا به آدرشي يا اخلاقي يا اصولي ڇنڊڇاڻ ڪرڻ کان سواءِ، انهن کي قبول ڪن ٿا. انهن لاءِ وڏو اصول آهي حقيقتن سان وفاداري ڪرڻ. اهڙن اديبن جو خاص مقصد اهو ٿو رهي ته انسان جو حيواني ۽ وحشي پهلو، ۽ انسان جي زندگيءَ جي بيڪسي، بي حيائي ۽ بي بقائي ڏيکارجي. هو حقيقتن جو ”ايپاس“ نٿا ڪرڻ چاهين، صرف دلپسندي ۽ رنگينيءَ خاطر، حياتيءَ جون قسمين قسمين حقيقتون گڏ ڪري، تمام منجهائيندڙ چتر پيش ڪن ٿا. هو حقيقتن کي ڇهڻي، بنا ڪنهن آدرش يا مقصد جي، انهن جي تصويرڪشيءَ کي صحيح ادب سمجهن ٿا. هو حقيقتن جو صرف ٻاهريون، اتفاقي ۽ اڌورو پهلو ڏسن ٿا: پر حقيقتن جي گهرائيءَ ۽ انهن جي اندر لڪل تضادن ڏانهن ڪو به ڌيان نٿا ڏين. هو حقيقتن جو هڪ پرکيندڙ نظر سان اڀياس ڪرڻ نٿا گهرن، بلڪ جيوت جي صرف ٻاهرين ڀيرش ڏيکارڻ جي ڪوشش ٿا ڪن. هنن جي نظر ۾ انسان لاچار آهي، ۽ ڪيس ايتري اختياري ڪا نه آهي، جنهن جي وسيلي هو حقيقتن جي تهن تائين پهچي، ان مان سچ ڳولي سگهي ۽ حقيقتن جو صحيح روپ ڏيکاري سگهي. هو زندگيءَ جي حسين شين کان ڪناري ڪشي ڪري، حياتيءَ جون ڪوڪليون حقيقتون ئي چونڊيندا آهن. گورڪيءَ اهڙن ئي اديبن لاءِ چيو آهي: ”انهن جو ادب سندرتا ۽ امنگ کان خالي آهي: اهو گهڻي ڀاڱي ڪوڪلو، ۽ نمائشي آهي، جنهن کي زڳو حقيقت-نگاريءَ جي اعليٰ لفظ پٺيان لڪايو وڃي ٿو“.

اينگلس حقيقت-نگاريءَ جي بلڪل مختصر ۽ چٽي سمجهاڻي هن طرح ڏني آهي: "تفصيلن جي سچائيءَ سان گڏ، حقيقت-نگاري اهو به ويچار ۾ ٿي رکي ته خاص حالتن ۾ خاص ڪردار، جهڙي نموني سوچين يا هلن ٿا، انهن جي پٺيان ڪهڙي شڪتي ڪم ڪري ٿي". سچو حقيقت-نگار اِهي ئي حقيقتون ۽ تفصيل چونڊي ٿو، جي بيان ڪيل ڪردارن ۽ واقعن جي پٺيان جيڪو زوردار منطق يا ويچار آهي، ان کي ظاهر ڪن. هڪ اعليٰ ساهتڪار کي معلوم آهي ته صرف حقيقتون ۽ تفصيل گڏ ڪري، هو انهن مان ڪا اعليٰ تخليق نه ڪري سگهندو؛ ڇاڪاڻ ته انهن مان ڪا به فني سچائي اڀري نه پيهندي. حقيقتون جي زندگيءَ جون زوردار ۽ بنيادي سچايون يا تعميمون پڌريون ڪن ٿيون، سي ئي اهم حقيقتون آهن، جيڪي هڪ ڪلاڪار جي تخليق لاءِ مواد آهن. جهڙيءَ طرح فوٽوگرافي ۽ چترڪاريءَ ۾ فرق آهي- فوٽوگرافي هڪ ميڪانيڪل ڪم آهي، جنهن ۾ بٽڻ کي زور ڏيڻ سان ڪارو، ڪارو ڏسڻ ۾ ايندو، ۽ اڇو، اڇو ڏسڻ ۾ ايندو؛ پر چترڪار پنهنجن رنگن جي عجيب ميلاپ سان جيڪا تصوير چٽي ٿو، تنهن ۾ زندگيءَ جون اهڙيون جهلڪون پري ٿو، جو تصوير جي هر هڪ ليڪ مان ڪو تاثر ظاهر ٿئي. ڪي چتر اهڙا به ٿين ٿا، جو انهن جو ته صرف ٻاهريون روپ ٿو نظر اچي، پر ان چتر جي ڪردار جي ساري دلي ڪيفيت اسان جي اکيان کلي پوي ٿي: تنهنڪري فوٽوگرافي ميڪانيڪل عمل آهي، پر چترڪاري ڪلا آهي. ساڳيءَ طرح حقيقت کي محض قلمبند ڪرڻ نالي ساتر حقيقت-نگاري ڀل هجي، پر ان کي فني لحاظ سان حقيقت-نگاري ٿو سڏي سگهجي.

جيڪڏهن اسين ڪلاسيڪي ادب کي ڏسنداسين، ته معلوم ٿيندو ته انهن اعليٰ ڪلاڪارن جي حقيقت-نگاري جو تصور ڪهڙو هو. دنيا جي آڳاٽي ۾ آڳاٽي يوناني ادب جو مثال وٺو: هومر جون "الياڊ" يا "آڊيسي" اهڙيون تخليقي لکيتون آهن، جي حقيقي واقعن تي ٻڌل آهن: پر انهن جي پڙهڻ مان ائين معلوم ٿو ٿئي ته اهي رڳو اتفاق، حادثا يا واقعا نه آهن، پر ان زماني جي گويا پوري روحاني، اخلاقي، سماجي ۽ سياسي زندگيءَ جي تصوير آهن- يعني حقيقتن مان وقت جون اهم سچايون نکري نروار ٿين ٿيون، جي انهن واقعن ۽ حادثن جو روح آهن. اديب جو درجو هڪ تاريخ نويس کان گهڻو مٿي آهي: تاريخ نويس حقيقتن ۽ تفصيلن کي الهي بيان ڪرڻ جي لحاظ کان ڀل ته مٿي هجي، پر انهن حقيقتن جو روح پڌرو ڪرڻ اديب جو ڪم آهي. تاريخ نويس جي حقيقتن ۾ حياتيءَ جي سچائي ۽ تڪميل موجود نه آهي.

گورڪيءَ جي چوڻ موجب، انگلنڊ حقيقت-نگاريءَ جي ماءُ ۽ "چاسر" حقيقت-نگاريءَ جو ابو آهي. چاسر سن ۱۳۴۰ ۾ ڄائو هو، جنهن جون ڀريون حقيقت-پريون لکيتون "ڪينٽربري ٽيلس" نالي ڪتاب ۾ ظاهر ٿيون. هن کان پوءِ "شيڪسپيئر" جهڙو اعليٰ اديب پيدا ٿيو، ۽ ان کان پوءِ به ڪيترا حقيقت-نگار انگلنڊ جي ادب ۾ چمڪيا آهن.

ادب جو اتهاس پڙهڻ سان معلوم ٿو ٿئي ته ادب جي ترقي، سماجي ترقيءَ سان ٻڌل آهي؛ ڇاڪاڻ ته ادب سماجي حقيقت جي تصويرڪشي ٿو ڪري: تنهنڪري جنهن جنهن سماج

اڳتي وڌي ٿو، تئن تئن ادب ۾ حقيقت-نگاريءَ جو مفهوم پڻ بدلجندو رهي ٿو. جڏهين ادب ۾ حقيقت-نگاريءَ جو ذڪر ڪجي ٿو، ان وقت حقيقت-نگاريءَ جو ڪو محدود، مطلق يا آخرين تصور نہ هوندو آهي، پر حقيقت نگاريءَ جو تصور پڻ سماجي صورتحال مطابق ڦرندو رهي ٿو. هردور ۾ حقيقت-نگاريءَ جو نظريو ساڳيو نہ رهيو آهي. ادبي حقيقت-نگاري، سماجي حقيقت-نگاريءَ جي تقاضا پڌي ٿي، ۽ ان جو عڪس ڇڏي ٿي. جئن سماجي شعور وڌندو رهي ٿو، تئن ادب زندگيءَ کي وڌيڪ ويجهائيءَ تان ڏسي ٿو؛ ۽ جيترو ادب زندگيءَ کي ويجهو ٿو اچي، اوترو وڌيڪ حقيقت پرست ٿيندو ٿو وڃي، ۽ فني حقيقت-نگاري وڌيڪ وسيع ٿئي ٿي. ادبي حقيقت-نگاري، وقت ۽ حالتن پٽاندر، ادب ۾ سمائجي وڃي ٿي. هن باري ۾ اميريڪا جي برک اديب هاورڊ فاسٽ هن ريت لکيو آهي: "جڏهين مان ادب ۾ حقيقت-نگاريءَ جي ڳالهہ ٿو ڪريان، تڏهين مان ڪا مقرر حقيقت-نگاري نٿو چوان؛ پر منهنجو مطلب ان مان اها حقيقت-نگاري ۽ سچ آهي، جنهن جو سماج جي ماحول ۽ حالتن سان واسطو آهي. حقيقت-نگاري وڏي ڪسوٽي آهي، پر اهڙا تاريخي پس منظر ۽ آن جي روشنيءَ ۾ ئي ڏسڻي آهي."

دنيا جي ادب جي اتهاس ڏانهن نظر وجهنداسين، تہ اسان کي معلوم ٿيندو تہ اڻويهين صديءَ ۾، ادب ۾ حقيقت-نگاريءَ جو هڪ زوردار ۽ اهم دور شروع ٿيو- جنهن کي تنقيدي حقيقت-نگاريءَ جو دور سڏجي ٿو. اهو تنقيدي حقيقت-نگاريءَ جو دور انگلنڊ مان شروع ٿيو. ايئاس مان معلوم ٿيندو تہ هيءَ نئون دور پڻ سماجي حالتن جي پيدائش هو. اڻويهين صديءَ ۾ هڪ نئين سماجي طاقت اقتدار ۾ آئي، جا هئي سرمايداري طاقت. هن نئينءَ طاقت، زندگيءَ جي فيلسوفيءَ ۾ نوان قدر پيدا ڪيا، نون جذبن ۽ امنگن کي جنم ڏنو، ۽ هڪ نئين جڳ جي شروعات ڪئي. پر انهيءَ شڪتيءَ جلدي پاڻ کي پنهنجي سچي روپ ۾ ظاهر ڪيو: اها ٺڳي ڪلور ۽ پيڙيندڙ ثابت ٿي، ۽ سهڻن خوابن کي حاصل ڪرڻ جي بجاءِ، زندگي نفعي جي گهاٽي ۾ پسجڻ ۽ ٻوسائجڻ لڳي. ادب، زندگيءَ جي تقاضا اونائي، اهڙيءَ بيچس، خود غرض ۽ ڏکن سان ڏنيل حياتيءَ جي حقيقتن کي پاڻ وٽ جڳهہ ڏني. وقت جا وڏا حقيقت-نگار- ڊڪنس، بالزڪ، ٺڪري، سٽنڊال، ٽالسٽائي، چيخوف، گوگول، وغيره- پيدا ٿيا، جن سماجي خواه شخصي حياتيءَ جي زوردار ۽ ڪڙي تنقيد ڪئي: آگربن، ڪڙين ۽ اڻوڻندڙ سماجي حقيقتن کي خوب ڇنڊيو، ۽ سماج جي زخمن جي اوگهڙ ڪري، وقت جي صحيح تصوير پيش ڪئي. حياتي ڪيتري قدر ذليل هئي، انسان ڪيتري قدر حيواني حالت کي پهتو هو، انساني قدرن جو ڪيئن مذاق اڏايو ٿي ويو، لوٽ ۽ لٽ جو ڪيتري قدر وهنوار هو- اهي سڀ حقيقتون سندن ڪردارن ۽ ناولن ۾ سچائيءَ سان پيش ڪيون ويون آهن. هنن حقيقت-نگارن انهن طبقن کي بينقاب ڪيو، جي هر چيز جو قدر پيسي سان ماپيندا رهن ٿا. دنيا جي ادب ۾ هيءَ تنقيدي حقيقت-نگاريءَ جو دور، حقيقت-نگاريءَ جي تاريخ ۾ هڪ اهم، زوردار ۽ وڏو ڏاڪو هو. ان دور ۾ خاص طور حقيقت-نگار ناول جي تمام گهڻي اوسر ٿي. هنن حقيقت-نگارن،

حقيقتن کي بيشڪ تنقيدي نظر سان پيش ڪيو، پر ان کان مٿي وڌي ڪين سگهيا. انهن جي مٿان تاريخي حدون هيون. هنن زندگيءَ ۽ سماج جي ڪوڙي ۽ صحيح حقيقت کي خوب چٽيو، پر ان کان اڳتي اُپري نه سگهيا. هنن سماجي ۽ شخصي مسئلن کي بلڪل کولي رکيو، پر انهن جو جواب نه ڏيئي سگهيا. هنن حقيقتن کي بلڪل سچائيءَ ۽ ايمانداريءَ سان پيش ڪيو، پر انهن حقيقتن جي تهه ۾ اڪل تضادن کي نه پروڙيو، ۽ انهن حقيقتن کي بدلائڻ جي ڪا جهلڪ يا سلجهاءَ نه ڏنو. اهو دور حياتيءَ تي تنقيد جي لحاظ کان تمام اهم هو، پر اڳتي لاءِ رستو ڏيکارڻ کان قاصر هو.

جعفريءَ هڪ هنڌ چيو آهي: "فن ۽ ادب هميشه حقيقت کي بدلائڻ لاءِ ڪم آيو آهي- ڪڏهين جادوءَ جي حيثيت ۾، ته ڪڏهين فن جي حيثيت ۾؛ ڪڏهين شعوري طرح، ته ڪڏهين غير شعوري طرح". ادب ۽ فن برابر حقيقتن تي منحصر آهن، ۽ حقيقت مان پيدا ٿين ٿا؛ پر اهي پنهنجي ليکي حقيقت تي اثر پڻ وجهن ٿا. اديب جو فرض آهي ته هو نه صرف حقيقتن کي سمجهي ۽ انهن کي پيش ڪري، بلڪ حقيقتن جي بلڪل تهه ۾ وڃي، انهن کي خوبصورت ۽ روشن صورت ۾ بدلائڻ جي جهلڪ ڏئي. ان جو مطلب اهو بنهه ڪونهي ته هڪيا ٽڪيا جواب يا حل پيش ڪيا وڃن - ڇاڪاڻ ته فن، فن کي لڪائڻ ۾ آهي: جڏهين اديب حقيقتن کي چٽي، مستقبل ۾ انهن جو روشن پهلو ڏئي، ۽ حقيقتن تي پنهنجي تصور ۽ ڪاپنا جو رنگ چاڙهي ٿو، ته اهو اُنهن حقيقت جو تخليقي ۽ رومانوي پاسو بڻجي پوي ٿو؛ جيڪڏهين ڪو اديب حقيقت ۾ پهچي وڃي ٿو، ۽ حقيقتن مان مستقبل جو تصور ڇڪي وٺي ٿو، ۽ سندس فن تخليقي حقيقت-نگاريءَ تي پهچي ٿو، تڏهن چئبو ته هو هڪ اعليٰ چتر يا ڪردار پيش ڪري سگهيو آهي.

ادب ۾ رومانوي ڌارا پڻ اٺوين صديءَ ۾ پيدا ٿي، جڏهين حقيقتن تي، تخيل ۽ ڪلپنا سان، اعليٰ مقصدن جو ۽ خوبصورت تصورن جو رنگ چاڙهيو ويو. رومانوي ادب انسان جي اڳيان تمام روشن ۽ اڏامندڙ خواب پيش ڪيا، ۽ سندس دل ۾ وسيع دنيا مٿان فتح جا امنگ ۽ ارادا جاڳايا. رومانيت جي ٿوري ۾ سمجهائي ڏيڻ مشڪل آهي، ڇاڪاڻ ته ان جا گوناگون تصور ۽ نظريا آهن؛ پر انهن کي ٿلهي ليکي ٻن گروهن ۾ ورهائي سگهجي ٿو.

هڪ رومانوي ڌارا اِها آهي، جنهن ۾ حقيقتن کي سهڻو ۽ رنگين ڪري ڏيکاريو ٿو وڃي، انسان جي امنگن ۽ احساسن کي آسمان ڏانهن اڏايو ٿو وڃي، ۽ انسان جي ارمانن ۽ حسرتن کي لولي ڏيئي سمهاريو ٿو وڃي. اهڙا رومانوي اديب حقيقتن کان پري ڀڄي، پڙهندڙن کي اجاين ۽ بيسود ويچارن ۾ الجهائڻ جي ڪوشش ٿا ڪن. اهي عجيب ۽ خيالي تصويرون چٽي، سارو ڌيان ڪن ناممڪن ۽ هوائي ڳالهين ڏانهن ٿا ڇڪائين. هو حقيقي زندگيءَ کان پاسو ڪرائي، هيءَ زنده دنيا وساري، هڪ خوابي دنيا جو تصور پيش ڪن ٿا، جنهن ۾ هر قسم جو آنند آهي: باقي هن دنيا کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪندڙن کي ڪل ۽ ٽوليءَ جو مرڪز بڻايو ٿو وڃي، هو پنهنجي يا پنهنجي ڪردارن جي محض شخصي ويچارن ۾ ماڻهن کي الجهائڻ جي ڪوشش ڪن ٿا.

ٻئي طرف، صحتمند رومانوي نظريو اهو آهي، جو انساني امنگن ۽ احساسن کي ڪشادو ڪري، ارادي کي محڪم ڪري ٿو بڻائي، بهتر زندگيءَ لاءِ تڙپ ٿو پيدا ڪري، ۽ انسان کي حسين خواب ڏيکاري ساڻ گڏوگڏ انهن کي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪشمڪش ڪرڻ تي پڻ آماده ٿو ڪري. اُڻويهين صديءَ ۾ انگلنڊ ۾ ”شيلي“، ”بائرن“ ۽ ”ڪيٽس“ جهڙا رومانوي شاعر پيدا ٿيا، جن انسان کي اڏامڻ ۽ سندر خوابن جي حاصل ڪرڻ لاءِ تصوراتي پَرَ ڏنا، ۽ انسان ۾ سهڻين شين لاءِ تڙپ پيدا ڪئي. گورڪيءَ جي ڪهاڻين جا شروعاتي ڪردار به اهڙا بيباڪ ۽ جانباز آهن، جي پنهنجي چوڌاري حالتن ساڻ لڙن ٿا، ۽ بهتر زندگيءَ لاءِ جاکوڙ ۽ همت ڏيکارين ٿا. رومانيت ۾ برابر ”وڏائي“ جو پهلو خاصو ٿئي ٿو، پر اهڙو صحتمند وڏائي ادب يا فن جو جزو آهي. انهيءَ باري ۾ گورڪيءَ چيو آهي: ”سچيءَ ڪلا کي وڏائي جو حق آهي. فاؤسٽ، هرڪيولس، پراميٿيوس، ۽ ڊان ڪوئڪزوٽ جي ڪردارن ۾ خاص فن ڪو نه آهي، پر حياتيءَ جي حقيقتن جو واجبي وڏائي آهي.“ رومانوي ڪردار ايترو ايريل ۽ اعليٰ امنگن ساڻ ڀرپور ٿئي ٿو، جو ان کي حقيقي زندگيءَ ۾ ڳولڻ جي ڪوشش ڪري سگهجي ٿي. اهڙو ڪردار هرو ڀرو عبث ٿيو پاسي. دراصل رومانيت ۽ حقيقت-نگاري پاڻ ۾ ائين سمايل ٿين ٿيون، جو انهن کي الڳ ڪرڻ ئي مشڪل آهي.

ٻئي انهيءَ ڳالهه جو ذڪر ٿيل آهي ته سماجڪ ترقيءَ ساڻ انسان جي علمي ۽ شعوري ترقي ٿئي ٿي، جنهن جو عڪس ساهت ۽ ٻين ڪلائن ۾ ملي ٿو، ۽ ساڻ ئي ساڻ ادبي حقيقت-نگاريءَ ۾ پڻ ترقي ٿئي ٿي. ويهين صديءَ جي نين سماجي حالتن هيٺ حقيقت-نگاريءَ جي نظريي ۾ واڌ آئي، ۽ حقيقت-نگاريءَ جو هڪ نئون دور شروع ٿيو. هيءَ حقيقت-نگاريءَ جو تخليقي ۽ سماجي دور هو. اُڻويهين صديءَ جي حقيقت-نگاريءَ ۾ جيڪا ڪسر باقي رهيل هئي، تنهن جو پورائو هن نئين نظريي ڪيو. اُڻويهين صديءَ جي حقيقت-نگاريءَ، حياتيءَ تي بيشڪ تنقيدي نظر پيدا ڪئي؛ پر هوءَ حياتيءَ جو نئون تصور پيدا نه ڪري سگهي. تخليقي ۽ سماجي حقيقت-نگاري اهو نظريو آهي، جو حقيقت کي صرف جٿن جو تٿن ٿو چئي، بلڪ حقيقت جي پٺيان جيڪو اهم منطق آهي، تنهن کي چٽو ڪري ٿو: ۽ جاڪاڻ ته ادب حقيقت کي بدلائڻ لاءِ ڪم اچي ٿو، تنهنڪري حقيقت-نگاري زندگيءَ کي بدلائڻ جو پيغام ڏئي ٿي؛ ۽ هڪ اهڙيءَ حقيقت جو تصور پيش ٿي ڪري، جنهن لاءِ هيلتائين ادبي خواب لڌا آهن، شاعرن تصور ڇمايا آهن، ۽ عوام دل جو دل ۾ امنگ پاليا آهن.

هيءَ نئون نظريو سماجي شعور جي پيدائش آهي، جنهن ۾ سماج جي بدل سدل ۽ انساني زندگيءَ جي منطق کي صحيح نموني ۾ پَسيو ويو آهي- يعني ته حقيقت کي سندس چرندڙ رندڙ ۽ ايرندڙ پهلوءَ ۾ پَسيو آهي، ۽ ان جو سڀني طرفن کان مڪمل چٽر پيش ڪرتو آهي. سماجي حقيقت-نگاريءَ جي تَرُ ۽ ٿوري ۾ هيئين سمجهائي آهي: ”حقيقت ۽ سندس انقلابي ارتقا ۽ اوسَرَ جو سچو ۽ تاريخي نقطء نگاه کان صحيح بيان“.

’حقيقت-نگاري‘ ۽ ’سماجي حقيقت-نگاريءَ‘ ۾ ڪهڙو تفاوت آهي؟ گوگول، ٽالسٽاءِ، ڊڪنس، ايبسن ۽ بالزڪ اعليٰ حقيقت-نگار هئا، جي پنهنجي ماحول جي حقيقتن ۽ حالتن جا سخت نقاد هئا، پر اهي محدود تاريخي حدن جا پابند هئا: انهن لاءِ اهو ممڪن ڪونه هو، جو حياتيءَ جو پورو هنائي، حياتيءَ جي آئيندي جي تصوير جو صحيح ۽ بدلجندڙ چٽر پيش ڪري سگهن ها؛ پر اڄ جو سماجي حقيقت-نگار، نه صرف پنهنجي چوڌاري حقيقتن کي اکين سامهون ڏسي انهن جو سچو چٽر چٽي ٿو، بلڪ انهن جو بدلجندڙ روپ پڻ پرکي ٿو، ۽ ان مان اهو تصور حاصل ڪري ٿو ته زندگي ڪهڙي طرف ترقي حاصل ڪري رهي آهي ۽ انسان ذات لاءِ ڪهڙي روشن راهه کُلي رهي آهي. اڄ اديب اهڙيءَ منزل تي پهتو آهي، جو فنڪار نه صرف حقيقتن متعلق اهم ۽ نازڪ سوال اٿاري ٿو، پر انهن جي عملي ۽ حقيقي سُلجهاءَ جي جهلڪ پڻ پيش ڪري ٿو. هو آئيندي جي پوري اندر جهاتي پائي، حقيقت کي ڏسي ٿو. سندس فني حقيقت جو نظريو نهايت ڪشادو آهي. حقيقت ۽ آدرش جو سهڻو ميلاپ، سماجي حقيقت-نگاري آهي، جنهن ۾ روماني بهشت ۽ حقيقي دنيا پنهي سمائجي وڃن ٿا. هي وقت اهو آيو آهي، جڏهين خواب ۽ حقيقت جي وچ ۾ واقعي به مفاصلو گهٽجي رهيو آهي.

ٻئي طرف، لهي ۽ تفريحي حقيقت-نگاريءَ جي ويچار ڌارا وارا ۽ تخليقي حقيقت-نگاريءَ جا مخالف اديب، ساهت کي اجا به شوق جي چيز ٿا سمجهن. اهڙي ويچار ڌارا جي سڪول جو نمائندو، سمرسيٽ ماهم، اجهو هيئن ٿو چوي: ”منهنجو ويچار اهو آهي ته هڪ ناول نويس سٺو ناول نويس بڻجي. جن لاءِ اهو اجايو آهي ته هو پيغمبر يا آدرش ڦهلائيندڙ بڻجي، يا ڪنهن ويچار جو ڦهلاءُ ڪري. ناول هڪ فن آهي، جنهن جو مقصد ڪا هدايت ڏيڻ نه، پر وندرائڻ ۽ خوش ڪرڻ آهي“.

سماجي حقيقت-نگاريءَ جو جنم داتا، اعليٰ ترقي پسند ساهتڪار، مئڪزم گورڪي هو؛ ۽ دنيا جي ساهت ۾ پهريون اعليٰ درجي جو سماجي حقيقت-نگاريءَ جو مثال گورڪيءَ جو ناول ”ماءُ“ آهي. ’ماءُ‘ هڪ رواجي حقيقت-نگاريءَ جي تصوير نه آهي. گورڪيءَ جي شروعاتي لکڻين جا ڪردار روماني هئا، جي چوڌاري حالتن ۽ حقيقتن سان ٽڪر کائيندا هئا، ۽ انهن کان هميشه پري ٽڪري بيهڻ جي ڪوشش ڪندا هئا؛ پر ’ماءُ‘ ۾ گورڪيءَ سماج ۽ شخص جي وچ ۾ هڪ نئون رشتو پيدا ڪيو آهي: هتي ڪشمڪش يا جدوجهد ڪن شخصن جي وچ ۾ نه، پر سماجي گروهن جي وچ ۾ آهي، جي ڪنهن آدرش يا اعليٰ مقصد لاءِ ڪشمڪش ڪري رهيا آهن. هو نه صرف اعتراض باند ڪن ٿا، پر خود ئي مشعل راهه بڻجي اڳتي وڌن ٿا. اهي، پنهنجي شخصي، تنگ ۽ خود غرض ماحول مان پاڻ کي آجو ڪري، هڪ ڪُڏيل سماجي مفاد لاءِ جاڳي اٿن ٿا: هيءَ هڪ اعليٰ ۽ نئون مقصد آهي، جنهن ڏانهن انسان اجتماعي طور وڌي رهيو آهي. ”ماءُ“ نه صرف پيڙيل طبقي جي وير-ڪٿا (Epic) آهي، پر هڪ نئين انسانيت کي جنم ڏيڻ جي داعي رهي آهي. ’پاويل‘ (مکيه ڪردار) يا ’ماءُ‘ کي خيالي

ڪردار ڪيئن، پر تاريخي حقيقتن جا مجسما آهن، جي دنيا جي مظلوم ۽ ڏکي انسان ڪي زندگيءَ جي هڪ نئينءَ ۽ بهتر حقيقت جو پيغام ڏيئي رهيا آهن.

سماجي حقيقت-نگاريءَ جو نظريو وسيع آهي، جنهن ۾ ماضي، حال ۽ مستقبل جي تصوير بلڪل صحيح ۽ چٽي ڏسي سگهجي ٿي. حقيقت-نگاريءَ جو هيءُ هڪ نئون شعور آهي، جو هر چيز کي پوري انداز ۾ پرکي ٿو. اهڙي صفائي سوويت ليکڪ اي. ڪي. واسيليوف هنن لفظن ۾ ڏني آهي: ”صرف سماجي حقيقت کي چٽڻ سماجي حقيقت-نگاري نه آهي. سڀ اهميت پريون حالتون ۽ ويچار، جي اڄ جي زندگيءَ مان اڀرن ٿا ۽ سماجڪ ويچارن کي اڳتي وڌي وڃن ٿا، سي سماجي حقيقت-نگاريءَ جي دلچسپيءَ جون ڳالهيون آهن، ۽ ان جي حدن اندر اچي وڃن ٿا“.

سماجي حقيقت-نگاريءَ جو اهو مطلب نه آهي ته ڪن ويچارن ۽ متن کي اڳيان رکي ادب جي تخليق ڪئي وڃي-اهو غلط نظريو آهي. ڪن خيالن يا متن جون چنڪيون ڏاهي، ڪن ڪردارن جي ڳچيءَ ۾ ٻڌي ڇڏڻ سان سماجي حقيقت-نگاري نٿي پيدا ٿئي: بلڪ حقيقي شخصن کي-جي زنده حياتيءَ ۾ ڏسجن ٿا-ڪٺي، انهن جي حياتيءَ کي سچائيءَ ۽ چٽائيءَ سان پيش ڪري، انهن جي حياتيءَ پٺيان لڪل سچ کي ظاهر ڪرڻ سان سماجي حقيقت-نگاري پيدا ٿئي ٿي.

سماجي حقيقت-نگاريءَ جو نظريو اڃا نئون آهي، جو الڳ الڳ ملڪن جا اديب آهستي آهستي قبولي ۽ پنهنجو ڪري رهيا آهن. ان نظريي ۾ جيتوڻيڪ اڃا تڪميل ۽ پختگي نه آئي آهي- جنهن لاءِ خود چيني ساهت تي ڳالهائيندي، چيني ليکڪ چائوينگ لکي ٿو ته ”اڄ جيڪي چيزون سماجي حقيقت-نگاريءَ جي اصولن تي چيني ليکڪ لکن ٿا، سي تڪميل کان گهڻو پري آهن؛ اهي اڃا ترقيءَ جي رستي تي آهن“- پر اڄ جي حقيقت-نگار عوامي اديب لاءِ گورڪيءَ جا هيٺيان لفظ بيشڪ وڏي غور لائق آهن: ”مان چاهيان ٿو ته ادب حقيقت کان مٿي اڀري اچي؛ مٿان بيهي حقيقت تي نظر وجهي؛ ڇاڪاڻ ته سندس مقصد صرف حقيقت کي پيش ڪرڻ يا چٽڻ نه آهي: اهو ڪافي نه آهي ته جيڪي ڏسون ٿا، ان جو چٽر پيش ڪريون؛ پر اسان کي ان جو به خيال رکڻ گهرجي ته ڇا حاصل ڪري سگهجي ٿو، يا ڇا حاصل ڪرڻ ممڪن آهي“.

---

جي . جي . رُوسو (١٧١٢-١٧٧٨ع)
سنڌيڪار: محمد ابراهيم جويو

# انساني غير برابريءَ جي ابتدا

انسانن جي وچ ۾ سموريون غير برابريون ۽ ننڍ-وڏايون ٻن قسمن جون ٿين ٿيون: هڪڙيون آهي، جن کي اسين فطرتي يا طبيعي ٿو سڏيان، ڇاڪاڻ ته اهي خالص فطرت طرفان قائم ڪيل آهن؛ انهن جو مثال هيءُ آهي ته هڪڙا انسان ٻين انسانن کان عمر ۾، صحت ۽ تندرستيءَ ۾، جسماني توڙي ذهني قوتن ۽ صلاحيتن ۾، مختلف انداز ۽ درجا رکن ٿا: ٻيون اهي جن کي اسين سياسي يا سماجي غير برابريون ٿو سڏيان، ڇاڪاڻ ته اهي محض سماجي رسم و رواج ۽ سياسي قاعدن ۽ قانونن تي ٻڌل آهن، ۽ انهن کي انسان پنهنجن هٿن سان پاڻ پيدا ڪن ٿا ۽ پنهنجي رضا خوشيءَ سان هڪ ٻئي جي مٿان ٿڦين ۽ مڙهين ٿا. اِهي ٻئي قسم جون غير برابريون هنن ڳالهين ۾ ظاهر ٿيون ٿين جو هڪڙا انسان ٻين انسانن کان زياده فائدا ۽ سهوليتون سماج ۾ ماڻيندا رهن ٿا- جهڙوڪ هو ٻين پاڻ جهڙن انسانن کان زياده شاهوڪار ۽ دولتمند، زياده عزت ۽ مرتبي وارا، زياده طاقتور، ۽ زياده اثر ۽ رسوخ رکڻ وارا بڻجي وڃن ٿا، ايتري قدر جو هو انهن ٻين پاڻ جهڙن انسانن کي آخر پنهنجي فرمانبرداريءَ ۽ غلاميءَ ڪرڻ تي مجبور ڪري ٿا ڇڏين.

هن منهنجي مضمون جو مقصد ئي هيءُ آهي ته ڏسجي ۽ جاچجي ته اِهي انسانن جي هٿ جون ٺهيل ننڍ-وڏايون منجهن ڪڏهن پيدا ٿيون؛ سندن تاريخ حيات جي ڪهڙيءَ منزل تي هو پنهنجي فطرت طرفان مليل خود-مختاريءَ ۽ آزاديءَ کي ڇڏي وڃي مصنوعي ۽ خودساخته غلاميءَ جي زنجيرن ۾ گرفتار ٿيا- ايتري قدر جو اڄ منجهانئن اهي جي انفرادي توڙي اجتماعي طرح في‌الحقيقت زياده طاقتور ۽ سگهارا آهن، سي فقط ڪن ٿورڙن ٻيڪار ۽ ڪمزور شخص جي ٻانهپ ۽ جي-حضوريءَ ۾ پيا ٿا پنهنجون انمول زندگيون برباد ڪن، ۽ ٻوءِ ٻه ائين پيا ٿا سمجهن ۽ وسهن ته ائين ڪرڻ سان کين امن امان، سلامتي ۽ آرام ميسر ٿو ٿئي! انسان جي زندگيءَ جي هن آزاد ۽ دائمي وهندڙ درياءَ ۾ ڪڏهن ۽ ڪهڙن سببن ڪري هيءُ الٽو ۽ ابتو وهڪرو شروع ٿيو، جو اڄ هر ڪا چيز، هر ڪا ڳالهه ۽ زندگيءَ جي هر ڪا چرپر پنهنجي اصلي فطرت جي تقاضا کان منهن موڙي، "ڪيڏانهن ٿيو ڪوهيار، ڪيڏانهن ٿي هٿ ڪئي"

جي مثال وانگر، پنهنجي ئي پيدا ڪيل غلط راهرويءَ جي آڻي چڪر ۾ ستوڙهل ۽ سرگردان آهي!- هيءَ آهي اها ڳالهه، جيڪا مون ڪي هن مضمون ۾ توري تڪي ۽ ڇنڊي ڇاڻي صاف ڪرڻي آهي.

انسان ۾ هڪ خاص وصف اهڙي موجود آهي، جيڪا کيس ٻين سڀني حيوانن کان هڪدم الڳ ڪري کيس پنهنجي مخصوص ۽ امتيازي مقام تي وڃي ٿي ويهاري؛ ۽ اها هيءَ آهي ته ڀاڻ کي سڌارڻ ۽ بهتر بنائڻ جي ڏاهپ ۽ صلاحيت سندس موجود آهي، ۽ اها ئي هڪ سندس امتيازي ۽ اصلي خصوصيت آهي، جيڪا مختلف حالتن ۽ موقعن پٽاندر، سندس ٻين سمورين قوتن ۽ صلاحيتن کي جياري، اڀاري ۽ سڌاري ٿي. دنيا جي سمورين قومن جي عقل ۽ سمجهه جي ترقيءَ جو آخرين دارومدار هميشه هن ڳالهه تي ئي رهيو آهي، ته قدرت طرفان کين جنهن طبيعي ماحول ۾ رهڻو پيو آهي، تنهن ۾ جيڪي ضرورتون ۽ گهرجون وقت بوقت کين ئي محسوس ٿيون آهن، انهن جي پوري ڪرڻ لاءِ هنن انهيءَ "خود ياوريءَ" جي جذبي کان ڪم وٺي هرممڪن طريقي سان هميشه ئي هٿ پير هنيا آهن، ۽ ائين ڪرڻ سان وقت بوقت پنهنجي فهم کي تيز ۽ پنهنجي عقل کي زياده پختو ۽ گهرو ئي بنايو آهي. جيترو وڌيڪ انهيءَ ڳالهه تي سوچبو ٿو، اوترو زياده هيءَ حقيقت اسان جي سامهون ظاهر ٿي ٿي ته انسان جي هيءَ موجوده سموري ترقي، سندن جيئڻ ٿيڻ وڏندڙ گهرجن ۽ ضرورتن جي پس منظر ۾، سواءِ باهمي تعاون ۽ هڪ ٻئي سان ذهني ڏي-وٺ جي، بلڪل ناممڪن هئي؛ ڇاڪاڻ ته انسان جون اهي سموريون طاقتون جيڪي محض سندس جسم تائين محدود آهن- مثلاً سندس ڊوڙڻ جي طاقت، سندس ڏسڻ، ٻڌڻ، ڇهڻ، سنگهڻ ۽ چکڻ جي قوت، يا سندس اهڙيون ٻيون خالص حيواني قوتون- ايتريون ته حقير ۽ ڪمزور آهن، جو جيڪڏهن هو رڳو انهن جي ئي آڌار تي زندگي گذارڻ تي راضي رهيو ويٺو هجي ها، ته هو نه فقط ترقيءَ جي موجوده منزل تي رسي ڪين سگهي ها، پر شايد هن کان گهڻو اڳي سندس نالو نشان ئي هن صفحهءِ هستيءَ تان ميٽجي ۽ ميسارجي وڃي ها. انسان جي اها خوش نصيبي چئجي، جو کيس وقت بوقت زنده رهڻ لاءِ اهي اهي ضرورتون ئي پيش آيون آهن، جن کي پورو ڪرڻ سندس خالص حيواني قوتن جي وس کان ٻاهر هو، ۽ انهيءَ ئي سبب ڪري کيس پنهنجي انهن بنيادي حيواني قوتن کي، وقت بوقت، مختلف طريقن سان ۽ مختلف رنگ ڍنگ ۾ ئي وڌائڻو ۽ زور وٺائڻو پيو آهي.

ڀاڻ کي سڌارڻ ۽ بهتر بنائڻ جي صلاحيت سان گڏ انسان ۾ هڪ ٻي به وصف موجود آهي، جنهن کي آءٌ "فطرتي نيڪي" ٿو سڏيان. ڪيترا شخص اهڙا به آهن، جي انسان جي هن فطرتي نيڪيءَ کان بلڪل نااميد آهن، ۽ ائين مڃين ٿا ته انسان جي فطرت اصل کان وٺي ناپاڪ ۽ گناهه ڏانهن مائل آهي. اهڙن شخصن سان آءٌ ڪنهن بحث ۾ وڃڻ نٿو گهران؛ پر آءٌ سمجهان ٿو ته اهي به ڪم از ڪم هن ڳالهه کان انڪار ڪين ڪندا ته انسان ۾ آنس،

همنوائيت يا 'همدرديءَ' جو جذبو فطرتي طور هميشه موجود آهي. هيءَ اهو جذبو آهي جو
ڪمزور ۽ بيوس جيون لاءِ، ۽ خاص طرح انهن جيون لاءِ جيڪي اسان انسانن وانگر عجيب و غريب
خونن ۽ خطرن واري زندگي گذارڻ تي مجبور آهن، هڪ نهايت مناسب ۽ ڪارائتو جذبو
آهي: ۽ ساڳئي وقت هيءَ هڪ اهڙو عام ۽ فطرتي جذبو آهي، جو ان جي پيدا ٿيڻ ۽ ظاهر
ٿيڻ لاءِ ڪنهن به فڪر يا ارادي جي ڪا ضرورت ئي ڪانه ٿي پيش اچي- ايتري قدر جو
ڪڏهن ڪڏهن جهنگ جا وحشي حيوان به فطرتي طور ان جو مظاهرو اسان جي اکين اڳيان
ڪري گذرندا آهن.

انسان پنهنجي مٿان هاڻي ڪئي ڪيترين ئي تهذيب و تمدن ۽ اخلاق جون پابنديون
عائد ڪيون آهن، تنهن هوندي به جيڪڏهن فطرت ڪيس انهيءَ همدرديءَ جي جذبي سان
بنيادي طرح نه نوازي ها- انهيءَ لاءِ ته هو پنهنجي عقل ۽ فهم کي انهيءَ جذبي جي ضابطي
۽ رهبريءَ هيٺ جيئن پوءِ تيئن زياده سڌاريندو ۽ سنواريندو رهي- ته هوند انسان اڄ به
هڪ وحشي درندي ڪان ڪنهن به حالت ۾ بهتر ۽ برتر ڪين هجي ها. هيءَ به هڪ ناقابل
انڪار حقيقت آهي ته انسان ۾ اڄ جيڪي به سماجي يا معاشرتي چڱايون موجود آهن، سي
سڀئي انهيءَ هڪڙي جذبي سان ئي ڳنڍيل نڪتيون آهن. سخاوت، رحم ۽ قياس، انسانيت لاءِ
سوز ۽ درد- هي سڀئي محض همدرديءَ يا 'پاڻ جهڙن ٻين انسانن سان همنوائيت' جي جذبي
جون مختلف صورتون آهن، جيڪي هڪ ڪمزور ۽ محتاج انسان لاءِ، هڪ پاپيءَ ۽ گنهگار
شخص لاءِ، يا عام بني نوع انسان جي ڏک درد واريءَ حالت ۾ پنهنجو عملي روپ انهيءَ روءِ
ڏيکارين ٿيون. عشق ۽ محبت، دوستي ۽ عزازت جا آهن- سواءِ هن جي ته هڪ انسان پنهنجي
فطرتي همدرديءَ جو جذبو محض هڪ خاص چيز تائين محدود رکي ٿو، ۽ اهڙيءَ ريت
چاهي ٿو ته اها سندس محبوب چيز ڪڏهن به ڪو ڏک ۽ تڪليف نه ڏسي، ۽ هميشه خوش
۽ سکي گذاري!

جيتري قدر هڪ انسان ڪنهن ٻئي دکي جيو سان پاڻ کي هم آهنگ ۽ يڪرنگ پائيندو
۽ واصل چائندو، اوتري ئي قدر سندس فطرتي همدرديءَ جي جذبي ۾ زياده گهرائي، پائداري
۽ پاڪيزگي پيدا ٿيندي. هيءَ به ظاهر آهي ته اوائلي زماني ۾ جڏهن انسان خالص فطرتي
ماحول ۾ پنهنجي زندگي گذارڻ تي مجبور هو، تڏهن سندس پاڻ جهڙن ٻين انسانن سان اها
هم آهنگي ۽ يڪرنگي زياده پوري ۽ مڪمل صورت ۾ موجود هوندي، ڇاڪاڻ ته خالص
فطرت جي تقاضا مطابق انسانن جون گهرجون، خواهشون، جذبات، طرز زندگي ۽ روزمره
جو عام ڪاروبار وغيره سڀ جا سڀ زياده برابر ۽ هڪ جهڙا ئي ٿيڻ گهرجن: ۽ اهڙيءَ
صورتحال ۾ هڪ انسان جي دل ۾ علحدگيءَ ۽ انفراديت جو احساس پيدا ٿئي، سو جيڪڏهن
بنهه ناممڪن نه آهي، ته به گهڻو مشڪل آهي. هڪ طرف جيڪڏهن انسان جي خالص فطرت
کي رکجي، ۽ ٻئي طرف سندس عقل ۽ ادراڪ کي ٻيهارجي- انهيءَ معنيٰ ۾ ته انسان جو

عقل ئي آهي جو سندس فطرت جي لاڙن کي روڪڻ، موڙڻ يا ختم ڪرڻ جي ڪوشش ٿو ڪري- تہ پوءِ انسان جي فطرت ۽ عقل جي انهيءَ نسبت مان معلوم ٿيندو تہ اهو سندس عقل ئي آهي، جو کيس اول اول پنهنجي علحدگيءَ ۽ انفراديت جو احساس ٿو ڏئي؛ پوءِ جيترو زيادہ هو غور ۽ فڪر ڪندو رهي ٿو اوترو ئي سندس علحدگيءَ جو احساس زيادہ مضبوط ۽ پائدار ٿيندو رهي ٿو، ايتري قدر جو آخر هو پاڻ کي ٻين سڀني چيزن کان بلڪل الڳ ۽ ٻري سمجهي پنهنجي ۽ انهن ٻين چيزن جي وچ ۾ اهڙي اهڙي قسم جا ويڇا، مخالفتون ۽ فرق قائم ڪري ٿو وجهي، جيڪي ختم ٿيڻ يا گهٽ ٿيڻ جو نالو بہ پوءِ ڪين ٿا وٺن، ۽ ٿوري ڪي گهڻي زماني گذرڻ کان پوءِ اهي هٿ جا پيدا ڪيل غير فطري ويڇا ۽ تفاوت اهڙو تہ پائدار روپ وٺي بيهي ٿا رهن، جو انهن کي اصلي ۽ عين فطرتي سمجهڻ جو عام مغالطو انسانن ۾ پيدا ٿي ٿو پوي.

حضرت عقل جي انهيءَ "انسان دشمن" ڪار فرمائيءَ تي جيڪڏهن ڪو هٿيار نظرداري ۽ روڪ رکي سگهي ٿو تہ اهو آهي انسان جي فطرتي همدرديءَ جي جذبي جو هٿيار، جيڪو سندس خود-محويت جي شدت ۽ شرّ کي روڪي ۽ ٽاري سگهي ٿو، ۽ اهڙيءَ طرح باهمي تعاون جي طريقہءِ ڪار کي ممڪن بنائي، انسان ذات جي بقاءِ حيات جو واحد ڪارڻ ٿو بنجي. اهوئي همدرديءَ جو جذبو آهي، جو اسان کي مجبور ڪري ٿو وجهي تہ پاڻ جهڙن ٻين انسانن کي ڪنهن تڪليف ۽ آفت ۾ مبتلا ڏسندي اسين هڪدم، سواءِ ڪنهن گهڻي سوچ ويچار جي، ڊوڙي وڃ ۾ ٽپي پئون، ۽ پنهنجي جان جوکي ۾ وجهي بہ انهن جي خبرگيري ۽ واهر ڪريون: اهوئي جذبو آهي جو سماجي قاعدن ۽ قانونن، رسم رواج، ۽ تهذيب و اخلاق جي عدم موجودگيءَ ۾ بہ غير مهذب ۽ غير متمدن، وحشي ۽ نيم-وحشي انسانن کي هڪ ٻئي سان خوش اسلوبيءَ، دوستيءَ ۽ محبت سان زندگي گذارڻ تي آمادہ ٿو ڪري- ايتري قدر جو ان حالت ۾ ڪنهن کي بہ ان فطرتي جذبي جي عدول حڪمي ڪرڻ جي نہ رڳو ڪڏهن ڪا همت ئي ڪانہ ٿي ٿئي، پر ان جو ٿلهو امڪان بہ ڪنهن جي خواب خيال ۾ ڪين ٿو اچي سگهي. انسانن جي وچ ۾ جيڪي فرق ۽ ويڇا، غير برابريون ۽ ننڍ-وڏايون اسان جي موجودہ مهذب ۽ متمدن سماج ۾ موجود آهن، سي اهڙي فطرتي ماحول ۾، جنهن کي قديم اشتراڪي ماحول بہ سڏي سگهجي ٿو، ڪنهن کي رڳو محسوس بہ ڪين ٿينديون هيون.

جنهن شخص شروع شروع ۾ ڪنهن هڪڙي خاص زمين جي ٽڪري جي چوڌاري ليڪو پائي ۽ لوڙهو ڏيئي، وٺي اها دعوا ڪرڻ شروع ڪئي تہ "هيءَ زمين منهنجي آهي"، ۽ ساڳئي وقت وري اتفاق سان کيس ٻين اهڙن سادہ دماغ ماڻهن سان واسطو پيو، جن سواءِ ڪنهن چون چرا جي سندس اها دعوا ڪئي قبول ڪئي، ۽ مٺ وجهي ويهي رهيا- تہ پوءِ آءٌ سمجهان ٿو تہ اهوئي پهريون شخص هو جنهن پنهنجي انهيءَ هڪڙي عمل سان انسانن ۾ سماجي طرز زندگيءَ جي ابتدا ڪئي، ۽ منجهن ٻين سمورن غير برابرين ۽ ننڍ-وڏاين جا پهريان بنياد قائم ڪيا. جيڪڏهن عين انهيءَ وقت ڪو ٻيو اهڙو ماڻهو نڪري پوي ها، جو انهيءَ شخص

جي نشان ڪيل حدن کي ڊاهي ۽ سندس لوڙهي کي ٻنهي پري اڇلائي، پنهنجن سائين کي آگاهه ڪري ها ته "سائيو! هيءَ اول درجي جو ٺڳ آهي، هن کان خبردار رهجو: جيڪڏهن انهيءَ ٺڳ جي ڳالهه تي هڪڙيءَ گهڙيءَ لاءِ به اعتبار ڪيو ته پوءِ هميشه لاءِ مُسجي ويندؤ: ياد رکو ته زمين جو ميوو اسان سڀني جو آهي، ۽ خود زمين اسان مان ڪنهن جي به ڪينهي!"- ته پوءِ پانيو ٿا ته بني نوع انسان ڪيترين نه خطرناڪ خونريزين، موتمار جنگين ۽ ڪيڏين نه ڀيانڪ مصيبتن ۽ آفتن کان هوند هميشه لاءِ محفوظ ۽ سلامت رهجي وڃي ها!

پر انسان ذات جي ڀاڳي ۾ شايد اهڙي دائمي سلامتي مخصوص ڪيل ڪين هئي. شخصي ۽ ذاتي ملڪيت جو اهو خيال انسان جي ذهن ۾ ڪو اوچتو ئي اوچتو يا خود بخود پيدا ڪين ٿي پيو هوندو. تنهن کان ته گهڻو گهڻو اڳي، انسان ذات کي ڪافي ڄاڻ ۽ ڪافي تجربو حاصل ٿي چڪو هوندو، ۽ انسانن ويچارن ڪافي ڪشالا ۽ محنتون ڪيون هونديون ۽ سور ڀنيا هوندا، ۽ اهو "علم" ۽ تجربي جو ابتدائي ذخيرو پنهنجي هڪ نسل کان ٻئي نسل تائين پهچايو هوندو: ۽ اهڙيءَ طرح درجي بدرجي ترقيءَ جي اوائلي منزلن کي طي ڪندا ڪندا، آخر انهيءَ هنڌ تي پهتا هوندا، جتان پنهنجي خالص فطرتي طرز زندگيءَ کي خيرباد چئي، ڪين، هن نئين نموني، شخصي ملڪيت جي ابتدا ڪرڻ ٻئي هوندي، ۽ تنهن کان پوءِ ئي موجوده سماجي طرز زندگيءَ جي راهه ۾ هنن اوائلي پير پاتو هوندو.

حقيقت هيءَ آهي ته جڏهن هڪڙي شخص کي پاڻ جهڙي ٻئي هڪڙي شخص جي مدد ۽ دستگيريءَ جو واقعي احتياج محسوس ٿيو، ۽ پانيائين ته هو انهيءَ پاڻ جهڙي ٻئي شخص جي محنت جو ميوو پاڻ لاءِ استعمال ڪري ته ان ۾ سندس فائدو آهي، ۽ جڏهن هڪڙي شخص ڏٺو ته جيڪڏهن هو پنهنجي فوري گهرجن جيتريءَ خوراڪ کان وڌيڪ خوراڪ، ڪنهن به طريقي سان پاڻ لاءِ جمع ڪري رکندو ته ان ۾ آخر سندس ڀلائي ۽ سهوليت آهي: بس انهيءَ ئي گهڙيءَ کان وٺي انسانن جي وچ ۾ برابري ختم ٿي ۽ غير برابريون سرجڻ ۽ اسرڻ لڳيون، شخصي ملڪيت جو رواج پيدا ٿيڻ شروع ٿيو، ضرورت کان زياده پاڻ محنت ڪرڻ توڙي ٻين کان محنت ڪرائڻ جي عادت ماڻهن ۾ پيدا ٿي، ۽ جر جهنگ، بر بيابان انسانن جي پگهر جي پاڻيءَ سان آباد ۽ سرسبز ٿيڻ شروع ٿيا، جتي موتين وانگر جرڪندڙ اناج جي پوکن ۽ فصلن سان گڏو گڏ جلد ئي غلاميءَ ۽ بُک جا ذلت آميز زهربلا زنگي گل به چوڌاري اُسرندي ۽ نسرندي، ڦُٽندي ۽ ڦولا رجندي نظر اچڻ لڳا.

انسان جي زندگيءَ ۾ هيءُ اوائلي ۽ بنيادي انقلاب ٻن چيزن ئي پيدا ڪيو- پهرين چيز هئي ڌاتن جو استعمال ۽ ٻي چيز هئي زراعت جو هنر. انسان جي سيتا ۽ تهذيب سون ۽ چانديءَ سان شروع ڪانه ٿي آهي: انسان کي جيڪڏهن شروع کان وٺي ويندي هيلتائين ڪنهن مهذب بنايو آهي ته اهي آهن هڪڙو لوهه ۽ ٻيو اناج: ۽ انسان ذات ۽ انسانيت کي ته فقط تڏهن پرهائي به، جيڪڏهن ڪنهن تباهه ۽ برباد ڪيو آهي ته اهو به انهن ئي ٻن.

ڇزن. لوهه زمين مان ئو هٿ اچي، ۽ اناج بہ زمين مان ئي ٿو اُپجي: انسان پنهنجي محنت ۽ پورهئي سان هي ٻئي چيزون زمين مان حاصل ٿو ڪري: هاڻي، زمين تي ڪن شخصن جي شخصي ملڪيت ۽ قبضو، ۽ اهڙيءَ طرح زمين جي پيدائش تي سندن بيجا يعني محنت ۽ پورهئي ڪان سواءِ ئي ۽ پنهنجي شخصي ضرورت ڪان زياده دسترسي ۽ تصرف قائم ٿي وڃي، تہ پوءِ اها ئي واحد چيز آهي جيڪا هڪڙن کي آقا ۽ ٻين کي غلام بنائي، هڪڙن کي ڏ و ڏ جي ڇار-اوگراهن ۽ ٻين کي ٻڪ جي خالي اوٻاسين ڏيڻ تي مجبور ڪري، انسان ذات ۽ انسانيت جي تباهيءَ، ذلت ۽ بربادي‍ءَ جو ڪارڻ ٿي بڻجي.

جڏهن زمين آباد ٿيڻ لڳي، تڏهن لازمي طرح ان جي ورهاست ۽ قبضي جو بہ سوال اٿيو: اهڙيءَ طرح جڏهن شخصي ملڪيت جو حق هڪ دفعي تسليم ٿي چڪو، تڏهن ان سان گڏوگڏ ٻاهمي حق ۽ ناحق، يعني "عدل و انصاف"، جا اوائلي قانون بہ لازمي طرح ٺهڻ ۽ عمل ۾ اچڻ شروع ٿي ويا.

اهڙيءَ صورتحال ۾، انسانن جي وچ ۾ برابري ۽ هڪجهڙائي فقط هڪ شرط سان قائم رهي ٿي سگهي ٿي تہ منجهائن هرهڪ جون فطري صلاحيتون ۽ قوتون هڪجهڙيون ۽ هڪجيتريون هجن ها، تہ جيئن (مثال طور) لوهه ۽ اناج جي پيدائش ۽ انهن جي استعمال ۽ کاڌي ۾ پنهنجيءَ پنهنجيءَ جڳهہ تي پوري پوري نسبت ۽ توازن هميشه قائم رهندو اچي ها: پر ڇاڪاڻ تہ هڪڙا انسان ٻين انسانن کان بنيادي طرح زياده سگهارا، زياده سمجهدار ۽ ڏاها، ۽ زياده انڪلي ۽ حرفتي واقع ٿيا هئا، تنهنڪري سندن محنت جي پيدائش ۽ پيدائش جي استعمال ۾ اها هڪجهڙائيءَ جي نسبت ۽ توازن قائم رهي ڪين سگهيو. منجهائن اهي جيڪي زياده طاقتور ۽ سگهارا هئا تن زياده محنت ڪرڻ ۽ زياده پيدائش حاصل ڪرڻ شروع ڪري ڏني، ۽ جيڪي زياده سمجهدار ۽ ڏاها هئا تن ٿورڙيءَ محنت مان زياده ڦل پيدا ڪرڻ جا جتن ۽ وسيلا پيدا ڪرڻ شروع ڪري ڏنا، ۽ جيڪي زياده انڪلي ۽ حرفتي هئا تن مرڳوئي اهڙيون انڪلون ۽ حرفتون گهڙڻ شروع ڪري ڏنيون، جو ڪين يا تہ بنهہ ڪو پورهيو ئي ڪين ٿي ڪرڻو پيو ۽ جي ڪرڻو بہ ٿي پيو تہ فقط نالي خاطر، پر تنهن هوندي بہ سندن نہ فقط ضرورت واريون بلڪ ضرورت کان زياده شيون ڪين گويا گهر ويٺي پٽي تي ميسر ٿيون: آبادگارن کي لوهه جي زياده ضرورت ٿي محسوس ٿي، يا وري لوهارن کي اناج جي زياده گهرج ٿي پيش آئي: مطلب تہ حالتن اهڙو وٺي ڦيرو کاڌو، جو هڪجيتريءَ محنت ڪرڻ کان پوءِ بہ، هڪڙن کي ضرورتن کان گهڻو زياده پٽي ٿي ٿو پيو، تہ ٻين لاءِ رڳو ساهہ تڪائڻ بہ هڪ مشڪل سوال بڻجي پيو. اهڙيءَ طرح، انسانن جي وچ ۾ فطرتي يا طبيعي غير برابريون جيڪي خالص فطرتي ماحول ۽ قديم اشتراڪي طرز زندگيءَ ۾ رواجي ۽ معمولي پئي ٿي لڳيون، ۽ جن جي موجود هوندي بہ ڪنهن کي ٻين جي مٿان فرمانروائيءَ جو پروانو يا ٻين جي آڏو ٻانهپ ڪرڻ جي ضرورت ئي ڪين ٿي محسوس ٿي، سي جڏهن سماجي

يا "مهذب" طرز زندگيءَ ۾ پنهنجا روپ ظاهر ڪرڻ لڳيون، تڏهن انهن معصوم فطرتي غير برابرين انسانن جي وچ ۾ اهڙيون ته مصنوعي ۽ آگريون پيون غير برابريون ۽ ننڍ-وڏايون قائم ڪري وڌيون، جن ۾ نه ڪنهن قسم جي ڪا معقوليت ۽ نه وري ڪا معصوميت ئي موجود هئي.

انسان جيڪي هن کان اڳي آزاد ۽ خود-مختيار زندگي بسر ڪندا ايندا هئا، سي هاڻي پنهنجي بيشمار ۽ مختلف گهرجن ۽ نت نين ضرورتن جي انوسار، قدرت جي سڀني قوتن ۽ پيدا ڪيل وسيلن جي زياده غلاميءَ ۽ محتاجيءَ سان گڏوگڏ خاص طرح هڪ ٻئي جا گويا زرخريد غلام ۽ محتاج بڻجي پيا؛ منجهائن هرهڪ، ڪنهن نه ڪنهن حد تائين، ٻاڻ جهڙن ٻين انسانن جو باندي ۽ ٻانهو بڻجي ويو: غلام آقا جو محتاج، ته آقا وري غلام جو گهرجائو ٿي پيو: جيڪڏهن ڪو شاهوڪار هو، ته ڪيس ٻين جي محنت ۽ خدمتگذاريءَ جي ضرورت هئي؛ جيڪڏهن ڪو غريب هو، ته ڪيس ٻين جي دست گيريءَ ۽ مدد جو احتياج هو؛ وچولي درجي واريءَ حالت ۾ به هو هڪ ٻئي جي ٽيڪ ۽ سهاري کان سواءِ هڪ پل به ڪيڏانهن چري ڪين ٿي سگهيا. مخدوميت ۽ غلاميءَ کان سواءِ ٽين حالت- خود مختياريءَ ۽ آزاديءَ واري- ڪنهن وٽ به ۽ ڪٿي به باقي موجود ڪين رهي.

اهڙيءَ حالت ۾، ظاهر آهي ته هرهڪ شخص چوويهه ئي ڪلاڪ رڳو انهيءَ ڪوشش ۾ جنبي ويو هوندو ته ڪنهن طرح هو ٻين سڀني انسانن کي آماده ڪري ته اهي پنهنجي سموري توجهه جو مرڪز کيس ئي سمجهن، ۽ ڪم از ڪم ظاهريءَ طرح، هو سڀ ائين سمجهن ۽ وسهي ويهي رهن ته هو مڙيئي جيڪڏهن پنهنجا پنهنجا مفاد وساري يا هڪ پاسي رکي فقط سندس خدمتگذاري ڪندا رهندا ته ان ۾ سندن پنهنجو ئي فائدو آهي- گويا هرهڪ انسان جي زندگيءَ جو اهوئي مقصد بڻجي پيو هوندو ته ڪنهن طرح ٻين سڀني انسانن کي پنهنجو اهڙو ته غلام ۽ خادم بڻائي ڇڏيان، جو هو پنهنجي انهيءَ غلامي کي ئي پنهنجي سموري زندگي سمجهي ويهي رهن. انهيءَ مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ، انهيءَ شخص کي پنهنجيءَ روش ۾ هڪڙن سان عجيب و غريب لڳيون ۽ دولاب، مڪر ۽ فريب ڪرڻا پيا هوندا، ته ٻين سان ضرور قسمين قسمين ظلم ۽ تعديون، زورآوريون ۽ سختيون ڪرڻيون پيون هونديون؛ ڇاڪاڻ ته جن انسانن کان کيس پنهنجي خدمت ۽ بندگي ڪرائڻ جي درڪار محسوس ٿي هوندي، تن کي انهيءَ ڪم لاءِ ضرور هن، حد کان زياده ۽ ناجائز طريقن سان، استعمال ڪرڻ شروع ڪيو هوندو؛ ۽ جيڪڏهن انهن کي رضا خوشيءَ سان پنهنجي اهڙيءَ هڪطرفي ٻانهپ ڪرائڻ تي آماده نه ڪري سگهيو هوندو، ته پوءِ ضرور انهن کي ڪجهه لٺ سان، ڪجهه ڇٽ سان ائين ڪرڻ تي مجبور ڪرڻ جي ضرورت کيس محسوس ٿي هوندي. اهڙيءَ ريت، ڏسڻ وائسڻ انسانن ۾ انتهائي خود غرضيءَ ۽ خود پرستيءَ جي هڪ عام ڇتاپيڻي ۽ مقابلي بازي پيدا ٿي ويئي، ۽ مختلف مفادن جي ٽڪر ۽ تصادم سبب، هرڪنهن جي دل ۾ اها ئي نيت ۽ خواهش پيدا ٿي ته هو ٻين کي نقصان ۾ وجهي يا ڪم از ڪم ٻين جي مفادن کي اورانگهي

ٻ پنھنجي ٻن جون مرادون پوريون ڪندو رھي. اھي سڀئي برايون ۽ بدعنوانيون فقط ھڪ ٿي چيز مان ڦٽي نڪتيون - ۽ اھا ھڪ چيز ھئي "شخصي ملڪيت" جو وجود ۾ اچڻ، جنھن جي سماجي ۽ قانوني طور تسليم ٿي وڃڻ کان پوءِ، جيئن جيئن انسانن ۾ غير برابريون ۽ ننڍ-وڏايون وڌنديون ۽ زور وٺنديون ٿي پئي ويون، تيئن تيئن انھن سان گڏ اھي بدعنوانيون ۽ برايون ٻ وڌنديون ۽ عام جام ٿينديون پئي ويون، جن جو ذڪر مٿي اچي چڪو آھي.

ھيءَ ڳالھہ تہ بنھہ ناممڪن آھي تہ انسانن مان ڪو ٻہ اھڙيءَ بدانتظاميءَ ۽ ڇڙواڳيءَ واريءَ صورتحال کان متاثر نہ ٿيو ھجي، ۽ ڪنھن جي ٻہ دل ۾ انھيءَ انتشار ۽ نفسانفسيءَ واريءَ حالت مان ڇوٽڪاري پائڻ جو ڪو خيال پيدا ڪين ٿيو ھجي. ملڪيت وارن شخصن جي ذھن ۾، خاص طرح، اھو احساس جلدئي پيدا اچي ٿيو ھوندو تہ انھيءَ باھمي چڪتاڻ ۽ ڦرمار واريءَ زندگيءَ ۾ - جتي حالت اھا ھجي، جو جيڪو ڦيو سو ڦيو ۽ جيڪو ڦريو سو ڦريو، خصوصاً کين، ڪيترو نہ نقصان ۽ خسارو پئي ٿي وقت بوقت سھڻو پيو، يا ان جو ڪيڏو نہ ڊپ ۽ انديشو کين ھروقت رکڻو ٿي ٿي پيو. پنھنجي ميڙيل ملڪيت کي جائز ثابت ڪرڻ لاءِ نہ وٽن ڪو اھڙو موزون دليل ٿي موجود ھو، ۽ نہ وري کين ڪا اھڙي طاقت ٿي ھئي جو ھو انھيءَ پنھنجي ملڪيت جو بچاءُ ڪري سگھن. شخصي ملڪيت جو دستور انسان لاءِ ھڪ نئون دستور ھو، ۽ ھو انھيءَ کي خاموشيءَ سان قبول ڪري ويھي رھڻ لاءِ ايترو تيار ڪين ھئا. ملڪيت وارا پنھنجن مفلس مخالفن کي ھڪ ھڪ ڪري تہ آسانيءَ سان ختم ڪري ٿي سگھيا، پر انھن مفلس مخالفن جي گڏيل مخالفت کي منھن ڏيڻ جي تہ نہ وٽن ڪا طاقت ٿي ھئي ۽ نہ وري اھڙي ڪا ھمت ٿي پاڻ ۾ ساري ٿي سگھيا. غريب "ڦورن ۽ ڌاڙيلن" جي گڏيل ٽولن اڳيان منجھانئن ھرھڪ اڪيليءَ طرح ڪجھہ ٻہ ڪين ٿي ڪري سگھيو، ۽ نڪي وري باھمي حسد ۽ مقابليبازيءَ سبب ھو سڀئي ملڪيت وارا شخص، جواب طور، انھن متحد ۽ منظم گھرجائو "ڌاڙيلن" خلاف ڪو گڏيل محاذ ٿي قائم ڪري ٿي سگھيا. آخرڪار، منجھانئن ھڪڙي پيسي پونجيءَ واري دورانديش شخص جي ذھن ۾ ھڪڙي بلڪل انوکي ۽ اھم تجويز پيدا ٿي، جنھن جا ڀلا يا برا نتيجا اسان انسانن کي شايد دنيا جي آخرين گھڙيءَ تائين ڪنھن نہ ڪنھن صورت ۾ پيا ڏسڻا ۽ سھڻا پوندا: اھا عجيب و غريب تجويز ھيءَ ھئي تہ دشمن کي دوست ۽ مخالفن کي پنھنجو موافق بنايو وڃي؛ يعني اھي جيڪي سندن ملڪيت کي ناجائز سمجھي مٿس ھميشه حريصانہ نظرون وجھيو ويٺا ٿي رھيا، ۽ موقعي ملڻ تي کين ڦريو ماريو ھليا ٿي ويا، تن کي پنھنجو ۽ پنھنجيءَ ملڪيت جو بنھہ محافظ ۽ رکوال بنايو وڃي؛ "دشمنن" کي بنھہ اھڙو "دوست" ڪري ڇڏجي جو سندن خيال ۽ ارادا، رسمون ۽ رواج، قاعدا ۽ قانون سڀ جا سڀ محض شخصي دولت ۽ ملڪيت جي دستور جي ئي حفاظت ۾ ڪم ڪندا رھن؛ شينھن کي ٻلي بنائي پنھنجي گھر جي چوديواريءَ اندر ويھي "مياؤن مياؤن" ڪرڻ تي اھڙو تہ مجبور ڪري ڇڏجي، جو ھو پنھنجي ڪيل شڪار کي ٻہ، پنھنجي مالڪ جي ملڪيت سمجھي، ويٺو ويچارو

پنجي اکيون نہ ٻيو ڪجهہ ڪُوڙ ڪونہ لڳا ٿو ته ڪڏهن ٿو انهيءَ شڪارمان سندس مالڪ کي نٽرجي
سندس ٻڪي وات ۾ اچلائي وجهي... ۽ پوءِ جڏهن اهڙو کو نڪر اچلجي اچي سندس وات ۾ پوي،
تڏهن ويهي پنهنجي مالڪ جي فياضيءَ ۽ رحمدليءَ جا ڳُڻ ڳائي ۽ قصيدا رَچي!

انهيءَ تجويز کي عملي صورت ڏيڻ جي خيال کان هن "دوراندِيش" شخص پنهنجن سڀني
پاڙيسرين کي انهيءَ صورتحال کان نهايت هوشياريءَ سان وٺي آگاهہ ڪرڻ شروع ڪيو،
جنهن ۾ هڪڙي انسان کي لازمي طرح ٻئي انسان جو دشمن بنجي زندگي گذارڻي ٿي پئي،
جنهن ۾ هڪڙي جي دل ۾ ٻئي جو خوف ۽ ڌڪاءُ هميشه موجود ٿي رهيو، جنهن ۾ ملڪيت
وارن لاءِ ملڪيتون وبال جان هيون ته اڻ-هوند وارن لاءِ سندن احتياج پريشانيءَ ۽ گهٽيءَ
جو باعث هو، جنهن ۾ نہ شاهوڪارن کي ڪا سلامتي هئي ۽ نہ وري، پنهنجيءَ ٻريءَ، غريبن
لاءِ ڪو امن امان؛ ۽ اهڙيءَ طرح سڀني کي ٿورا کي گهٽا، مِٺڙ نہ مِٺڙ جهڙا دليل دلائل
۽ اوپاريون لهواريون ڳالهيون ٻڌائي، انهيءَ عقلمند شخص آخر اچي پنهنجي رٿيل تجويز کي
قبول ڪرڻ لاءِ رضامند ڪيو: جي، "اچو تہ پاڻ ۾ سڀ گڏجي 'ظالمن' جي 'ظلم' کان
ضعيفن ۽ ڪمزورن جي حفاظت ڪريون، 'حرص و هوس جي پوڄارين' کي روڪيون ۽
ضابطي ۾ رکون، ۽ 'هرڪنهن وٽ جيڪي ڪي آهي ان جو بچاءُ ڪريون'؛ اچو تہ 'عدل ۽
انصاف' جا قاعدا ۽ قانون ٺاهيون ۽ عمل ۾ آڻيون، جن جي عزت ۽ فرمانبرداري ساڳئي
نموني هرڪو، غريب توڙي شاهوڪار، ڪرڻ لاءِ ٻڌل هجي، ۽ جن جي مدد سان سڀني،
غريبن توڙي شاهوڪارن، جي 'حقن' جي حفاظت ٿئي، ۽ جن جي معرفت هرڪنهن کي
پنهنجا پنهنجا 'فرض' پورا بجا آڻڻا پون؛ اچو تہ پنهنجون سموريون طاقتون هڪ ٻئي سان
ڏ هڻ .جهيڙن جهڳڙن ۾ ضايع ڪرڻ بدران-جن ۾ اسان جو پنهنجوئي نقصان آهي-اهڙيءَ
طرح هڪ هنڌ جمع ڪري هڪڙي ئي عظيم الشان قوت وجود ۾ آڻيون، جيڪا اسان سڀني
جي مٿان مناسب ۽ معقول قانونن وسيلي راڄ ڪري!"

جيئن پروانا شمع مٿان ڊوڙي وڃي سر ڏيندا آهن، تيئن ويچارا وسوڙل انسان بہ
.ههڙن هوشربا ۽ رنگين آوازن ۽ دلچسپ دليلن کي ٻڌڻ سان ئي، ٺپي ڪڏي، وڃي
.رضاخوشيءَ سان سياسي ۽ سماجي غلاميءَ جي زنجيرن ۾ گرفتار ٿيا: مختلف سماجي ۽ سياسي
؛ادارن جا فائدا ۽ سهوليتون تہ هرڪوئي ڏسي سگهيو، پر، تجربي نہ هئڻ جي حالت ۾،
.ڪوئي بہ انهن جي نقصانن ۽ ايذائن کي سمجهي ۽ پروڙي ڪين سگهيو؛ اهي جن کي ائين
.ڪرڻ سان ظاهر ظهور ۽ فوري نقصان پهچي رهيو هو، تن تہ سڀني کان اڳي، چند شخصي
.ملڪيت جي حامين جي انهن هوشربا ترانن تي موهجي، وڃي پنهنجا سر اڏيءَ تي رکيا ۽
.هميشه لاءِ آزاد ۽ خودمختيار شيرن مان ڦري غلام ۽ بزدل 'گربہ مسڪين' يا پيرن چٽيندڙ
۽ پڇ لٽڪائو 'سگ دروازه' جو ذليل درجو قبول ڪري ويهي رهيا.

سماج ۽ سماجي قانونن، سياست ۽ سياسي ادارن جي ابتدا اجھو ائين ٿي ـ ها، گھٽي ۾ گھٽ، ٻئي ٻه ڪنھن اھڙي ئي طريقي سان ٿي ھوندي: غريبن کي غربت ۾ گرفتار ڪيو ويو ۽ شاھوڪارن کي شاھوڪاري مباح ڪئي ويئي؛ انسان جي فطرتي آزادي ۽ خودمختياريءَ کي ھميشه لاءِ دفنائي، غلامن کي بيڪسيءَ ۽ نماڻائيءَ جي زنجيرن ۾ ڇوڪنيو ٻڌو ويو ۽ آقائن کي طاقت ۽ اقتدار جا چھبڪ ڳئي ڳئي ھٿن ۾ ڏنا ويا؛ انسانن ۾ شخصي ملڪيت ۽ سماجي غير برابريءَ کي ھڪ اٽل قانون جي حيثيت ملي ويئي؛ دولاب ۽ چالاڪيءَ سان ھٿ آيل طاقت ۽ دولت کي حق ۽ انصاف ڪري تسليم ڪيو ويو؛ چند ھيچين ۽ ذاتي ملڪيت جي ھوچارين جي ڀلائيءَ خاطر بني نوع انسان کي موتمار ٻورهئي، غلاميءَ ۽ سماجي عذاب جي دائمي دوزخ ۾ اڇلايو ويو.

ھيڪر ڪٿي ڪو اھڙي قسم جو ھڪڙو راڄ يا سماج وجود ۾ آيو، ته ظاھر آھي ته ان کي ڏسي، يا پنھنجي پنھنجي منھن، ترت ئي ٻيا اھڙا ڪيئي راڄ لازمي طرح جوڙاري ڪڙا ٿي ويا ھوندا ـ ڇاڪاڻ ته راڄ جو مقابلو، جيئن ھاڻي تيئن اڳي ٻه، اڪيلي انسان جي وس کان ٻنھ ٻاھر ھو: تنھنڪري ھڪڙي راڄ کي پنھنجي سامھون متحد ۽ منظم ٿيندي ڏسندي، سڀ انسان جتي ڪٿي پنھنجا پنھنجا راڄ قائم ڪري، پاڻ به ھڪدم منظم ۽ متحد ٿي ويھي رهيا. ائين ٿيندي ٿيندي، ھن قسم جا راڄ ايتري قدر ته دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ٽھلجي ويا، جو اھڙي ڪا به پناھ جي جاءِ باقي نه رهي، جتي ڪو اڪيلو انسان ھين ڇوڙير گھمندڙ "راڄوٽي ڏنڊي" يا ھن دائمي مٿان لٽڪندڙ "سماجي تراڙ" کان پنھنجي مسڪين مٿي کي اڪائي، پنھنجي منھن ۾ گھڙيون ڪو سک سانت جو ساھ کڻي سگھي. ھن ريت "راڄوٽي پابندي" يا "سماجي فرض" جڏھن سماج جي ھر ماڻھوءَ لاءِ اٽل قانون جي صورت وٺي ويھي رهيو، تڏھن "فطرتي آزادي" ۽ "فطرتي قانون" جو عمل فقط مختلف راڄن يا سماجن جي باھمي تعلقات جي دائري اندر وڃي محدود ٿيو؛ جتي، ساڳئي وقت، وري "قومن جي حق" کي سامھون آڻيندي، ڪي اھڙيون پابنديون ۽ دستور چپ چاپ قبوليا ويا، جن تي عمل ڪندي قومون ھڪ ٻئي سان وڻج واپار ۽ تجارتي ڏي ـ وٺ جا ناتا قائم رکي ٿي سگھيون. اھي پابنديون ۽ اھي دستور، راڄن يا سماجن جي وچ ۾ "انساني فطري انس ۽ ھمدردي" جا مابدل ھئا، جيڪا فطري انس ۽ ھمدردي، اڪيلن انسانن جي دلين ۾ ته ھڪ ٻئي لاءِ اڃا به ڪنھن قدر موجود ھئي، پر راڄن يا قومن جي باھمي معاملات جي حالت ۾ ته سڀ جي دلين تان پنھنجو اثر ٻنھ ختم ڪري چڪي ھئي ـ سواءِ ڪن چند عالمي نگاھ رکندڙ درويش ـ صفت شخصن جي، جيڪي انسانن جي وچ ۾ اھي ھڙاڏو پيدا ڪيل ويڇا ڪڏھن به تسليم ڪين ڪندا آھن، ۽ ساري جڳ جي خالق اڪبر وانگر تمام بني نوع انسان کي ھر وقت پنھنجي محبت جي دائري ۾ شامل سمجھندا آھن.

قومن جي وچ ۾ باھمي انس ۽ ھمدرديءَ جي موجود نه ھجڻ سبب ئي دنيا ۾ ايترا خونخوار جھيڙا ۽ جنگيون، ايتريون وحشتناڪ تباھ ڪاريون ۽ قتل عام ٿي گذريا ۽ اڃا تائين

به ساڳيءَ ئي طرح واقع ٿيندا ٿا رهن: انسان جي فطرت هنن قيامت خيز هولناڪين کي ڏسندي ڪنبيو وڃي، انسان جو عقل انهن کان بيزار ۽ باغي آهي: مگر واءِ افسوس، جو ويندي اڄ تائين به، بعض غلط عقيدن ۽ نظرين ماتحت، هڪڙا انسان ٻين انسانن جي قتل کي عزت ۽ تحسين جوڳو ڪم تصور ٿا ڪن! انهن غلط نظرين ۽ عقيدن جي اثر هيٺ ئي، دنيا جي اڪثر نامور شخصن هڪ ٻئي جي خونريزيءَ کي پنهنجو 'قومي' فرض ٿي تصور ڪيو آهي - ايتري قدر جو هيل تائين انسانن هڪ ٻئي جا هزارن بلڪ لکن جي تعداد ۾ حيواني ڪوس ٿي ڪيا آهن، ۽ منجهانئن ڪنهن ايتري ڄاڻ جي به ڪڏهن ضرورت محسوس ڪانه ڪئي آهي، ته پاڻ جهڙن انسان ڀائرن کي هو آخر ڇو ائين ناحق پيا ٿا ڪُهن ۽ قتلام ڪن! بني نوع انسان، جو مختلف فرقن ۽ قومن ۾ ورهائجي ويو، ان جا سڀ کان ڀيريان نتيجا انهن هولناڪ صورتن ۾ ئي ظاهر ٿيا.

انساني سياست جو هيءُ هڪ بنيادي ۽ عام قبوليل اصول آهي ته ماڻهو پنهنجا حاڪم ۽ سردار انهيءَ لاءِ چونڊين ۽ مقرر ڪن ٿا ته هو سندن آزاديءَ جي حفاظت ۽ رکوالي ڪن؛ نه ان لاءِ ته سندن اهي سردار ۽ حاڪم الٽو کين پنهنجا پانهن-ٻڌا غلام بنائي ويهي رهن. منهنجي خيال ۾ انسانن جي سياسي تنظيم، عوام ۽ سندن چونڊيل سردارن جي وچ ۾ هڪ قسم جو "معاهدو" آهي، جنهن موجب ٻئي ڌريون انهن قاعدن ۽ قانونن سان پاڻ کي برابر ٻڌل ڪن ٿيون، جن جي بنياد تي هنن اهو معاهدو طي ڪيو آهي - اهي قاعدا ۽ قانون گويا سندن اتحاد جي زنجير جون ڪڙيون آهن. سماجي ۽ سياسي تعلقات جي دائري ۾ ماڻهو پنهنجن ڌار ڌار رائن ۽ انفرادي مرضين کي هڪ مرڪز تي آڻي، ملائي، هڪ گڏيل راءِ يا جماعتي مرضيءَ جي صورت ڏين ٿا، جنهن جي بيان يا تعريف ۾ پوءِ هو جيڪي دستور، قانون يا اصول مرتب ڪن ٿا، تن جي پابندي منجهائن سڀني تي هڪ جيتري لازم آهي: جماعتي مرضيءَ جي انهن قانونن يا اصولن مان هڪڙو قانون اهو آهي، جنهن مطابق ماڻهو پنهنجي لاءِ حاڪم يا سردارَ مقرر ڪن ٿا - ته جيئن اهي سردار باقي رهيل قانونن کي انصاف طور ۽ سڀني جي ڀلائيءَ لاءِ عمل ۾ آڻي سگهن. حاڪمن يا سردارن جي هيءَ طاقت ۽ اختياري فقط سماج جي "جماعتي مرضيءَ" يعني ملڪ جي آئين يا دستور جي حدن تائين ئي محدود ٿئي ٿي - ملڪ جي آئين يا دستور کي عدولڻ يا بدلائڻ لازمي طور هنن جي اختيار کان ٻاهر آهي.

اهڙيءَ طرح تاريخ جي هنن مختلف دورن مان گذرندي، انساني غير برابري ڪيئن وڌندي ۽ زور وٺندي رهي آهي - جيڪڏهن ان ڳالهه ڏانهن اسين ڌيان ڏينداسين، ته معلوم ٿيندوسين ته جيئن ئي شخصي ملڪيت جي سرشتي جو بنياد پيو ۽ ان جي حفاظت لاءِ رواج ۽ دستور قائم ٿيا، تيئن ئي انسانن ۾ سماجي غير برابريءَ جي شروعات ٿي؛ تنهن کان پوءِ سردارن ۽ حاڪمن جي مقرر ٿيڻ سان ان جو ٻيو دور شروع ٿيو؛ ۽ جڏهن اڳتي هلي حاڪمن جي حاڪميت ۽ سردارن جي سرداريءَ جو دارومدار عام-راءِ ۽ جماعتي مرضيءَ جي بدران خالص

سندن پنهنجيءَ راءِ ۽ پنهنجيءَ مرضيءَ تي وجهي ڇڏيو، تڏهن انساني غير برابري پنهنجي ٽئين ۽ آخري روپ ۾ دنيا جي سامهون آئي: سندس شروعاتي دور ۾ هڪڙا هوند وارا ۽ ٻيا هٿين خالي، يعني هڪڙا شاهوڪار ۽ ٻيا غريب بڻيا؛ سندس ٻئي دور ۾ هڪڙا ڏاڍا ۽ ٻيا هيڻا، يعني هڪڙا سردار ۽ ٻيا انهن جا راڄ-ماڻهو ٿيا؛ ۽ سندس ٽئين ۽ آخري دور ۾ هڪڙا مالڪ ۽ ٻيا انهن جي ملڪيت، يعني هڪڙا آقا ۽ حاڪم، ٻيا انهن جا محڪوم ۽ غلام بڻجي ويا- ۽ انسانن جي وچ ۾ هيءَ سڀ کان آخري- سائينءَ ۽ ٻانهي وارو- تعلق، انساني غير برابريءَ جو ٻيڙي ۾ بچڙو روپ ۽ آن جي بنهه انتهائي صورت آهي، جنهن ۾ پيون سڀ غير برابريون ۽ ننڍ-وڏايون ازخود اچي وڃن ٿيون، ۽ پنهنجي بنهه بچڙي روپ ۾ موجود رهن ٿيون.

سياسي تفاوت لازمي طرح سماجي تفاوت پيدا ڪن ٿا. هي تفاوت گهڻن ئي قسمن جا ٿيندا آهن: پر دولت، امارت، طاقت ۽ ذاتي لياقت انهن مان مکيه ۾ مکيه تفاوت آهن- جن جي روشنيءَ ۾ ئي انسان سماج ۾ هڪ ٻئي متعلق ڪا راءِ، ڪو اندازو قائم ڪندا آهن. اهوئي سبب آهي جو انهن چند چيزن جي منصفانه انتظام يا عدم انتظام منجهان ئي ڪنهن ملڪ يا حڪومت جي آئين يا دستور جي چڱي يا بري هئڻ جي ثابتي ملندي آهي. غير برابريءَ جي هنن چئن قسمن ۾ جيتوڻيڪ ذاتي لياقتن جو قدرتي فرق ٻين سڀني غير برابرين جو گويا مُنڍ آهي، پر بجاءِ ۾ انهن سڀني جو اظهار وجهي دولت ۽ سرمايي جي صورت ۾ ٿئي ٿو؛ ڇاڪاڻ ته سڀ کان زياده دولت ئي آهي جيڪا ماڻهوءَ جي فوري خوشحاليءَ جو سبب بڻجي ٿي، ۽ ٻڻ آسانيءَ سان ان جي ڏي-وٺ ٿي سگهي ٿي، ۽ انهيءَ سبب دولت جي استعمال سان پيون سموريون فوقيتون ۽ وڏ-ماڻهپايون اک ڇنڀ ۾ خريد به ٿي سگهن ٿيون. دولت جي خاص انهيءَ استعمال جي مشاهدي مان اندازو لڳائي سگهبو آهي ته سماج ۾ رهيي ڪري، ماڻهو ڪيتريءَ حد تائين پنهنجي اوائلي سادي سودي فطري دستور تان هٽي، وڃي پنهنجي ئي پيدا ڪيل، زندگيءَ جي هن فساد ۽ ابتريءَ جي مهاجار ۾ ڦاٿو آهي.

انساني غير برابريءَ جي هيءَ ترڪناڪ ڏاڍ ڪهڙن رنگن روپن ۽ ويس ورن ۾ هيلتائين ٻئي سماج ۾ ظاهر ٿي آهي- جيڪڏهن آنهن سڀني کي خيال ۾ آڻيندا سين، ته ڏسندا سين ته سماج ۾ ظلم هميشه وڌندو ئي پئي رهيو آهي- ايتري قدر، جو مظلومن لاءِ ڪڏهن هيءَ ممڪن ئي نه رهيو آهي، جو سمجهي سگهن ته ظلم جو ڪڏهن ڪو خاتمو به ٿيندو، يا ظلم کي روڪڻ يا ختم ڪرڻ لاءِ وٽن ڪي موزون اپاءَ ۽ ڪامياب ذريعا موجود به آهن. آڄ اسان جي اکين اڳيان انسانن جا حق پيا غصب ٿين، قومن جي آزادي پئي نپوڙجي ۽ ناس ٿئي،- ۽ هوڏانهن، ضعيفن جي احتجاجن، هيڻن جي دانهن ۽ ڪمزورن جي فريادن کي نه رڳو سڻڻ ۽ اونائڻ وارو ڪو به ڪونهي، بلڪ انهن کي سرڪشن جون زبان درازيون، باغين جو بهتان تراشيون، ۽ مفسدن جون زهريليون سرگوشيون سڏي، گهٽيو، ٻوسائيو، سرگوئي ختم ڪيو پيو وڃي. آڄ چند آگرين تي ڳڻڻ جيترن ٻاوي تي ڳنڍل شخصن کي فخر آهي ته

هو جماعتي مفاد جا محافظ آهن! – پوءِ پنهنجين ئي فضول خرچين جي پورائيءَ لاءِ ٻئي سموري
پورهيت عوام مٿان، هو ڍلن مٿان ڍلون ۽ ٽيڪسن مٿان ٽيڪسون مڙهيندا ٿا رهن، تان جو
ظاهري امن امان جي حالت هوندي به، ملڪ جي مظلوم ۽ ڏتڙيل عوام منجهان ڪي، هن
بي انت ڦرمار ۽ زور زبردستيءَ کان تنگ ٿي، پنهنجي روز مرهه جي ڪم ڪار مان هٿ
ڪڍي، هر ڦار ۽ ڏاهي ڪوڏر کي ڇڏي، آخر وڃي ٿا انتقام جي تلوارين ۾ هٿ وجهن: ۽
اهڙيءَ طرح آهي جيڪي پنهنجي وطن عزيز جا جانباز سپاهي بڻجڻ گهرجن، سي ئي ڦيري آخر
آن جا دشمن ٿي ٿا پون، ۽ پوءِ سندن غضبناڪ سنگينون سدائين پنهنجن ئي هم‌وطن ڀائرن
جي سينن ۾ کُپنديون ٿيون رهن.

انهيءَ بدنظميءَ ۾ افراتفريءَ جي طوفانن ۽ انقلابن منجهان ئي آهستي آهستي استبداد ۽
آپيشاهي پنهنجو ڀيانڪ منهن ڪڍي، ملڪ ۾ باقي بچيل هر چڱيءَ ۽ بي داغ چيز کي ڳرڪائيندي،
ملڪ جي قانونن توڙي ماڻهن کي پنهنجن پيرن هيٺان لتاڙيندي، آخر وڃي جمهوريت جي
کنڊرن جي مٿان کپ کوڙي ويهي رهندي آهي. سماجي معاملات ۾ هيءَ سڀ کان ڀونئين
تبديلي آهي، ۽ آن جي وارد ٿيڻ کان اڳ وارو زمانو انتهائي ڏهڪار، مصيبت ۽ مظلوميت
جو زمانو هوندو آهي: پر آخرڪار استبداد ۽ آپيشاهيءَ جي هيءَ ذليل ڏائڻ هر چيز کي پنهنجي
دوزخي ڦوڪ سان ساڙي ڀسم ڪري ڇڏيندي آهي، ۽ پوءِ ماڻهن وٽ نه رهندا آهن سندن
قاعدا قانون، نه رهندا آهن اڳواڻ يا سردار – بس چوڌاري ظلم جي ڏنڍي جو راڄ ۽ بيدرد
ظالمن جو دور، ڪنهن آسماني آفت وانگر، هڪ همه گير اونده ۽ هيبت جو ڪارو ڪڪر بڻجي،
ملڪ مٿان ڇانئجي ويندو آهي، ۽ پکين پسن، مرد ماڻهن – سڀني جا ساهه مٺ ۾ اچي ويندا آهن.

انساني غير برابريءَ جي هيءَ آخرين صورت آهي، ۽ آن جي پيدا ٿيڻ تي انسان گويا
واپس آتي ئي ٿا آچي بيهن، جتان هنن پنهنجي اوائلي سماجي زندگيءَ جي شروعات ڪئي هئي:
سندن فطري زوال يا سماجي "ارتقا" جو هيءَ ڦيريون انقلاب آفرين چڪر اِنهيءَ نقطي تي
پهچي پورو ٿو ٿئي. هن مرحلي تي، سماج جا سمورا فرد موٽي پنهنجي فطري برابريءَ جي
اصلوڪي درجي تي آچي ٿا بيهن – ڇاڪاڻ ته هاڻ، سماج ۾ "ڪجهه به نه هئڻ" جي حيثيت ۾ منجهن
ڪنهن به قسم جو باهمي امتياز باقي بچي ئي ڪونه ٿو: ۽ جڏهن صورتحال اِها اچي بيهي،
جو رعيت لاءِ ڪو به قانون، سواءِ سندن آقا جي ذاتي مرضيءَ جي، باقي نه رهي؛ ۽ سندن
آقا جي مٿان ڪو به ضابطو، سواءِ سندس پنهنجي داخلي جذبات جي، موجود نه هجي – تڏهن
نيڪيءَ جا سمورا خيال ۽ انصاف جا سمورا اصول اٿين غائب ٿي ٿا وڃن، ڇو ته ڪڏهن
نهيائي ڪونه هئا. ان وقت هر ڪا چيز وري "ڏاڍو سو ڳاڀو" واريءَ حيواني صورتحال ڏانهن
پوريءَ طرح موٽ کائي ٿي، ۽ چوڌاري، زندگي هڪ نئين فطري رنگ روپ ۾ اچيو
سامهون بيهو رهي. استبداد ۽ آپيشاهيءَ سبب، "حڪومتي معاهدو" اول کان آخر تائين
ايترو ته ٽٽي ٿو پوي، جو ظالم ۽ مستبد حاڪم پنهنجي حاڪميت فقط ان وقت تائين قائم رکي

سگهي ٿو، جيستائين هو طاقتور آهي. جڏهن به سندس طاقت جي مقابلي ۾ ٻي اهڙي طاقت پيدا ٿي چڪي، جيڪا کيس ٻانهن کان جهلي، حڪومت جي مسند تان گهلي هيٺ لاهي سگهي ٿي، تڏهن کيس ان طاقت خلاف تشدد جي شڪايت ڪرڻ جو ڪوبه حق نه رهندو. عام بغاوت جيڪا اهڙيءَ طرح هڪ سلطان کي ماري سات ڪرڻ يا تخت تان لڏي ڪيڻ ۾ ڪامياب ٿي ٿي وڃي، آها اوترو ئي حق بجانب ۽ عين قانون پٽاندر آهي، جيترو اڳئين ڏينهن تي انهيءَ ساڳئي سلطان جا اهي حڪم احڪام عين قانون پٽاندڙ ۽ حق بجانب هئا، جن جي وسيلي هن پنهنجي رعيت جي جان ۽ مال تي اکيون ٻوري ڏاڍا پئي هنيا. جيئن هو خود محض طاقت جي زور تي قائم هو، تيئن محض طاقت ئي کيس لڏي تخت تان هيٺ ڪيرائي ٿي ڇڏي. "لترڪي ٻڇي چڪر" جو هيءُ عالم-آشڪار اصول فطرت جي قانون جي هڪ عام فهم ۽ ٻنهه هڪ اڻ-ٽر صورت آهي.

انساني غير برابريءَ جي هن سموري جائزي مان پهريون نتيجو هيءُ ٿو نڪري ته جنهن صورت ۾ فطرت جي نظام ۾ ڪا خاص غير برابري موجود ڪانه آهي، تنهن صورت ۾ هن وقت جيڪا به غير برابري انسان ۾ موجود آهي، سا سموريءَ جي سموري خود سندن پنهنجي ذهن جي ارتقا ۽ ذهني قوتن جي اوسر مان ٿي پيدا ٿي، مستحڪم ٿيندي ويئي آهي، ۽ ذاتي ملڪيت جي سرشتي ۽ ان جي حفاظت لاءِ ٺهيل قاعدن ۽ قانونن آخرڪار آن کي "حق بجانب" شمار ڪري، سماج ۾ هڪ دائمي ۽ مستقل حيثيت ڏيئي ڇڏي آهي. ٻيو ان مان نتيجو هيءُ ٿو نڪري ته هيءَ سماجي يا قانوني غير برابري-جنهن جو بنياد زندگيءَ ۾ حاصل ڪيل ڪنهن خاص حق يا رعايت تي رکيل هوندو آهي-جڏهن به فطرت طرفان عائد ٿيل جسماني غير برابريءَ جي مناسبت ڪان ملي هوندي، تڏهن آن کي فطري حق ۽ فطري انصاف جي ورڌ سمجهيو ويندو: فطري غير برابريءَ ۽ سماجي غير برابريءَ جو هيءُ فرق ۽ امتياز سامهون رکندي، مهذب دنيا ۾ انساني غير برابريءَ جا اڄ جيڪي به قسم ۽ صورتون موجود آهن، تن جي صحيح يا غلط، واجبي يا غير واجبي، منصفانه يا غير منصفانه هجڻ متعلق اسين نهايت آسانيءَ سان پنهنجي راءِ قائم ڪري سگهون ٿا: ڇاڪاڻ ته فطرت جو قانون-ٻوءِ آن جي معنيٰ ۽ مفهوم ڇا به ڪٿي وڃي-ظاهر آهي ته سماج جي هنن عجوبن کي ڪڏهن به جائز ۽ حق بجانب نه چوندو ته ٻيرمردن تي وات-ڳاڙها ڇوڪرا حڪومت ڪن، دانشورن تي احمق حڪم هلائين، ۽ آگرين تي ڳڻ جيترا خاص ماڻهو فضول ڪاڏن سان اٿندي ويهندي پنهنجن دوزخ جيڏن پيٽن کي ڏکيندا رهن، ۽ هوڏانهن آڏ-ڏاول بيشمار خلق خدا جي، زندگيءَ جي نيجي ضرورتن پوري ڪرڻ لاءِ به صبح شام در در تي پٽڪندي ۽ آسڙڪندي رهي!

—"ڪنهن به فني تخليق جو اصل مقصد صداقت جي ڇنڊ ڇاڻ، ۽ سچائيءَ کي پيش ڪرڻ، آهي.

"صداقت ۽ نيڪيءَ کي پيش ڪرڻ؛ اصليت کي پڌرو ڪرڻ؛ حقيقت کي سمجهڻ ۽ سمجهائڻ؛ بهتر زندگي گذارڻ لاءِ امنگ پيدا ڪرڻ، ۽ ان کي حاصل ڪرڻ جا وسيلا ويچارڻ؛ سماجي بڇڙاين کي ڌڪارڻ؛ ظلم ۽ ڏاڍائيءَ جي مقابلي لاءِ تياري ڪرڻ؛ زندگيءَ کي حَسين ۽ وڻندڙ بنائڻ؛ ۽ انهن مڙني مقصدن کي حاصل ڪرڻ لاءِ، حُسن جي تخليق ڪرڻ، زندگيءَ جا پسنديءَ جهڙا پاسا ڏيکارڻ، ۽ انهن کي حاصل ڪرڻ لاءِ جدوجهد ڪرڻ – هي سڀکجهه صداقت، حُسن ۽ نيڪيءَ جي تخليق آهي.

"پر صداقت ۽ نيڪي؛ حقيقت ۽ اصليت؛ اعليٰ زندگيءَ لاءِ امنگ ۽ بڇڙائين لاءِ ڌڪار؛ حسن، خير ۽ خوشي، وغيره – اهي مڙيئي چيزون پنهنجي سر پاڻ ڪن ازلي ۽ مطلق صفتن جون حامل نه آهن. بلڪ، اهي سمورا مقصد 'انساني لڳ لاڳاپي' سان بنجن ۽ مقرر ٿين ٿا؛ ۽ اهي انساني لڳ لاڳاپا، ماحول ۽ ماحول جي مڙني جزن ۽ عنصرن، ۽ شعور جي عمل ۽ رد عمل مان ئي جڙن ٿا.

"جڏهن اسين عقل ۽ دليل سان ماحول جو تجزيو ڪريون ٿا، تڏهن زندگيءَ جي بنيادي مسئلن بابت پنهنجي ڪا راءِ قائم ڪرڻ ئي مقصد هوندو اٿون... فني دنيا ۾ جيڪي نظريا (رايا) قائم ڪيا وڃن ٿا، اهي حقيقت ۾ زندگيءَ جي عام نظريي جا ئي پرتوا هوندا آهن."

— سعيد احمد رفيق

* * * *

—"ڏک ۽ ارهائي، سُک ۽ سرهائي – اهي ٻئي اهڙيون لازم ۽ ملزوم حقيقتون آهن، جيڪي انساني دل ۽ دماغ تي ازل کان ڇانيل آهن، ۽ ابد تائين ڇانيل رهنديون. پر ان هوندي به، انهيءَ حقيقت کان اک-ٻوٽ ڪرڻ ناممڪن آهي ته اسان جو شعور جئن جئن ترقي ڪندو ويندو، اسين خود پنهنجي حقيقت کان جئن جئن وڌيڪ باخبر ٿيندا وينداسين، اسان تي پاڻ پنهنجيون رسزون ۽ راز جيتري قدر وڌيڪ کُلندا ويندا، اسين اوتري قدر ڏک ۽ سُک، رنج ۽ راحت، جي اصليت کان واقف ٿيندا وينداسين...... تان جو هڪ ڏينهن اهڙو اچي ويندو، جڏهن اسين انهيءَ هنڌ تي پهچي وينداسين جو انهن ٻنهي ڪيفيتن-ڏک ۽ خوشيءَ-مان، اسين ڪنهن هڪڙيءَ کي به پنهنجو پاڻ تي غالب پوڻ جي اجازت نه ڏينداسون؛ برخلاف ان جي، خود مٿن ايتري قدر اسين پاڻ غالب اچي وينداسين، جو پين عام شين جيان، اهي ٻئي ڪيفيتون به خود اسان جي اشارن تي ناچ نچڻ لڳنديون!...... سو، درجي بدرجي پاڻ کي انهيءَ هنڌ تي پهچائڻ لاءِ، انسان پنهنجي جدوجهد شروع ڪري چڏي آهي."

—"آرٽ آف ليونگ" ڪتاب تان ورتل اقتباس

"مڪلي نامہ" ۾ جن بزرگن، مشاهيرن، مسجدن ۽ مقابرن جو ذڪر آيو آهي، انهن تي ايندڙ صفحن اندر اسان وضاحتي نوٽ (حواشي) پيش ڪري رهيا آهيون. "مڪلي نامہ" جي متن ۾ تشريح طلب جاين تي اسان نمبر ڏنا آهن- انهن ئي نمبرن ڪي حاشيہ جي عنوان سان هتي ڏنو ويو آهي، تاڪ پڙهندڙ نمبرن جي ذريعي آسانيءَ سان مطلوبہ حاشيو ڏسي سگهن.

ڪوشش ڪئي وئي آهي، تہ متن اندر ذڪر ڪيل بزرگن ۽ مشاهيرن جو مڪمل احوال، جيترو ملي سگهي، سو يڪجا ڪري، پڙهندڙن اڳيان پيش ڪجي. انهيءَ سلسلي ۾ گهڻو ڪري نئين معلومات مهيا ڪئي وئي آهي- خاص طرح جام نظام الدين، پير مراد شيرازي، خسرو چرڪس ۽ مرزا عيسيٰ ثانيءَ متعلق زيادہ تر نئون مواد پيش ڪيو ويو آهي، جيڪو اميد تہ پڙهندڙن کي پسند ايندو. مواد ۽ معلومات جي فراهميءَ لاءِ جن ڪتابن کي اسان ڏٺو آهي، انهن جا نالا ضروري صفحن سميت فٽ نوٽن ۾ ڏئي ڇڏيا اٿئون، جيئن آئنده تحقيق ڪندڙ دوست انهن مان وڌيڪ مدد وٺي سگهن.

مصروفيت سبب، مڪليءَ جي قبرستان کي، گهرج آهر، اسان ڏسي نہ سگهيا آهيون، جنهن ڪري "مڪلي نامہ" ۾ آيل ڪن تشريح طلب مقامن لاءِ حاشيا لکڻ کان رهجي ويا آهن- خاص طرح چشمہ پير آسات، تالاب شيخ جيو، پل پير جيو، شاہ پريان، چشمہ ناران سر، تالاب پراسر، معبد هندوان، تالاب ڪيرسر، ارض پاڪ مصلي، حوض و چاہ مير محمد يوسف رضوي، تالاب سهسہ لنگ، زمين ميڪرا، چشمہ ڪندسر، غارهاي جبل متصل چشمہ ڪندسر، پير غيب، موضع معين، تالاب اڪهور، ملا دائود درس، وغيرہ. انهن پلن، حوضن ۽ چشمن مان ڪيترا تہ اڄ موجود نہ هوندا، تاهم اسان ڪوشش ڪنداسين تہ "مڪلي نامہ" جي ايندڙ ڪتابي ايڊيشن ۾ تحقيق ڪري انهن تي وضاحتي نوٽ لکون ۽ جيڪا هن ايڊيشن ۾ ڪمي رهجي وئي آهي، اها پوري ڪيون. "مڪلي نامہ" ۾ ذڪر ڪيل سڀني مقابرن جا فوٽا بہ ڏئي نہ سگهيا آهيون. اميد آهي تہ ايندڙ ايڊيشن ۾ سڀئي فوٽا پڻ مهيا ڪري ڏنا ويندا.

ڪراچي، ١٨ سيپٽمبر ١٩٥٦ — سيد حسام الدين راشدي

## حواشي مڪلي نامہ

(١) مڪلي
(٢) پير مراد شيرازي
(٣) سيد محمد جلال بن سيد علي اول
(٤) شيخ عيسيٰ لنگوٽي بند
(٥) ساموئي
(٦) شيخ حماد جمالي
(٧) جامع مسجد مڪلي
(٨) قاضي عبدالله
(٩) ڄام نظام الدين
(١٠) شيخ جيئو
(١١) پير آسات
(١٢) ميرزا خسرو چرڪس
(١٣) ميرزا عيسيٰ ترخان
(١٤) سيد محمد يوسف رضوي بکري
(١٥) جلوه گاه امامين
(١٦) پير عالي
(١٧) طغرل آباد

(۱) مڪلي: مڪليءَ جي ٽڪريءَ جو ذڪر ڪندي، مير علي شير "قانع" لکي ٿو ته

"ڪوچک ترين شعبہ جبال هاره و ہب... وغيره. منشعب و موصل جبل مکران، و محيط کناره عمان است. اگرچہ آخرين جبال و فرود ترين شعباتست، اما بروح و سرور برهمه تفوق دارد." ("تحفة الڪرام" جلد ۳، ص ۱۸۳)

- يعني مڪلي، هاڙهي جبل ۽ ہب ٽڪر جي هڪ ننڍي شاخ آهي! انهيءَ دور ۾ نه نقشا هئا ۽ نه پيمائش جا طريقا موجود هئا؛ مير علي شير اگرچہ ذهين ۽ جغرافيہ سان دلچسپي رکندڙ مصنف هو، ليڪن عدم وسائل ۽ قلت معلومات جي بناء تي، جيڪي ڪجهه زبان زد عام هو، ان کي هن پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ڇڏيو. هن وقت جڏهن ته سڄي دنيا جهان جي پيمائش ٿي چڪي آهي، انچ انچ جو نقشو ۽ جغرافيو موجود آهي. ان وقت حقيقت حال جو پتو پوي ٿو ته مڪلي هاڙهي جبل ۽ ہب ٽڪر جي شاخ نه آهي، بلڪ کيرٿر جبل جي هڪ دور افتاده ٽڪريءَ جو ٽڪرو آهي.

هالار جبل جي هڪ شاخ، جنهن جي ٽڪرن جا هيٺ تي ايندي مختلف نالا ٿيندا وڃن ٿا، يعني ڪرُو، ۽ ان جي شاخ ڏاڙهيارو ۽ ان جي شاخ کيرٿر جتي اچي ڪٽي ٿي، اتي سڄي جي صورت اختيار ڪري ٿي؛ دادو ضلعي ۾ تونگ وٽ انهيءَ سڄي مان مختلف ننڍيون ننڍيون ٽڪريون ڦٽن ٿيون، مختلف سمتن ڏانهن رخ رکن ٿيون- ڪانبو رينج، سُور جانو، هَميلگ، دينار، ڪوهستان رينج، ۽ لکي رينج، وغيره وغيره. انهن ڦٽي نڪتل شاخن جا نالا آهن. انهن شاخن مان ڪي مڪران طرف وڃن ٿيون ۽ ڪن جو رخ سنڌ ۾ ڏکڻ ۽ اولهه طرف ٿئي ٿو. لکي رينج جو اختتام ۽ ڪوهستان رينج جي پڇاڙي اوڀر اتر وٽان اچي لڪيءَ جي ساڀهون ٿئي ٿو. نقشي مان معلوم ٿئي ٿو ته مڪلي، کيرٿر جبل جي هڪ بلڪل دور افتاده شاخ آهي، جيڪا اتر ڪان ساموئيءَ وٽان شروع ٿي ڏکڻ طرف ٻارهن ميل هلي، ڪلان ڪوٽ وٽان ٿيندي، پير پٺي تي ختم ٿئي ٿي.

هالار جون جيڪي شاخون سنڌ ڇڏي بلوچستان طرف وڃن ٿيون، انهن مان هاڙهو، ہب ۽ هنگور وغيره آهن، جن جو سنڌ سان ڪوبہ تعلق ڪونه آهي، ۽ نه وري، جيئن مير علي شير جو خيال آهي، مڪلي انهن جي شاخ ٿي ٿي سگهي ٿي.

ٺٽي وٽان مڪليءَ جي ٻهاڙيءَ کي ڪراچيءَ وارو رستو ڪٽي ٻه اڌ ڪري ٿو. ڏاکڻي اڌ ۾ عيدگاه، مخدوم محمد هاشم، مخدوم ابوالقاسم نقشبندي، مخدوم آدم، پير عالي، سيد محمد يوسف بکري ۽ جلوه گاه امامين وغيره آهن، ۽ ان جي ڇيڙي تي ڪلان ڪوٽ جو ڊٺل قلعو ۽ عمارتن جا ڦٽل آثار موجود آهن؛ اترئين حصي ۾ ترخانن جا مقبرا، مغلن جون رانڪون ۽ هديرا آهن، ۽ سَر اتر جي ڇيڙي تي سمن سلطانن جا روضا، جامع مڪلي، پير مراد ۽ شڪرالاهي ساداتن جا قبرستان آهن- شيخ جيئو، حماد جمالي، عيسي لنگوٽي وغيره بہ انهيءَ حصي ۾ آهن. ٽڪريءَ جي اختتام تي اتر طرف نشيب ۾ ساموئيءَ جي سرزمين آهي.

روايت مشهور آهي، تہ انهيءَ ٽڪريءَ تي سوا لک اولياء الله ۽ برگزيده ٻانها رب جا مدفون آهن، ۽ وڏي خير برڪت ۽ انوار الاهيءَ جو مظهر اِها ٻهاڙي آهي. نہ فقط اهو، بلڪ سنڌ جي ڇهن سون ورهين جي تاريخ بہ انهيءَ ٽڪريءَ ۾ مدفون آهي: بادشاهہ، حاڪم، وزير، امير، شاعر، عالم، اديب، مصنف ـ مُلڪي خواهہ غير ملڪي ـ انهن مقبرن، رانڪن، روضن، هديرن ۽ قبرن ۾ محو خواب آهن، جن جو سلسلو اسان کي ٻارهن ميل اتر کان ڏکڻ تائين مسلسل نظر اچي ٿو. مقبرن جي عجيب و غريب ساخت، پٿرن تي خطاطيءَ ۽ گلڪاريءَ جي نادر نمونن، ۽ رانڪن خواهہ قبرن جي مختلف نمونن ۽ فني ڪمال سبب، اهڙي مدفن گاهہ جو مثال سموريءَ دنيا ۾ ملڻ مشڪل آهي. ازان سواءِ ٻلن سان گڏ ٻرا، بادشاهن سان گڏ غريب، اميرن سان گڏ مسڪين، ظالمن سان گڏ مظلوم، راعيءَ سان گڏ رعيت، ۽ راجا سان گڏ پرجا، انهيءَ ٻهاڙ تي روز جزا جي انتظار ۾ ستل آهي.

مڪليءَ جو نالو انهيءَ ٽڪريءَ تي ڪيئن پيو، ان جي صحيح ۽ اطمينان بخش تحقيق ڪانہ آهي. "تحفة الڪرام" جي روايت مطابق، هڪ بزرگ حج تي ويندي، اچي انهيءَ ٽڪريءَ تي مقيم ٿيو، رات جو کو خواب ڏٺائين، ۽ ان سان چرک پري جڏهن اٿيو، تہ سندس زبان تي "هذا مكة لي" جو فقرو جاري هو. يعني "هي سنهنجو مڪو آهي! هي منهنجو مڪو آهي!" انهيءَ بزرگ جو اهو فقرو ايتري قدر مشهور ٿي ويو، جو زبان زد عام ٿي، آخر "مڪليءَ" جي تخفيف شده صورت اختيار ڪري چڪو.

ٻيءَ هڪ روايت موجب هڪ پاڪباز، ۽ زاهده عابده مائي، فوت ٿيڻ بعد، انهيءَ ٽڪريءَ تي دفن ٿي، جنهن جي مزار سان متصل شيخ حماد جماليءَ پنهنجي مسجد جامع ٺهرائي. انهيءَ مائيءَ جي نالي پٺيان، ٽڪريءَ جو نالو شيخ حماد "مڪتلي" رکيو، ۽ اهو مشهور ٿي "مڪلي" ٿي ويو. مسجد جامع جي عين محراب سان متصل انهيءَ مائيءَ جي زبون ٿيل مزار موجود آهي، ("تحفة الڪرام"، ص ص. ١٨٣-١٨٥).

مير علي شير آخر ۾ فرمائي ٿو:

> "بهر حال جاي ديدن است، علي الخصوص در موسم برشگال کہ تالابهاي مملو آب شيرين دارد، سبزه خودرو هرڪنار نشان قدرت الاهي است، و وقف سائر وزائر" (ص ١٨٥)

ٺٽي جي شهر لاءِ، اها ٽڪري نہ فقط دفن گاهہ ۽ عبرت گاهہ هئي، بلڪ سندس رهواسين لاءِ تفريح گاهہ جو بہ ڪم ڏيندي هئي. مزارن تي روزانو ميلا ملاکڙا لڳندا هئا: عورتون، مرد، خوش باش نوجوان، عالم ۽ اديب، شاعر ۽ سخن فهم، گرمي هجي يا سردي، بهار هجي يا سرءُ، آس هجي يا لُک، بارش هجي يا خشڪي ـ روزانو ٽڪريءَ تي ايندا هئا: سجو ڏينهن سير تفريح، ميلن ملاکڙن مجلس ۽ صحبتن ۾ گذاري، راڳ رنگ جون محفلون ۽ مجلسون ڪري، شام جو گهرين ٽڙين هليا ويندا هئا؛ ڪن بزرگن جي درگاهن تي تہ سڄي رات

سماع جون محفلون هلنديون هيون، چانڊوڪين راتين ۽ ذڪر جي هوائن سبب راتين جون راتيون ماڻهون مقابرن ۽ مزارن تي ورد وظيفا ڪندا هئا، ۽ ساز سرود، سماع ۽ وجد جون مجلسون مائيندا رهندا هئا. "مڪلي نامه" مان انهيءَ سلسلي جي وافر معلومات ملي ٿي. "تاريخ طاهريءَ" جو مصنف مڪليءَ جو بيان ڪندي لکي ٿو ته

"در هر ماه چند عيد دارند، اول جمعه که در ماه نو مي آيد و آن را بزبان سندي، ايشان ماه سپهره جمعه (سڦرو جمعو يا ماه پهريون جمعو) مي نامند. در آن روز کوه مڪلي چنان انبوه و اژدهام از مرد و زن ميگردد، که جاي پاي ماندن نمي ماند، ........ تمام روز تفرج و طواف قبور ميدارند، ........ همه روز بکامراني تا نماز شام آنجا بسر مي برند، باز بخانه خويش مي آيند ........ بر بالاي کوه مڪلي، تالابي ست که آن را کير [سر] مي نامند، يعني تالاب شيرين، درين مدت تا آب باران در تالاب هست، مرد و زن اصناف چه هندو و چه مسلمان صف درصف هر روز تا شب درآنجا طعام مي پزند، وجشن ميدارند، بنوعي جميعت يکجا مي گردد، که کدام عيد و چه طوي برابر آن باشد، هر که آنجا رسيده و تفرج نموده، اوميداند و انصاف خواهد داد، اما اين قرار داد از همان وقت تا حال بحال ماند ست، وچون قديم باز عرف گرديده، ترک نمي دارند، (ص ٨٦-٨٧)

ٺٽي جي خوش باش ۽ خوشدل ماڻهن لاءِ، جن جو مشغلو انهيءَ قسم جا ميلا ملاکڙا، ۽ رنگ راڳ هو- مصنف لکي ٿو ته

"بدين خوشدلي و خرمي که اگر يکروز کسب ميکنند، هفته فراغت نمايند و کسب نمي کنند، حرص کم و فراغت بيشمار بهمين ها ميسر گشت."

ٻيءَ هنڌ ٺٽي جي باشندن جو ذڪر ڪندي فرمائي ٿو:

"هرگز ساکنان و متوطنان آن، غمگين و حزين کسي نيافته، برکم و بيش قناعت داشته بعيش و طرب کام و کامراني ميدارند، تا حال خوشدلي و خرمي، که درين خلق ست، جاي ديگر نيست و نخواهد بود." (ص ٨٤)

انهيءَ مصنف جو ٻيو معاصر ٺٽي جي خوشحاليءَ ۽ ماڻهن جي خوشدليءَ جو ذڪر هيئن طرح ڪري ٿو:

"ته را بحسب آب و هوا و ميوه و ترشحات باران بهشت روي زمين ميتوان گفت، و عورات جميلهٔ سبز رنگ، مثل حوران بهشتي پيدا مي شوند، و در هر خانه بهتي شراب و آواز دهولکي است، ...... و پوشاک دختر باکره و زال فرتوت صدساله، از رخت رنگين گل معصفر که پوشاک عروسانه است، و بانهين دندان فيل هر کدامي در دست دارد، و مردم آنجا بکوچهٔ غم نگذشته اند، عيش و نشاط بر آنها غالب است. ظهور اولياء الله، و

فضلا و شعرا هم در آنجا زياده از تعداد ند ـ و فسق فجورهم بسيار نشان ميدهد، گويند روز عيد بناي اين شهر شده. اگرچه حالا آن رونق و طراوت نمانده، بهرحال از ديار ديگر امتياز دارد. و علم نحو و صرف و فقه و نظم دران شهر بسيار است، و مي توان گفت كه عراق ثاني است.
("ذخيرة الخوانين" ص ص ١٦٦-١٦٧)

مٿيان ٻئي مؤرخ مير علي شير کان تقريباً هڪ سؤ ورهه اڳ جا آهن، جن پنهنجي دور جو اهو اکين ڏٺو حال لکيو آهي. هڪ صدي کان پوءِ، مير علي شير جي دور ۾ به ٺٽي شهر جي رونق ۽ ٺٽي جي شهرين جي مشاغلن جو اهوئي حال هو. "مڪلي نامه" جي مقفيٰ عبارت آرائي ۽ حسن بيان، خود ٺٽي جي رنگين زندگيءَ ۽ شهر جي ذهني ماحول جو نتيجو آهي. اهو شهر جڏهن کان وٺي ٺهيو، انهيءَ ڏينهن کان وٺي، رنگ محل رهندو آيو آهي. حسن ۽ عشق جون ڪانيون ڪرامتون، شعر و سخن جون مجلسون ۽ محفلون، خوش باشي ۽ خرمي انهيءَ شهر جون خاص وصفون هيون. سرمد شاعر انهيءَ ٺٽي شهر ۾ ايچند جي وَر چڙهيو: سچو ايران ڦريو، سمورو هندستان ڏٺائين، ڪٿي دل نه اٽڪيس؛ نشاني تي تير آخر حضرت ننگر ٺٽي ۾ پيو.

"ذخيرة الخوانين" جي مصنف ٺٽي جي فسق فجور، ۽ عورتن جي رنگين لباس، عاج جي ٻانهين، شراب جي ٻلين، طنبورن ۽ ڍولڪن طرف جيڪو اشارو ڪيو آهي، سو ٺٽي جي ماڻهن جي عيش و نشاط ۽ تمدني ڪيفيت ۽ روزمره جي خرمي ۽ خوش باشيءَ وارن مشاغلن تي روشني وجهي ٿو: ان مان اسان بخوبي اندازو ڪري سگهون ٿا ته ٺٽي جي رهاڪن ۽ انهن جي معاشري جي ڪهڙي ڪيفيت هئي، ڪنهن شاعر چيو آهي:

کسي را تمناي تتّه بود　　که پس کوچهء عالمش جا بود

ٻئي هڪ ظريف شاعر جو شعر آهي:

شک نيست که ...... مرده خيزد　　از غمزهء لوليان تتّه

ٺٽي جي انهن خوش باش باشندن جي سير و تفريح جو مرڪز مڪليءَ جو پهاڙ هوندو هو، جهڙيءَ طرح "طاهري" جي مصنف يا ميرعلي شير جابجا "مڪلي نامه" ۾ لکيو آهي. مڪليءَ جي منظرن، مقابرن، مجلس ۽ روح ريجهائيندڙ ميلن ملاکڙن جو مذڪور ڪيترن فارسي‌گو شاعرن به ڪيو آهي. ٺٽي جي "رونق" شاعر هڪ طويل قصيدو مڪليءَ جي شان ۾ چيو آهي، جنهن جا چند شعر هي آهن:

بهار کوه مکلي طرفه سير است　　تماشائي بداند خرّم آباد
بهر گوشه خرامان سروقدي　　اگرچه نيست در وي سرو آزاد
هواي روح افزائش همه وقت　　هواي جنت‌الماوي دهد ياد
بلي! آنجا مزار شيدي هست　　که اکثر نامرادان را کند شاد

پوئين شعر ۾ پير مـُراد شيرازيءَ جي مزار ڏانهن اشارو آهي.

شاعرن جي مجلس آرائيءَ جو وڏو آڌو بہ مڪلي هو. اتي مان ڪهي اچي مڪليءَ جا لقاءَ لئيندا هئا. جماليات جلوا بہ ڪين اتي ئي افراط سان ڏسڻ ۾ ايندا هئا. اتي ۾ تہ هرڪو پيو هوندو هو ديوارين اندر بند؛ نظربازيءَ جا مواقع محض مڪليءَ تي پيرن فقيرن جي مزارن درگاهن ۽ زيارتگاهن تي ڪين نصيب ٿيندا هئا: "مڪلي نامہ" جي هر نظم ۽ عبارت جو هر فقرو انهيءَ روئداد لاءِ گواه آهي.

جيئن اتي جو شهر اڄ نابود ۽ زبون آهي، تيئن مڪليءَ جو اهو اوج ۽ اقبال بہ زوال پذير آهي. مقابر ڊهي ويا آهن، رانڪون زمين دوز ٿي چڪيون آهن، ۽ درگاهن جا دروازا بند ٿيا پيا آهن. خود اتي جي ماڻهن ۾ بہ اها خوشي ۽ خرمي ڪانہ رهي آهي، هرڪو وسوڙهل ۽ موڙهل نظر اچي ٿو؛ اڳ هڪ ڏينهن ڪمائيندا هئا تہ هفتو برابر عيش و عشرت ڪندا رهندا هئا؛ ليڪن اڄ اها حالت ڪانہ آهي-شايد اڄ سڄي هفتي ڪمائڻ ڪان پوءِ بہ ڪين پل جي خوشي نصيب ڪانہ ٿي ٿئي. زماني جا ڦير ۽ ڏينهن جا ڏڦيڙ آهن. ڪالهہ ۽ اڄ ۾ ڪيڏو فرق آهي!

**(٢) پير مراد شيرازي:** نالو محمد حسين، عرف پير مراد. سندس تولد ٨٣١هہ ۾ ٿيو. سندس والد جو نالو سيد احمد هو،جيڪو ٧٥٠هہ ۾ شيراز منجهہ ڄائو، ۽ پنهنجي والدسيد محمد سان ٨٧٤هہ ۾ شيراز مان هلي سنڌ ۾ آيو، (تحفةالڪرام ۾ آمد جو سال ٨٧٦هہ ڏنو ويو آهي. جيڪو "بسم الله الرحمٰن الرحيم"، مان نڪري ٿو.) سيد صاحب جو شجرو "معارف الانوار" (تصنيف محمد صالح ولد ملا ذڪريا ٺٽوي ١١٣٠هہ) ۾ هن طرح لکيل آهي:

سيد محمد حسين (تولد ٨٣١هہ)، بن سيد احمد (تولد شيراز ٧٥٠هہ - وفات ٨٣٥هہ)، بن سيد محمد الحسيني شيرازي ثم سندي (وفات ١٠ محرم، ٨٠٠هہ)، بن سيد محمود (وفات ٧٥٢هہ - مدفن شيراز - عمر ٣٥)، بن سيد محمد (وفات ٧١٣هہ - مدفن شيراز - عمر ٣٠)، بن شاه محمود (وفات ٦٩٤هہ - مدفن شيراز - عمر ٥٦)، بن سيد ابراهيم (وفات ٦٤٥هہ - مدفن شيراز - عمر ٥٥)، بن سيد قاسم (وفات ٦٢٠هہ - مدفن شيراز - عمر ٣٦)، بن سيد زيد(١) (وفات ٦٠٩هہ - مدفن مڪہ - عمر ٣٤)، بن سيد جعفر

---

(١) سيد زيد مڪي جي شرفا مان شادي ڪئي. بيبيءَ جو رنگ سياهي مائل هو، جڏهن سيد صاحب کي شاه قاسم ڄائو، تڏهن ڪيس خيال ٿيو تہ متان ڇوڪري جو رنگ بہ والده تي هجي، سو دائيءَ کان پڇيائين، جنهن چيو تہ "پسر انجي" - يعني دُرّ مرواريد آهي. انهيءَ سبب ڪري سيد قاسم جو لقب "انجو" پئجي ويو. سيد قاسم جڏهن مڪي مان لڏي شيراز ٤١٣هہ ۾ آيو، تہ جنهن محلي ۾ رهيو، ان جو نالوئي "محلهء سادات انجو" پئجي ويو، ۽ اولاد بہ "انجوي" سادات جي نسبت سان مشهور ٿي ويو. "انجي" لفظ الف جي زير سان ترڪي آهي، جنهن جي معنيٰ آهي سفيد موتي.

(وفات ٥٩٠ھ - مدفن مکہ - عمر ٦١)، بن شاھ حمزه (وفات ٥٤٩ھ - مدفن ڪربلا - عمر ٣٢)، بن شاھ ھارون (وفات ٥٣٢ھ - مدفن ڪربلا - عمر ٤٢)، بن سيد عقيل ثاني (وفات ٥١٢ھ - مدفن ڪربلا - عمر ٣٠)، بن سيد جعفر برهان‌الله (وفات ٤٩٢ھ - مدفن سامره - عمر ٦٠)، بن سيد اسمٰعيل (وفات ٤٣٩ - مدفن سامره - عمر ٧٩).

پير محمد حسين شيرازيءَ جو ڏاڏو سيد محمد، سلطان مبارزالدين (١) بن مظفرالدين جي زماني (٧١٣-٧٦٥ھ) ۾ شيراز کان سنڌ طرف روانو ٿيو. سيد صاحب سان گڏ حضرت حافظ شيرازي به گڏجي قنڌار تائين آيو، ليڪن، اتان سيد صاحب کيس واپس واري ڇڏيو. سيد صاحب قنڌار کان سيوهڻ آيو. حضرت قلندر شهباز جي زيارت ڪري، سيد پور (سراد اوٺي) ۾ آيو. ڄام صلاح‌الدين بن ڄام تماچي بن ڄام انڙ، انهيءَ زماني ۾ سنڌ جو حاڪم هو. شيخ ريحان جهنگليءَ جي پٽ شيخ محمد، سيد صاحب جي زيارت ڪئي. سيد پور مان ساموئيءَ ۾ آيو. ان وقت شيخ عيسيٰ برهانپوريءَ جو مدرسو متل هو؛ قاضي نعمت‌الله ۽ سندس فرزند به اتي موجود هئا، جن سان سيد صاحب رهائيون ڪيون. قاضي نعمت‌الله پنهنجي نياڻيءَ جو سنگ سيد صاحب جي پٽ سيد احمد کي ڏنو.

سيد صاحب ساموئي مان موٽي، سيد پور ۾ اچي مقيم ٿيو، جتي ٧٠ سالن جي ڄمار ۾ ١ محرم ٨٠٠ ھ جو انتقال ڪيائين. سيد صاحب جي عمر سنڌ ۾ اچڻ وقت ٥٥ سال هئي، ۽ سندس پٽ سيد احمد جي ڄمار ٣٠ ورهيه هئي. والد جي وفات بعد سيد احمد هڪ مهينو سيد پور ۾ رهي، ٺٽي هليو آيو، جتي مستقل بود و باش اختيار ڪيائين. "فمن ڪان يرجوا لقاءَ ربه" مان پنهنجي والد جو سال وفات ڪڍيائين.

---

(١) آل مظفر جو هي ٻهريون سلطان آهي، جنهن آزاد بادشاهت جو ٧١٣ھ ۾ اعلان ڪري، مظفر بن جي حڪومت جو بنياد يزد ۽ ڪرمان ۾ وڌو. شيراز ۽ ٻيا صوبا به پوءِ هٿ ڪري، وسيع سلطنت قائم ڪيائين. پرهيزگار ۽ مذهبي معاملن ۾ نهايت سخت‌گير هو؛ شيراز وارن سندس نالو ئي محتسب رکيو. چنانچه خواجه حافظ هيٺين شعر ۾ ڏانهس اشارو ڪيو آهي:

اگرچه باده فرح بخش و باد گل بيز ست | ببانگ چنگ مخور مي که محتسب تيز است
داني که چنگ و عود چه تقرير ميکنند | پنهان خوريد باده که تعزير ميکنند
مي خور که شيخ و حافظ و مفتي و محتسب | چون نيک بنگري همه تزوير ميکنند

١٥ رمضان ٧٥٩ھ ۾، سندس اولاد کيس انڌو ڪري قيد ڪيو، ۽ ٿوري عرصي بعد شيراز جو صوبو کيس ڏنائون. هن گرم سير (فارس) جي قلعي ۾ ۱ ربيع‌الاول ٧٦٥ جو انتقال ڪيو.

سيد محمد جو ٧٦٥ھ کان اڳ سنڌ ۾ اچڻ، مشڪوڪ آهي. ممڪن آهي ته ڪي سال سيد صاحب قنڌار ۾ اچي گذاريا هجن، ۽ انهن صديءَ جي پوئين ڏهاڪي ۾ هتي آيو هجي. انتقال کان چند سال پهريائين سنڌ ۾ سندس اچڻ قرين قياس معلوم ٿئي ٿو




ٺٽي شهر جي هڪ گهٽي (مس قلم جو ڪم)

— انور علي ح. رمل، ڪراچي

قاضي نعمت الله جي نياڻيءَ مان، سيد احمد کي هيٺيون اولاد ٿيو:

(١) سيد علي: تولد ٧٩٥ هه–عمر ٨٢ ورهه–وفات ٣٠ صفر، روز جمع ٨٧٧ هه. ٻهرين ربيع الاول جو کيس سندس والد جي پيرانديءَ کان اولاهين پاسي دفن ڪيو ويو. "جنت وحرير" سندس تاريخ آهي. پنهنجي پيءُ سيد پير مراد جو مريد ۽ ٻهريون خليفو ٿيو. کيس ٻه پٽ ٿيا: ٻهريون سيد جلال (تولد ٨٣٧ هه) ۽ ٻيو سيد جمال. سيد جمال پيءُ جي زندگيءَ ۾ وفات ڪئي؛ سيد جلال پنهنجي والد جي وفات بعد، پنهنجي ڏاڏي پير مراد جو، پيءُ جي جاءِ تي، ٻيو نمبر خليفو ٿيو. اها خلافت کيس چاليهن ورهين جي ڄمار ۾ (٨٧٧هه) ملي. تفسير، حديث، فقه ۽ ٻين سڀني علومن ۾ ٻرڪ هو. سڄي ڄمار درس ڏيندي ۽ مذهبي علومن جي اشاعت ڪندي بسر ڪيائين. ٦٦ ورهين جي عمر ۾، ٩٠٣ هه ۾ فوت ٿيو–"وجعلنا للمتقين اماما" سندس تاريخ آهي. والد جي پيرانديءَ کان، سيد محمد جعفر جي اولهه ۾، ساڻس متصل دفن ٿيو. سيد صاحب کي هڪ پٽ ڄائو، جنهن جو نالو سيد علي (١)

---

(١) سيد علي ثاني جيد عالم، اديب ۽ وڏو اهل دل بزرگ هو. ارغون ۽ ترخاني دور ۾ نه فقط عوام سندس معتقد هو، بلڪ حڪمران طبقو به ساڻس اخلاص ۽ محبت رکندو هو. مرزا شاهه حسن ارغون جو ٩٦٢هه ۾ انتقال ٿيو؛ ڪجهه وقت لاءِ سندس لاش ٺٽي ۾ امانت طور رکي، پوءِ سيد صاحب ان کي مڪي معظمه ڪٺي ويو، جتي شاهه بيگ واري مقبري ۾ کيس دفن ڪيو ويو. مرزا باقي بي انتها ظالم ۽ مخبوط الحواس حاڪم هو؛ هن پاڻ کي ۽ پنهنجي شخصي حڪومت کي قائم رکڻ لاءِ انتهائي مظالم ڪيا؛ پنهنجي خاندان جي گهڻو ڪري سڀني افرادن کي ڪهائي ڇڏيو؛ ڪن سان ابتدا ۾ هن مڪاري ڪري صلح ڪيو ۽ آخر ۾ انهن کي ڌوڪو ڏيئي، شهيد ڪرائي ڇڏيو؛ مرزا عيسيٰ اول جي پٽ يعني پنهنجي ڀاءُ جان بابا ۽ ٻئي هڪ امير، يادگار مسڪين مرزا، سان ابتدا ۾ سيد عليءَ جي ذريعي مصحف شريف وچ ۾ وجهي هن صلح ڪيو؛ جڏهن هنن اچڻ وڃڻ شروع ڪيو، تڏهن اوچتو هڪ ڏينهن پاڻ وٽ گهرائي، ڪين پنهنجي ٻن جلادن، هوتي ۽ نوتي، جي ذريعي قتل ڪرائي ڇڏيائين. اهڙيءَ طرح سيد علي ثانيءَ کي ان دور ۾ درويشيءَ ۽ بزرگيءَ سبب وڏي اهميت حاصل هئي. ملڪي خواه مذهبي معاملن ۾ هميشه ڏانهس رجوع ڪيو ويندو هو. مرزا جانيءَ پنهنجي ڇاڇيءَ (بنت مرزا صالح بن مرزا عيسيٰ) جو سڱ سندس پٽ سيد جلال الدين محمد کي ڏيئي، انهيءَ گهراڻي سان رشتو قائم ڪيو. اڪبر کي امير صادق محمد خان جي ڪاررواين جي خلاف جيڪو شڪايت نامو مرزا جانيءَ شاهي دربار ۾ موڪليو، اهو سيد جلال کڻي ويو هو.

سيد علي فارسي، عربي ۽ سنڌي زبان جو عالم ۽ وڏو اديب هو. سنڌي شعر به چوندو هو. سندس هڪ ڏوهيڙو "معارف الانوار" جي مصنف پنهنجي ڪتاب ۾ ڏنو آهي:

سرتين سانگ ستڪن جو، سنڪي رويو رهائين؛
آءٌ ني هلان هوت ڏي، هو نيون واريو وهارين؛
وريتيون وڙن سين، ويٺيون گهر گهارين؛
ڪٿهندا نيون ڪارين، ڪاڙ هلندي هوت ڏي.

(ڏسو حاشيو ٻئي صفحي تي)

ثاني رکيو ويو، جيکو پنهنجي دور جو ڪامل بزرگ ۽ صاحب علم وفن ٿيو- "آداب المريدين" سندس تصنيف آهي. ۹۲ ورهين جي ڄمار ۾ ۹۸۱ هه جو وفات ڪيائين. سندس فرزند سيد جلال ثاني علم ۽ بزرگيءَ ۾، پيءُ کان به سرس ٿيو. مير معصوم جو قول آهي ته

---

مٿين ڏوهيڙي کي سنڌي ادب جي تاريخ ۾ وڏي اهميت آهي. قاضي قاضن جي ٿي دور جو اهو ڏوهيڙو آهي. "معارف الانوار" جو صاحب لکي ٿو ته جڏهن سيد علي ثاني ڄائو، تڏهن پير مراد کيس ڏسي سنڌي زبان ۾ چيو ته "او پاءِ، رب ڏيٺي وڏي ڄمار!" هن وقت تائين، ارغوني دور ۾، اسان کي فقط قاضي قاضن جا ست ڏوهيڙا مليا هئا، ليڪن مٿين شعر ۽ نثر جي ٽڪري مان معلوم ٿئي ٿو ته انهيءَ دور ۾ قاضي صاحب مرحوم کان سواءِ ٻيا به سنڌيءَ جا شاعر هئا، ۽ اهل علم خواهه اهل الله عام طرح سنڌي زبان ۾ ڳالهائيندا هئا.

سيد صاحب سماع جو به بيحد شوقين هو. "معصوميءَ" جي مصنف جو قول آهي ته "قاضين، مولوين ۽ شريعت جي دعويدارن جي منع هوندي به، سيد صاحب سماع کان ڪونه مڙندو هو، بلڪ هڪ وڏي جماعت وٺي مڪليءَ جي مزارن تي سماع جون محفلون منعقد ڪندو هو." حاجي رضائي ٺٽوي، پنهنجي مثنوي "زيبا نگار" ۾ لکي ٿو ته "سنڌ ۾ مشهور ٿيو ته سنگهيءَ جي مزار تي جيڪو مسافر رات وهي ٿو، ان کي مائي پاڻ مزار مان نڪري اچي، رات جي ماني ڏئي ٿي. جڏهن اها روايت سيد عليءَ تائين پهتي، تڏهن هو بزرگ پنهنجي سر درويشن جي هڪ جماعت ساڻ ڪري مزار تي ويو. رات جو دستور مطابق سنگهي قبر مان نڪري آئي ۽ سيد صاحب ۽ سندس جماعت کي پڪل طعام اچي پيش ڪيائين-

"ڪه آن طغراي منشور سيادت، فروغ ديده اي نور سعادت؛
شه معني جهانگير ولايت، جوان مرد جهان پير هدايت؛
حقيقت چون مجازش جلوه‌گر بود، عجب صاحب دل و صاحب نظر بود؛
شراب عشق مي نوشيد هردم، دلش چون باده مي جوشيد هردم؛
دل پرجوش او پيمانهء عشق، نگاهش عشق چشمش خانهء عشق؛
بسي عالي ست نزد حق مقامش، بود سيد علي در خلق نامش؛
مقامش ته و مشهور آفاق، چو خور در طاق گردون شهرتش طاق؛

... ... .... .... ... ...

همان سيد علي مرد ولي بود، مر اورا فتح بابش روي بنمود؛
زهي فتحي که شق شد قبر ناگاه، زشق بنمود زيبا روي چون ماه،
قد خود تاميان بالا ڪشيده، ز خاکي سرو رعناي دميده؛
برنگ گل تبسم کرد بشگفت، بمهمانان ثنا و مرحبا گفت؛
طعامي را ڪشيد از مرقد خويش، که از وي سير شد هر مرد درويش."

قصو غلط هجي يا صحيح، اسان جو واسطو فقط هن سان آهي ته مٿين بيتن مان سيد صاحب جي شخصيت جو اندازو ٿئي ٿو، ۽ عوام کي جيڪا ساڻس عقيدت هئي، ان تي روشني پوي ٿي. "حديقة الاولياء" جو مصنف سيد عبدالقادر ٺٽوي، سيد صاحب جو ننڍو معاصر هو؛ سيد صاحب جي وفات کان ڪجهه عرصو پوءِ هن پنهنجو تذڪرو مرتب ڪيو، جنهن ۾ هن سيد صاحب جي تعريف ۾ هيٺيون طولاني قصيدو لکيو آهي:

(ڏسو ٻئي صفحي تي)

«سيد جلال‌الدين محمد نيز به زيور ورع و کمال آراسته»، و قدم برجاده پدر بزرگوار نهاده، و درجميع علوم يگانه زمان و وحيد عصر و آوان

---

آن والي کشور ولايت　　برهان ممالک هدايت
صاحب دل عارف محقق　　بيدار دلي ولي مطلق
سيد علي آن بفضل ممتاز　　سر دفتر سيدان شيراز
گلدستهء بوستان طهٰ　　فرخ ثمري ز نخل زهرا
مرآت جمال اسم اعظم　　بيناي رموز هر دو عالم
کشاف دقائق معاني　　داناي حقائق معاني
از آئينهء داش هويدا　　اسرار جلال حق تعالى
دريا دل قلزم سماحت　　عيسى دم يوسفي ملاحت
دست کرمش چو ابر نيسان　　مي بود هميشه گوهر افشان
فيض کرمش که عام بودي　　زو بهرهء صد کرام بودي
در راه خدا ببذل و ايثار　　ميداشت دلي چو بحر ذخار
گر خود همه گنج شايگان بود　　در حاصل جمله بحر و کان بود
مي داد همه بتازگي روي　　هرگز نه فگنده چين بر ابروي
بودش بنظر هزار گوهر　　با قيمت يک شيشه برابر
صد گونه سماط نزل چيدي　　خوانهاي نعم بران کشيدي
بنشسته بجزم ميزباني　　ميداد صلاي ميهماني
اخوان صفا ز هر دياري　　فلان وفا ز هر کناري
هر روز برسم ميهمانان　　از شوق بخدمتش شتابان
هر يک ز افاضهء نعيمش　　وز بحر کف يد کريمش
بر چيده جواهر مطالب　　برگشته از ان حريم صايب
دائم پي ابتغاي مرضات　　کوشيده در انقضاي حاجات
هشتاد ويکي سنين نهصد (۹۸۱هه)　　بگذشته ز هجرت محمد
گو رخت ازين سراي فاني　　بر بست بملک جاوداني
آسوده بخوشترين مزاري　　مانند بهشت مرغزاري
خورشيد زروي صدق و اخلاص　　در گنبد او چو ذره رقاص
خوش گنبد فيض بخش پرنور　　رخشان ز فضاچو جرگهء حور
از باغ گلي طرب شگفته　　کز شبنم فيض روح شسته
نزهتگه چشم اهل بينش　　پيرايهء باغ آفرينش

سيد صاحب جي سخا ۽ مهمان نوازيءَ جي مٿئين قصيدي ۾ تعريف ڪئي وئي آهي. مير معصوم پڻ پنهنجي تاريخ ۾ سندس انهيءَ وصف جو ذڪر ڪندي سندس ساراهه ڪئي آهي. هونءَ ته هميشه ۽ هر وقت سندس دسترخوان تي ميلو لڳو رهندو هو، ليڪن هر سال ربيع الاول جي پهرئين ٻارهين تي
(ڏسو ٻئي صفحي تي)

بودند، بمتانت و لطافت ذهن بي نظير، و در كمال مردمي و مروت، باوجود قلت ادراري كه داشتند، زياده از پدر مردم بهره مند مي شدند، تشرع سيد جلال زياده از پدر است". ص ١١٦

مرزا جانيءَ، مرزا صالح بن مرزا عيسيٰ ترخان جي نياڻيءَ جو سڱ سيد جلال کي ڏنو(٢). مرزا جانيءَ جي دور ۾، ٩٩٣ هه جو اڪبر جي هڪ جرنيل صادق محمدخان سيوهڻ تي حملو ڪيو؛ ان وقت مرزا جانيءَ انهن حالتن کان آگاهه ڪرڻ لاءِ هڪ وفد بادشاه جي دربار ۾ موڪليو؛ انهيءَ وفد ۾ سيد جلال کي به شريڪ ڪيو ويو، ۽ سنڌس ئي ذريعي بادشاه ڏانهن تحفا تحائف موڪليا ويا، ۽ سيد صاحب جي ئي ذريعي بادشاه سنڌ جي حالتن جي اصلاح ڪئي. (ترخان نامه)

(١) سيد شريف: سيد احمد جو پيو پٽ، عمر ٨٧ سال، تولد ٨٠٠هه، وفات ٨٨٧هه، "انه کان مخلص" وفات جي تاريخ، مرقد سيد علي اول سان متصل اوله کان، والد جي پيرانديءَ ۾. تاج محمد ۽ سيد لطف الله سندس ٻه پٽ هئا.

(٣) سيد جعفر: سيد احمد جو ٽيون فرزند، گجرات جي شهر نهروالہ (انهلواڙي) ۾ رهي مقيم ٿيو (تحفة الڪرام ج ١، ص ٣١) پنهنجي ڀاءُ پير مراد شيرازيءَ جي انتقال کان پوءِ چند سالن بعد خانقاه جو ڪاروبار پنهنجي پٽ سيد احمد جي حوالي ڪري، پاڻ ٺٽي روانو ٿيو؛ پر ٺٽي

---

رونق ڏسڻ وٽان ٿيندي هئي. هزارين ماڻهو، اوري پري جا، ساندهه بارهن ڏينهن وٽس ساني کائيندا هئا؛ ۽ سيد صاحب انهن دعوتن ۾ مهمانن جي اهڙيءَ طرح خاطر مدارات ڪندو هو، ۽ ايتري ڪشاده دليءَ سان ڪين ڪاڏو ڪارائيندو هو، جو ماڻهو حيران ٿي ويندا هئا. (ص ٢١٦)

"تحفة الڪرام" (٣/١٨٨) ۾ سيد صاحب جي انتقال جو سال ٩٧١هه لکيل آهي؛ معصوميءَ جي مطبوعہ نسخي ۾ انگن ۾ به ساڳيو ٩٧١هه موجود آهي؛ ليڪن معصوميءَ جي صاحب، تاريخ جو فقرو "فات الحاتم بجوده" ڏنو آهي، جنهن مان سال ٩٨١ برآمد ٿو ٿئي، ۽ اهوئي صحيح آهي؛ مٿي ڏنل قصيدي ۾ به سيد عبدالقادر اهوئي پورپون سال ڏنو آهي.

صاحب "معارف الانوار" جو قول آهي ته انتقال (٩٨١هه) جي وقت سيد صاحب جي عمر ٩٢ ورهيه هئي. انهيءَ حساب سان سندس تولد ٨٨٩هه ۾ ٿيڻ گهرجي، ليڪن مٿي هند پاڻ ئي سندس تولد جو سال ٨٩١هه ڄاڻائي ٿو، جنهن مطابق سيد صاحب جي عمر ٩٢ نه بلڪ ٩٠ ورهيه ٿيڻ گهرجي. "آداب المريدين" سيد صاحب ٤٣ ورهين جي ڄمار ۾ لکڻ شروع ڪيو ۽ ٩٥٤هه ۾ پورو ڪيائين. "تحفة الڪرام" جي روايت مطابق سيد صاحب درويش اجر (آڄر) ۽ مخدوم نوح جو فيض يافته هو (٣-١٨٧).

(٢) "معيار سالڪان طريقت" ۾ آهي ته سيد جلال ثانيءَ کي محمد صالح ترخان جي نياڻيءَ مان سيد مير محمد ثاني فرزند ٿيو؛ کيس پنهنجي گهر مان ٻيو به پٽ هو، جنهن جو نالو سيد فضل الله هو. "ضررالبشر" جو مصنف مير زين العابدين عرف مير لطف الله "قانع" (متوفي ١١٣٠هه) سندس اولاد مان هو. انهيءَ خاندان جو حال "تحفة الڪرام" (٣-١٨٨) ۾ پڙهڻ گهرجي.

پهچي ڪونہ سگهيو، وات تي رڻ ۾ فوت ٿيو. جتان سندس لاش آڻي، پير مراد جي مزار سان لڳو لڳ اولهہ ڪان زير زانو، دفن ڪيو ويو. سندس رحلت جو سال ٨٩٩هہ "(الوصال) اللہ يوتيہ من يشاء" مان نڪري ٿو. هن بزرگ پاڻ ۽ ڪانئس پوءِ سندس اولاد نهروال ۾ دين جي وڏي خدمت ڪئي. تحفة الڪرام جو مصنف لکي ٿو تہ "سيد احمد در گجرات بغراوان رشد زيسته، درگاهش مرجع اهل اللہ واقع؛ از اولادش بسيار بزرگوار صاحب حالت وڪرامت آنجا برخواستند" (٣٠-٢)

(٥-٤) سيد احمد ڪي ٻہ نياڻيون بہ هيون، جن مان هڪ سنہ ٨٠٣هہ ۾ ڄائي، ۽ ٻيءَ جو تولد سنہ ٨٠٧هہ ۾ ٿيو.

(٦) سيد محمد حسين المعروف بہ پير مراد شيرازي: سڀني ڀائرن ۽ ڀينرن ۾ ننڍو هو. ٨٣١هہ ۾ ڄائو، "قرة عينا" مان اهو سال ڪڍيو ويو. اهو زمانو، ڄام فتح خان، بن ڄام اسڪندر جو هو. سندس والده بي بي فاطمہ جو انتقال ١٧ رمضان ٨٣٦ جو ٿيو، ۽ سندس والد ١ محرم، ٨٤٠هہ جو هي جهان ڇڏيو. قاضين جي قبرستان ۾ انهيءَ بزرگ کي دفن ڪيو ويو.

سيد محمد حسين سنڌ جو ڪامل بزرگ ۽ ولي اللہ ٿيو. "تحفة الڪرام" جي مصنف لکيو آهي تہ شيخ صدرالدين، حضرت زڪريا ملتانيءَ جو ڏهٽو، جڏهن اتي آيو ۽ اچي سائنس مليو، تڏهن کيس چيائين تہ "مراد مشائخاني واز تو مرادها حاصل شوند" - انهيءَ ڪان پوءِ سندس لقب پير مراد پنجي ويو.

سيد مراد ٢٥ سالن جي ڄمار ۾ ٨٥٥هہ جو عباسي قاضين يعني پنهنجي ناناڻن مان شادي ڪئي، جنهن مان کيس هيٺيون اولاد ٿيو:

(١) سيد منصور: تولد ٨٨٠، وفات ١٠ رجب جمع ڏينهن ٩٦٨هہ، "عند مليڪ مقتدر" مان تاريخ وفات برآمد ٿي ٿئي؛ مرقد متصل مزار والد، اولهہ طرف ڪان.

(٢) سيد نعمت اللہ: تولد ٨٨٣هہ، وفات ٩٠٦هہ؛ عمر ٢٣ سال، والد جي پير ۾ اولهائين پاسي دفن ٿيو.

(٣) سيد حماد: تولد ٨٨٤هہ، وفات ٩١٦هہ، "الا إن اولياء اللہ لاخوفاً" مان تاريخ وفات برآمد ٿي ٿئي. عمر ٣١ ورهہ، مدفن متصل مزار سيد نعمت اللہ - اولهہ طرف.

(٤) نياڻي، بي بي فاطمہ: تولد ٨٨٥هہ.

سيد مراد ٦٣ ورهن جي ڄمار ۾ ٨٩٣هہ جو وصال ڪيو. چون ٿا تہ کيس مٿي جو سور ۽ تپ ٿيو. تاريخ وفات ۾ اختلاف آهي - ١، ربيع الاول، ٢، ربيع الاول ۽ ٨، ربيع الاول وفات جون تاريخون چيون وڃن ٿيون. صاحب "معارف الانوار" لکي ٿو تہ صحيح روايت هيءَ آهي تہ سندس انتقال ١٢ ربيع الاول ٨٩٣هہ جو سومر ڏينهن ٻپهريءَ جو ٿيو، "ساجداً

او خالصاًلله". سندس تاريخ آهي. چار نظام الدين جنازي جي نماز پڙهائي؛ اها به روايت آهي ته سندس پٽ سيد منصور کي اهو عرف حاصل ٿيو (١). سيد صاحب کي پنهنجي والد جي پيرانديءَ کان دفن ڪيو ويو.

سيد صاحب جا مشهور خليفا هي هئا:

(١) سيد علي اول-سيد صاحب جو وڏو پاٽ.

(٢) سيد جلال بن سيد علي اول.

(٣) شيخ آلبو: عمر ٦٣ ورهيه، وفات ٣٠ ذوالحج ٨٠٨هه، تاريخ "كان لله خالصا". پير البي جو اصلي نالو مارڪ هو. چار نظام الدين جو چاڪر هو. جڏهن سيد صاحب هندن جي ٽڪائي تي مسجد صفحه ٺي نهرائي، ان وقت صورتحال جاچڻ آيو، ۽ اتي ئي مريد ٿيو. سيد صاحب ڪيس اهو نالو ڏنو، جنهن جي معنيٰ آهي "بي طمع".

(٤) شيخ حاجي محمد حسين "صفائي": شيخ جي والده سيد صاحب جي گهر ۾ ڪم ڪندي هئي. شاه حسن ارغون به دفعا شيخ جي زيارت ڪرڻ جي خواهش ڪئي، ليڪن ڪيس اجازت نه ملي. پنهنجي پير جي سوانح ۾ "تذكرة المراد" تاليف ڪيائين. ٩٣١هه ۾ فوت ٿيو، "خيراً وابقا" سندس تاريخ آهي. پير مراد جي پيرانديءَ کان دفن ٿيو.

(٥) شيخ احمدخان ناهيو: مرشد جي زندگيءَ ۾ فوت ٿيو. سندس مزار شيخ البي سان گڏ اوپر طرف کان آهي.

(٦) شيخ مالهو: اصل چار نندي جو ملازم هو. جڏهن سيد صاحب جو مريد ٿيو، ان کان پوءِ مرشد جي خدمت ۾ باقي ڄمار بسر ڪيائين. شيخ البي جي مزار سان گڏ اولهه کان دفن ٿيو.

(٧) شيخ ٿرو: اصل هندو هو. مسجد صفحه ٺاهڻ وقت مسلمان ٿي، مريد ٿيو، ۽ باقي زندگي مرشد جي قدمن ۾ بسر ڪيائين. شيخ مالهي سان گڏ، اولهه کان دفن ٿيو.

(٨) شيخ عيسيٰ لنگوٽي: پير مراد جي ڄمڻ واري ڏينهن سندس مريد ٿيو، ۽ ٽن ڏينهن بعد وفات ڪيائين.

مڪليءَ تي چار نندي جي اتر کان، پن فرلانگن تي، سيد صاحب جو عظيم الشان قبرستان آهي. سيد عليءَ جو مقبرو به انهيءَ اراضيءَ ۾ آهي. شيخ عيسيٰ لنگوٽي، سيد عليءَ جي قبي کان اتر ۾ مدفون آهي.

---

(١) سيد منصور جي عمر ان وقت ١٣ ورهيه هئي، تنهنڪري اها روايت غلط آهي.

"حديقة الاوليا" جي مصنف هيئيون قصيدو سيد سگوري جي شان ۾ لکيو آهي:

ملک سيرت آن پير سيد مراد — خجسته لقا و مبارک نهاد
فروزان چراغي ز آل رسول — گل گلشن مرتضي و بتول
سراپرده اي قرب حق منزلش — محل فيوضات غيبي دلش
سرحلقهء جمع قدوسيان — شناساي اسرار روحانيان
انيس سراپردهء وجد و حال — جليس در بارگاه وصال
زخمخانهء شوق سرمست بود — زخود نيست با حق هم هست بود
غريق فرو رفته درياي عشق — حريق شرار تجلاي عشق
حقائق شناس.............بود — خداوند کشف و کرامات بود
بسي طالبان را ز فيض نظر — شده جانب وصل حق راهبر
زهي آستانش مسرت فزاي — ز مرآت دل زنگ غفلت رذاي
فضاي سرايش فرح بخش روح — صفاي درش سايهء صد فتوح
غبار مزارش چو کحل بصر — فزائندهء روشني در نظر
ز ارباب حاجت هزاران هزار — رسد در مزارش بليل و نهار
کشد هر کسي درخور اعتقاد — در آغوش وصلت عروس مراد
در آستانش که بس دلکشا است — کليد کشانندهء اي کارها ست
کسي گر بپاي درش سر نهد — گل کار دل را بسر برنهد
خدايا بر اين خاک پاک مزار — سحابي ز باران رحمت ببار

بربن مستمند دل آواره اي
ز فيض عميمش رسان بهره اي

[ماخذ: (۱) معارف الانوار في بيان فضائل سيد الابرار و ائمه اطهار و احوال قطب المختار - مصنف محمد صالح بن ملا ذکريا - تصنيف ۱۱۴۰هه - (کتاب ۾ جملي ۱۲ باب آهن، جن مان ۶ کان ۱۲ تائين بابن ۾ سيد صاحب جو حال آهي.) (۲) تحفة الکرام. (۳) تحفة الطاهرين. (۴) حديقة الاوليا. (۵) تذکرة المراد. (۶) مقالات الشعرا. (۷) آداب المريدين. (۸) معيار سالکان طريقت. (۹) تاريخ معصومي. (۱۰) ترخان نامه.]

**(۳) سيد محمد جلال بن سيد علي اول:** سيد علي ثانيءَ جو والد: تفسير، حديث ۽ فقه جو جيد عالم ۽ حافظ؛ ۶۶ ورهين جي ڄمار ۾ ۹۰۳هه جو فوت ٿيو. "وجعلنا للمتقين اماما" مان اهو سال برآمد ٿئي ٿو؛ سندس مدفن سيد علي اول جي مقبري کان ٻاهر ڏکڻ ۾ سيد محمد جعفر سان متصل ۽ انهيءَ مزار جي اولهه پاسي کان آهي. باقي سندس احوال سيد مراد جي سٺي ذيل تذکري ۾ ڏسڻ گهرجي.

**(۴) شيخ عيسيٰ** لنگوٽي بند: اصل برهانپور (سي. پي. انڊيا) جو هو. سمن جي آخري زماني (ڄام نندي جي دور) ۾ ساموئيءَ سان متصل مکليءَ جي ٽڪريءَ تي اچي

مقيم ٿيو، جتي هن وقت سندس مزار آهي. اهوئي سندس حجرو هو: زندگيءَ ۾ ٻه اِن ۾ رهيو، ۽ وفات بعد بہ اتي ئي دفن ٿيو. انهيءَ حجري ۾ درس بہ ڏيندو هو، جتي ڪيئي طالب علم روزانو ڪانئس علمي ۽ روحاني فيض پرائيندا هئا. علامہ نعمت الله عباسي انهيءَ مدرسي جو فيض يافتہ هو. انهيءَ ئي مدرسي ۾ پير مراد شيرازيءَ جي جد بزرگوار سيد محمد شيخ عيسيٰ ۽ قاضي نعمت الله سان ٻهرين ملاقات ڪئي. سيد محمد حسين پير مراد شيرازي ۸۳۱ھ ۾ پيدا ٿيو: ان وقت شيخ عيسيٰ سندس زيارت ڪئي، سندس مريد ٿيو ۽ چيائين تہ مان زنده فقط پنهنجي هن مرشد جي زيارت لاءِ هئس: چنانچہ ان ڏينهن بعد بزرگ برتعو مٽيو (” تحفة الڪرام “ - ۱۸۴)، ۽ پنهنجي حجري ۾ دفن ٿيو. مير علي شير ”مقالات الشعرا“ ۾ هيٺيون شعر سندس نالي نقل ڪيو آهي:

قيد باشد حڪيم در رهِ دوست    دو گزڪ بوريا و پوستڪي

گر تو آزاده اي بس است ترا    دلڪي پر ز درد دوستڪي (ص ۱۲۸)

شيخ حماد جماليءَ سان بہ شيخ جون رهاڻيون هيون. (ڏسو ” تحفة الڪرام “، ” مقالات الشعرا “، ” تحفة الطاهرين “، ” معيار سالڪان طريقت “، ۽ ” حديقة الاوليا. “)

شيخ جو قبو سيد عليءَ جي مقبري جي اتر اوڀر ڪند تي جبل جي لاهيءَ وٽ آهي: مقبرو هن وقت زبون آهي.

**(۵) ساموئي:** محمد طور جي برباد ٿيڻ بعد سومرن سلطانن ڪلان ڪوٽ کي گاديءَ جو عارضي هنڌ بڻايو. سمن جي جڏهن حڪومت ٿي، تڏهن مڪليءَ جي اتر ۾ جيڪو هن وقت نشيبي علائقو ڏسڻ ۾ اچي ٿو، ان ۾ هنن پنهنجي دارالسلطنت ٺاهي، ان جو نالو ”ساموئي“ رکيائون. انهيءَ شهر جي ڦٽڻ بعد ٺٽو گاديءَ جو هنڌ ٿيو.

اها سرزمين هن وقت ويران پئي آهي. شيخ جهنڊي پاٽيءَ جي مزار انهيءَ اراضيءَ ۾ آهي، ۽ شاهہ مراد جي قبرستان کان ڏسڻ ۾ اچي ٿي. ملا لٽو (ملا عبدالرحمان) جي مزار بہ انهيءَ ئي نشيبي سرزمين ۾ آهي. انهيءَ شهر ۾ ست ستيون پيرون رهنديون هيون، جن جي پڻ زيارتگاه اجا تائين اتي موجود آهي. (” تحفة الڪرام “ ص ۱۸۲-۳)

**(٦) شيخ حماد جمالي** بن شيخ رشيد الدين: شيخ جمال اوچيءَ جي نياڻيءَ جو ڏهٽو هو. ساموئيءَ ۾ سندس خانقاه هئي. سمورو وقت حجري ۾ منهن ڍڪيو ويٺو هوندو هو. حجري جي ٻاهران شاگرد اچي وهندا هئا ۽ شيخ اندران ويٺي کين درس ڏيندو هو.

مير ” قانع “ جو قول آهي تہ (جام جوڻي جي زماني ۾)، جام تماچي ۽ جام صلاح الدين سان شيخ جي محبت هوندي هئي، ۽ پنهي شهزادن کي بہ ساڻس بي انتها عقيدت هئي، جام جوڻي انهيءَ خوف کان تہ متان شيخ کين حڪومت ماڻڻ جي دعا ڪري، پنهي شهزادن کي ڪنهن بهاني سان دهليءَ قيد ڪري موڪلي ڇڏيو. جام تماچيءَ جي والده، روزانو شيخ جي خانقاه تي حاضر ٿي، شهزادن جي واپسيءَ لاءِ دعائون گهرندي هئي. هڪ ڏينهن شيخ جذبي

۾ اچي ڪي سنڌي بيت پڙهيا، جن ۾ نه فقط سندن موٽڻ جي دعا هئي، بلڪ حڪومت ماڻڻ جي به بشارت هئي. چنانچ جلدئي شهزادا نه فقط واپس آيا، بلڪ کين حڪومت به ملي (تفصيل ڏسو "تحفة الڪرام"، ۱۸۲-۱۸۳-۳). ڄام تماچيءَ تخت تي وهندي، شيخ جي خدمت ۾ وڏي رقم خانقاه جوڙائڻ لاءِ پيش ڪئي. شيخ، مڪليءَ تي انهيءَ رقم مان هڪ عظيم الشان جامع مسجد ٺهرائي، جيڪا اڄ به ڄام نظام الدين جي مقبري جي سامهون خسته حالت ۾ موجود آهي. شيخ مسجد ٺهڻ بعد سمن کي حڪم ڪيو ته آئيندي پنهنجا مقبرا مسجد جي آسپاس ٺهرائين - ڇهريون سندن قبرستان پيرآر (پير پٺي) تي هوندو هو - ان ڪان پوءِ مڪليءَ جي ٻهاڙ تي مقابر ٺهڻ لڳا ("تحفة الڪرام، ص ۱۸۳). مسجد مڪليءَ جو نالو به شيخ ئي تجويز ڪيو ("تحفة الڪرام"، ص ۱۸۰). "مقالات الشعرا" ۾ آهي ته شيخ بدن تي ڪپڙو ڪونه اوڍيندو هو، اوگهڙ ڍڪڻ لاءِ ڪنيءَ جو هڪ ٽڪر ٻڌي ڇڏيندو هو؛ ۽ هڪ ڳوڻ جو ٽڪرو رکندو هو، جنهن تي رات جو سمهندو هو -

> "وضع شيخ سروپا برهنه پاره‌اي نمد ستر پوش و بورياي فرش بود"
> ("مقالات الشعرا"، ص ۷۸).

پنهنجي حسب حال هيٺيون شعر چيو اٿائين:

> دو گزک بوريا و پوستکي ۔۔۔ دلکي پر ز درد دو ستکي
> اينقدر بس بود جمالي را ۔۔۔ عاشق رند لاابالي را (۱)

"حديقة الاوليا" جي مصنف، بزرگ جو احوال هنن القابن سان شروع ڪيو آهي:

> "آن صاحب کشف و کرامت، و آن جليل القدر عالي مرتبت، سر خليل مبارزان طريقت، سر دفتر عارفان حقيقت، خداوند خصائل مرضيه، جامع کمالات علميه و عمليه، محرم خلوت خانهٔ قدس، بار يافتهٔ مجلس انس، سرمست جام وحدت، غريق در درياي معرفت، محبوب ذوالجلالي شيخ حماد بن شيخ رشيدالدين جمالي."

بزرگ جي مرتبي ۽ ولايت، سلوڪ ۽ ڪرامت جو ذڪر ڪندي، ساڳيو مصنف لکي ٿو:

> "خورشيد فيضان الاهي، و مکاشفهٔ غير متناهي، به نوعي بکاشانهٔ وي پرتو انداخت که جميع اسرار عالم ملک و ملکوت بروي مکشوف ساخت، تاآنکه هر روز صمد تلاميذ دانش اندوز از مجلس آن شمع دل افروز اقتباس انوار مسائل علوم مي نمودند، و بذريعهٔ آن تشبث اذيال مطالب و مقاصد دين و دنيا حاصل کردندي."

---

(۱) تذڪرن اهو شعر، "سيرالعارفين" جي مصنف شيخ جمالي دهلويءَ جي نالي منسوب ڪيو آهي - ڏسو "رياض الشعرا" (والهٔ داغستاني)، قلمي ورق ۶۸ ا، ڪتبخانهٔ مير نور محمد خان ٽالپر.

شيخ حماد جو مقبرو مسجد مڪليءَ جي اتر اولهه ۾ مسجد جي نزديڪ نهايت زبون حالت ۾ موجود آهي. ”مقالات الشعرا“ جو صاحب لکي ٿو ته

”مزار متبرڪ اش در ڪوه مڪلي پهلوي جام ننده و جامع مڪلي مطاف اهل الله است“.

**(٧) جامع مسجد مڪلي:** ”تحفة الڪرام“ جي قول مطابق اها مسجد شيخ حماد جماليءَ ٺهرائي. انهيءَ مسجد ٺهڻ بعد سمن سلطانن مڪليءَ تي پنهنجا مقابر ٺهرائڻ شروع ڪيا. هن وقت مسجد جون ديواريون ۽ ڇت جون ونگون سلامت آهن، باقي سڀڪجهه زبون ٿي ويو آهي. ديوارين جي اوچائي ۽ ونگن جي ساخت مان مسجد جي عظمت ۽ فنڪاريءَ جو اندازو لڳي ٿو. پاڪستان جي محڪمهءِ آثار قديمه جي ڪاربردازن مسجد جي باقي بچيل آثارن جي تازو مرمت ڪرائي آهي. انهيءَ مسجد جي اتر-اولهه ۾ شيخ جماليءَ جو مقبرو چيو وڃي ٿو. مسجد جي ٻاهران محراب سان لڳ ”مائي مڪليءَ (؟)“ جي مزار آهي. قاضي عبدالله جي مزار به اتر اولهه جي ڪنڊ ۾ آهي.

**(٨) قاضي عبدالله** بن تاجه (تاجو): اصل سيوهڻ جي قاضين مان هو. سندس بزرگ، عباسي خليفن طرفان سنڌ ۾ آيل گماشتن جو اولاد هئا. قاضي صاحب، بقول ”تحفة الڪرام“،

”در علم و اتقا مرجع ڪامل و مقصد اڪمل بوده“.

چوڻ ۾ اچي ٿو ته جام نظام الدين (المتوفي ٩١٤هه) جي زماني ۾ سندس لاش مڪليءَ ۾ ظاهر ٿيو، ۽ اهل مڪاشفه ۽ اهل دل بزرگن خواب ۾ سندس مدفن جو نشان پتو ڏنو. انهن ئي بزرگن مان ڪنهن خواب ڏٺو، جنهن ۾ ڪيس معلوم ٿيو ته جنازي جي نماز اهو پڙهائي، جنهن شعور جي عمر ۾ پهچڻ کان پوءِ بي وضو آسمان ڏانهن نه نهاريو هجي، ۽ نه سڄي عمر پنهنجي اوگهڙ ڏٺي هجي. آسپاس گهولا ڪئي ويئي، ليڪن انهيءَ مرتبي جو ڪو ماڻهو هٿ ڪونه آيو. آخر جام نظام الدين پاڻ جنازي جي نماز پڙهائي، ڇاڪاڻ ته اهو بادشاهه انهن پنهي وصفن جو حامل هو (”تحفة الڪرام“، ص ٥٢).

قاضيءَ جو مقبرو، تحفة الڪرام جي روايت مطابق، شيخ حماد جي مقبري جي پٺ ۾ آهي. ”مڪلي نامه“ ۾ مير علي شير لکي ٿو ته مسجد مڪلي جي هڪ طرف جام نظام الدين جي رانڪ آهي ۽ ٻئي طرف کان قاضي عبدالله جو مقبرو آهي. پنهي روايتن کي سامهون رکي ٻائنجي ٿو ته مسجد جي اتر-اولهه ۾ جيڪي زبون قبرون آهن، جن مان هڪ شيخ حماد جي آهي، انهيءَ جي قريب قاضي عبدالله جي مزار به آهي. قديم زماني ۾ دستور هو ته طالب العلم روزانو ۽ خاص طرح خميس جي ڏينهن، انهيءَ بزرگ جي مقبري تي حاضر ٿي ڪسب ڪمال ۽ انشراح قلب و ذهن لاءِ دعا طلبي ڪندا هئا (”تحفة الڪرام“، ص ٢١٦).

(۹) ڄام نظام‌الدين: سنڌي، ترب ۽ محبت وچان، هن کي ڄام نندو (۱) ڪوٺين ٿا. سمن جي خانوادي جو آخري آزاد حڪمران هو، جنهن ۲۰ ربيع الاول ۸۶۶ هه کان ۹۱۴ هه تائين، سنڌ جي نه ڇڙو ملڪ تي فرمانروائي ڪئي، بلڪ ماڻهن جي دلين تي به تاجداري ڪئي. ڪانئس پوءِ سندس پٽ ڄام فيروز ۽ خاندان جي ٻئي هڪ شهزادي ڄام صلاح‌الدين جي وچ ۾ تخت ۽ تاج لاءِ خانہ جنگي شروع ٿي: ۹۱۴ هه کان وٺي ۹۲۷ هه تائين، سنڌ تي ڪڏهن صلاح الدين گجرات کان ڪمڪ ڪاهرائي آيو، ڪڏهن فيروز سبي ۽ قنڌار کان ارغونن کي چاڙهي آيو: ارغونن نه فقط صلاح الدين کي فيروز جي مقابلي ۾ ختم ڪيو بلڪ فيروز جي به پچائي آئي آخرڪار سنڌ تي پنهنجي حڪومت قائم ڪئي.

---

(۱) ڄام نظام‌الدين جي مقبري جي اترينءَ ديوار تي هيٺيون ڪتبو لڳل آهي، جنهن مان سندس نسبنامي تي روشني پوي ٿي:

« هذه مرقداً ببناء القبة الرفيعة — المنيعة السلطان الاعظم والخاقان الاعدل الاكرم ناصرالحق والدنيا والدين ابوالفتح السلطان فيروزشاه، علي مرقد ابيه النبيه السلطان نظام‌الدين شاه، بن السلطان صدرالدين شاه، بن السلطان صلاح‌الدين شاه، بن السلطان رکن‌الدين شاه، بن — السلطان فيروز شاه خلد الله ملکه — و روّح روح المدفونين فيها — في تاريخ خمس عشر و تسعمائة الهجرة ».

انهيءَ ڪتبي مان اهو پڻ معلوم ٿئي ٿو ته مقبرو ڄام فيروز ۹۱۵هه ۾ ٺهرايو، اها روايت غلط آهي ته ڄام نظام‌الدين زندگيءَ ۾ انهيءَ مقبري کي ٺهرائي ڇڏيو هو.

نسبنامي جي سلسلي ۾ اهو ڪتبو نهايت ئي اهم آهي، ڇاڪاڻ ته تاريخ ۾ سمن جي نسبنامي ۽ بادشاهن جي سلسلي ۾ ازحد پيچيدگيون پيل آهن. ٻيو هڪ ڪتبو به انهيءَ سلسلي ۾ نادر آهي: ڄام نظام‌الدين جي پٽيلي وزير ۽ سپه سالار درياخان جو مقبرو، جنهن کي «مبارڪ خان» جو خطاب هو، ڄام نظام‌الدين جي مقبري جي قريب آهي: ان جي ٻاهرينءَ چوديواريءَ جي ڏاکڻي دروازي مٿان هيٺيون ڪتبو آهي، جنهن ۾ پڻ اهوئي نسب نامو مرقوم آهي:

« هذه المقام بامر خان الاعظم مبارڪ خان، بن سلطان نظام‌الدين شاه، بن صدرالدين شاه، بن صلاح‌الدين شاه، بن سلطان رکن‌الدين شاه. و هو المظفر علي مغلان الهري — والقندهار. کتبه قطب‌الدين بن محمود. — احمد بن درياخان غفرالله له — ».

اهو مقبرو سنہ ۸۹۵هه ۾ درياخان پاڻ ٺهرايو هو، جنهن جي تصديق هيٺين ڪتبي مان ٿئي ٿي، جيڪو اوپر واري دروازي تي اڪريل آهي:

«هذه المقام في زمان خان الاعظم شان، مبارڪ خان، بن سلطان نظام‌الدين شاه، سخي حبيب‌الله، آغاز بنياد من جمادي الاول سنه خمس و تسعين و ثمانماية ».

ٻنهي ڪتبي ۾ هري ۽ قنڌار جي مغلن تي فتح حاصل ڪرڻ جو اشارو آهي: اها فتح بقول «فرشتہ» درياخان کي سنہ ۸۹۵ هه ۾ حاصل ٿي هئي، جنهن ۾ شاه بيگ ارغون جو پاءُ سلطان محمد مارجي ويو ۽ سندس لشڪر کي شڪست فاش ڏني، سيويءَ تي پيهر قبضو ڪيو ويو. مير معصوم مقابلي جي جاءِ جو نالو «جلوه گير» لکيو آهي، جيڪو در اصل «جاوگير» آهي ۽ دره بولان ۾ بيبي نانيءَ جي ويجهو آهي. درياخان: ڄام نظام‌الدين جو مُنهن پوليو پٽ هو، تنهنڪري پاڻ کي «بن ڄام نظام‌الدين» سڏائيندو هو.

ڄام نندو نهايت ئي نيڪ، ڪردار ۽ گفتار جو سچو، منتظم، جري ۽ خوش اطوار سلطان هو. جاه و جلال، شان و شوڪت، تدبر خواه فهم و فراست ۾ سنڌس ڪو مٽ ۽ ثاني ڪونه ٿيو. سنڌس اڌ صديءَ جي حڪمراني سنڌ لاءِ رحمت ثابت ٿي. ملڪ ۾ امن امان هو، خير برڪت جو جواب ڪونه هو؛ سنڌ جا ماڻهو سکيا ستابا ٿيا؛ سڄو ملڪ ريان ڪيان هو؛ دينداري ۽ دنياداري ٻنهي ملڪ ۾ گڏو گڏ هيون؛ ديني ۽ دنيوي علومن جي اشاعت سنڌ جي چئني ڪنڊن ۾ انتهائي عروج تي هئي؛ مدرسا ۽ خانقاهون آباد، راڄ رعيت، امير خواه سپاهي، سڀ آرام ۽ آسائش ۾ هئا. جيسين پاڻ زنده هو، تيسين ڪنهن به ڌارئين کي جرات ڪانه ٿي، جو سنڌ ڏانهن اکيون کڻي نهاري.

ڄام نندي جي پاڪبازيءَ، زهد ۽ تقويٰ جون ڪيئي ڪهاڻيون سنڌ ۾ مشهور آهن. تاريخ ۾ خود اُن جا ڪيترائي مثال محفوظ آهن. قاضي عبدالله جي جنازي نماز ڄام نندي هن ڪري پڙهائي، ته هو سموري زندگي باوضو رهيو هو، ڪڏهن پنهنجي اوگهڙ ڪانه ڏٺي هئائين. ٺٽي ۾ ڪيترا پير، فقير، صوفي ۽ بزرگ موجود هئا، ليڪن اهي وصفون فقط سنڌ جي سلطان ۾ موجود هيون. انهيءَ تقويٰ ۽ پرهيزگاريءَ سبب ئي هڪ روايت مطابق پير مراد شيرازيءَ جي جنازي نماز به ڄام ئي پڙهائي. تاريخ ۾ آهي ته جڏهن هو گهوڙن جي ڪوهه ۾ ويندو هو، ته جانورن جي پٺيءَ تي هٿ گهمائي چوندو هو:

”خدا اهو ڏينهن نه ڪري، جو آءٌ سواءِ غزا جي اوهان جي پٺيءَ تي سواري ڪريان. دعا آهي ته ڪنهن به مسلمان جو خون منهنجي هٿان اوهان تي سواريءَ ڪندي نه وهي؛ آءٌ انهيءَ سلسلي ۾ پنهنجي خدا اڳيان قيامت ڏينهن شل شرمندو نه ٿيان!“

سنڌس هيٺينءَ رباعيءَ مان به سنڌس سيرت ۽ ڪردار تي روشني پوي ٿي:

اي آنک ترا نظام‌الدين مي خوانند     تو مفتخري ڪه مرا چنين مي خوانند
گر در رهِ دين از تو خطائي رفته     شک نيست ڪه ترا ڪافر لعين مي خوانند

سڀني مورخن، سنڌ جي انهيءَ نيڪنام سلطان جي تعريف ڪئي آهي، ۽ سنڌس دور کي امن ۽ سڪون، ايمان ۽ اخلاق، نيڪيءَ ۽ ديني بلنديءَ جو دور لکيو آهي.

”معصومي“ جو مصنف لکي ٿو:

”در اوائل حال، طلب علم مي نمود، و در مدارس و خوانق ميگزرانيده. و بغايت متواضع و خليق بود، بصفات پسنديده و اخلاق حميده متصف و زهد و عبادت بدرجه ڪمال داشته.“

آخر ۾ لکي ٿو ته

”و فضيلت و حالت او زياده ازان بود ڪه شمه اي ازان تحرير توان نمود.“

”ماثر رحيميءَ“ جو مصنف لکي ٿو ته سنڌ ڇا بلڪ سموري هندستان ۾ به جهڙس دیندار،

مٿي، ۽ صاحب فضيلت بادشاهه ڪونه ٿيو. اڪبري دور جي انهيءَ مؤرخ جو اهو قول وزندار ۽ وڏي ۾ وڏو اعتراف آهي:

"درميان سلاطين سنڌ، چه ڪه درميان سلاطين هندوستان بفضيلت و حالت او نبوده."

ساڳيو مصنف لکي ٿو ته سندس دور ۾ عالم، بزرگ، فقير سڀ خوش خرم ۽ رعيت خواهه سپاهي فارغ البال ۽ آسوده حال هئا.

"در زمان دولت او، علما و صلحا و فقرا، در نهايت فراغت اوقات مي گذرانيدند، و سپاهي و رعيت آسوده حال و مرفع الحال بودند."

"مڪلي نامه" جو مصنف، "تحفة الڪرام" ۾ رقم طراز آهي:

"در زمانش علما و سادات و صلحا و عموم خلق الله برفاهيت ڪلي، گذرانيده، احياي سنن بنوعي شيوع يافت ڪه احدي بدون صوم وصلواة نبودي."

سندس دور جي فراغت، خوشحالي، امن ۽ راحت جي شهرت اوري پري جي ملڪن تائين مشهور هئي. اهو زمانو ايران ۾ خاص طرح بادشاهه گرديءَ جو هو. ٺٽهڪري سنڌ جي سکون ۽ سلطان جي سرپرستيءَ ڪيترن علمائن ۽ فنڪارن کي سنڌ ۾ آڻي پهچايو. پنهنجي وطن کي خيرباد چئي، هنن علم ۽ عمل جو چراغ هتي اچي روشن ڪيو. مولانا عبدالعزيز ابهري، پنهنجي سموري خاندان سميت هتي آيو، ۽ پهچڻ سان علومن جي اشاعت لاءِ مدرسو جاري ڪري، سون طالب العلمن جي آس ۽ پياس پوري ڪيائين. علامه جلال الدين دواني سنڌ ۾ اچڻ لاءِ تيار ٿيو. راهه خرچ به پهتو، ليڪن عمر رسيدگيءَ سبب سفر جي صعوبت برداشت ڪري نه سگهيو. هن پنهنجا ٻه جيد شاگرد، مير شمس ۽ مير معين، موڪلي ڏنا، جن ٻنهي ديني ۽ دنيوي علومن جي اشاعت ۾ پلئون پل ڀرو ورتو. اهڙيءَ طرح سنڌ جي انهيءَ نيڪ نهاد سلطان جي سعي ۾ ڪيترا بيروني خاندان سنڌ ۾ اچي آباد ٿيا، جن شاهي سرپرستيءَ هيٺ سنڌ کي وڏو فائدو رسايو.

جام نظام الدين جو اهو سلوڪ فقط پنهنجي هم مذهب رعيت سان نه هو، بلڪ سنڌ جي غيرمسلم رعايا به انتهائي امن ۽ آرام ۾ هئي. تاريخ ۾ ڪيترن هندو اميرن جا نالا اسان کي ملن ٿا، جيڪي سندس دور ۾ حڪومت جي نهايت اهم عهدن تي فائز هئا. عام هندو به مسلمان رعيت وانگر خوشحال ۽ فارغ البال هئا. مذهبي دوئي ۽ ديني دنگا فساد اصل ڪونه هئا، بلڪ انهيءَ قسم جو تصور به موجود نه هو.

سلطان پنهنجي چوڌاري، مجلس خواهه مصلحت، ملڪي ڪاروبار خواهه حڪومت جي نظام هلائڻ لاءِ چيدا چيدا ماڻهو رکيا هئا؛ وڏو مردم شناس بادشاهه هو. تاريخ ۾ اسان کي سندس متعلقين مان ڪو به هڪ ماڻهو غلط قسم جو ڪونه ٿو ملي. دريا خان ابتدا ۾ هڪ لاوارث ڇوڪرو

هو: بادشاه منجهس ڪارڪردگيءَ جا جوهر ڏٺا؛ پاڻ وٽ آڻي سندس پرورش ڪيائين ۽ اعلى پيماني تي ڪيس تربيت ڏنائين؛ معمولي ملازم جي درجي تان ڪيس مٿي چاڙهيندي چاڙهيندي، وزيراعظم جي عهدي تائين رسايائين؛ سنڌ جي فوجن جي سپه سالاري به سندس سپرد ڪيائين؛ "مبارڪ خان" ۽ "خان اعظم" جا خاص خطاب ڏنئي، سندس مرتبو بلند ڪيائين ۽ آخر ۾ ڪيس پنهنجي فرزنديءَ سان سرفراز ڪري، عروج ۽ اقبال منديءَ جي آخري منزل تائين پهچايائين. مردم شناس سلطان جي انهيءَ منتخب ڪيل ماڻهوءَ پنهنجي ڪارڪردگيءَ سبب، بادشاه جي زندگيءَ ۾ ته نمڪ حلالي ڪندي ڪندي، سموريءَ سلطنت جو ڳاٽ اوچو رکيو، بلڪ سلطان جي وفات کان پوءِ به اهوئي اڪيلو امير هو، جنهن سنڌ جي آزاديءَ لاءِ پورا ۱۲-۱۳ سال مسلسل جدوجهد ڪيو، ۽ پنهنجي جيئري مغلن کي ٺٽي ۾ داخل ٿيڻ نه ڏنائين. ٺٽي جي دروازي اڳيان لڙندي لڙندي جڏهن پاڻ شهيد ٿيو، ان کان پوءِ ٺٽي جو ڇا، بلڪ پوريءَ سنڌ جو دروازو غيرن جي غلاميءَ لاءِ کلي پيو. انهيءَ قسم جي مردم شناسيءَ جا ڪيئي مثال سلطان نظام الدين جي تاريخ ۾ اسان کي ملن ٿا. اهوئي سبب هو، جو سندس سلطنت مستحڪم، ملڪي نظام محڪم، ۽ سموري سنڌ ريان ڪيان هئي.

ڄام نظام الدين جو مقبرو، جنهن جي واکاڻ "مڪلي نامه" جي مصنف ڪئي آهي، تعميري فنڪاريءَ جو نهايت ئي نادر نمونو آهي. تعمير ۾ مختلف طرزن کي هڪ ٻئي ۾ ملائي، اهڙيءَ طرح پيوست ڪيو ويو آهي، جو تعميري تاريخ ۾ ان جو مثال ملڻ مشڪل آهي. تعمير ۾ گجراتي، هندو، اسلامي ۽ خالص سنڌي اثر موجود آهي؛ ۽ انهن سڀني طرزن جو هڪ گڏيل گلدستو تيار ڪري، ٺهرائيندڙ پنهنجي ڪشاده دلي، وسعت قلبي ۽ حب الوطنيءَ جو ثبوت ڏنو آهي؛ ازان سواءِ انهيءَ تعمير مان اسان کي اهو به معلوم ٿئي ٿو ته مقبري جي بانيءَ کي فنون لطيفه سان ڪيتري قدر دلچسپي هئي ۽ هن پنهنجي ذوق جي آسودگيءَ لاءِ ڪيڏو شاهڪار تخليق ڪيو آهي.

اترينءَ ديوار تي لڳل ڪتبي مان، جنهن جو ذڪر فٽ نوٽ ۾ ڪيو ويو آهي، معلوم ٿئي ٿو ته سندس انتقال بعد ڄام فيروز اهو مقبرو ٺهرايو. تعمير مڪمل ٿي نه ٿي سگهي، جو سنڌ ۾ تخت تاج لاءِ جنگ وجدل شروع ٿي ويو، جنهنڪري نه گنبد ٺهي سگهيو ۽ نه عمارت جو رٿيل نقشو مڪمل ٿيو. اندر ٻه قبرون آهن، جن تي ڪوبه ڪتبو لڳل ڪونه آهي، جنهن مان معلوم ٿي سگهي ته منجهانئن انهيءَ خوشنام ۽ نيڪ نهاد سلطان جي ابدي آرامگاه ڪهڙي آهي.

**(۱۰) پير شيخ جيئو** ولد شيخ نعمت الله: اولاد شيخ بهاءالدين ملتاني. سندس والد سمن جي هوندين زماني ۾ ٺٽي آيو ۽ اتي مستقل قيام ڪيائين. "تحفة الڪرام" ۾ مير علي شير لکي ٿو ته شيخ نعمت الله وڏي ڪرامت ۽ ڪمال جو بزرگ هو-

"وجود مسعود ش بوفور ڪمال وفرط ڪرامت محض نعمت خدا بوده. (۲۴۸)"

سندس مزار شيخ جيئي جي پٺيان آهي. شيخ جيئو ٻه پنهنجي والد بزرگوار وانگر وڏو ڪاني ڪرامت جو صاحب هو. ولايت ۽ عرفان جي ڪمال سبب سندس لقب "چراغ مڪلي" مشهور ٿيو. سنڌيءَ ۾ "شيخ جيئو، مڪليءَ جو ڏيئو" ڪري سڏيندا آهن. سيڪنهن ماهه ڀهرئين سومر تي، قديم زماني کان وٺي اڄ تائين سندس مقبري تي ميلو لڳندو آهي. "تحفه الڪرام" ۾ آهي ته

"هر سال بتاريخ موصوف مجمع ترک مهد گرديد خدام از شهر و بيرون است. آنجا احيا نمايند، و فقيران وجد و سماع آغازند، غريب حالتي مشاهده گردد".

مير صاحب وڌيڪ لکي ٿو ته

"در تمام کوه مکلي اين درگاه بفرط نورانيت مستثني است. اهل زيارت باستمداد همتش فائز حاجتند". (٢٣٨)

شيخ عليه رحمة جي مزار مٿان وڏو قبو آهي. اندر ڪيتريون قبرون آهن، جن مان ڏاکڻي طرف کان شيخ جي مزار علحده آهي. سندس مقبري جي چوڌاري وڏو قبرستان آهي. اڄ ڪالهه مقبرو مرمت طلب آهي؛ امڪان آهي ته چند سالن ۾ ديواريون ۽ گنبذ ويهي وڃن.

**(١١) پير آسات:** مخدوم عربيءَ (المتوفي ٩٨٠هه) جو ياءُ، بقول "تحفة الڪرام" "سالڪ مجذوب واصل محبوب"، مخدوم ميران جونپوري جو معتقد هو. هالا سندس وطن هو، ليڪن هن بزرگ ٺٽي ۾ وقت گذاريو. وفات به اتي ڪيائين. مڪليءَ تي دفن ٿيو. هن وقت سندس مقبرو ڊٺل ۽ ڦٽل، رستي جي رند تي عبدالله شاه جي قريب آهي.

**(١٢) مرزا خسرو خان چرڪس:** ترخاني دور جو امير ڪبير، ملڪي سياست ۽ سلطنت جي نظام ۽ انتظام تي حاوي هو. مرزا جانيءَ جي دور ۾ خاص طرح هن جي وفات کان پوءِ اهوئي هڪ امير هو، جنهن ڪلي اقتدار حاصل ڪيو. مرزا غازيءَ ڪسنيءَ ۾ سنڌ جي واڳ ورتي، جنهنڪري ملڪي ڪاروبار سمورو مرزا خسرو جي حوالي ٿيو. ڪجهه وقت بعد جڏهن مرزا غازيءَ جي اک کلي ۽ هن سمورو ملڪ خسرو جي قبضي ۾ ڏٺو، ان وقت هن سندس قوت کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، جنهنڪري ملڪ ۾ انتشار پيدا ٿيو. هر چند وڏي جدوجهد بعد مرزا غازيءَ خسرو جي قوت ۾ ڪمي آندي، ليڪن ان کان پوءِ ۾ سندس اثر ۽ اقتدار ۾ ڪو خاص فرق ڪونه آيو. مرزا جڏهن قنڌار جو گورنر ٿي ويو، تڏهن مجبوراً وري به خسرو کي پٺيان نائب ڪري ويو.

١٠٢١هه مرزا غازيءَ اوچتو انتقال ڪيو. غلط فهمي پيدا ٿي ته خسرو جي هٿ پائيخان، ءَ جي رستي صاف ڪرڻ لاءِ پنهنجي ولي نعمت کي زهر ڏيئي ماريو، ليڪن بعد ۾ اها

غلط فهمي دور ٿي ويئي (١). انتقال کان چند مهينا اڳ مرزا غازيءَ کي سنڌ مان شڪايتون پهتيون ته خسرو سموري ملڪ جي آمدني پاڻ کائي وڃي ٿو، ۽ ملڪ جي بهبوديءَ ۽ سرڪاري خزاني لاءِ پائي به ڪونه ٿو بچائي. مرزا کيس قنڌار گهرائڻ جو حڪم ڪيو؛ خسرو تيار ٿي قنڌار لاءِ روانو ٿيو، ۽ اڃا مس هالن تائين پهتو، ته مرزا غازيءَ جي انتقال جي کيس خبر پهتي. سوٽي اتي ٺهي، هن ترخاني خاندان جي هڪ ڪمسن شاهزادي، مرزا عبدالعلي، بن مرزا فرخ، بن مرزا شاه رخ، بن مرزا احمد باقيءَ کي تخت تي وهاريو. خيال هوس ته تخت نشينيءَ بعد جهانگير بادشاه کان مسند گهرائي وٺندو، پرءِ حالت ۾ خطرو ڏينهو ته مبادا جهانگير ڪو ڌاريو امير سنڌ تي موڪلي ترخاني سيادت کي سنڌ مان ختم نه ڪري ڇڏي.

جهانگير وٽ اجمير ۾ (٢) جڏهن مرزا غازيءَ جي انتقال جي خبر رسي، ان وقت هن پهرين ته مرزا عيسيٰ ثانيءَ جي گورنريءَ لاءِ حڪم صادر ڪيو، ليڪن اهو رد ڪري وري مرزا رستم مضويءَ لاءِ فرمان ڪڍيائين. جهانگير کي جڏهن عبدالعليءَ جي تخت نشينيءَ جو حال معلوم ٿيو، ان وقت کيس سخت خطرو ٿيو ته مرزا خسرو چالاڪ، باتدبير ۽ قوت وارو امير آهي؛ امڪان آهي ته هو سرحدي حاڪمن کان مدد وٺي، عبدالعليءَ جي نالي ۾ سنڌ کي آزاد نه ڪرائي ڇڏي: تنهنڪري بادشاه، جيسين مرزا رستم تياري ڪري اتي پهچي، ان کان اڳ پنهنجي هڪ امير مير عبدالرزاق (٣) کي اتي موڪلي ڏنو، ۽ پٺيان مرزا رستم به اچي پهتو. بادشاه جي حڪم مطابق، مرزا رستم، ترخانن جي سڄي قبيلي کي، خسرو ۽ عبدالعليءَ سميت، مير عبدالرزاق جي ذريعي هندوستان موڪلي ڏنو. عبدالرزاق اجمير جي منزل تي بادشاه وٽ سڀني کي حاضر ڪري، ”مظفرخان“ جو لقب حاصل ڪيو.

”ترخان نامه“ جي مصنف جو قول آهي ته جهانگير، مرزا عبدالعليءَ ۽ خسروخان کي بنديخاني ۾ وجهي ڇڏيو. عبدالعلي ڪجهه وقت بعد نورجهان بيگم جي شفاعت تي رها ٿيو، ۽ خسروخان جيلخاني ۾ ئي فوت ٿي ويو. ”تحفة الڪرام“ جي مصنف لکيو آهي ته عبدالعلي

---

(١) ”ذخيرة الخوانين“ جي مصنف شيخ فريد بکريءَ جو قول آهي ته پائيخان کيس مصحف شريف تي قسم کڻي ٻڌايو ته هن مرزا کي زهر ڪونه ڏنو، بلڪ هو عياشي ۽ ڪثرت شرابنوشيءَ سبب صحت وڃائي ويٺو هو، ۽ انهيءَ ڪري قبل از وقت سندس انتقال ٿيو. لطف الله پائيخان، مرزا جي انتقال بعد جهانگير جي دربار ۾ آيو، ۽ منصب حاصل ڪري هندوستان ۾ رهڻ لڳو، جتي مختلف خدمتن تي سرافراز رهي انتقال ڪري ويو - سندس دفنگاه ۽ سال وفات جو پتو نه آهي.

(٢) مرزا ١١ صفر ١٠٢١ھ جو انتقال ڪيو؛ اها خبر بادشاه کي اجمير ۾ ٢٧ ربيع الاول ١٠٢١ھ جو پهتي (”تزڪ جهانگيري“، ص ١١٠ - مطبوعہ نولڪشور)

(٣) مير عبدالرزاق مظفرخان معموري. ٻئي دفعي ٺٽي جو گورنر ٿي آيو؛ ٺٽي جي مسجد خضري ١٠٢٢ھ ۾ انهيءَ امير ٺهرائي.

جي معزول ٿيڻ بعد، جڏهن سچو ترخاني قبيلو بادشاهه گهرائي ورتو، تڏهن خسرو دلشڪستو ٿي، لاهري بندر کان ايران هليو ويو. "ذخيرة الخوانين" (ص ١٦٣) ۽ "ماثرالامرا" (ج ٣-ص ص ٤٨٥-٤٨٨) جا مصنف "ترخان نامه" واري قول جي تصديق ڪندي لکن ٿا، ته خسروخان ترخاني قبيلي سميت بادشاهه وٽ اجمير ۾ وڃي حاضر ٿيو. بنديخاني جو اضافو فقط "ترخان نامه" ۾ آهي.

ٺٽي جي ترخاني حڪومت ختم ٿيڻ بعد، خسرو جي متعلق فقط مٿيون روايتون ملن ٿيون. ڪڏهن مئو، ڪٿي مئو، سنڌ ڇڏڻ بعد سندس زندگي ڪيئن گذري - اهو سڀڪجهه راز ۾ رهجي ويو آهي.

سنڌي مؤرخن، خسروخان جي بيحد تعريف ڪئي آهي. هو علم دوست، سخي، نيڪ، فقير دوست، عبادت گذار ۽ ملڪداريءَ جي سڀني صلاحيتن جو صاحب هو. شيخ فريد بکري، "ذخيرة الخوانين" جو مصنف لکي ٿو ته

> "او موصوف بصفات حسنه بود، اولا زاهد، عابد، متدين، فقير دوست، و سخي بيدريغ بود. سوال هيچ کس اصلاً رد نه نموده، و حسن سلوک بمرتبه داشت که اگر او دعواي سرداري ميکرد، مردم بطوع و رغبت سرداريءِ او را قبول ميکردند، و ميرزا غازي را ازميان برميداشتند، بنابران مرزا دست انداختن او، قادر نشد". (١٦٢)

اهو قول مرزا جي هڪ معاصر مورخ جو آهي، جيڪو پاڻ سنڌي هو ۽ مرزا جي ٻيءَ لطف الله پائيخان جو واقف ۽ ملاقاتي هو (ص ١٦٢). مرزا غازيءَ پنهنجي دور اندر سندس بيخڪنيءَ لاءِ هرممڪن ڪوشش ڪئي؛ ليڪن بيخڪني ته ڇا، سندس وار به ونگو ڪري نه سگهيو. جڏهن قندار ويو ته هرچند دل نٿي گهريس، ليڪن سنڌ جي نيابت وري به سندس سپرد ڪري ويو. اها حقيقت آهي ته مرزا کي ايڏو اقتدار حاصل هو، ۽ سندس حسن سلوڪ عوام کي ايترو موهي ڇڏيو هو، جو جيڪڏهن هو چاهي ها ته سنڌ تي پاڻ قبضو ڪري وجهي ها، ليڪن پنهنجي مربي خاندان جو انهيءَ حد تائين نمڪحلال هو، جو غازيءَ جي مرڻ کان پوءِ به ڪوشش ڪيائين، ته انهيءَ خاندان جي هٿن مان سنڌ جي حڪومت جون واڳون نه وڃن؛ ليڪن قدرت جي فيصلي کي هو ٽاري نه سگهيو.

مير علي شير "قانع" لکي ٿو ته خسروخان ابتدا ۾ ملا جاني بندريءَ جو ملازم هو، جتان مرزا عيسي اول، کيس پاڻ وٽ گهرائي، پهرين آفتابچيءَ جي عهدي تي رکيو، ۽ ان کان پوءِ سندس ذاتي جوهر ۽ خوبيون ڏسي کيس مختلف پرڳڻن جي عملداري ڏنائين -

> "خسروخان چرکس منسوب بچرکس خان، از اولاد چنگيزخان که در دشت قبچاق حکومت کرده، نخست پيش ملا جاني بندري بود. مرزا عيسي

ازو گرفته آفتابجي ساخت، و بمعائنهء جوهر ذاتيش عنقريب عملداريء پرگنات فرموده، درعهد ميرزا باقي ترقي نموده، درعهد ميرزا جاني امير والا اعتبار شد.“

خسرو جي سخاوت، دريادلي، ۽ نيڪ طبعيءَ جي تعريف ڪندي، آخر ۾ ساڳيو مصنف لکي ٿو ته

”صاحب خير و توفيق، مثلش ڪسي درين زمين برنخواسته، آثاري ڪه ازو ماند، احدي از ملوڪ و امرا بعشرش موفق نشد.“

مير علي شير لکي ٿو ته ٺٽي ۽ ان جي گرد نواح ۾، خسرو خان ٽي سؤ سٺ رفاه عام جون عمارتون جوڙايون- جهڙوڪ مسجدون، تلاءَ، کوهه، رانڪون، پليون ۽ مسافرخانا وغيره- جن تي هن جي گهڻي ۾ گهڻي دولت صرف ٿي. مير صاحب جو قول آهي ته انهيءَ ڪارخير ۾ هُنَ، هينَ ڪري هٿ وڌو، جو هڪ ڏينهن خسرو پنهنجي جاءِ جي ڇت تي بيٺو هو، اوچتو سندس نظر پاڙي واري گهر ۾ پئي، جتي گهر جي مالڪياڻي اگهاڙي ٿڃ ڪري رهي هئي؛ خسرو خان بيحد متقي پرهيزگار ۽ نيڪ بخت هو، اگرچه اهو گناهه ڪانئس بيخبريءَ ۾ سرزد ٿيو، ليڪن ڪفاري ادا ڪرڻ جي خيال کان هن چاهيو ته پاڻ کي انڌو ڪري ڇڏي. وقت جي علمائن کي جڏهن سندس انهيءَ ارادي جي خبر پئي، تڏهن کيس روڪيائون، ۽ انهن جي تجويز ۽ صلاح تي هن اهي عمارتون عوام جي آسائش لاءِ ٺهرايون، پنهنجو ڪفارو ادا ڪيو. عمارتن جو اهو تعداد (٣٦٠) علمائن کيس مقرر ڪري ڏنو هو.

مير صاحب لکي ٿو ته وفات کان پوءِ ڪنهن ماڻهوءَ کيس خواب ۾ نهايت ئي خوش ۽ خورم ڏٺو؛ ڪانئس پڇا ڪيائين ته انهيءَ مهربانيءَ جو ڪهڙو ڪارڻ آهي، جنهن تي مرزا جواب ڏنو ته جيڪي خير جا ڪم مون ڪيا هئا، ۽ رفاه عام جون جايون، مسجدون، خانقاهون ۽ پليون وغيره جوڙايون هيون، تن جو ته مون کي هتي فائدو ڪونه رسيو- انهن جو اجر ۽ جزا ته مون کي دنيا ۾ ئي ملي ويو، چاڪاڻ ته اتي منهنجي نيڪنامي ٿي. هتي مون سان جيڪو پسڻ ٿيو، سو هڪ غيرمحسوس ۽ معمولي واقعي ڪري ٿيو: هڪ ڏينهن مان ڪاغذ لکي رهيو هوس، مس جي ڦڙي تي هڪ مک اچي ويٺي ۽ ان کي چوسڻ لڳي؛ مان تيسين قلم روڪي ويهي رهيس جيسين مک مس چٽي پنهنجو پاڻ آڏامي نه وئي. انهيءَ واقعي سبب، جيڪو نه منهنجي ڌيان ۾ هو ۽ نه مان ڪنهن خاص خيال ڪري ئي الين ڪيو هو، منهنجا سمورا گناهه ڌوپي ويا. (”تحفة الڪرام“، ج ٣، ص ٩١-٩٢)

”مقالات الشعرا“ ۾، مير قانع سڳيو وارو واقعو لکندي، مثال طور هيٺيون شعر ڏنو آهي:

خاطري موري چو ڪني شاد تو خانه بجنت ڪني آباد تو

اهو واقعو غلط هجي يا صحيح، اهو خواب سچو هجي يا ڪوڙو، ليڪن ان مان اهو ته اندازو ٿئي ٿو ته ماڻهن کي خسرو جي لاءِ ڪيڏي نه خوش اعتقادي هئي، ۽ هُنَن ڇڱين ڳالهين کي ڏانهس منسوب ٿي ڪيو.

اها ٿي عقيدت هئي، جنهنڪري سيد عبدالقادر ٺٽويءَ سنڌ جي اوليائن جو تذڪرو ”حديقة الاوليا“ لکي سندس نالي معنون ڪيو. مرزا خسرو جي نيڪ طبعي ۽ درويش دوستيءَ جو هي به هڪ ثبوت آهي، جو شيخ بهاءالدين زڪريا ملتاني عليه رحمة جي خاندان جو هڪ فرد ميان ڪالو قريشي جڏهن سنڌ ۾ آيو، تڏهن مرزا هن کي مستقل طرح ٺٽي ۾ رهائي ڇڏيو. پنهنجي محلي ۾ سندس رهائش جو بندوبست ڪيائين. آخر ۾ ڪيس پنهنجي نياڻيءَ جو به سڱ ڏنائين. ٺٽي جو قريشي خاندان انهيءَ سڱابنديءَ مان پيدا ٿيو. خسرو وقت جو امير ڪبير هو، ڪنهن امير سان نياڻيءَ جي نسبت ڪري سگهيو ٿي، ليڪن طبيعت جي رغبت ۽ فطرت جو لاڙو نيڪيءَ طرف هوس، تنهنڪري مٿي مائٽيءَ لاءِ امير تي فقير کي ترجيح ڏنائين.

مرزا خسرو بيگ علم دوست ۽ شعر وسخن جو دلدادو هو. وقت جا ڪيترا عالم ۽ اديب سندس سرپرستيءَ هيٺ خوش گذران ڪندا هئا. سيد عبدالقادر سندس ئي پروردو ۽ سندس ئي دامن دولت سان وابسته هو. ”مقالات الشعرا“ ۾ مير علي شير سندس چند شعر نموتاً ڏنا آهن:

| | |
|---|---|
| خسروا خاني تو در وقتي که از جان کرم | هر صباح و شام مي خواني بسر اهل همم |
| خاني درگاه رب العٰلمين باشي اگر | از تو ناراضي رود جاني ز تن سوي عدم |
| جهد کن، گرد آر، دلهاي خلايق، وانگهي | هر چه با شي باش يکسانست گدا و محتشم |

(ص ٨٨)

امير خسرو دهلوي جي غزل جو هيٺيون شعر بطور سجع جي استعمال ڪندو هو:

خسرو از تو پناه مي طلبد
اي پناه من و پناه همه

٣٦. رفاه عام جون جايون، جيڪي مرزا خسرو ٺهرايون، سي سڀ اڄ ناپيد آهن. ممڪن آهي ڪنهن عمارت، ڪنهن کوهه يا ڪنهن مسجد جو اڄ نشان هجي به(١)، ليڪن ڪنهن کي ان جي خبر ڪانه آهي. مڪليءَ تي هن هڪ خوبصورت رانڪ ٺهرائي هئي، جنهن جي تعريف ”مڪلي نامه“ جي مصنف ڪئي آهي؛ لکي ٿو ته

| | |
|---|---|
| رسد اين جا اگر ارواح قدسي | شود با زمرهء سياز انسي |
| بنام ايزد چه نيکو جايگاه است | فضايش جمله پاکيزه نگاه است ـ الخ |

”مڪلي نامه“ ۾ انهيءَ رانڪ جي جاءِ وقوع بيان ڪئي وئي آهي، ۽ جاءِ جي نقشي جون مکيه ڳالهيون به ٻڌايون ويون آهن. اها رانڪ اڄ به زبون حالت ۾ مڪليءَ تي موجود آهي، ليڪن ڪنهن کي خبر نه آهي ته انهيءَ جو جوڙائيندڙ ڪير هو ۽ جڏهن جڙي راس ٿي، ان وقت ان جي عظمت ۽ خوبصورتي ڪهڙي درجي تي هئي. عام طرح اڄ ”ست چوڙهي“

---

(١) ٺٽي جي مسجد دابگران سندس ٺهرايل آهي، جنهن جي ڪتبي تي تعمير جو سال ٩٩٧هه (١٥٨٨ع) مرقوم آهي. مسجد نهايت خوبصورت، مضبوط ۽ تعميري فنڪاريءَ جو بهترين نمونو آهي. ڇت ڪري پئي اٿس، چارديواري سلامت؛ ۽ محڪمه آثار قديمه جي حفاظت ۾ آهي.

جي نالي سان مشهور آهي ـ چاڪاڻ ته سٺن ٻاسن ڪان مٿين حصي تي ٻهچڻ لاءِ سنجهس ڏاڪڻيون آهن، تنهنڪري عوام مٿس اهو نالو رکيو. محڪمه آثار قديمه جي ڊائريڪٽر مسٽر ڪوريال جو قول آهي ته فني لحاظ ۽ عمارت سازيءَ جي نقطي نگاه سان انهيءَ عمارت جو سموريءَ مڪليءَ تي ڪو مثال ڪونه آهي.

عمارت جو مٿيون حصو ڪري پيو آهي، ٻاسن وارا نشيمن ۽ ديواريون موجود آهن؛ اندر معلوم ٿئي ٿو ته ڪي قبرون هيون، جيڪي بالائي حصي ڪرڻ سبب لٽجي ۽ دٻجي ويون آهن. ڪوٺائيءَ بعد ممڪن آهي ته سنڌ باني‌ءَ مرزا خسرو جي قبر به نڪري نروار ٿي پئي: چاڪاڻ ته اها عمارت هن پنهنجي دفن گاه لاءِ ٺهرائي هئي، تنهنڪري وفات ڪئي ته ٿي هجيس، ليڪن دستور مطابق سندس لاش اتي ئي دفن ٿيو هوندو.

مسٽر ڪوريال خاص طرح اها عمارت وٺي وڃي اسان کي ڏيکاري، چاڪاڻ ته انهيءَ جي فنڪاريءَ جو مٿس خاص اثر هو: ڪيس اهو به معلوم هو ته ان جو نالو "ست چوڙهي" آهي. راقم الحروف "مڪلي نامه" جي معرفت ڪيس ٻڌايو ته اها عمارت خسروخان جي رانڪ ڪان سواءِ ٻي ٿي نٿي سگهي.

**(١٣) مرزا عيسيٰ ثاني:** مرزا عيسيٰ بن مرزا عبدالعلي بن مرزا عبدالخالق ترخان (١)، شاه بيگ ارغون جي اميرن مان هو، ۽ ساڻس گڏ (٩٢٦-٢٧هه) سنڌ ۾ آيو. شاه حسين جو ٻه دست راست رهيو. ٩٦٢هه ۾ شاه حسين لاولد فوت ٿيو، جنهنڪري اپر سنڌ تي سلطان محمود بکري قابض ٿيو، ۽ لوئر سنڌ مرزا عيسيٰ جي حصي ۾ آئي. سنه ٩٧٥هه ۾ مرزا عيسيٰ فوت ٿيو. ساڳئي سال سندس پٽ مرزا باقي تخت تي ويٺو، جنهن سخت ظالمانه (٢) زندگي گذارڻ

---

(١) ان کان اڳتي جو شجرو "ترخان نامه" ۾ هن طرح ڏنو آهي: مرزا حسين ترخان، بن مرزا عبدالعلي ترخان، بن مرزا نورالله ترخان، بن مرزا فضل الله ترخان، بن امير اڪتمش، بن امير ايڪوتمر، بن امير ايلجي، بن الجائتو خدابنده، بن ارغون خان، بن اباقاخان، بن هلاڪو، بن چنگيزخان، بن تولي خان.

(٢) "ترخان نامه" جي مصنف، مرزا جي مظالمن جا ڪيئي مثال ڏنا آهن. سندس سمورو وقت پنهنجي خاندان جي بيخڪنيءَ ۾ گذريو. هن اهائي ڪوشش ڪئي ته جيئن ڪوبه ترخان نه بچي، جو تخت جو دعويدار ٿئي، چنانچه سندس دور ۾ ڪيئي افراد مارجي ويا، ۽ ڪيترن وڃي هندوستان ۾ پناه ورتي.

(الف) سندس ڀاءُ مرزا جان بابا تخت جو دعويدار هو، تنهن سان سندس ڪيتريون اڙائيون ٿيون، آخر سيد علي ٺٽويءَ کي وچ ۾ آڻي مرزا باقيءَ مصحف تي ساڻس صلح ڪيو ("معصومي"، ١١٣)؛ يادگار مسڪين جيڪو سندس ڀيڻ بيگه بيگي آغا بنت مرزا عيسيٰ جو مڙس هو، تنهن سان ٻڻ مصحف تي پرچاءُ ڪيائين؛ جڏهن صلح بعد اچ وڃ شروع ٿي، تڏهن هڪ ڏينهن ٻنهي کي پاڻ وٽ گهرائي قتل ڪرائي ڇڏيائين.

مرزا جان بابا جي مزار جو ڪتبو هي آهي:

هاتف از غيب گفت تاريخش ورنه عقل از جنون بصحرا رفت
طرح ميم است تا يکي تاريخ جان بابا ز دار دنيا رفت

٤٠ ١٠١٧-٤٠ = ٩٧٧هه

(ڏسو ٻئي صفحي تي)

بعد ۹۹۳ھ ۾ خودڪشي ڪئي. ڪانئس پوء سندس پٽ مرزا پائنده بيگ (متوفي ۱۰۰۳ھ) تخت نشين ٿيو؛ دماغ ۾ فتور هوس، تنهنڪري حڪومت هلائڻ کان عاجز هو. سندس پٽ

---

(آنديل اڳئين صفحي تان)

وٽس "هوٽي" ۽ "نوتي" نالي ٻہ جلاد هوندا هئا، جن کان اهي ڪڏا ڪم ڪرائيندو هو. يادگار مسڪين ۽ جان بابا کي مارائڻ بعد، انهن کي حڪم ڏنائين تہ يادگار جي گهرواريءَ ۽ ان جي ٻن معصوم پٽن کي بہ ماري ڇڏين، چنانچہ جلادن انهن ٽن مظلومن جون سسيون ٻہ ڏڙ کان ڌار ڪيون.

(ب) مرزا غالب، مرزا صالح بن مرزا عيسيٰ جو پٽ، سندس پائٽيو هو. ڪيس پنهنجي ڌيءَ سان منسوب ڪري، هڪ دفعي جاگير ڏيڻ جي دلاسي تي پاڻ وٽ گهرائي، سندس پيشانيءَ تي ڇمي ڏئي، ڪيس ڪمري ۾ اندر وٺي ويو؛ هوٽي ۽ نوتي اڳ ئي تيار بيٺا هئا، جن لنگهڻ سان هن جو ڪم پورو ڪري ڇڏيو. ان کان پوء نہ فقط هن جو گهر، مال، متاع ضبط ڪيائين، بلڪ سندس ننڍڙي پيڻ ۽ ڏاڏيءَ کي بہ بنديخاني ۾ وجهي ڇڏيائين.

(ج) مرزا جوهر سندس ڀاءُ هو؛ ملا جان محمدؐ جيڪو ابتدا ۾ مرزا باقيءَ جو معلم بہ هو، سو هن جي پاڙي ۾ رهندو هو؛ باقيءَ ملا کي ڇرچ ڏني، جنهن تي هڪ ڏينهن هن اچي فرياد ڪيو تہ مرزا جوهر سندس نياڻيءَ کي هٿ وڌا آهن؛ انهيءَ ڪوڙي بهتان تي مرزا باقيءَ ڪيس گرفتار ڪري جيل ۾ وجهي ڇڏيو. جيسين سندس قتل لاءِ هو حڪم ڪري ئي ڪري، ان کان پهرين مرزا جوهر ڪنهن ترڪيب سان بنديخاني مان ڀڄي گم ٿي ويو. مرزا باقيءَ حڪم ڪيو تہ جتي ملي ڪيس قتل ڪيو وڃي، ليڪن هن جي قسمت هئي، جو آخر بچي ويو.

(د) پوراني خانوادي جو هڪ جيد عالم بزرگ ميرڪ عبدالرحمان بن شيخ ميرڪ بہ مرزا باقيءَ جي حڪم تي ناحق قتل ڪيو ويو (تفصيل "معصومي"، ۲۱۴)؛ ميرڪ جي مزار جو ڪتبو هي آهي:

ميرڪ چو شهيد شد بگفتم — با خامه که سال آن نوشتي

گفتا که نوشتم و بر آمد — تاريخ ز "ميرڪِ بهشتي" ۹۸۷ھ

"معصوميءَ" ۾ آهي تہ ان ڏينهن عيد الفطر جو ڏينهن هو. سندس مزار مڪليءَ ۾ ميرڪي ساداتن جي قبرستان ۾ آهي.

(ھ) مرزا ناصر بن مرزا عيسيٰ اهي ظلم ڏسي، پاڻ بيمار ٿي بستري تي پئجي رهيو. هن خوف کان پاڻ کي گونگو، منڊو، شل ۽ انڌ وهڻ کان لاچار ڪري ڇڏيو. جيڪڏهن ڪٽ تي وهندو هو، تہ ڪو ماڻهو جيسين ڪيس جهلي نہ وهي، تيسين ويهي نہ سگهندو هو؛ اهو اگرچہ هن بهانو ڪيو هو، ليڪن اهڙيءَ طرح ان کي نباهيائين، جو ماڻهن سچ پچ ڪيس معذور سمجهيو. خود هڪ دفعي مرزا باقي پاڻ اچي ڪيس ڏٺو؛ زبردستيءَ اٿاري وهاريائونس، ليڪن وهڻ سان پاسو ڏئي وري ڪري پيو. جيسين مرزا باقي جيئرو هو، تيسين هن اهو ناٽڪ نهايت هوشياريءَ سان قائم رکيو، ۽ انهيءَ سبب ڪري بچي بہ ويو.

(و) سندس پيو پائٽيو، شاه بابا بن مرزا جان بابا، جان بچائي هندوستان هليو ويو. جڏهن مرزا جاني سنڌ جي حڪومت ختم ٿيڻ بعد، هندوستان پهتو، ان وقت ڪيس هٿ ڪري، ٺٽي واپس موڪليائين.

(ز) مرزا عيسيٰ ثاني بہ سندس پائٽيو هو؛ جيسين مرزا باقي زنده هو، تيسين هو بہ پنهنجي ناناڻن ۾ لڪو پيو هو؛ باقيءَ جي مرڻ بعد، جاني بيگ ڪيس موٽائي آندو.

(ڏسو پٺي صفحي تي)

مرزا جانيءَ واڳ ورتي، جنهن کان سنه ١٠٠٠هه ۾ خان خانان مرزا عبدالرحيم خان، سنڌ ورتي. مرزا جانيءَ ١٠٠٨هه ۾ برهانپور ۾ وفات ڪئي. اڪبر اعظم سندس پٽ مرزا غازيءَ کي بطور گورنر جي سنڌ تي قائم رکيو، جنهن ١٠٢١هه ۾ قنڌار جي گورنري ڪندي رحلت ڪئي.

مرزا عيسيٰ ثاني جنهن جي لاءِ "ترخان نامه" جو مصنف چوي ٿو ته

ز ترخانيان مثل او گوهري، نياورده از آسمان ديگري-

جنهن جي خوبصورت ۽ بيمثل رانڪ مڪليءَ تي آهي، ۽ "مڪلي نامه" ۾ جنهن جو ذڪر نهايت دلفريب انداز ۾ ڪيو ويو آهي، سو مٿين مرزا عيسيٰ جو پوٽو، مرزا جان بابا (١) جو پٽ، ۽ مرزا باقيءَ جو ڀائٽيو هو.

سميجن مان سندس والد شادي ڪئي هئي، جنهن مان مرزا عيسيٰ ڄائو. پنهنجي ناناڻڪي تور، جيڪا سنڌ اندر وڏي زور واري هئي، تنهن جي ڪيس پشتي حاصل هئي. مرزا باقي جڏهن پنهنجي اکهه مارائڻ شروع ڪئي، ان وقت مرزا عيسيٰ، پنهنجي ناناڻن وٽ وڃي پناهگزين ٿيو هو. باقيءَ کيس هٿ ڪرڻ جي انتهائي ڪوشش ڪئي، ليڪن سميجن جي پناهگزين کي حاصل ڪري نه سگهيو.

"تاريخ طاهريءَ" جو قول آهي ته مرزا جانيءَ جي فوت ٿيڻ بعد، مرزا غازيءَ ۽ حڪومت جي ارڪانن ۾ جڏهن اختلاف ٿيو، ان وقت مرزا خسرو، ابوالقاسم سلطان، ۽ ٻين اميرن سان گڏ مرزا عيسيٰ به شامل ٿيو. خيال هوس ته جيڪڏهن غازيءَ کي شڪست آئي، ته سنڌ جي حڪومت جي مسند اڪبر کان هو پنهنجي لاءِ حاصل ڪندو. هڪ ته امير امرا، جن جي ان وقت هلندي پڄندي هئي، سي سڀ مرزا غازيءَ جي مخالف هئا، ۽ مرزا عيسيٰ جي شرڪت سبب سڀني جي همدردي مرزا سان هئي؛ ٻيو ته سنڌ جي سميجن جو قبيلو، جيڪو ان وقت قوت ۽ ڪثرت تعداد سبب سنڌ جي سڀني قبيلن ۾ برک هو، اهو سندس ڀڳيان هو. "طاهريءَ" جي مصنف

---

(آنڌل اڳئين صفحي تان)

اهي ڪلور ته هن پنهنجي ڳهرائي سان ڪيا؛ ان کان به زياده ظلم رعيت سنا. حقيقت ۾ سندس مزاج ۾ وحشت ۽ دماغ ۾ فتور پيدا ٿي پيو هو؛ تخت وڃڻ جي خوف کان هن قتل ۽ غارتگري انهيءَ حد تائين شروع ڪري ڏني، جو سڄو ملڪ ويران ۽ بيزار ٿي پيو. آخر انهيءَ فتور سبب پاڻ به چند سالن بعد ديوانو ٿي پيو، ۽ هر وقت پيو چوندو هو ته "اجهو جان بابا مون کي مارڻ ٿو اچي!" "اجهو يادگار مسڪين قبر مان اٿي مون کان بدلو وٺڻ ٿو اچي!"- انهيءَ طرح خوف ۽ هراس وچان هڪ ڏينهن پنهنجي پيٽ ۾ ڇرو هڻي، پنهنجي پڄاڻي آندائين. سندس مزار جو ڪتبو هي آهي:

"وفات يافت حضرت جنت المقامي الواصل الي جوار الملک الرحمان ميرزا احمد باقي

بن ميرزا عيسيٰ ترخان در تاريخ هشتم روز شنبه شهر شوال ٩٩٣هه".

مورخن جو قول آهي ته پنهنجي وچئين پٽ مرزا شاهرخ جي، جيڪو نصرپور جو پرڳڻيدار هو، اوچتي فوت ٿيڻ (٩٩٢هه) سبب چريو ٿي پيو.

(١) مرزا عيسيٰ ثانيءَ جي سامهون جان بابا جو مقبرو آهي. يادگار مسڪين ۽ انهن جو سمورو عيال به اتي مدفون آهي. (جان بابا جي مزار جي ڪتبي لاءِ ڏسو صفحي ٣٦ جو فٽ نوٽ نمبر ٢)

جو تول آهي تہ "سنڌس اها اميد پوري ٿي نہ سگهي". مرزا غازيءَ سڀني اميرن کي جلد ئي زير ڪري، حڪومت جو انتظام مستحڪم ڪري ڇڏيو: مرزا عيسيٰ تنهنڪري نااميد ٿي بادشاهہ جي دربار ۾ آگري هليو ويو. اهي واقعات سنہ ١٠١١هہ جا آهن(١). "ترخان نامہ" جو مصنف لکي ٿو تہ جڏهن خسرو چرڪس ۽ مرزا غازيءَ جو اختلاف ٿيو، ان وقت مرزا عيسيٰ، غازيءَ وٽ ايندو ويندو هو. هڪ ڏينهن پاڻ غازيءَ وٽ ويٺو هو، جو هن حڪم ڪيو تہ جيئن اڄ خسرو سلام تي اچي تيئن کيس گرفتار ڪيو وڃي. مرزا عيسيٰ انهيءَ حڪم سان اختلاف ڪندي، کيس سمجهايو تہ پنهنجن پراڻن اميرن سان اهو سلوڪ نہ ڪري: ليڪن غازي پنهنجي ضد تان نہ لٿو. عيسيٰ ڏڪوئجي دربار مان اٿيو هليو آيو. اتفاق سان دروازي جي ٻاهران کيس خسرو گڏجي ويو. جنهن کي اشارن ۾ حقيقت حال کان آگاهہ ڪري، پاڻ انهيءَ وقت لٽو ڇڏي، سيجن وٽ هليو ويو، ۽ انهن جي مدد سان سنڌ جي سرحد پار ڪري آگري وڃي پهتو.

اختلاف جا جزئيات ڪهڙا بہ هجن، بهرحال سڀئي مورخ انهيءَ تي متفق آهن تہ مرزا عيسيٰ سنڌ جا وڻ غازيءَ جي اختلاف سبب ڇڏيا، ۽ سنڌس باقي زندگي مغل سرڪار وٽ مختلف عهدن ۽ منصبن تي بسر ٿي. اڪبر عيسيٰ جي پهچڻ بعد ۾ اڍائي سال جيئرو هو: خبر نہ آهي تہ انهيءَ جي دور ۾ مرزا سان ڪهڙو سلوڪ ٿيو، ليڪن جيئن جهانگير تخت تي ويٺو، تيئن کيس منصب ڏني، دکن اماڻيائين-

"جنت مکاني بمنصب عمدهء مطرح انتظار عاطفت ساخته، تعينات دکن فرمود."

("مآثر الامرا"، ٣٨٠-٣)

مرزا غازي جڏهن ١٠٢١هہ ۾ فوت ٿيو، ان وقت مسئلو پيدا ٿيو تہ سنڌ تي نئون حاڪم ڪير موڪلجي. پٺيان خسرو چرڪس، انهيءَ خاندان جي هڪ ڪمسن شاهزادي عبدالعلي بن مرزا فرخ بن مرزا شاهہ رخ (متوفي ٩٩٣هہ) بن مرزا باقيءَ کي تخت تي وهاري، جهانگير جي حضور ۾ سنّد لاءِ عريضو موڪلي ڏنو. جهانگير انهيءَ خطري کان، تہ مبادا عبدالعليءَ جي نالي ۾، خسرو سرحدي حڪومتن کان مدد وٺي سنڌ کي مرڪزي حڪومت کان آزاد ڪرائڻ لاءِ ڪا بغاوت ڪرائي وجهي، مرزا عيسيٰ کي سنڌ ڏانهن موڪلڻ جو فرمان ڪڍيو.

عيسيٰ دکن کان جڏهن اچي دربار ۾ پهتو، تڏهن ڪن غرضگوين ان لاءِ بہ بادشاهہ جا ڪن ڀريا تہ "مرزا زماني کان وٺي سنڌ جي حڪومت جو شائق ۽ آرزومند رهيو آهي، پاڻ وڏو عقلمند ۽ اونهو آهي: ممڪن آهي تہ وطن پهچي، آبائي حڪومت جو خواب ڏسي، خود مختيار ٿيڻ جي ڪوشش ڪري، ۽ حڪومت لاءِ درد سر جو سبب بڻجي". بادشاهہ کي اهو بہ خطرو هو تہ متان ڪيچ مڪران ۽ هرمز جي حاڪمن ذريعي ايران جي بادشاهہ کان بہ انهيءَ سلسلي ۾ مدد وٺي.

(١) "ترخان نامہ" ۾ آهي تہ ١٠١٢هہ ۾ مرزا آگري پهتو.

بادشاهہ جي دل ۾ اها ڳالهہ ويهجي وئي، جنهنڪري ٺٽ مرزا رستم صفويءَ کي سنڌ جي حڪومت جو پروانو ڏنو، ۽ جيسين مرزا تيار ٿي اُتي پهچي، ان کان اڳ بادشاهہ مير عبدالرزاق معموريءَ کي اُتي روانو ڪري ڇڏيو. بقول "ترخان نامہ" مرزا رستم بہ پنهنجي ١٠ محرم ١٠٢٢ هہ اچي پهتو. شاهي حڪم مطابق مرزا رستم اُتي پهچي، عبدالعليءَ کي معزول ڪري، عبدالعلي، خسرو چرڪس ۽ ترخان جي سموري اهل عيال کي مير عبدالرزاق جي ذريعي دربار ڏانهن موڪلي ڏنو(١).

مٿين روايت "مآثرالامرا" جي آهي، جنهن جي تائيد شيخ فريد بکري بہ ڪري ٿو، جيڪو نہ فقط سنڌي مورخ آهي، بلڪ مرزا عيسيٰ جو دوست عزيز ۽ تعلقدار بہ هو(٢): لکي ٿو تہ

(١) مير عبدالرزاق، انهيءَ سموري لڏي کي وٺي، اجمير جي منزل تي وڃي بادشاهہ وٽ حاضر ٿيو. بادشاهہ انهيءَ ڪاميابيءَ تي، بقول "ترخان نامہ"، کيس "مظفرخان" جو خطاب عطا ڪيو. ساڳئي ڪتاب جي مصنف جو قول آهي تہ "بادشاهہ خسروخان ۽ عبدالعليءَ کي قيد ۾ وجهي ڇڏيو، خسرو جيلخاني ۾ فوت ٿي ويو ۽ ڪجهہ عرصي بعد عبدالعليءَ کي نورجهان بيگم جي سفارش تي، بادشاهہ آزاد ڪري، سنڌس روزينو مقرر ڪري، آصف خان جي سنڀال ۾ ڏئي ڇڏيو، ۽ جڏهن جوان ٿيو، تڏهن سنڌس جزوي منصب مقرر ٿيو." جهانگير ترخانن جي بقيہ اهل عيال کي مرزا عيسيٰ ثانيءَ جي حوالي ڪري ڇڏيو، جنهن نهايت ڪشاده دليءَ سان سڀني جي نگهداشت ۽ پرورش ڪئي. "ترخان نامہ" جو صاحب لکي ٿو تہ "عبدالعلي ١٠٤٩ هہ ۾ انتقال ڪيو." مڪليءَ جي ٽڪريءَ تي، مرزا باقيءَ جي قبرستان ۾ عبدالعليءَ جي قبر موجود آهي، جنهن جي ڪتبي ۾ تاريخ وفات ٩ رجب ١٠٤٠ هہ آهي. قرين قياس آهي تہ عبدالعلي جزوي منصب مقرر ٿيڻ بعد، ٺٽي موٽي آيو هجي، جتي ١٠٤٠-١٠٤٩ هہ ۾ وفات ڪري ويو، يا ممڪن آهي تہ هندستان ۾ فوت ٿيو، جتان ڪٺي آڻي مڪليءَ تي پنهنجي عزيزن سان کيس دفن ڪيو ويو.

"ذخيرة الخوانين" جي مصنف انهيءَ سلسلي ۾ هڪ عجيب روايت بيان ڪئي آهي: لکي ٿو تہ "جڏهن مرزا خسروءَ، عبدالعليءَ کي تخت تي ٿي وهاريو، ان وقت هڪ درويش کيس ڏسي، ششڪندي مرزا خسرو کي چيو تہ تون انهيءَ معصوم کي چو ٿو چند روز تخت تي وهارين، جو چار ڏينهن سرداري ڪري، سڄي ڄمار وڃي جيل ۾ پوندو!

"چرا اين جوان بيگناه را، براي سرداريِ چند روزه محبوس مخلد مي گرداني" ص. ٤١٨

شيخ فريد بکري لکي ٿو تہ ٿيو بہ ائين –

"از آن تاريخ تاحال محبوس است." ص. ٤١٨

اگرچہ پين سلسلن ۾ شيخ فريد جي "تاحال" جو مطلب سنڌس ڪتاب ۾ عام طرح سنہ ١٠٦٠ هہ آهي، پر هن سلسلي ۾ ڇاڪاڻ تہ مرزا عبدالعليءَ جي وفات جو سال "ترخان نامہ" جي ذريعي ١٠٤٩ هہ ۽ مزار جي ڪتبي مان ١٠٤٠ هہ معلوم ٿئي ٿو، تنهنڪري شيخ فريد جي "تاحال" مان ١٠٤٩ هہ کان ڪي سال اڳ جو زمانو سمجهڻ گهرجي.

(٢) شيخ فريد لکي ٿو تہ "مسود اين مجموعہ شيخ فريد بکري کہ وطن بنده از سند است، نسبت دعاگوئي بہ آن سلسلۂ عاليہ بروجہ اتم و اکمل دارد، و قرابت قريبہ، هم في مابين واقع است، از احوال آن ستوده صفات، (ميرزا عيسيٰ ثاني) کماينبغي واقف است." ص. ٢٨٨

"از صوبہ دکن اورا طلبیدہ خواستند کہ بہ تتہ فرستند، از او نیز بدگمان شدہ نہ فرستادند." ص ص. ۱۵۹-۱۶۷

بدگمانيءَ متعلق وضاحت ڪندي لکي ٿو تہ

"مرزا عيسي کہ از سالهاي دراز، آرزوي حکومت ملک موروثيءِ خود داشت، حالاکہ در آن جا برود، و با داراي ايران شاہ عباس صفوي ساختہ، توسل او بنمايد، و يا حاکم کيچ مکران و هرمز کہ دران صلح واقع شدہ اند توسل جستہ بہ اعانت آنها در آن جا بماند، عمري بايد کہ کار او ساختہ گردد."

مٿين گواهن مان معلوم ٿئي ٿو تہ مرزا عيسي کي جهانگير ۱۰۱۵ھ کان پوءِ دکن طرف موڪليو، جتان ۱۰۲۱ھ ۾ کيس سنڌ جي لاءِ دربار ۾ گهرايو ويو، ليڪن بدگمانيءَ پيدا ٿيڻ سبب کيس سنڌ ۾ موڪلڻ جي بجاءِ بقول صاحب ذخيرة الخوانين، جاگير ڏئي راڌنپور (گجرات) روانو ڪيو ويو.

اڪويهين سال جهانگيري (۱۰۳۰ھ) ۾، شاهزادو خرم (شاہ جهان) پيءُ سان ناراض ٿي اٿي آيو. ان وقت ٺٽي جو گورنر شريف خان (يڪ چشم) هو ("تحفة الکرام" ص. ۹۳)، جنهن شهزادي سان نہ فقط برتاءُ ۾ سلوڪ سٺو ۽ شايان شان نہ ڪيو، بلڪ ساڻس جنگ و جدل لاءِ تيار ٿيو: چنانچہ شهزادو ٺٽي مان نڪري گجرات جي رستي دکن هليو ويو.

مرزا عيسي ان وقت گجرات ۾ هو، جنهن شهزادي سان از حد سلوڪ ڪيو.

"و مرزا عيسي بيگ از رهنمونيءِ بخت و افزونيءِ طالع خود کہ ارباب دول تحقيق ملهم غيبي اند، اسپان و شتران و زر نقد و جنس بسيار در خدمت حضرت خديو زمان پيشکش فرستاد" ("ذخيرة الخوانين")

پاڻنجي ٿو تہ ۱۰۲۱ھ کان ۱۰۳۰ھ تائين مرزا عيسي گجرات ۾ رهيو. جتان، بقول "تحفةالکرام" ۱۰۳۷ھ (جهانگير جي آخري سال) ۾ کيس چار هزاري منصب ڏئي، ٺٽي جو صوبيدار ڪري موڪليو ويو.

"در ابتداي سال سي و هفت هجري، آخر سال جهانگيري، بمنصب چهار هزار سوار ايالت تتہ يافتہ." ص. ۹۴

"تحفةالکرام" ۾ ميز قانع، مرزا عيسي کان پوءِ مير ابوالبقا امير خان کي ٺٽي جي گورنرن واري فهرست ۾ لکيو آهي، حالانڪ "ماثرالامرا" خواہ "شاهجهان نامہ" مان معلوم ٿئي ٿو تہ مرزا عيسي اڃا ٺٽي پهتوئي مس هو، تہ جهانگير وفات ڪئي ۽ شاهجهان تخت تي وهندي شرط، مرزا کي اتان بدلي ڪري متڙا جي صوبي ۾ موڪليو ۽ شير خواجا کي سنڌس جاءِ تي ٺٽي ۾ مقرر ڪيو.

"ماثرالامرا" جي عبارت هيءَ آهي:

”پس از ارتحال جنت مکاني (جهانگير) در اثناي توجه رايات فردوس آشياني (شاهجهان) (مرزا عيسيٰ) بسيادت زمين بوس رسيده، به اضافه دو هزاري هزار وسه صد سوار بمنصب چار هزاري ذات، و دو هزار پانصد سوار، وايالت ملک تته کامرواي ملک خود گرديد.“ (۱)(۳۸۵-۳۸۸)

يعني جهانگير پاڻ مرزا عيسيٰ کي ٺٽي تي مقرر ڪونہ ڪيو هو، بلڪ جڏهن بادشاه جو انتقال ٿيو، ان وقت شاهہ جهان آگري ويندي جڏهن گجرات ۾ پهتو ۽ مرزا عيسيٰ سندس آستان بوسي ڪئي، تڏهن شاهہ جهان ڪيس ٺٽي موڪلڻ جو آرڊر ڪيو؛ ۽ آگري پهچي، جڏهن شاهہ جهان تخت نشين ٿيو، ان وقت شير خواجا کي ٺٽي سر مقرر ڪري، پهرين حڪم کي منسوخ ڪيائين -

”ليکن بعد جلوس بر سرير فرمانروائي، حسب اقتضاي وقت ضبط و ربط آن ديار، به شير خواجا مخاطب به خواجا باقي خان تفويض يافت، و مرزا بي نيل و مرام از عرض راه معاودت نموده تيولداري متهرا و آن نواحي مورد نوازش گشت.“ (”ماثر الامرا“ ۳۸۵-۳۸۸)

شاهہ جهان جي سوانح نگار، يعني ”بادشاه نامہ“ جي مصنف، عبدالحميد لاهوريءَ انهيءَ سلسلي ۾ جيڪو مفصل بيان ڏنو آهي، اهو سموري معاملي کي صاف ڪري ٿو:

”بادشاه نامہ“ جو مصنف لکي ٿو تہ شاهہ جهان ۲۳ ربيع الاول ۱۰۳۷ھ جو آگري پهتو، جتي ۸ جمادي الثانيءَ ۱۰۳۷ھ جو تخت نشين ٿيو (۲). گجرات ۾ جڏهن تخت نشين ٿيندڙ بادشاه پهتو، ان وقت ٻين سردارن سان گڏ مرزا عيسيٰ بہ سلاميءَ لاءِ حاضر ٿيو (۳). بادشاه اڳ ئي مٿس راضي هو، جنهنڪري اتي ئي ۱۸ ربيع الثاني ۱۰۳۷ھ جو مرزا کي خلعت ڏني، ٺٽي جي صوبہ داريءَ جو فرمان ڏنائين.

”باضافہ دو هزاري هزار و سي صد سوار، بمنصب چهار هزاري ذات، و دو هزارپانصد سوار سربرافراختہ، بدان صوب رخصت فرمودند.“ (۱/۷۸-۷۹)

---

(۱) اصل نالو سيد بادشاه خواجا؛ بادشاه سندس نالو شير خواجا رکيو؛ ”خواجا باقي“ خطاب؛ ٺٽي جي صوبہ داريءَ تان موڪل تي هندوستان روانو ٿيو، واٽ تي ۱۰۳۸ھ ۾ فوت ٿي ويو. ”ماثر الامرا“ ۳۴۸-۲

(۲) جهانگير راجور جي منزل تي ڪشمير کان لاهور ايندي، ۲۸ صفر ۱۰۳۷ھ جو انتقال ڪيو. داور بخش نوري عرصي لاءِ تخت نشين ٿيو. جمادي الاول ۾ داور بخش قتل ٿيو، ۽ ۸ جمادي الثانيءَ جو شاهجهان تخت تي ويٺو.

(۳) ”ترخان نامہ“ جو صاحب لکي ٿو تہ جنهن وقت جهانگير فوت ٿيو، ان وقت شاهجهان پوني ۾ هو. مرزا عيسيٰ ان وقت گجرات ۾ جاگيردار هو. هن گجرات جي صوبہ دار جي پهچڻ کان سواءِ، احمد آباد جي جامع مسجد ۾ شاهجهان جي نالي خطبو پڙهايو ۽ پاڻ احمد آباد کان ٽيهن ميلن جي فاصلي تي ”ڪنار مهي“ جي مقام تي بادشاه سان وڃي مليو، ۽ کيس احمد آباد جي صوبہ طرفان بادشاهيءَ جي مبارڪ پيش ڪيائين.

”ترخان نامه“ مان معلوم ٿئي ٿو ته بادشاهه اهو فرمان ڪيس احمدآباد کان آگري اسرڻ وقت ڏنو، ۽ ڪيس حڪم ڪيائين ته ٿٽي جي صوبدار شريف الملڪ کي، جنهن سندس جهان سان ٿٽي ۾ سخت بدسلوڪي ڪئي هئي، گرفتار ڪري آگري موڪلي. ميرزا عيسي هڪ هزار سوار ۽ پنهنجو پٽ عنايت الله بادشاه جي خدمت ۾ امدادي دستي طور آگري روانو ڪيو، پاڻ ۲۲ سوارن سان گڏ ٺٽي راهي ٿيو. ”ترخان نامه“ جو صاحب لکي ٿو ته ميرزا عيسي ٺٽي پهچي شريف الملڪ کي گرفتار ڪري، بادشاه ڏانهن اماڻيو، جنهن جي صلي ۾ بادشاهه کيس هڪ لک رپيو انعام طور نقد ۽ هڪ هزاري منصب عطا ڪيو.

”بادشاهه نامه“ مان معلوم ٿئي ٿو ته مٿين فرمان صادر ٿيڻ کان اڍائي مهينا پوءِ خواجا باقي خان (مخاطب به شير خواجا) جي تقرر جو فرمان ۱ رجب ۱۰۳۷ھ جو نڪتو.

”خواجه باقي خان مخاطب به شير خواجه، بخلعت و خنجر مرصع، و منصب چهار هزاري ذات، و سه هزار و پانصد سوار، و علم و نقاره، و اسپ بازين مطلا، و صوبداريء تته از تغير ميرزا عيسي ترخان، که در اثناي توجه رايات جهان کشا از دکن بدارالخلافت اکبرآباد، هنگام وصول موکب اقبال بحواليء احمدآباد بنظر صوبه مزبور دستوري يافته بود“ (۱۸۱-۱)

مٿين بيانن مان معلوم ٿئي ٿو ته ميرزا عيسي ٺٽي ۾ فقط اڍائي مهينا صوبدار (۱۸- ربيع الثاني ۱۰۳۷ھ - ۱ رجب ۱۰۳۷ھ) ٿي رهيو، جنهن بعد شير خواجا کانئس اچي چارج ورتي. ”تحفة الکرام“ جو قول آهي ته ٺٽي مان بدلي ٿيڻ بعد، مرزا کي ڪرنال موڪليو ويو، ليڪن ”بادشاه نامه“ مان معلوم ٿئي ٿو مرزا کي متّرا ۽ ان جي آس پاس واري علائقي جي گورنري عنايت ڪئي وئي، جنهن جو فرمان ۸ ربيع الاول ۱۰۳۸ھ جو صادر ٿيو-

”وهم بميرزا عيسي ترخانؔ بعد از تغير صوبه داريء متهرا و نواحيء آن جاگير عنايت شد“ (ج ۱، ص ۲۳۰).

فرمانن جي مٿين تاريخن کي نظر ۾ رکبي، معلوم ٿئي ٿو ته ميرزا عيسي ٺٽي ۾ صوبداريءَ تي ڪي ۾ اڍائي مهينا مس رهيو. ان کان پوءِ خواجا باقيءَ اچي کانئس چارج ورتي. اٺ ڪن مهينا (۱ رجب ۱۰۳۷ کان ۸ ربيع الاول ۱۰۳۸ھ) مرزا عيسي بنا ڪنهن ملازمت جي ويٺو رهيو. ۸ ربيع الاول ۱۰۳۸ھ جو متّرا جي صوبداريءَ لاءِ فرمان نڪتو، ۽ مرزا متّرا وڃڻ کان پهريون ۷ ربيع الثاني ۱۰۳۸ھ جو آگري بادشاه جي سلاميءَ لاءِ پهتو - جيئن ته بادشاه نامه ۾ آهي:

”هفتم ربيع الثاني (۱۰۳۸ھ) ميرزا عيسي ترخان که صوبداريء تته از و تغير يافته بود، و متهرا و نواحيء آن در تيولش مقرر شده، از تته آمده، بسعادت کورنش کامياب صوري و معنوي گرديد.“ (ص ۲۴۴-۱).

مٿين عبارت جي آخري حصي مان معلوم ٿئي ٿو تہ مرزا عيسيٰ چارج ڇڏڻ بعد ست اٺ مهينا ٺٽي ۾ گذاريا، ۽ ٨ ربيع الاول جو جڏهن فرمان نڪتو، ان ڪان پوءِ ٺٽي مان روانو ٿي، پوري هڪ مهيني بعد ٨ ربيع الثاني جو اڪبرآباد ۾ بادشاهہ جي حضور ۾ پهتو. مرزا عيسيٰ جي ابتدائي زندگي، ميرزا باقيءَ جي دور ڪان ميرزا غازيءَ جي زماني تائين، خطري ۽ خلفشار ۾ گذري. ١٠١٢هہ ۾ هو ٺٽي مان ئي مرگو موڪلائي هندوستان هليو ويو. اسان جو قياس آهي تہ اهي ست اٺ مهينا جيڪي هن ٺٽي ۾ ويهي گذاريا انهن ۾ هن پنهنجي والد، ميرزا جان بابا شهيد جو مقبرو(١) تيار ڪرايو هوندو- اگرچ ان جي تصديق ڪنهن بہ تاريخ مان ڪانہ ٿي ٿئي.

١٠٣٨هہ ڪان ١٠٤٠هہ تائين معلوم ٿئي ٿو تہ مرزا مٿرا ۾ رهيو، ڇاڪاڻ تہ انهيءَ وچ جو اسان کي ڪوبہ اطلاع ڪونہ ٿو ملي- "بادشاه نامہ" مان وري ١٠٤٠ جي واقعات ۾ مرزا جو ذڪر اچي ٿو.

١٠ جمادي اول ١٠٤٠هہ جو شاهہ جهان، عبدالله خان بهادر جي ڪمان هيٺ مرزا عيسيٰ کي نظام جي بغاوت ختم ڪرڻ لاءِ دولت آباد موڪليو (١/٣٢٩).

٥ رمضان ١٠٤٠هہ جو ناسڪ ۾ سخت ڏڪر پيو، جنهن ڪري عوام ۾ بيحد اضطراب ۽ انتشار پيدا ٿيو: بادشاه انهن جي صوبہ دار خواجہ ابوالحسن ڏانهن صوبي ۾ تقسيم ڪرڻ لاءِ روپيا روانا ڪيا. پين اميرن سان گڏ مرزا عيسيٰ بہ اهو خزانو ڪٺي ناسڪ ويو. (١/٣٢٨)

اهو سال، پائنجي ٿو تہ مرزا عيسيٰ جو ريزڪي ڪمن ڪندي بسر ٿي ويو: وري ٢٨ شعبان ١٠٤١هہ جو "بادشاه نامہ" جي ذريعي اسان کي اطلاع ملي ٿو تہ مرزا عيسيٰ خلعت فاخره، ۽ سونن سازن سان گهوڙو بطور انعام جي حاصل ڪري، ايلچپور ڏانهن روانو ٿيو. قريني مان معلوم ٿئي ٿو تہ کيس ايلچپور جي صوبہ داري ملي هوندي (١/٣١٨). مرزا ايلچپور ۾ ڪيترو وقت گذاريو، ان جو صحيح پتو پنجي ڪونہ ٿو سگهي. ١٠٤٧هہ جو اطلاع آهي تہ مرزا جوناڳڙه ۾ هو. "بادشاه نامہ" جو مصنف لکي ٿو تہ ١٠٤٧هہ ۾ مرزا عيسيٰ جوناڳڙهہ مان ١٠ ڪڇي گهوڙا بادشاه جي خدمت ۾ بطور نذر جي موڪليا، جيڪي سندن ملاحظي مان گذريا. (٢/١٢) گويا ١٠٤٧هہ ۾ يا ان ڪان اڳ مرزا جوناڳڙهہ ۾ ويو، ۽ ان ڪان پوءِ ڪيئي سال هن ملڪ جي انهيءَ حصي ۾ بسر ڪيا، جيئن هيٺ معلوم ٿيندو.

"بادشاه نامہ" مان معلوم ٿئي ٿو تہ ٥ جمادي الثاني ١٠٤٩هہ جو بادشاه جي منزل پيره (پنجاب) ۾ هئي. اتي مرزا عيسيٰ جي منصب ۾ اضافي ڪرڻ جو بادشاه حڪم ڪليو. مرزا ان وقت بہ جوناڳڙه جو صوبہ دار هو-

---

(١) جان بابا جو مقبرو مرزا عيسيٰ ثانيءَ جي داخلي دروازي جي سامهون سر اوپر تي آهي: مقبري جون ديواريون پٿر جون آهن، جن تي نادر نموني جي چٽسالي آهي: جان بابا، ۽ يادگار مسڪين جي سڄي اڪه، ان ۾ مدفون آهي: جملي ١٣ قبرون اندر آهن.

«باضافه هزار سوار بمنصب پنجهزاري سوار، هزار سوار، دواسپه و سه اسپه مفتخر گرديد» (ص ١٦٢-٢)

انهيءَ ساڳئي ڏينهن سندس وڏي پٽ مرزا عنايت الله جي منصب ۾ به اضافو ٿيو-

«بمنصب هزاري ذات و پانصد سوار، از اصل و اضافه سرفراز گشت» (١٦٤-٢)

١٠٥٠هه جي واقعات مان معلوم ٿئي ٿو ته ١١ محرم جو چاليهه گهوڙا ڪچي، جيڪي مرزا عيسيٰ جو ناگڙه مان بطور نذر جي مزيد موڪليا هئا، سي بادشاهه جي ملاحظه مان گذريا. (١٩٣-١)

مٿين اقتباسن جي ذريعي هي معلوم ٿئي ٿو ته ١٠٤١هه ۾ مرزا ايلچپور ويو، غالباً اتي ڪجهه سال رهي، وري سورٺ جو صوبه دار ٿي جوناڳڙهه پهتو، آئي ١٠٤٧هه کان گهٽو وقت اڳ پهتو، اهو چوڻ مشڪل آهي، ليڪن قياساً سال کن جو اندازو ڪري سگهجي ٿو، جنهن بعد ١٠٥٢هه تائين جا مسلسل اطلاع سندس سورٺ واريءَ صوبه داريءَ جا موجود آهن.

انهيءَ زماني ۾ گجرات جو گورنر اعظم خان هو، جنهن جي انتظامي خرابين ۽ سندس غير دانشمندانه اقدامن جون شڪايتون بادشاهه وٽ مسلسل پهچنديون رهيون ٿي، ۽ آخر تنگ اچي ٨ محرم ١٠٥٢هه جو بادشاهه کيس معزول ڪري، ١٢ محرم جو مرزا عيسيٰ لاءِ فرمان صادر ڪيو، جيڪو ان وقت تائين سورٺ ۾ هو. «بادشاهه نامه» مان معلوم ٿئي ٿو ته گجرات جي صوبه داريءَ سان گڏ سندس منصب ۾ به اضافو ٿيو-

«و از جمله سواران منصب او هزار و پانصد سوار دواسپه، سه اسپه، مقرر فرموده، اورا بمنصب پنج هزاري ذات، و پنجهزار سوار، دو هزار و پانصد سوار، دو اسپه وسه اسپه، سر بلند گردانيدند»

مرزا عيسيٰ کي گجرات جو صوبه دار مقرر ڪري، ساڳئي ڏينهن پيو حڪم جاري ڪيو ويو. جنهن مطابق مرزا عنايت الله، پيءُ جي جاءِ تي، سورٺ جو صوبه دار ٿيو، ۽ سندس منصب ۾ به اضافو ڪيو ويو-

«و از اصل و اضافه، اورا بمنصب دو هزاري و هزار، و پانصد سوار،... (سرفراز ساختند).» (٢٢٩٥)

«مرات احمديءَ» انهيءَ فرمان جو نقل به ڏنو آهي، جيڪو بادشاهه ١٢ محرم ١٠٥٢هه جو اعظم خان جي معزوليءَ ۾ مرزا عيسيٰ جي مقرريءَ لاءِ مرزا عيسيٰ ڏانهن ڪليو، جنهن ۾ بادشاهه اعظم خان جي بدانتظامين جو ذڪر ڪندي فرمائي ٿو ته

«خود توفيق نيافته، و آن ملک را خراب ترساخته، و کار بجاي رسانيد که اگر به تدارک نپردازيم، ديگر اصلاح ممکن نباشد. بنابراين بر ان ملکي و اهل ملک ترحم فرموده، صاحب صوبگي آن ملک به امارت پناه، سزاوار لطف و احسان، مرزا عيسيٰ ترخان، که ملک سورتهه خراب را بحسن سلوک و رعيت پروري، آباد ساخته بوده، از ابتدا خريف مرحمت نموديم.» (مرات ٢٢٨)

فرمان جي مٿين اقتباس مان مرزا جي انتظامي صلاحيتن ۽ ڪارڪردگيءَ جي اهليت لاءِ بادشاه جي ذاتي راءِ معلوم ٿئي ٿي، جنهن مان مرزا جي منزلت ۽ بادشاه وٽ قبوليت جو اندازو ڪري سگهجي ٿو. اهو پڻ معلوم ٿئي ٿو ته سورٺ جي ملڪ جي حالت به مرزا جي وڃڻ کان اڳ خراب ۽ برباد هئي جنهن کي مرزا وڃي درست ڪيو ۽ پنهنجي حسن سلوڪ ۽ رعيت پروريءَ سبب جلد ئي ملڪ کي آباد ۽ رعيت کي سکيو ستابو ڪري ڇڏيو.

جنهن ڏينهن مرزا عيسيٰ لاءِ اهو فرمان نڪتو ۽ مرزا عنايت الله کي منصب جي اضافي سان گڏ پيءُ واري جاءِ ملي، انهيءَ ساڳي ڏينهن مرزا جي پٽي پٽ محمد صالح کي پڻ منصب ۾ "هزار سوار" جي ترقي ملي. ("بادشاه نامه" ۲۹۰-۲)

مرزا عنايت الله، پنهنجي پيءُ جي صوبه داريءَ واري زماني ۾ سورٺ جو فوجدار هو، جتان ڪيس پيءُ جي تبدلي بعد ترقي ڏئي، ساڳئي صوبه ۾ صوبه دار ڪيو ويو، جيئن ته "مراة احمديءَ" جي مصنف لکيو آهي:

"عنايت‌الله ولد مرزا عيسيٰ ترخان ناظم صوبه، فوجدار جونه‌گره بعنايت علم و نقاره رتبه بلندي يافت." (ص ۲۳۱) (۱)

اهڙيءَ طرح ۱۰۴۷ھ کان اڳيرو، مرزا سورٺ ۾ آيو ۽ ۱۰۵۲ھ تائين نهايت نيڪ ناميءَ ۽ ڪارڪردگيءَ سان جوناڳڙهه جي صوبه داري ڪندو رهيو، تا آنڪ ۱۰۵۲ھ ۾ گجرات جو صوبه دار ٿي، احمدآباد پهتو. "مراة احمدي" جو قول آهي ته مرزا حڪم پهچڻ شرط احمدآباد پهچي اعظم خان کي بادشاه جي حضور ۾ موڪلي، پاڻ صوبي جي بندوبست ۾ مصروف ٿي ويو. مصنف جو قول آهي ته

"خود به بندوبست صوبه پرداخته مرهم تسلي دلهاي ستمديدگان گجرات شد."

"مرزا عيسيٰ ترخان، باشتغال امور صوبه باستمالت رعايا پرداخته، در پرگنات عمل غله بخشي که باصطلاح اين ملک بهاگ بٽائي(۲) (ياگ بٽئي، يا، پانگين بٽئي) گويند، قرارداد، و دراندک فرصتي ملک بمعموري آورد." ص ۲۲۹

بادشاه جو مرزا تي ابتدا کان ئي آرو هو. کيس اهي ڏينهن ياد هئا، جڏهن ٺٽي کان موٽندي مرزا عيسيٰ وٽ تي ساڻس حسن سلوڪ ڪيو هو، ۽ ان کان پوءِ به هميشه بادشاه جي خيرانديشيءَ ۽ غلاميءَ ۾ ڪا گهٽ ڪانه ڪيائين. بادشاه مٿس انهيءَ حد تائين راضي هو، جو گجرات جي صوبه داري ڏيڻ کان پوءِ به انعام اڪرام، خلعتون ۽ ٻيون نوازشون

---

(۱) "مراة احمديءَ" ۾ اهي سڀ واقعا ڏنا ويا آهن - ڏسو ص ص ۲۲۷، ۲۲۸ ۽ ۲۳۱.

(۲) "مراة محمديءَ" جي مصنف لکيو آهي ته "مرزا عيسيٰ ترخان ني انتظام صوبه نهايت عمده کيا اور "بهاگ بٽائي" کي رسم کو رواج ديا، جسکي صله مين اسکو حضور بادشاه سي علم اور ايک هاٿي مرحمت هوا." ص ۱۸۰- ۱ صفر ۱۰۵۲ھ جو سنڌس پٽ محمد صالح هٿ جيڪو هاٿي بادشاه ڏانهس موڪليو، سو شايد انهيءَ صلي ۾ هو.

ڪري، سنڌس عزت افزائي ڪندو رهيو. محرم ۱۰۵۲ھ ۾ بادشاھ کيس گجرات موڪليو، ۽ چند ڏينهن کان پوءِ، صفر جو سنڌس پٽ محمد صالح جي ذريعي ڏانهس پنهنجي خاص شاهي فيل خاني جو هڪ هاٿي سوکڙيءَ طور موڪليو. ("بادشاھ نامہ" ص ۲/۳۰۲) وري ايندڙ سال يعني ۱۰۵۳ھ جي پهرين ذيقعده جو، مرزا جي موڪليل قاصد هٿ بادشاھ سلامت ڏانهس، خلعت فاخره، ۽ شاهي طبيلي خاص مان هڪ گهوڙو سونن سنجن سان، "بطور عنايت خاص" روانو ڪيو. (ص ۲/۳۵۳) ۱۰۵۴ھ ۾ ۷ ربيع الثانيءَ جو بادشاھ سنڌس منصب ڪي وڌائي، ان ۾ هيٺينءَ طرح اضافو ڪيو:

"دو هزار و پانصد سوار، مرزا عيسيٰ ترخان ناظم احمدآباد، بجهت ضبط صوبہ، دو اسپہ، سہ اسپہ مقرر نموده، اورا بمنصب پنج هزاري پنج هزار سوار، دو اسپہ سہ اسپہ، سر افراز گردانيدند". (۲/۳۷۷)

۽ اهو منصب شاھ جهان جي آخر دم تائين مرزا عيسيٰ جو قائم رهيو(۱). (۲/۷۱۹)

"مرات احمديءَ" مان معلوم ٿئي ٿو تہ ۱۰۵۴ھ تائين مرزا سڄيءَ گجرات جي صوبہ داريءَ تي قائم رهيو، ليڪن ۲۹ ذيحج ۱۰۵۴ھ جو ڪن خاص ملڪي مصلحتن جي بناءَ تي، بادشاه احمد آباد شاهزادي اورنگزيب جي حوالي ڪري، مرزا کي وري سورٺ ڏانهن موڪليو، جتي هو ۱۰۶۱ھ تائين رهيو؛ ۽ انهيءَ سال ۾ شاهجهان سورٺ ۾ سنڌس پٽ، مرزا محمد صالح کي فوجدار مقرر ڪري، کيس پاڻ وٽ گهرائي ورتو.

مرزا محمد صالح ۱۰۶۳ھ تائين اتي رهيو، جنهن کان پوءِ نظر بهادر جي پٽن، شمس الدين ۽ قطب الدين کي گڏي سورٺ جو فوجدار ڪيو ويو. ("مراۃ احمدي"، ص ۲۴۳)

مرزا عيسيٰ جي سلسلي ۾ آخري اطلاع اسان کي "ذخيرۃالخوانين" جي مصنف شيخ فريد بکريءَ کان ملي ٿو - لکي ٿو تہ

"تا حال کہ ۱۰۶۰ھ هست، در رادهن پور وغيره آن ضلع بکمال خواهش خاطر مي گذراند، و معزز و محترم و با آبرو هست."

ساڳي سلسلي ۾ لکي ٿو تہ

"عمر شريف ايشان از عمر طبعي زياده است، در شنوائي و بينائي و رجوليت و قوت اشتها کمي نيست، بمثل جوان بيست ساله دارد" (ص. ۲۸۶)

مٿين عبارتن مان هن نتيجي تي پهچجي ٿو تہ جنهن وقت مرزا، ۱۰۶۱ھ ۾ سورٺ جي فوجداريءَ تان دربار شاهيءَ ۾ گهرايو ويو، ان وقت سنڌس عمر طبعي عمر کان بہ چڙهي چڪي هئي، ۽ غالباً سورٺ مان کيس سرڪاري ملازمت منجهان رٽائر

---

(۱) "ترخان نامہ" جو مصنف لکي ٿو تہ مرزا آخري طرح ۸ هزاري ذات ۽ ۷ هزار سوار دو اسپہ ۽ سہ اسپہ تي پهتو.

ڪرائي، بادشاه ملاقات ۽ موڪلائڻ لاءِ ڪيس پاڻ وٽ گهرايو، ۽ سورٺ سندس پٽ محمد صالح جي حوالي ڪئي. بادشاه وٽان موڪلائي ڪري هو موٽي گجرات جي قصبي راڌڻ پور ۾ اچي مقيم ٿيو، جتي سندس جاگير هئي.

صاحب ”ذخيرة الخوانين“ مٿين عبارت ۾ ته فقط اهو ڄاڻايو آهي ته ان وقت مرزا جي عمر، طبعي عمر کان تجاوز ڪري چڪي هئي، ليڪن هيٺين اقتباس ۾ ڄاڻائي ٿو ته ١١٢ ورهه سندس عمر ١٠٦٠هه ۾ هئي. (١)

”و تا حال که سنه ستين و الف هجري مرزا در صوبه گجرات بکمال عيش مي گزراند، و مصدر توجهات قدسي هستند، و عمر شريف ايشان زياده از يک صد دو از ده سال است. شنوائي و بينائي و قوت بدن ورجوليت بحال خود است“ (١٦٣)

جيڪڏهن مٿين ڏيکاريل عمر صحيح سمجهجي، ۽ ١٠٦٠هه مرزا جي عمر ١١٢ ورهن کان مٿي قبول ڪجي ته ان حالت ۾ سندس تولد ٩٤٨هه کان اڳ ٿيو هوندو.

مرزا عيسيٰ جي وفات جو ذڪر گهڻن ئي تذڪره نويس ڪونه ڪيو آهي، سواءِ ”ماثرالامرا“ جي، جنهن ۾ لکيل آهي ته:

”در محرم سنه ١٠٦٢هه هزار و شصت و دوم بقصبه سانبر رسيده بود که پيمانه حياتش بر آمد“ (٣-٣٨٨)(٢)

ميرزا عيسيٰ جي طبيعت، علم دوستيءَ ۽ مزاج خواه رجحان جي سلسلي ۾ ”ترخان نامه“ جي مصنف جو هي قول آهي:

”مردي خليق و اديب و حليم و بردبار، صاحب همت و غيرت، قبيله پرور، سپاه دوست، آبادان کار در جواني کسب کمالات نموده، در علوم دستگاهي بهم رسانيد، بجميع مکارم اخلاق آراسته و پيراسته، شيوه عدالت و سخاوت شعار خود دانسته، در شجاعت و دلاوري نظير نداشت“.

---

(١) ”ترخان نامه“ جو صاحب لکي ٿو ته ١٣ محرم ١٠٦١ هه جو سندس عمر ٩٥ سال هئي. انهيءَ حساب سان سندس تولد ٩٦٥هه جو ٿيو هوندو

(٢) مرزا جي مزار جو ڪتبو هي آهي:

چو رحلت کرد از دار فنا آن سرور ترخان
ببستان جنان آسوده شد در منزل اعليٰ
بپرسيدم چو سال رحلت او از خرد گفتا
”نموده ميرزا عيسيٰ بگلزار ارم ماوا“

”مراة محمدي“ ۾ آهي ته مرزا سانبر ۾ دورو ڪندي اچي منزل انداز ٿيو هو؛ سنه ١٠٦٢ هه جو انتقال ڪيائين؛ ان وقت سندس عمر سو کان زياده هئي. (ص ١٨٠)

مٿين چند سٽن مان مرزا موصوف جو سچو ڪردار آئينو ٿي اسان جي اڳيان اچي ٿو.

مرزا عيسيٰ ڪثير الاولاد هو، ليڪن سندس زندگيءَ ۾ ئي اولاد فوت ٿيندو ويس، تان جو ۱۰۶۰ھ ۾ سندس فقط هڪ پٽ محمد صالح بچيل هو، جيڪو والد ڪان پوءِ خاندان جي اثاثي جو وارث ٿيو. شيخ فريد بکريءَ جو قول آهي ته

"اولاد امجاد ڪثير بهم رسانيده، همه داعيء حق را لبيک اجابت گفته اند، يک پسر مسن و معمر يادگار دارد". (۲۸۸)

"ترخان نامه" جي صاحب جيڪو شجرو ڏنو آهي، ان مان مرزا عيسيٰ جي هيٺين پٽن جا نالا ملن ٿا:

(۱) مرزا عنايت الله بهادر؛

(۲) مرزا محمد صالح ترخان؛

(۳) مرزا فتحي؛

(۴) مرزا عاقل محمد؛ ۽

(۵) مرزا جان بابا (ثاني).

مرزا عاقل محمد ۽ جان بابا جي وفات جو سن معلوم ٿي نه سگهيو، البت مرزا فتحي بيگ پنهنجي والد سان دفن ٿيل آهي، ۽ سندس مزار تي جيڪو منظوم ڪتبو آهي، ان جو تاريخي شعر هي آهي:

"فتحي بارم نموده آرام" ۱۰۹۳ھ (۱)

جنهن مان صاحب "ذخيرة الخوانين" جي قول جي تصديق ڪانه ٿي ٿئي، ته ڪو مرزا جا سڀئي پٽ سواءِ هڪ جي، سندس زندگيءَ ۾ گذاري ويا.

مرزا عنايت‌الله، مرزا عيسيٰ جو وڏو پٽ هو، جيڪو پيءُ سان گڏ مختلف سرڪاري عهدن تي رهيو، ۽ جيئن مٿي ڄاڻائي آيا آهيون، پيءُ جي زماني ۾ سورٺ جو فوجدار هو، ۽ جڏهن مرزا ۱۰۵۲ھ ۾ احمد آباد اسهيو، ان وقت پيءُ جي جاءِ تي سورٺ جو صوبه دار ٿيو. ۱۰۴۷ھ کان اڳ شاهجهان کيس "هشت صدي چار صد سوار" جو منصب ڏنو ("بادشاه نامه" ۱/۳۱۳) جڏهن سورٺ جي صوبه داري، ۱۰۵۲ھ ۾ مليس، تڏهن منصب وڌائي، "دو هزاري و هزار و پانصد سوار" ڪيو ويو. ۱۰۵۴ھ بادشاه سلامت کيس علم عنايت ڪري، سندس عزت ازحد وڌائي ڇڏي ("بادشاه نامه" ۲/۳۸۶) ۲۹ ذي الحج ۱۰۵۴ھ جو سندس والد جڏهن گجرات جي صوبه داريءَ تان موٽي سورٺ ۾ آيو، تڏهن هن سورٺ جي صوبه داريءَ جي

---

(۱) "مڪتوبات" قلمي، (مملوڪ سنڌ يونيورسٽي) ۾ سنڌ جي ڪنهن صوبه دار جو اسان ڪي عريضو مليو آهي، جنهن ۾ عريضي لکندڙ، مرزا فتحي جو نالو محمد فتح بن مرزا عيسيٰ ترخان لکيو آهي، ۽ خواهش ڏيکاري اٿائين ته مرزا محمد فتح کي سنڌ ۾ موڪليو وڃي ته انتظام بهتر ٿيندو.

چارج ڇڏي. ان کان پوءِ کيس کهڙو عهدو مليو، ان جي وضاحت ڏيل ڪانه آهي. ۱۰۵۸ھ ۾ هن انتقال ڪيو، ۽ کيس ٺٽي جي جوڳايل راڻڪ ۾ غالباً سورت مان آڻي دفن ڪيو ويو. سندس مزار تي هي ڪتبو آهي:

"تاريخ وفات مرحوم مرزا عنايت الله ۱۰۵۸ھ"

"ترخان نامہ" جي مصنف سندس اولاد ۾ هيٺين پٽن جا نالا ڏنا آهن:

(۱) مرزا داراب؛
(۲) مرزا غازي (ثاني)؛
(۳) مرزا مظفر (ثاني)؛
(۴) مرزا مراد؛ ۽
(۵) مرزا ايرج (متوفي ۲۰ شوال ۱۰۶۱).

مرزا محمد صالح، مرزا عيسيٰ جو ٻيو نمبر پٽ هو، ۽ ٺٽي کان پوءِ اهوئي پنهنجي خاندان جو وارث ٿيو. مٿي جيئن اسان ڏيکاري آيا آهيون، هي بہ شاهجهاني دور ۾ منصبدار هو ۽ مختلف عهدن تي مقرر ٿيندو رهيو.

"ترخان نامہ" جو مصنف لکي ٿو تہ بادشاه پٺس جي زندگيءَ ۾ ئي سندس قدر ڪيو، ۽ کيس منصب ڏئي پنهنجي اميرن ۾ شريڪ ڪيو-

بر افراخت شاهنشهي قدردان
سر ميرزا صالح از فرقدان
بالطاف شاهانہ اش سرفراخت
ميانِ گروهش سر افراز ساخت

۱۰۵۲ھ ۾ شاهجهان جي خدمت ۾ حاضر ٿيو، جتي ۱۲ محرم جو کيس "هزاري" منصب مليو. ("بادشاه نامہ" ۲/۲۹۰). ۱ صفر ۱۰۵۲ھ جو بادشاه جي خدمت مان رخصت ٿي احمد آباد ٺٽيءَ وٽ پهتو، ۽ بادشاه جو پٺس لاءِ عطا ڪيل هاٿي بہ ڪاهرايو ويو. ۱۰۵۷ھ ۾ ۳ محرم جو سندس منصب وڌي "۱۵ صدي" ٿيو-

"باضافہء پانصدي ذات، بمنصب هزار و پانصدي هزار سوار مفتخر ساختند"
("بادشاه نامہ" ۲/۶۳۲)-

جيڪو منصب پوءِ آخر تائين قائم رهيس.

۱۰۶۱ھ ۾ جڏهن سندس والد رٽائر ڪيو، تڏهن سندس جاءِ تي هي سورت جو فوجدار ٿيو، جتي ۱۰۶۳ تائين قائم رهيو، ۽ ان کان پوءِ اها چارج نظر بهادر جي پٽن کي ملي، جيئن مٿي چاڻائي آيا آهيون.

"ماثرالامرا" مان معلوم ٿئي ٿو تہ ٺٽيءَ جي وفات کان پوءِ ٽيهين سال شاهجهانيءَ (۱۰۶۶ھ) ۾ محمد صالح کي سيوستان جو فوجدار ۽ ٺيولدار ڪري موڪليو ويو، ۽ هن مرزا ابوالمعاليءَ کان وچي چارج ورتي. انهيءَ وقت سندس منصب ۾ بہ اضافو ڪيو ويو-

"بمنصب دو هزاري، دوهزار سوار افتخار برافراخت."

مرزا صالح گجرات مان روانو ٿي، ٣ محرم ١٠٦٢ھ جو سيوهڻ ۾ اچي پهتو. سيوهڻ پهچي انهيءَ تاريخ تي هن جيڪو عريضو شاهي دربار ڏانهن اماڻيو، ان جو نقل خوش قسمتيءَ سان اسان کي هڪ مڪتوبات جي مجموعي مان ملي ويو آهي، جيڪو اسان هيٺ ڏيون ٿا، جنهن مان انهيءَ وقت جي ملڪي حالت بہ معلوم ٿئي ٿي:

"عرضداشت - کمترين خانہ زادان فدوي محمد صالح آداب بندگي و تسليمات بجا آورده، ناصيہ عزت بدرگاه سلاطين سجدگاه سوده بموقف عرض ايستاده هاي پايہء سرير خلافت مصير عرش نظر سليماني مي رساند، کہ بادشاه دين و دنيا پناه سلامت.

"اين فدوي چون بسرحد سرکار بکهر رسيد، قيصر نام زميندار سيوستان آمد، و همچنين منزل بمنزل اکثر زمينداران کہ پيش ازين راه تمرد مي پيمودند، حلقہء اطاعت و انقياد درگاه خواقين پناه بگوش هوش کشيده رجوع آوردند.

"امروز يکشنبہ سيوم محرم الحرام ١٠٦٢ھ درظاهر قصبہء سيوستان آمده منزل نمود، و مير ابوالمعالي از قلعہ برآمده رواند کتبہ بوسي شده سنيہ گرديد. انشاءالله تعالي بساعت مختار کہ هفتم شهر مذکور باشد، اين فدوي داخل قلعہ مي شود.

"الحمدلله و المنة کہ مفسدان دست تمرد و قطاع الطريقي کوتاه کرده در استغفار جرايم ماضيہ مي کوشند. و متردذين از سوداگر وغيره کہ در عمل فوجداران سابق، بي بدرقہ عبور آنها ازين سر زمين متعذر بود، بل باوجود بدرقہ در خوف و رجا مي بودند، درين ولا از اقبال ابداتصال شاهنشاهي، از مخاطره راه جميعت خاطر حاصل نموده، بشکرانيء عطيہء عظمي در موهبت کبريٰ خاقاني، دست دعا بر افراشتہ، از حضرت مجيب‌الدعوات دوام دولت ابد مدت مسئلت مي نمايد. اميدوار است کہ دراندک روز بہ اقبال لايزال والا، اين کل زمين از لوث و حدر کوتہ انديشان پاک سازد، سايہ آفتاب عالمتاب بر مفارق خانہ زادان تاانقراض عالم تابنده و پاينده باد.

مٿين مڪتوب مان هيٺين معاملن تي روشني پوي ٿي:

(١) ابوالمعالي جي ڏينهن ۾ بدامني وڌي ويل هئي، زميندار باغي ٿي ويا هئا، ۽ حڪومت سان سندن عدم تعاون ٿي چڪو هو. بدامنيءَ جي هيءَ حالت هئي، جو واپاري، سوداگر، يا مسافر سلامتيءَ ۽ امان سان رستو پار ڪري ڪونہ سگهندا هئا.

(٢) غالباً انهن سببن ڪري بادشاه ابوالمعاليءَ کي بدلي ڪري، ان جي جاءِ تي مرزا محمد صالح کي موڪليو. مرزا جڏهن بکروٽ پهتو، ته سيوهڻ جو مکيه زميندار قيصر ونس اچي پيشوائيءَ لاءِ حاضر ٿيو، ۽ اهڙيءَ طرح منزل بمنزل باغي زميندار ونس پيش پوندا رهيا، ۽ حڪومت سان تعاون ڪرڻ جو واعدو ڏيندا رهيا. انهيءَ جو نتيجو اهو نڪتو، جو ملڪ ۾ امن امان ٿي ويو، رستن جي سلامتي از سرنو بحال ٿي، جنهنڪري آمدرفت بلا خوف و خطر چالو ٿي.

(٣) مرزا ٣ تاريخ محرم جو سيوهڻ شهر ۾ پهتو ۽ ساڳئي ڏينهن ابوالمعالي قلعي مان نڪري روانو ٿي ويو. انهيءَ مان معلوم ٿئي ٿو ته دستور هي هو ته نئون صوبه دار قلعي ۾ تيسين نه گهڙندو هو، جيسين پراڻو صوبدار قلعي مان روانو نه ٿي وڃي. نئون صوبه دار موزون، مناسب ۽ خير برڪت وارو ڏينهن ڏسي قلعي ۾ داخل ٿيندو هو. مرزا صالح ٤ محرم جو ڏينهن قلعي ۾ داخل ٿيڻ لاءِ مقرر ڪيو هو، جنهن جو اطلاع هن پنهنجي عريضي ۾ بادشاه کي ڏنو آهي.

١٠٦٧ هه ۾ شاهجهان بيمار ٿيو، جنهنڪري سندس شهزادن ۾ تخت تي قبضي ڪرڻ لاءِ داروگير شروع ٿي. ١٠٦٨ هه تائين اها ڪشمڪش هلندي رهي، تان جو ١٠٦٨ هه جي رمضان ۾ اورنگزيب عليل پيءُ کي بيماريءَ جي بستري تان اٿاري نظربنديءَ ۾ وجهي ڇڏيو، ۽ ١٠٦٨ هه جي پهرين ذيقعده جو باقاعدي پنهنجي بادشاهت جو اعلان ڪري تخت تي ويهي رهيو.

تخت ۽ تاج لاءِ وڙهندي، ڪي شهزادا قتل ٿيا ۽ ڪي شڪست کائي، اورنگزيب جي اڳ مجي ويهي رهيا؛ ليڪن دارا شڪوه جيڪو شاهجهان جو محبوب پٽ ۽ سندس وليعهد هو، تنهن جدوجهد ڪانه ڇڏي. چنانچه ٧ رمضان ١٠٦٨ هه جو، آگري ۽ ڌولپور جي وچ تي ساموڳڙهه (فتح آباد) وٽ اورنگزيب هٿان شڪست کائي، هو آگري کان دهليءَ ۽ اتان لاهور فرار ٿيو.

انهيءَ زماني ۾ "ماثرالامرا" جي قول مطابق مرزا محمد صالح سيوهڻ جو فوجدار هو، ۽ دارا شڪوه لاهور کان ٿيندو بکر پهتو، ۽ اتان سيوهڻ اچي رهيو هو. عالمگير جا امير لشڪر سميت سندس پٺيان هئا. مرزا محمد صالح شهزادي کي سيوهڻ ايندو ڏٺو، عالمگيري توپخاني جي داروغي "صف شڪن" ڏانهن نياپو موڪليو، ته شاهزادو سيوهڻ کان ٥ ڪوهن جي پنڌ تي آهي، تنهنڪري هو وڏي سندس خزاني جي ٻيڙن کي به وات تي جهلي. اهو اطلاع هن اهڙيءَ غير دانشمنديءَ سان موڪليو، جو صف شڪن کان اڳ شهزادي کي خبر پهچي وئي، ۽ هو اتان رخ بدلائي ٻئي طرف هليو ويو.

مرزا جي اها ناعاقبت انديشي، بادشاه جي ڪنن تائين پهتي، جنهن نه فقط کيس معزول ڪيو، بلڪ سندس خطاب ۽ منصب به سلب ڪري ڇڏيائين ("ماثرالامرا"، ج ٣، ص ٥٦٠). (١)

(١) "پرشن لٽريچر" جو مؤلف مسٽر اسٽوري (ص ٦٥٥) برٽش ميوزم جي فهرست نگار مسٽر ريو جي حوالي سان لکي ٿو ته مرزا صالح ١٠٦١ هه ۾ ٺٽي جو گورنر ٿيو، حالانڪ انهيءَ سال هو سورٺ جو فوجدار ٿيو هو، ۽ ١٠٦٤ هه تائين اتي رهيو هو.

"ماثرالامرا" مان ٿي اطلاع ملي ٿو تہ عالمگير پنهنجي حڪومت جي ٻئي سال تي، سندس منصب وري جاري ڪيو، ۽ ڪيس ڪيل خطا جي بہ معافي ڏنائين.

١٠٦٤هہ کان ١٠٦٦هہ تائين، يعني سيوهڻ ۾ فوجدار مقرر ٿيڻ تائين، جي وچ وارو سال اڏ مرزا ڪهڙي عهدي تي هو، ان جو پتو پنجي ڪونہ سگهيو: البتہ "ترخان نامہ" جي مقدمي مان معلوم ٿئي ٿو تہ مرزا سنڌ کان ٻاهر هو ۽ قرين قياس آهي تہ راڌنپور واري جاگير ۾ هو، جتان ١٠٦٥هہ ۾ سيد جلال‌الدين حسيني شيرازيءَ ڏانهن ٺٽي ۾ ترخانن جي تاريخ لکڻ لاءِ لکي موڪليائين.

غالباً مرزا عيسيٰ جي انتقال بعد ۽ سڄي خاندان جي ختم ٿيڻ سبب مرزا صالح کي پنهنجي اسلافن جي احوال لکائڻ جو خيال ٿيو. "ترخان نامہ" جو مصنف ديباچي ۾ لکي ٿو تہ "مرزا کي پنهنجي اسلافن جي تاريخ پڙهڻ جو ڏاڍو شوق هو ۽ "ترخان نامہ" جي ڳولا ڪرڻ لاءِ مون ڏي لکي موڪليائين. مان سنڌ ۾ هرهنڌ تلاش ڪئي، ليڪن نسخو ملي نہ سگهيو"-

"نامہ نگارش فرمود کہ ترخان نامہ ارسال نمايد، هرچند اين خادم فقراء تفحص و تجسس نمود در بلدهء سند کتاب مذکور پيدا نہ شد، هيچ کس ازان نشان نہ دارد".

جنهن کان پوءِ ڏانهس لکي موڪليائين تہ نئين سر ترخانن جي تاريخ ۾ ڪتاب مرتب ڪري. چنانچہ سيد جلال‌الدين "ترخان نامہ" جي نالي سان هڪ تاريخ مرتب ڪئي، جيڪا هن وقت موجود آهي.

مرزا محمد صالح جا ذاتي حالات ملي ڪونہ سگهيا، ۽ نہ اهو معلوم ٿي سگهيو تہ هن ڪڏهن وفات ڪئي ۽ ڪٿي دفن ٿيو. جيڪڏهن اسان "ذخيرة الخوانين" جي اها روايت قبول ڪريون تہ مرزا عيسيٰ کي پڇاڙيءَ جو فقط هڪ ئي پٽ بچيو، جيڪو سندس وفات بعد سندس وراثت جو مالڪ ٿيو، تہ ان حالت ۾ مصنف جيڪو هيٺيون نوٽ لکيو آهي، سو مرزا محمد صالح جي متعلق اسان کي سمجهڻ گهرجي:

"يک پسر مسن معمر يادگاري دارد، مرد بست حريص جملہ کيفها و سرود و نغمہ هندي و سندي مائل است، خود هم در علم نظم و نثر، و موسيقي و نواختن سازها، دستگاهي دارد. و اوقات را بعياشي و بيغمي ميگذارد، (مرزا عيسيٰ) مدار سرکار خود بر پيش نام آورده انداختہ، اگرچہ او را لياقت اين بارگران وکالت مرزا نبود، اما ز مساعدت طالع برين نوازش امتياز دارد". (ص ٢٨٧)

اهو پويون اشارو غالباً سورٺ جي فوجداريءَ ڏانهن آهي، جڏهن مرزا پاڻ رٽائر ٿيو ۽ اها جاءِ مرزا صالح کي وٺي ڏنائين. بهرحال مٿين عبارت مان معلوم ٿئي ٿو تہ مرزا صالح نشي باز، راڳ رنگ جو شوقين، سازسرود جو ڄاڻو، نظم ۽ نثر ۾ ڪامل، سنڌي

۽ هندي سرن ۽ آلاپن مان واقف، عياش طبع ۽ آزاد مزاج هو. شيخ فريد بکريءَ جو خيال آهي ته هو مرزا عيسيٰ جي قائم مقاميءَ جو هرگز لائق نه هو، ليڪن بخت جي ياوريءَ ۽ طالع جي خوش نصيبيءَ سبب کيس اها جاءِ ملي وئي. انهيءَ راءِ جي ابتڙ، "ترخان نامه" جو مصنف، پنهنجي ولي نعمت لاءِ هن طرح لکي ٿو:

"آن جوان بخت دولت قرين، بر مسند حکومت و ايالت پدر نامور متمکن گشته، ايل و الوس و سپاه و رعيت با نعام عام خود نواخته، و اهل الله از سادات کرام و فضلاي عظام و فقرا و صلحا و گوشه نشينان را بالتفات و اکرام راضي ساخت."

مرزا عيسيٰ جي رانڪ، جنهن جو ذڪر "مڪلي نامه" ۾ آهي، سچيءَ مڪليءَ جو نڪ آهي. مير علي شير "تحفة الڪرام" ۾ لکي ٿو ته ان جا پٿر مرزا عيسيٰ هندستان مان موڪليا هئا؛ ارڙهن سال انهيءَ عمارت جي ٺاهڻ ۾ صرف ٿيا، ۽ اڃا مڪمل نه ٿي هئي، جو مرزا جو انتقال ٿيو ۽ ڪم بند ڪيو ويو؛ ورنه مرزا جو خيال هو ته چوڏاري هڪ ٻئي جي مقابل نشيمن به تعمير ڪرائي-

"روبري نشيمن بزرگ، هر چهار طرف نشيمنهاي شايان، بجواب همديگر ترتيب دهند". ("تحفة الڪرام"، ٣/٩٥)

انهيءَ رانڪ جي تعمير تي، نورائي جاگير جي آمدني خرچ ڪئي ويندي هئي. ابتدائي زماني کان ئي اها جاگير خاندائي مقابرن جي تعمير ۽ مرمت لاءِ مخصوص هئي.

عمارت جي خوبصورت ساخت، ٻه منزلي وراندي ۽ نقش و نگار جي دلڪشيءَ، هر دور ۾ ڏسندڙن جو توجهه پاڻ ڏي ڇڪيو آهي؛ ديسي خواه ولايتي سياحن ۽ سفيرن پنهنجن سفرنامن ۾ ان جي بيحد تعريف ڪئي آهي. ڪيترن شاعرن به پنهنجي شعر ۾ انهيءَ عمارت ڪي ساراهيو آهي. مير علي شير "مقالات الشعرا" (ص ١٠٠) ۾ "ظاهر" نالي هڪ شاعر جي قصيدي جا چند شعر نمونتاً ڏنا آهن:

رانک مرزا عيسيٰ اندرکوه مکلي طرفه جا ست
در بهاران گوئيا سرچشمهء نور خدا ست

در صفايش هرکه بگمارد نظر بي شک و ريب
ديده ديده باليقين ميگويد اينجاي هدا ست

بي تکلف گر کند ناگه گذر رضوان درو
در غلط افتاده گويد آنکه فردوس علاست

چار ديوارش اگر از شش جهت... صفا
باج گيرد در دو چشم منصفان الحق بجاست

انهيءَ عمارت ۾، ٺٽي جي عام باشندن کان سواءِ، خواص جون تفريحي مجلسون به منعقد ٿينديون هيون. صبح کان شام تائين اچڻ وڃڻ جو سلسلو جاري رهندو هو. شاعرن جا ميڙ

۽ شاعرا بہ ڪڏھن ڪڏھن منجھس ٿيندا ھئا. مخدوم ابراھيم خليل "تڪملہ" ۾ ھڪ اھڙيءَ مجلس جو ذڪر ڪندي لکيو آھي تہ ھڪ ڏينھن مير عظيم الدين بہ موجود ھو ۽ سندس سوٽ يعني مير علي شير "قانع" جو پٽ مير غلام علي "مائل" بہ حاضر ھو: "مائل" اڃا انھيءَ وقت ڪم عمر ھو، ۽ شعر و سخن سان سندس دلچسپي بظاھر ڪانہ ھئي: ٻئي سوٽ داخلي دروازي وٽ ويٺا ھئا ۽ ايندڙن ويندڙن جو نظارو ڪري رھيا ھئا. دروازي ڪان ھڪ نھايت ئي خوبصورت ڇوڪرو اچي لنگھيو، جنھن جي نڪ ھيٺان دل ڪي وٺندڙ تِرُ موجود ھو: مير عظيم الدين جي طبيعت ۾ جولان جاڳيو، مصرع موزون ڪيائين:

ز بس حيرت بلال از منبر افتاد

ٻيءَ مصرع لاءِ، اڃان غور ۾ ھو تہ، مير "مائل" چئي ڏنو:

چو ديد آن خال زير بينيءِ يار
ز بس حيرت بلال از منبر افتاد

مير "عظيم" اٿي کڙو ٿيو: سوٽ جي موزونيءِ طبع تي خوش ٿي کيس ڀاڪر پاتائين: ۽ ٻئي ڏينھن تي انھيءَ خوشيءَ ۾ تہ سندس خاندان ۾ پيو بہ ھڪ موزون طبع شاعر ٿيڻ وارو آھي، وڏي خيرات ڪيائين، ۽ اٿي جي دوستن احبابن ۽ شاعرن کي گڏ ڪري، اھو واقعو کين ٻڌائي، نعمت الاھيءَ جو شڪرانو ادا ڪيائين.

ھن مضمون ۾ گھڻو ڪري ترخان خاندان جي سڀني افرادن جو ذڪر آيو آھي، تنھنڪري سندن رشتہ دارين کي سمجھڻ لاءِ اسان ھتي پڇاڙيءَ ۾ مفصل شجرو ڏئي رھيا آھيون، جنھن جي ڏسڻ سان زيادہ آساني ٿيندي.

(١٤) **سيد محمد يوسف بکري** ولد مير محمد جادم: سيد مبارڪ انويءَ جو فيض يافتو ھو، جيڪو سيد ميران محمد جونپوريءَ جي (١) مريد ميان دانيال جو مريد ۽ خليفو ھو. سيد صاحب جا بزرگ ايران کان لڏي سنڌ ۾ آيا ۽ بکر ۾ اچي مقيم ٿيا: نسب جي لحاظ سان رضوي سيد ھئا.

---

(١) سيد محمد نالو، "خاتم الاوليا" لقب، مھدي موعود جي عرف عام سان مشھور ٿيو. سندس نسب ھن طرح آھي: سيد محمد، بن سيد عبدالله، بن عثمان، بن موسيٰ، بن قاسم، بن نجم الدين، بن عبدالله، بن يوسف، بن يحييٰ، بن نعمت الله، بن اسماعيل، بن موسيٰ ڪاظم، بن جعفر صادق، بن باقر علي زين العابدين، بن سيدنا امام حسين، بن امير المومنين سيدنا علي ابن ابي طالب ڪرم الله وجھہ. سيد محمد مھدي، ١٤ جمادي الاول سومر ڏينھن ٨٤٧ھہ (١٤١٣ع) جو جونپور ۾ ڄائو. سنہ ٨٥٩ ھہ ۾ ديني علومن سان فراغت حاصل ڪيائين. سنہ ٩٠١ ھہ ۾ ٺٽي پھتو، جتان حج ادا ڪرڻ لاءِ روانو ٿيو- انھيءَ زماني ۾ شيخ جھنڊو پاتڻي سندس مريد ٿيو. سنہ ٩٠٥ ۾ بريليءَ پھچي مھدويت جو اعلان ڪيائين، جنھن تي وقت جي عالمن ۾ سخت انتشار پيدا ٿي ويو، ۽ سيد صاحب جي مخالفت شروع ٿي. سنہ ٩٠٦ ھہ ۾ انھيءَ مخالفت سبب ترڪ وطن ڪري

(ڏسو ٻئي صفحي تي)

سيد يوسف بکر مان لڏي ٺٽي اچي رهيو. سيد مبارڪ کان بيعت ورتي، مڪليءَ تي رهي، انهيءَ جاءِ تي رياضت شروع ڪيائين، جتي سيد ميران مهدي اچي مقيم ٿيو هو. انتقال بعد دفن به انهيءَ جاءِ ۾ ٿيو. سيد ميران مهديءَ جي سلسلي ۾ داخل ٿيڻ بعد، سيد صاحب جو خاندان مهدوي سڏجڻ لڳو. ٺٽي ۾ انهيءَ عالي خانوادي جا افراد اڄ تائين مهدوي سڏائن ٿا.

سيد صاحب ٺٽي پهچڻ بعد، عباسي قاضين مان شادي ڪئي، جنهن مان ڪيس فقط هڪ نياڻي پيدا ٿي. بکر مان پنهنجي ڀاڻٽي سيد اسحاق بن سيد ڪمال الدين کي گهرائي پنهنجي نياڻيءَ جو سڱ ڏئي، ڪيس پاڻ وٽ رهايائين. اهو سيد اسحاق به پنهنجي دور ۾ ولي ڪامل ٿيو ۽ "پير پرڏيهيءَ" جي لقب سان مشهور ٿيو. سندس مزار سيد يوسف جي پهلوءَ ۾ آهي. ٺٽي جا رضوي مهدوي سيد انهيءَ جو اولاد آهن ("تحفة الڪرام"، ۲۰۳). سيد يوسف جو پيو ڀاءُ سيد عبدالرزاق به ٺٽي ۾ اچي مقيم ٿيو، جنهن جو مقبرو قاضي عبدالله جي احاطي ۾ شيخ حماد جماليءَ جي پنيان اولهه ۾ آهي. انهيءَ گهراڻي مان ڪيترا صاحب ڪمال بزرگ پيدا ٿيا.

سيد ميرڪمال الدين احمد خان رضوي بن سيد عنايت الله، مير محمد يوسف جو ڏهڻاڻ هو. ٺٽي جي مشهور انشانويس فاضل خان (۱) جو ناني ۽ فارسيءَ جو صاحب طرز شاعر ۽ نثر نويس ٿي گذريو آهي، "اصطلاحات رضويه" ۽ "شرح ديوان حافظ" سندس تصنيفون آهن. سندس انتقال ۱۱۳۲هه ۾ ٿيو. مير مرتضيٰ "الهام" سندس پٽ پڻ فارسي ۽ عربيءَ جو جيد عالم ۽ اديب هو. مرزا "صائب" جو شاگرد آقا "تعظير" قمي هندستان ويندي جڏهن ٺٽي آيو، ان وقت سيد صاحب جي شعر و سخن جو شهر ۾ ڏاڍو چرچو هو. آقا تعظير ساڻس ملاقات ڪئي. سيد جي شاعريءَ ڪيس ايڏو متاثر ڪيو، جو سندس شعر کي الهامي

(آئندل اڳئين صفحي تان)
جيسلمير کان ٿيندو نصرپور پهتو، ۽ اتان ٺٽي آيو. ڪجهه وقت اتي رهي، ۹۰۰ مريدن سميت خراسان طرف روانو ٿيو. قنڌار ۾ جڏهن پهتو، ته اتان جي حاڪم شاه بيگ ارغون، جيڪو پوءِ سنڌ جو فرمانروا ٿيو، سندس ڏاڍي عزت ۽ پذيرائي ڪئي. سنه ۹۱۰ جي ربيع الاول ۾ فرح پهتو، جتي ۱۹ ذيقعد سنه ۹۱۰ هه جو (۲۳ اپريل ۱۵۰۵ع) سومر ڏينهن ۳ ورهن جي چمار ۾ انتقال ڪيائين. رڄ ۽ فرح جي وچ ۾ ڪيس دفن ڪيو ويو. شاه قسم عراقيءَ "عشق تم" مان سندس انتقال جو سال ڪڍيو.

ٺٽي جي قيام واري زماني ۾ سنڌ جا ڪيترا عالم، امير ۽ اهل دل سندس مريد ٿيا. شيخ صدرالدين ملتي، خان اعظم دريا خان وزير اعظم، علامه قاضي قاضن، سيد مبارڪ وغيره انهيءَ دور جا سندس مريد آهن. شاه عنايت شهيد جو ڳوٺ جهوڪ شريف، ميرانپور سڏبو هو- سيد صاحب انهيءَ شهر ۾ ڪجهه وقت رهيو هو، تنهنڪري مٿس ميرانپور نالو پيو هو.

(۱) عالمگير طرفان ڪيس "فاضل خان" جو خطاب مليو؛ سندس اصلي نالو ملا عثمان هو ۽ ذات جو سميجو هو؛ ٺٽي مان دهليءَ پهچي عالمگير وٽ مير منشي ٿيو، جتي منصبن ۽ مدارجن ۾ انتهائي ڪمال تائين پهتو؛ علامه معين جي ڏاڏي مخدوم طالب الله جو شاگرد هو؛ مخدوم معين سندس ڏهٽو هو؛ مخدوم محمد امين پنهنجي انهيءَ گهر واريءَ مان پيدا ٿيل نياڻي مير محمد رفيع کي ڏني، جنهن مان مير نجم الدين "عزلت" پيدا ٿيو.

شعر چوڻ لڳو: انهيءَ سبب ڪري "الهام" تخلص سندس لاءِ تجويز ڪيائين، جيڪو سيد صاحب قبول ڪيو. فاضل خان جي وفات بعد، مير مرتضيٰ دهليءَ ويو ۽ پنهنجي ناني فاضل خان جي خالي ٿيل جاءِ تي مقرر ٿي، وڏو مان مرتبو حاصل ڪيائين. سندس انتقال عين جوانيءَ ۾ ۱۱۲۰هه ۾ ٿيو.

مير محمد شفيع ولد سيد يارمحمد به انهيءَ برگزيدي علمي خاندان جو فاضلترين چشم و چراغ هو، جيڪو ۱۱۲۵ کان ۱۱۲۷هه تائين ٺٽي جو گورنر ٿيو. "همت" سندس تخلص هو ۽ "لطف علي خان" ۽ "شجاعت علي" خان حڪومت طرفان سندس خطاب هئا. "محسن" ٺٽوي سندس پرورده هو، جنهن "محڪ ڪمال" سندس حڪم تي مرتب ڪري، سندس ئي نالي معنون ڪئي. انهيءَ بزرگ جي وفات ۱۱۴۴هه ۾ ٿي - "محسن" "ادخله في الجنات بلا حساب" مان سندس تاريخ ڪڍي. (۱)   ۱۲۱۵ - ۷۱=۱۱۴۴هه

سنڌ جو ٻيو مشهور شاعر مير نجم الدين "عزلت" بن مير محمد رفيع به انهيءَ گهراڻي جو روشن چراغ هو. "بخشيءَ" جي "طوطي نامه" جي طرز تي "طوطي نامه" لکيائين، جيڪو بقول مير "قانع"، "بخشي" جي "طوطي نامه" کان بهتر هو. نظم خواه نثر ۾ ڪيئي تصنيفون ڪيائين، ليڪن سواءِ سندس ديوان جي باقي سمورا ڪتاب زماني جي دستبرد سبب تباه ٿي ويا. انهيءَ بزرگ ۱۱۶۰هه ۾ وفات ڪئي.

انهن شاعرن کان پوءِ به انهيءَ گهراڻي ۾ فارسيءَ ۽ سنڌيءَ جا ڪيترا شاعر پيدا ٿيندا رهيا. سيد رفعت علي شاه "رفعت"، سيد عسڪر علي شاه "علي"، سيد موٺيل شاه "ڪمتر"، سيد امام بخش شاه "فدائي" ۽ سيد روشن علي شاه "روشن" پوئين دور جا شاعر آهن. انهيءَ خاندان جو آخري شاعر سيد "مرتضائي" ٿيو، جنهن سنڌي شاعريءَ کي انتهائي عروج تي پهچايو- هن سنڌي مثنويون "يوسف زليخا" ۽ "سڪندر نامه" ۽ هڪ ديوان سندس يادگار آهن.

**(۱۵) جلوه گاهه امامين:** "تحفة الطاهرين"، خواه "تحفة الڪرام" جي روايت مطابق جنهن جاءِ تي هن وقت جلوه گاه امامين آهي، سو شروعات ۾ بلڪل صاف ميدان هو، ۽ سڀ

(۱) خان بهادر خداداد لکيو آهي ته سندس ٻيو نمبر پٽ مير ذوالفقار علي شاه ٽالپرن جي دور ۾ مختيارڪار هو: ان جو پٽ حاجي سيد روشن علي شاه مولف "لب تاريخ سنڌ" جي زماني ۾ ڪراچي سول ڪورٽ ۾ ناظر هو، پوءِ جهرڪن ۾ ڪاردار ٿيو. سيد مرتضائي سيد روشن علي شاه جو پٽ هو ("لب تاريخ سند"). سيد لطف علي "همت" جي اوائلي ۱۱۲۵ کان ۱۱۲۶ تائين ٺٽي جي مغل نواب عطرخان سان ٿي، جنهن جو ذڪر سنڌ جي تاريخن ۾ موجود آهي- ملا عبدالحڪيم "عطا" به پنهنجي قصيدن ۾ ڪيو آهي. آخر عطرخان شهيد ٿيو ۽ ٺٽي جي حڪومت نواب لطف علي خان کي ملي. سعدخان المعروف به عطرخان جي مزار مڪليءَ تي آهي، جنهن جو ڪتبو هن طرح آهي:

"بتاريخ هفتم شهر محرم مرحوم غياث الدين عطرخان عرف سعدخان بن سعيدخان بگلگونهء شهادت رحلت نمود- سنه ۱۱۲۶هه". نواب لطف علي جي مدح ۾ "محسن" جا ڪيترا قصيدا آهن.

کان پوءِ ڪيترن ئي بزرگن هن پراسرار سرزمين جي اسرار کي دريافت ڪيو. ڳالهه ڪن ٿا ته اهو ٻڪرار روزانو مڪليءَ تي ٻڪريون چاريندو هو: ٻڪريون جڏهن انهيءَ خاص ميدان وٽ چرندي چرندي اينديون هيون، ته نهايت خاموشيءَ ۽ هڪ غير معمولي حالت سان پاسو ڪيو اڳتي وڌي وينديون هيون. ٻڪرار روزانو اها ڳالهه محسوس ڪندو هو، ليڪن خبر نه پوندي هيس ته ڇا اسرار آهي. هڪ ڏينهن انهيءَ زمين تي ڪنهن بزرگ کي ٻڪرار نهايت ادب ۽ احترام سان دعا گهرندو ڏٺو. ٻڪرار ڪانئس حقيقت حال پڇي، ۽ پنهنجي ٻڪرين جو قصو به ڪري ٻڌايائينس. بزرگ کيس چيو ته

"اين جاي پاڪان و برگزيدگان الاهي است، که عالم ملک و ملکوت گردن اطاعت بزير ايشان نهادند".

ڄام نندي جي زماني ۾، مخدوم احمد ۽ مخدوم محمد (ولدان مخدوم اسحاق ڀٽي هالائي) مڪليءَ جي زيارت لاءِ آيا، ۽ مختلف زيارتون ڪندي ڪندي، جڏهن انهيءَ جاءِ تي پهتا، ان وقت جيئون لاهي ادب وچان بيهي دعا گهرڻ لڳا. ماڻهن ڪانئن پڇيو ته خالي پيل زمين لاءِ ايترو ادب ڇو، ۽ اهي دعائون ڇا جي ڪري: جنهن تي پاڻ فرمايائون ته

"اين جاي ست که بر عرش مجيد تفوق دارد".

پوءِ انهن ٻنهي بزرگن ئي اها ڳالهه مشهور ڪئي ته انهيءَ ٽڪري تي "جلوه جمال جهان آراي حضرت امامين ڪريمين" ڏسڻ ۾ ايندو آهي- جنهن ڪان پوءِ سڀڪو انهيءَ ٽڪري جو احترام ڪرڻ لڳو.

روايت آهي ته هڪ دفعي "حقائق آگاه، ۽ معارف دستگاه" حضرت ميان ملوڪشاهه اتان اچي لانگهانو ٿيو، ۽ اتي پهچڻ سان ان کي به امامين ڪريمن جو جمال ۽ انوار ڏسڻ ۾ آيو. هن بزرگ زمين جي انهيءَ حصي جي، پٿرن جي ديوار سان حدبندي ڪري، نشان قائم ڪيو، ۽ جيسين زنده هو، تيسين روزانو پاڻ انهيءَ ٽڪري جي ٻهاري سهاري ۽ ٽهل ٽڪور ڪندو هو.

نواب سيف الله (مغل گورنر) پنهنجي دور ۾ ميان ملوڪ شاهه واريءَ ديوار کي ڊهرائي، ١١٤٠ هه ۾ پڪي پختي ديوار ڪرائي، ۽ وفات ڪان پوءِ پنهنجي وصيت مطابق انهيءَ جوار ۾ دفن ٿيو. سندس مزار جي ڪتبي تي هي شعر اڪريل آهي، جنهن مان سال وفات برآمد ٿئي ٿو:

دست وي با دامن آل عبا ست.

اتر اولهه جي ڪنڊ ۾ هڪ چونئرو آهي، جنهن مٿان گنبذنما ڇٽي آهي. اها ميان نورمحمد ڪلهوڙي تيار ڪرائي، ۽ حقيقت ۾ جلوه گاه جي جاءِ به انهيءَ ڪنهڙي اندر آهي. احاطي جي ديوار اندر جيڪا زمين آيل آهي، سا سموري جلوه گاه سان تعلق ڪاڻ ٿي رکي.

نواب سيف الله جي دفن ٿيڻ بعد، اهل تشيعت وارن خاص طرح پنهنجو مدفن گاه انهيءَ احاطي جي آسپاس ٺاهيو. چنانچه اڄ اسان کي سوين هزارين قبرون چوڌاري ملن ٿيون، ۽

ڪتبن پڙهڻ مان معلوم ٿئي ٿو ته وڏا نامي گرامي ماڻهو انهيءَ ايراضيءَ ۾ محو خواب آهن.
ايران جي مشهور شاعر آقا محمد ڪريم صفاهاني ”عاشق“ جي مزار به صدر دروازي ڪان ٿورو اورڀرو اوڀر ڏاهن نهايت شڪسته حالت ۾ موجود آهي. سندس انتقال ۱۱۰۵ھ ۾ ٿيو ۽ مزار تي جيڪو ڪتبو آهي ان ۾ هيٺيون شعر انهيءَ جلوه گاه جي مناسبت تي آهي:

بتاريخ هرسو شنيد اين ندا    مڪان يافتي در جوار حسين

جلوه گاه هن وقت به سٺيءَ حالت ۾ آهي، ۽ شايد ڪي نيڪدل بزرگ ان جي مرمت ڪرائيندا رهيا آهن. صحن جي ڏاکڻي ديوار جي ننڍي دروازي ڪان ٻاهر نڪربو ته هڪ نل ڏسڻ ۾ ايندو، جنهن تي هڪ پٿر نصب ٿيل آهي، ۽ ان تي پن قدمن جا نشان آهن، جنهن لاءِ روايت آهي ته اهي حضرت نبي ڪريم جن جا قدم مبارڪ آهن! اوڀر واريءَ ديوار سان گڏ هڪ ننڍي مسجد آهي، ۽ اتي هڪ تلاءُ به آهي، جنهن جي مرمت ۱۲۱۱ھ ۾ سيد ابراهيم شاه ٺٽويءَ ڪرائي هئي، جنهن لاءِ مير ”مائل“ هيٺيون تاريخي قطعو تصنيف ڪيو:

به مڪلي اين گزين تالاب خوش آب    ڪه آبش در صفا چون مهر و ماه ست
براى خرج درگاه اماميں    نشان سيد ابراهيم شاه ست
خرد تاريخ تعميرش چنين گفت
ڪه اين تالاب وقف جلوه گاه ست - ۱۲۱۱ھ

احاطي جي اندر اتر ۽ اولهه جي ڪنڊ ۾، اهو مقدس نڪرو آهي، جنهن جو مرتبو چيو وڃي ٿو ته عرش عظيم ڪان به ارفع ۽ اعليٰ آهي!

**(١٦) پير عالي:** شيخ بهاوالدين ملتانيءَ جي اولاد مان هو. تنها سير سفر ڪندي، ترخاني عهد ۾ ٺٽي پهتو، ۽ سيد علي شيرازيءَ جي باغ ۾ هڪ وڻ هيٺان اچي ويهي رهيو. شار جو مالهي ڪوهه مان ڏاند چوڙي گهر هليو ويو، ليڪن پير جي ڪرامت سبب سڄي رات نار هلندو رهيو! صبح جو باغائيءَ اچي ڏٺو ته سڄو باغ پاڻيءَ ۾ تمتار ٿيو پيو آهي! باغائي سيد علي ثانيءَ وٽ داتهين ني ويو، ۽ ڪيس سموريءَ ڪيفيت ڪان وڃي واقف ڪيائين! سيد علي ڏاڍو متاثر ٿيو ۽ پير عاليءَ جي خدمت ۾ اچي پهتو، ۽ پاڻ ۾ ڏاڍيون رهائيون ڪيائون!
ٺٽي مان، ڪن ڏينهن پڄاڻا پير عاليءَ شادي ڪئي، ۽ ڪيس چار پٽ ڄاوا: ابو محمد، صالح محمد المعروف به فاضل محمد، ولي محمد ۽ محمد فاضل. پهريان ٽي فرزند پيءُ جي جئري فوت ٿي ويا، چوٿون پٽ پيءُ ڪان پوءِ به ڪيترو وقت جئرو هو ۽ پنهنجي والد جهڙو ڪامل ۽ اڪمل ٿيو. سيد علي ثانيءَ جي فرزند سيد جلال ثانيءَ سان محمد فاضل جا گهرا تعلقات هئا.
مڪليءَ جي قبرستان ۾، هن وقت جتي بزرگ جو مقبرو آهي، زندگيءَ ۾ اتي ئي سندس بيٺڪ هئي.

**(١٧) طغرل آباد:** اهو شهر ۽ قلعو مڪليءَ جي ڏاڪڻي ڇيڙي تي آهي، ۽ مڪليءَ جي سرڪاري بنگلي کان ست ميل کن پري ٿيندو(١). اهو حقيقت ۾ هندو دور جو قديم شهر ۽ قلعو آهي، جنهن کي پوءِ مختلف دورن ۾ مختلف حڪمران سڌاريندا ۽ سنواريندا آيا، ۽ تقريباً ٻن سؤن ورهن کان وٺي زبون ٿيندي ٿيندي اڄ صفا نيست نابود ٿي، ڊيرن ۽ ڍڳن جي صورت اختيار ڪري چڪو آهي.

"تحفة الڪرام" جي روايت آهي ته اهو شهر اصل ڪلا راجا (؟) جو ٻڌايل هو، ۽ ان جو نالو ڪلاڪوٽ هو. سمن جي دور ۾ ڄام تغلق ان جي مرمت ڪرائي ۽ ان کي نئين سر آباد ڪيو، جنهنڪري نالو بدلجي تغلق آباد ٿيس. چوڻ ۾ اچي ٿو ته سومرن جو شهر "محمد طور" جڏهن تباهه ٿيو، ته ڪجهه وقت لاءِ انهيءَ شهر کي سومرن پنهنجو حڪومت گاهه بڻايو. مغل دور جي هڪ امير طغرل بيگ(٢) بہ ان جي مرمت ڪرائي، جنهن تي طغرل آباد مشهور نالو پيو. ڪلاڪوٽ واري نالي جو بگاڙ مسلمانن جي زماني ۾ "ڪلان ڪوٽ" ٿيو. ١٢ صديءَ جي شروعات ۾ بہ اهو قلعو ۽ شهر جون جايون سلامت هيون، ڇاڪاڻ ته مريد خان جڏهن ١١٠١هه ۾ ٺٽي جي حڪومت تان معزول ٿيو، ته هندوستان موٽڻ کان اڳ ڪجهه وقت اتي وڃي رهيو هو، ۽ ڪي قدر قلعي خواه جاين جي مرمت پاڻ ڪرائي هئائين.

"تحفة الڪرام" جي مصنف هڪ عجيب غريب ڏند ڪٿا انهيءَ قلعي جي سلسلي ۾ قلمبند ڪئي آهي: لکي ٿو ته انهيءَ قلعي ۾ هڪ نانگ رهندو هو، جنهن جو سر ڪلان ڪوٽ ۾ ۽ ان جي پڇڙي هندوستان ۾ هوندي هئي؛ جيسين ان جو سر ڪلان ڪوٽ ۾ موجود هو تيسين هندوستان سنڌ جو باجگذار ۽ محڪوم (؟) رهيو، ۽ جڏهن کان انهيءَ نانگ جو سر ڦيري هندوستان ڏانهن ۽ پڇڙي ڦيري ڪلان ڪوٽ ڏي ٿي، انهيءَ ڏينهن کان وٺي سنڌ غيرن جي ماتحت رهڻ لڳي!

مرزا قليچ بيگ جيڪا ڏند ڪٿا لکي آهي، ان مطابق انهيءَ شهر کي ڪلياڻ ڪوٽ يعني آرام گاهه بہ سڏيندا هئا. مرزا صاحب اهو بہ لکي ٿو ته اهو ڪوٽ سيوهڻ جي قلعي جيترو ئي قديم آهي، ۽ سڪندر اعظم جي دور ۾ بہ موجود هو. مرزا مرحوم لکيو آهي ته ستر اسي ورهيه ٿيا، جو انهيءَ قلعي منجهان ڪونئيندي سڙيل ڪڻڪ هٿ آئي، جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته انهيءَ شهر جي بربادي باهه لڳڻ سبب ٿي.

---

(١) مڪليءَ تان غلام الله ڏانهن جيڪو رستو وڃي، اهو ڏٺي هلجي؛ ڇهن ميلن کان پوءِ ڪلان ڪوٽ نظر ايندو.

(٢) ٺٽي ۽ مڪلي جو گائيڊ جيڪو محڪمهءِ آثار قديمہ وارن ڇپايو آهي، ان ۾ اها روايت موجود آهي؛ جنهن ۾ انهيءَ امير جي وفات جو سال ١٠٩٥هه ڄاڻايو ويو آهي. انهيءَ روايت جي تصديق اسان ٻئي ڪنهن ذريعي سان ڪاڏ ڪري سگهيا آهيون؛ خبر نہ آهي محڪمي وارن جو ماخذ ڪهڙو آهي.



ٺٽي شهر جو هڪ بهشتي (مس قلم جو ڪم) — انور علي ح. رمل، ڪراچي

انهيءَ پاسي جو مشهور مجذوب ميان لاکو سچو سال سردي هجي چاهي گرمي، هڪ چھڙي جي چوٽي ۾، انهيءَ ويراني منجهہ تنها ڏينهن راتيون گذاريندو هو؛ سيد ابراهيم گودڙني جو مسڪن بہ اتي ئي هو؛ ۽ شاهہ جنڊ بہ قلعي جي پاسي ۾ دفن ٿيو.

"مڪلي نامہ" مان معلوم ٿئي ٿو تہ اهو خطو ڪنهن دور ۾ نهايت ئي سرسبز شاداب ۽ اڏاوت خواهہ محل ماڙين جي لحاظ کان ازحد موهيندڙ ۽ وڻندڙ هوندو هو. هن مضمون لکجڻ جي دوران ۾ (۲۷ مئي ۱۹۵۶ع) ڪلان ڪوٽ اسان پاڻ وڃي ڏٺو: قلعي جا نشان نظر اچن ٿا، ۽ اندازو ٿئي ٿو تہ قلعو هڪ سرو ۽ نهايت ئي عظيم، بلڪ دهليءَ جي لال قلعي جھڙو ڪشادو ۽ خوبصورت هو. اولهہ ۽ اتر کان پهاڙ، سر اتر ۾ قلعي جي ديوار سان لڳولڳ ڪشادي ڍنڍ، ۽ ڏکڻ کان دريا وهندو هوس، جنهنڪري بيروني حملي کان چئن طرفن کان قدرتي طرح محفوظ هو. پراڻين پڪين سرن جا ايڏا وڏا انبار، ڍڳ ۽ ڍير پيا آهن، جو معلوم ٿئي ٿو تہ اتي ڪئين پڪيون ۽ خوبصورت محل ماڙيون هيون. شهر ۾ ڪيئي پڪا تلاءَ هئا، جن جو پتو "مڪلي نامہ" مان بہ پوي ٿو. هن وقت جامع مسجد جون ڏيوارون موجود آهن، جنهن جي اوپر کان غظيم الشان پڪو تلاءُ اڄ بہ صحيح سالم موجود آهي. اهڙيءَ طرح ڏکڻ کان بہ ڪجهہ پرڀرو اهڙو پڪو، پڪين سرن سان ٺهيل تلاءُ آهي (۱). جدا جدا جاين تي پيا بہ چند تلاءَ اسان کي نظر آيا، جنهن مان معلوم ٿئي ٿو تہ شهر پنهنجي زماني ۾ هڪ نهايت خوبصورت نزهتگاهہ هو. منجهس سير تفريح لاءِ باغ، تڙ ۽ هوا خوريءَ لاءِ جابجا تلاءَ ۽ چشما، خوبصورت عمارتون ۽ حسين محل ماڙيون هيون؛ شهر جا رهاڪو سير تماشي جا شوقين ۽ آرٽ جا دلدادا هئا.

مسجد جامع جي ساخت مان پين جاين جي حسن ڪاريءَ جو بہ اندازو ڪري سگهجي ٿو. مسجد ٻہ طبقي يا ٻہ ماڙ معلوم ٿئي ٿي. مسجد سازيءَ جو اهو طريقو انهيءَ دور جي لحاظ کان نهايت غيرمعمولي هو. مسجد کي گيلريون بہ هيون، ۽ اندرڪاشيءَ جو ڪم بہ اهڙوئي حسين ٺهيل هو، جهڙو ٺٽي جي جامع مسجد ۾ آهي، جنهن جا نشان ڪٿي ڪٿي ديوارين تي اڃا بہ موجود آهن. مسجد جي منارن تي مٿي چڙهڻ لاءِ اندران ڏاڪڻيون هيون، جن جا آثار اڃا ڏسڻ ۾ اچن ٿا. مسجد مان ڪريل سرن جا ايڏا وڏا ڍير پيل آهن، جو معلوم ٿئي ٿو تہ عمارت بيحد وسيع ۽ تمام بلند بالا هئي.

مسجد جي تصوير "مڪلي نامہ" ۾ ڏني آيا آهيون، جنهن مان پڙهندڙ ڪي اندازو ٿي سگهندو.

---

(۱) انهيءَ تلاءَ جو نالو غالباً "سيد لنگ" آهي، جنهن لاءِ "مڪلي نامہ" ۾ بہ اشارو آهي. انهيءَ تلاءَ جي چوڌاري ڪنهن زماني ۾ خوبصورت ماڙيون اڏيل هيون، جيڪي مير علي شير جي زماني کان اڳ ئي منهدم ٿي ويون هيون. "تحفة الڪرام"، ص ۸۳.

# مهراڻ جا موتي

● "علم، انساني آزاديءَ ۽ پيار جو واحد سرچشمو آهي". -ڊئنيل ويبسر

● "بهترين حڪومت ڪهڙي آهي؟ - اها جا اسان کي پنهنجي پاڻ تي حڪومت سيکاري".
-گوئٽي

● "فلسفي تي ڏهن جلدن جو هڪ نهايت ضخيم ڪتاب قلم مان ڪڍڻ آسان آهي، پر ڪنهن هڪڙي اصول کي عمل ۽ اصابت جي ڪسوٽيءَ تي رکي، صحيح ۽ جامع ثابت ڪرڻ نهايت مشڪل آهي". -ٽالسٽاءِ

● "مون ڪان اهو نه پڇ ته موت ڇا آهي: پر اهو پڇ ته زندگي ڇا آهي، ۽ اها ڪيئن گذارجي". -مولانا رومي رحه

● "ڪائنات ۽ ان جي تخليق تي غور ڪرڻ جو هڪڙو لمحو، سَو سالن جي عبادت کان افضل آهي". -حضرت محمد صلعم

● "جيڪڏهن اوهان وٽ ماني آهي، ته ان مان اڌ وڪڻي، ان جا گل خريد ڪريو: جو ته ماني اوهان جي جسم کي طاقت ڏي ٿي، ۽ سونهن اوهان جي روح کي". -حضرت محمد صلعم

● "حقيقي آزادي صرف اتي ممڪن آهي، جتي ظلم جو بلڪل خاتمو ڪيو ويو هجي، جتي ڪنهن انسان تي ٻيا انسان ظلم نه ڪري سگهن، جتي بيروزگاريءَ ۽ افلاس جو نالو نشان به نه هجي، جتي ڪنهن به شخص کي اهو ڊپ ۽ انديشو نه هجي ته سڀاڻي ڪيس سندس اجهي ۽ روزيءَ کان محروم ڪيو ويندو: صرف اهڙي سماج ۾ ئي شخصي توڙي ٻئي هرقسم جي آزادي واقعي ممڪن آهي". -اسٽالن

● "عوام جي ترقيءَ ۽ بهبوديءَ لاءِ انقلاب جو اچڻ جيئن ته ضروري آهي، ان ڪري اهڙن ماڻهن جو وجود به ضروري آهي، جيڪي ان جي اچڻ جو اڳ ۾ ئي اندازو لڳائي، ان جي لاءِ ميدان تيار ڪن - اهي ماڻهو انقلابي سڏيا ويندا آهن. اسان اهو فرض پنهنجي ذمي ڪنيو آهي، ان ڪري اسين انقلابي آهيون. اسين ايندڙ انقلاب جي لاءِ ميدان تيار ڪري رهيا آهيون، اسين ان جا نقيب آهيون: انهن حالتن هيٺ، سڀ انقلاب - دشمن اسان کي نفرت ۽ خوف جي نگاهه سان ڏسڻ ۾ حق بجانب آهن". -ايم. اين. راءِ

● "الله وٽ پسند ڀلا ماڻهو اهي آهن، جي اوهان ۾ وڌيڪ نيڪوڪار آهن". -قرآن شريف

● ”سون کي انساني بستين کان ٻاهر رهڻ ڏيو: هتي غريب نهايت ذلت جي زندگي گذارين ٿا- ۽ آءٌ اهو برداشت نٿو ڪري سگهان!“ -امام غزالي رحه

● ”اي بادشاهه، تنهنجن گهوڙن جي ڳچين ۾ سونا زيور پيل آهن: پر انهن جا ڪنڌ اڃا نه پيگها آهن- ۽ غريبن جا ڪنڌ بک جي ڪري پچي پيا آهن!“ -امام غزالي رحه

● ”بادشاهه جي دولت تي اڏيل مسجدون، انهن ۾ پرندڙ ڏيئا، ۽ انهن تي لکيل ڪتاب- اسان لاءِ دليل ۽ حجت نه آهن“. -امام غزالي رحه

● ”مظلوم جي خون جو هڪڙو ڦڙو هارڻ، هزار ڪعبن جي ڊاهڻ کان وڌيڪ گناهه آهي.

”لک ڪعبا ڊاهي ڇڏيو، الله کي رنج نه پهچندو: پر هڪ بيگناهه انسان جي رت جو هڪڙو ڦڙو به زمين تي نه هاريو.“ -حضرت محمد صلعم

● ”مختلف تهذيبن جا بنياد برابر مختلف اصولن تي ٻڌل آهن، پر مقصد سڀني جو هڪڙوئي آهي- يعني انسان ذات جي بهبودي ۽ ترقي. جيڪڏهن تهذيب جي اڳيان هڪڙوئي معراج آهي، ته ان جو اهو مطلب هرگز نه آهي ته سڀئي انسان هڪئي ٻولي ڳالهائين، يا هڪڙوئي مذهب قبول ڪن، يا هڪئي حڪومت جي جهنڊي هيٺ ڪٺا ٿي وڃن، يا هڪڙيئي نموني جي رسمن رواجن جا پابند ٿي هڪئي طرز تمدن اختيار ڪن.“ -نامعلوم

● ”خود نمائي ۽ خودستائيءَ جو احساس ئي در اصل اهو جذبو ۽ طاقت آهي، جنهن انسان جي سماجي زندگيءَ جي معيار کي بلند ڪيو آهي. جيڪڏهن سُلجهيل ماڻهو پنهنجي اعليٰ مذاق جو اظهار نه ڪن، ته هوند ٻين ماڻهن جو حسن-ذوق ۽ سُتل قوتون جاڳي نه سگهن. جڏهن هو پنهنجي ئي ڪنهن هم-جنس کي هڪڙيءَ حيثيت سان برتر ۽ بلند ڏسن ٿا، تڏهن سوچي ۽ ويچاري، ڪوشش ڪري، هو پنهنجي پاڻ کي به انهن جهڙو، بلڪ اڃا به ۾ رتيون ڪسر، ڏسڻ لاءِ بيقرار ٿي وڃن ٿا. نتيجو اهو ٿو ٿئي- ۽ ٿيڻ به کپي-جو هڪ ٻئي کي ڏسندي ۽ سِکندي، انسان مجموعي طرح هڪ ’سلجهيل انسان‘ بڻجندو وڃي. اهڙيءَ طرح، اڄ هن جي سماجي زندگيءَ جو معيار ايترو ته اوچوئي ويو آهي، جو اڄ ڪو به سڄاڳ انسان پنهنجيءَ انهيءَ قابل رشڪ تهذيبي حيثيت کان پاڻ کي هڪ گهڙيءَ لاءِ به محروم رکڻ لاءِ تيار نه آهي.

”غور ته ڪريو: ڪٿي وڻن جي ٻڻن ۽ جانورن جي کلن سان پنهنجي اوگهڙ ڍڪي، ڇِرن ۽ جهُوپڙين ۾ رهڻ وارو زمانو، ۽ ڪٿي وڻندڙ ۽ دلفريب پوشاڪون پهري، ۽ آسمان سان ڳالهيون ڪندڙ اوچن محلاتن ۽ عمارتن ۾ رهي، پنهنجيءَ هن جيئريءَ جاڳنديءَ زندگيءَ کي جنت بڻائڻ جو ڪارنامو!- اهو سڀڪجهه ڇا آهي: هيءَ فقط انسان جي پنهنجي خودنمائيءَ ۽ خودستائيءَ جي احساس جون ئي ڪرشمه سازيون آهن! - ”آرٽ آف لونگ“ ڪتاب تان ورتل اقتباس

# ادبي خط

[ ڀاءُ جمال، اوهان جو افسانو ”بدمعاش“ پڙهيل اٿم - ڏاڍو وڻيم. اهڙيءَ سهڻيءَ چيز
جو داد جيڪر هڪدم ڏيان ها، پر هڪ ٻه نُڪتا اهڙا هئا، جن لاءِ ٻه چار ڳالهيون
عرض ڪرڻ ٿي گهريم، ان ڪري دير ٿي ويئي.

افسانيءَ ۾ جن ڳالهين تي مون کي عرض ڪرڻو هو، سي هونئن ته اهڙيون حقيقتون
آهن، جن کان اسان جو موجوده سماج آجو ڪونهي، ۽ پلاٽ جو حصو پڻ بڻجي سگهن
ٿيون؛ پر ادبي ۽ فني لحاظ کان انهن کي هن افسانيءَ ۾ ڪيئن آڻڻ کپي، تنهن تي
ٻيهر غور ڪرڻ لاءِ عرض ڪرڻ مناسب سمجهان ٿو. افسانيءَ ۾ پوليس جي ظلم جو
هڪ ٻه واقعو، ۽ آخري منظر - جيل جي روش - ڪجهه اهڙي موقعي ۽ پس منظر ۾
آيل آهن، جي پڙهندڙ کي حسي اذيت ٿيون رسائين، ۽ منهنجي خيال ۾، افسانيءَ
جي فني بيهڪ ۽ آخرين تاثر کي ضرب پهچائين ٿيون. پوليس جون وحشي ڪارروائيون
۽ جيل جو بهيمانه رويو حقيقتون ته آهن، پر انهن کي اديب ڪيئن ۽ ڪهڙي موقعي
تي پيش ڪري، اها هڪ سوچڻ جهڙي ڳالهه آهي.

منهنجي نظر ۾ زندگيءَ ۾ هڪ ”حقيقت“ ڪيتري به بڇان آڻيندڙ هجي، ڪيتري به
ڪريهه - منظر هجي، ان کي ادب ۾ پيش ڪري سگهجي ٿو؛ پر ان کي ادب ۾ آڻڻ
وقت اديب کي ڪي نفسياتي نڪتا سامهون رکي، انهن کي ڇنڊي ڇاڻي، مناسب
انداز ۽ مؤثر نموني ۾ پيش ڪرڻو پوندو.

اوهان ٻه حقيقتون پيش ڪيون آهن - ۽ جن لفظن ۾ پيش ڪيون آهن، انهن لفظن کان
وڌيڪ مناسب ۽ موزون لفظ شايد ئي ملي سگهن؛ ۽ واقعي اسان جي پوليسي راڄ ۾
انهن کان به وڌيڪ وحشتناڪيون نظر اينديون. پر، انهن جي پيش ڪرڻ جو موقعو
۽ محل - خاص ڪري سڀ کان آخرين واقعي جو - اهڙو ته اڻ سهائيندڙ مون کي
لڳو، جو پڙهڻ کان پوءِ سمجهيم ته روح کي ڪنهن ڇڙ مُٺ ۾ جهلي وٺي ڪٽي
پوسائيو هجي. اها ته ذهني ڪوفت ۽ عذاب محسوس ڪيم، جو سمجهيم ته ڄڻ انسان جو
جيڪو امتيازي ۽ بنيادي شرف آهي، تنهن کي ڪنهن ختم ڪري ڪٽي ڦٽو ڪيو هجي.
جيتري قدر آءٌ سمجهان ٿو، اوهان جو ڪردار ’بدمعاش‘ جنهن ماحول جي پيداوار آهي،
اهوئي سندس انهيءَ گناهه جي ذوق کي پڪائڻ لاءِ جوابدار آهي. اوهان پڙهندڙن
جي دلين ۾ انهيءَ ڪردار لاءِ همدردي ۽ رحم پيدا ڪرڻ واسطي، سندس ماحول کي

چٽيو آهي ته چاڪاڻ ته سموري زندگي هو پيار، همدردي، انسانيت جي ورتاءَ ۽ پنهنجائپ جو بکيو بڻي رهيو آهي- انهيءَ نفسياتي بک جي ڪري، هن جو ڪردار گناهه ۽ انسانيت جي خلاف ڪمن ۾ اڀري ٿو. انهيءَ لاءِ درجي بدرجي اوهان مرحلا مقرر ڪيا آهن، جتان هو وڏيڪ گهاوَ کٽي، وڌيڪ چٽو ٿيڻ لڳي ٿو. ساڳئي وقت، انهيءَ سموري عرصي ۾ اوهان پڙهندڙن جي دلين ۾ هن لاءِ همدردي، پنهنجائپ ۽ قرب پيدا ڪندا رهيا آهيو- تان جو جڏهن هو آخرين طرح جيل ۾ وڃي ٿو، تڏهن پڙهندڙ لاءِ هو هڪ نهايت عزيز ۽ عزت واري چيز بڻجي پوي ٿو. عين انهيءَ گهڙيءَ، اوهان جيلر کان هن جي ذاتي عزت نفس ۽ شرف انسانيت کي جنهن نموني ذليل ڪرايو آهي، اها ڳالهه پڙهندڙ لاءِ سڄي افساني جي رخ کي منجهائي ٿي ڇڏي، ۽ هو انتهائي اذيت جي احساس سان افساني کي هٿان ڦٽي ٿو ڪري. ائين ڪرڻ ۾ اوهين ڪيتري قدر حق بجانب هئا، ۽ منهنجي ذهني رد عمل سان متفق آهيو يا نه- ان لاءِ هن وقت آءٌ ڪجهه چئي نٿو سگهان.

مهرباني ڪري انهن ڳالهين ۾ منهنجي ڪجهه رهبري ڪندا.

[- اوهان جو، محمد ابراهيم جويو]

( ۱ )

رسول بخش پليجو

-سائين، "مهراڻ" جي هلندڙ سال جي ٻهرينءَ اشاعت ۾ شايع ٿيل جمال ابڙي جي افساني "پشو پاشا" کي پڙهڻ جو موقعو مون کي ڇهڇڻ کان اڳ- لاڙڪاڻي ۾ مسودي جي صورت ۾ نصيب ٿيو هو، ۽ افساني جو بيباڪ روح، انوکو موضوع ۽ دل-لڀائيندڙ عبارت ۽ ٻولي بيحد پسند آيا هئم. ساڳيءَ اشاعت ۾ جمال ۽ اوهان جا دلچسپ خط به شايع ٿيا هئا، انهيءَ ڪري ايندڙ اشاعت جو منتظر هوس ته من دوست افساني يا خطن تي تبصرو ڪن. پر ڏٺم ته ڪنهن به اڃانهن پورو توجهه ڪونه ڏنو. آءٌ شايد جمال جي فن جي ٻهرين پرستارن مان آهيان، ۽ شايد آءٌ ٿي ٻهريون پڙهندڙ هوس، جنهن سندس ٻهرئين افساني کي پڙهي، هن اڳتي هلي مشهور ٿيندڙ سنڌي افساني نگار کي خط لکي خراج تحسين ڏنو هو. ان بعد هن صاحب، منهنجي درخواست تي، مون کي پنهنجا بهترين افسانا "پيراڻي" ۽ "خميسي جو ڪوٽ"، "صداقت" لاءِ عنايت ڪيا. مون کي ٻن سنڌي فنڪارن جي فن تي تفصيلي طور لکڻ جي زبردست تمنا رهندي آئي آهي- اياز ۽ جمال. مون کي آرزو آهي ته ڪنهن ڏينهن پنهنجي وطن وارن کي سنڌ جي گودڙيءَ جي هنن لالن جي صحيح قدر ۽ قيمت

ڪڻي ٻڌائي سگهان- خير. اڄ ڪيترن ڏينهن بعد جمال جي هڪ تخليق تي ڪجهه چوڻ جو موقعو مليو آهي. سچ ۾ هي آهي، جو سوچيان ويٺو ته هن دفعي جيڪي مون کي لکڻو پوي ٿو، سو ڪو ٻيو لکي ها ته چڱو!

"پشو پاشا" جو مقصد هڪ اهڙو مثالي ڪردار پيش ڪرڻ آهي، جو نه فقط اسان منجهان ۽ اسان جو هجي، پر ساڳئي وقت اسان جي اڳواڻي ۽ رهبري به ڪري، اسان کي موجوده پستيءَ ۽ ذلت جي حالت مان ڇوٽڪارو ڏياري ۽ اسانجين آسن ۽ اميدن کي حقيقت ۾ بدلائي ڏيکاري. ان جو مقصد، سماج جي غير انساني ماحول ڏانهن اشارو ڪرڻ جي بدران، ان کي عمل ۽ جدوجهد جي وسيلي بدلائڻ ۽ ختم ڪرڻ جي راهه ڏيکارڻ آهي. "پشو پاشا" عوام جي ڪامياب جدوجهد جي ڪهاڻي آهي.

اچو ته ڏسون ته "پشو پاشا" جو هيرو ڪهڙين مثالي وصفن جو مالڪ آهي، ۽ هو ڪهڙن وسيلن سان پنهنجي مقصد کي پهچي ٿو. اچو ته ڏسون ته افساني ۾ اسان کي ڪهڙي قسم جي عملي جدوجهد جي دعوت ڏنل آهي.

"پشو، قدرت جي اڻ-گهڙيل تخليق هو...... ڏسندي ڏسندي جوان ٿي ويو، ته به جهڙو ٻار! ڪنهن کي ڇڪ، ڪنهن کي رهڙ- پيو اُڇلون ڏيندو ۽ ڇالڪندو! رحمدل به هڪڙوئي هو": ويندي توڙ تائين، سندس ڪردار ۾ اها جذباتي ڇلولائي ۽ هلڪائي نظر اچي ٿي. سندس سياسي فهم ۽ تدبر جو ثبوت سندس لنبين ناٽڪي تقريرن کان سواءِ ٻيو ڪونه ٿو ملي. سندس موجوده دور جي حقيقتن جي ڄاڻ جو عالم اهو آهي، جو نه ٻڌا نه ڳاڇا، سڌو وڃي هڪ اڻ-ڏٺل-وائلڊ سيٽ کان قرض گهريو اٿس، ۽ هن جي نه ڏيڻ تي سچ جي پيو آهي، ۽ بنا پئسن جي وڪيل ٻڌڻ ويو آهي! سياسي تنظيم جو ذڪر ئي فضول آهي.

سندس انقلابي بڻجڻ جو سبب به دلچسپ آهي. ڳوٺ جي وڏيري کي سندس چلولايون پسند نه آيون: باقي جو ڪيس پنهنجي ڌيءَ سان عشق ڪندو ڏٺائين، سو ڪاوڙجي پيو. تنهن تي البئشت پيدا ٿي پيئي، ۽ وڏيرو هن کي ڇڏي وٺي پين اوڙي پاڙي جي ساٿين تي ظلم ڪرڻ شروع ڪيا. تنهن تي سمورن ساٿين پشوءَ سان ملي جدوجهد ڪئي، ۽ نيٺ فتح پاتائون - يعني وڏيرو پنهنجي ڌيءَ سان عشق ڪرڻ جي اجازت ڏي ها، ته انقلاب جي نوبت ئي نه اچي ها.

بهرحال، فقط وڏيري جي ختم ٿيڻ جي دير هئي، اک-ڇنب ۾ خوشين ۽ راحتن جي بارش ٿي ويئي. سواءِ ڪنهن قسم جي تنظيمن جي، سواءِ رنڊڪن ۽ تڪليفن جي، سواءِ غلطين ۽ ناڪامين جي، جڻ ڪنهن اسم اعظم جي ڦيٽي سان راتو واهه صدين جون لعنتون، قديم عادتون، رسم و رواج جون پيڙهيون ۽ اقتصادي پستيون الائي ڪيڏانهن غائب ٿي ويون.

مطلب ته "پشو پاشا" مان پڙهندڙن تي اهو اثر ٿو وهي ته ملڪ جي نظام بدلائڻ لاءِ صرف هڪ چيڳري، جهنگلي، الڙ ۽ ضدي پهلوان جي ضرورت آهي، جو ڪنهن من-موهڻيءَ

نازنين جي عشق ۾ نوڪر ڪالي، بغاوت تي آماده ٿي وڃي، ۽ پوءِ زوردار تقريرن سان قوم کي ميدان جنگ ۾ آڻي بيهاري! سياسي تنظيم، اقتصادي ۽ سياسي نظرين ۽ تحريڪن جي بکيڙن ۾ پوڻ جي ڪا ضرورت ڪانهي.

ظاهر آهي ته هن قسم جي ماڻهوءَ کي پنج سَو سال اڳ ڪيڏي نه عزت سان چوڻ ڏئو وڃي ها، پر ڪم از ڪم اجوڪي دور جي پيچدار مسئلن ۽ تاريخي مقصدن لاءِ ميءَ ماڻهو ڪنهن به صورت ۾ هڪ فلم-ائڪٽر ڪان وڌيڪ ڪارآمد ٿي نٿو سگهي. درحقيقت اجوڪي دور کي هوڙن ”ممتاز-دمسازن“، ’اجانعالمن‘ ۽ ”حاتم طائين‘ جي نه، پر آزمايل سائينسي ۽ اقتصادي نظرين سان هٿيار-بند جاندار تحريڪن ۽ زندگيءَ جي ڪوري ۾ تپي ڪندن ٿيل دانشور ۽ دانا مجاهد رهنمائن جي ضرورت آهي، جي تاريخ جي نبض کي سڃاڻندا هجن ۽ ان جي هر هيناهينءَ مٿاهينءَ کان واقف هجن. مطلب ته ”پشو پاشا“ ۾، موجوده دور جي حقيقتن ۽ پيچدار تقاضائن کان ڀڄي، خيال پرستيءَ ۽ افراد پرستيءَ جي قديم غارن ۾ پناهه ورتل آهي.

افساني جي عبارت ۽ ٻولي نهايت حسين ۽ لطف پري آهي، ۽ واقعات-نگاري بيحد چُبندڙ آهي.

مجموعي طور، افسانو هڪ دليريءَ واري ڪوشش آهي، جا ناڪام ثابت ٿيڻ جي باوجود يقيناً نين ۽ اڳين کان وڌيڪ ڪامياب جو نه پيش خيمو ثابت ٿيندي.

”پشو پاشا“ هڪ خاص ادبي ۽ ذهني لاڙي جي چغلي هڻي ٿو، جنهن لاءِ ڪو نالو نه رکيو اٿن، پر مٿان ”ڪنر مَلِڪي“ جي الزام هيٺ اچان، تنهنڪري رڳو ان جي حقيقت ۽ جنهن پس منظر جي اهو پيدائش آهي تنهن بابت ٻه اکر لکڻ تي صبر ڪريان ٿو.

وچولي جاگيرداريءَ جي زماني ۾ جڏهن عام انسان سلطانن، خليفن، بادشاهن ۽ شهنشاهن جا ٺڪن ورتل پاڻها ليکيا ويندا هئا، ۽ سندن بهتر زندگيءَ جي خوابن جي سچي ٿيڻ جي ڪا صورت ڪانه هئي، تڏهن اديب پنهنجي اميدن ۽ آرزوئن جو اظهار ڪرڻ لاءِ، ’حاتم طائي‘ ۽ ’امير حمزي‘ جهڙن ڪردارن وسيلي، ’بو قلمون‘ جهڙن جادوگرن جي جادوءَ جي ڪوتن کي ڪيرائي، سج چنڊ کي شرمائيندڙ مجبور محبوبائن کي آزاد ڪرائي، جذباتي تسڪين حاصل ڪندا هئا. ان بعد، جنن ۽ پرين کي ڇڏي مٿين طبقي جي اميرزادن ۽ اميرزادين جي عشق جي داستانن لکڻ جو رواج پيو. اهڙيءَ طرح، اديب پنهنجي روزمره جي زندگيءَ کان ڀڄي، خيالن جي ڪاڪ آڏيندا رهيا.

١٩ صديءَ جي آخر ڌاري، نيٺ اديبن پنهنجي ماحول تي نظر دوڙائي ان سان پنهنجا موضوع وٺڻ شروع ڪيا - تان جو انگلنڊ ۾ چارلس ڊڪنس، فرانس ۾ ايمل زولا، ناروي ۾ ڊسن، جرمنيءَ ۾ ٿامس مئن، روس ۾ ترجنيف ۽ چيخوف، وغيره جهڙن اديبن عوام جي زندگيءَ کي حقيقت-پسنديءَ سان فن جي قالب ۾ آڻي جي هنر کي معراج تي پهچايو.

ادب جو نئون دور انقلابي حقيقت-نگاريءَ سان شروع ٿيو، جنهن نه رڳو ماحول جي ڀيانڪ پهلوئن کي پيش ڪيو، مگر ان جي روشن امڪانن کي به اجاريو، ۽ ڏيکاريو ته انسانيت ڪيئن گندين نالين، ڪراهت جهڙين واٽن، خطرناڪ ڀڃرن ۽ اٿانگين لاهين چاڙهين مان لنگهندي، ڦڙندي ٿاٻڙندي، ڪڏهن منهن ڀر ڪڏهن پيرن ڀر، ڪڏهن ٽڪي ته ڪڏهن ڊڙي، اٽل يقين سان، روشن مستقبل ڏانهن وڌي رهي آهي.

جيئن ته هن دنيا جي ادبن کي زندگيءَ تي مڪمل ڀروسو آهي، تنهنڪري هنن ان جي اونداهين گهٽين ۽ ته‌خانن توڙي روشن شاهراهن کي بيخطر پيش ڪيو. انهيءَ ۾ ڪين سندن اٽل ڀروسي سان گڏ سندن حياتيءَ جي حيرت‌انگيز ۽ ڳوڙهيءَ ڄاڻ به زبردست مدد ڏني.

جڏهن اڌ-پڪن ۽ تجربو ڪندڙ قلمن انقلابي حقيقت-نگارن جي پيرويءَ جي ڪوشش ڪئي، تڏهن زندگيءَ جي گهري پروڙ جي گوشت يا فن جي سٽ جي گهٽتائيءَ ڪري، سندن تخليقات جو ڪاڏو يا ته ٻڙڪي مٿي رب تي پئي يا وري مرچن جو ڪاڙهو! رڳو اميد جي مثال يا غم جي مصالح تي پاڙيندڙ اديب، اهڙيءَ طرح، پنهنجي تجربي ۾ بريءَ طرح ناڪام ٿي، يا "نظرين" تي ڦاوڙ ڇنڊڻ يا ڀڙهندڙن جي رجعت-پسنديءَ جو ماتم ڪرڻ لڳا.

اسان جي سنڌ جا اڪثر اديب وچولي طبقي جا ملازم آهن، جن کي عام زندگيءَ جي سچين پچين، ڪڙين توڙي مٺين حقيقتن جي خير ڪا خبر آهي. هنن جي ڄاڻ جو دارومدار گهڻو ڪري ڪتابن ۾ پڙهيل ادبي 'فارمولائن' تي آهي، جيڪي مڪاني حالتن سان هروڀرو ٺهڪي نٿيون اچن. اسان جا دوست، لائبررين جي زور تي، 'هاورڊ فاسٽ' ۽ 'گورڪي' تن جي ڪوشش سان آخر ڪڪ ٿي، زندگيءَ ڏانهن موٽيا: مگر هتي جي زندگيءَ ۾ ڪاميابي انقلاب ۽ بيداريءَ جا چين ۽ يورپ جهڙا نمونا نه ڏسي، هنن ڪاوڙ مان سنڌ جي حقيقي 'هيروئن' کي ڏيهه-نيڪالي ڏيئي پنهنجا خيالي هيرو بڻائڻ شروع ڪيا آهن- وچولو طبقو، جو هميشه مٿين ۽ هيٺين طبقن جي وچ ۾ ٽنگيل رهندو آهي، سو هونئن به اڪثر انتها-پسند ٿيندو آهي.

ظاهر آهي ته اسان جي خاص تاريخي حالتن سبب، اسان جو هيرو هن دور ۾ مڪمل ۽ چٽيءَ طرح ڪامياب ٿي سگهي ئي نٿو؛ جو ته جڏهن عوام ئي فاتح ڪونهي، تڏهن ان جا نمائندا ڪيئن فاتح ٿيندا! پر ان جو مطلب اهو ڪونهي ته اسان جو هيرو اخلاقي طور به ڪامياب نه ٿئي، هر هنڌ شڪست کائي، هر منزل تي ٺوڪر کائي، يا اڳتي قدم اصل نه وڌائي؛ يا ٻئي پاسي مردار طاقتون وقار نه وڃائين ۽ ناڪام نه ٿين: پر شرط هيءَ آهي ته انهن کي پيش ڪندي، ترت-ڪاميابيءَ جي حرص ۾ حقيقتن جي زمين تان پير نه ڪڍي ڇڏجي.

## ( ٣ )

جمال ابڙو

ادا سائين، اوهان جا ٻئي خط پهتل اٿم. اڄڪلهه لکڻ تي دل ئي ڪانه ٿي ٿئيم- الائي ڇو. لکڻ پڙهڻ جا به ڪي وارا آهن، الائي ڇا: اندر صفا کوکلو، خالي خالي- نه جذبو

نہ احساس، نہ اٹڻ! اڳي تہ ٿورڙي ٿڪي رڳن ڪي ڇيڙي ڇڏيندي هئي؛ اندر ۾ ولوڙ، ٿڪو، چر ۽ ڀاڪ، نڪاءَ ڏيئي ٻاهر نڪرندا هئا- ڇڻ جوالا ڦاٽو! هاڻي تہ جلي وسامڻ ڪان پوءِ وارو دونهون بہ ڪونهي؛ رڳي رَڪَ- مٽي ۽ سردار...... سو لڪڻ ۾ دير ڪير.

"بدمعاش" جي باري ۾ اوهان جون ترميمون پڙهيم. پڙهيو مانو نہ، تہ دل ٽٽي، دماغ ٽٽو، لڳ ٽڏا- سو هيءُ سڄو عرصو ٽڏائيءَ سان ئي ويچاريم. اوهان جي ڳالهہ سچي سچي، پر منهنجي دل مڃيئي نہ- شايد ٽڏ لڳي هجيس!

"بدمعاش" لکي، مون ڇڻ تہ هڪ وڏو سوال ڪيو آهي تہ "بدمعاش ڪير؟ -آهو جو نوڪرون ٿو ڪاڻي، يا اهو جو نوڪر ٿو هڻي؟" پيار ۽ محبت جو بکيو، عزت ۽ مان جو بکيو انسان، اونداهيءَ ۾ ٿاڦوڙا هڻي هڻي آپري ٿو- (اها انسان جي ازلي چڱائي آهي)؛ گندو ڍونڍ جهڙو ماحول هن کي سهارو تہ نٿو ڏئي، پر لت هڻي اچا بہ هيٺ ڪيرائي ٿو. انسان ڪٿي سڙي، پڄي، جلي، سون ٿي نکري، پر انصاف جا ٺيڪيدار، قانون جي ڏنڊيءَ جا مالڪ، هن کي 'بدمعاش' ٿي سڏين ٿا. مان انهن لنگڙن ٺيڪيدارن کي ڪيڏانهن ڪريان؟ مان انهيءَ شيطاني ڏنڊيءَ کي ڪٿي رکان؟ اهي سوئر جا وَڇَ ضرور چيريندا- پيو ڇا ڪندا! اوهان ڀانيو ٿا تہ ڪوئي پٽلي پاڻ آيو تہ اهي وَڇَ ان کي اکين تي رکندا؟

اوهان کي ڪريپ ۽ بچان ڪنهن ڪان ٿي اچي- لنگڙي حاڪم ۽ سندس ڏنڊيءَ ڪان، يا بدل ۽ اونڌي ٽنگيل انسان ڪان؟ جي لُولي حاڪم ۽ سندس شيطاني ڏنڊيءَ تي بچان ۽ ڪاوڙ ٿي اچيوَ، تہ مون کي بہ اهوئي چوڻو آهي!

انساني عزت ۽ وقار کي ڪنهن ذليل ڪرايو آهي- مون يا ماحول؟ ڇا آوهين ڀانيو ٿا تہ انساني عزت ۽ وقار شيطاني ڏنڊيءَ جي زد ڪان محفوظ آهي ڇا؟- يقيناً نہ. هڪ انسان جڏهن شخصي بغض ۽ ڪيني کي نهوڙي، وسيع- نظر ۽ وسيع- قلب ٿو بڻجي، تڏهن بہ هين ماحول ۾ هو ۽ هن جي عزت سلامت نہ آهن. مان فرض ادائيءَ ڪان ڪُسان ها، جيڪڏهن پنهنجي ڪردار کي هڪ 'هيرو' بنائي، پڙهندڙن تي ٽڏو چندو هئي ڇڏيان ها: حقيقي دشمن نہ رڳو غائب ٿي وڃي ها، پر هڪ غلط فهمي بہ پيدا ٿئي ها تہ ڪو چڱو فرد، جهڙي گندي ماحول سان هڪ خاموش راضينامو ڪري، جي سگهي ٿو. اهو دوکو آهي: هي گندو سماج نہ ڪنهن سان راضينامو ڪندو، ۽ نہ ان سان راضينامو ڪرڻ گهرجي.

جيڪڏهن انساني جو ٻيون حصو ڪڍي ٿو ڇڏيان، تہ نوڪر هئندڙ (۽ الٽو 'بدمعاش' چوندڙ) گم ٿي ٿو وڃي- آءٌ اها ڳالهہ ڪيئن ٿو قبول ڪري سگهان! باقي ٻولي، مون ڪان جيترو ٿي سگهيو آهي تہ ڍڪيل ڪم آندي اٿم.

بهرحال، ضرورت آهي تہ مون کي اچا بہ تفصيل سان سمجهايو وڃي. ڏسو نہ! لکندڙ، نقاد ٿي نٿو سگهي: يا تہ لکندڙ کي بہ ڪجهہ آزادي ڏيو، ۽ نقاد کي بہ چوٽ ڇڏيو- اهو ادب جي واڌاري لاءِ چڱو ٿيندو.

هلندڙ سال جي ”مهراڻ“ جو پيو نمبر پرچو ٽيون ڏينهن مليم. تنقيدي خط پڙهي ڏاڍي خوشي ٿي. اهو سلسلو جاري رهيو، ته ڏاڍو ڪارائتو ٿيندو. اوهين ضرور ٿين ڇمتائيندا.

شيخ راز صاحب جي، افساني جي فن تي رائزني استادانه آهي - اها اسان لاءِ مشعل راه بنجندي. اميد ته اڳتي به هو صاحب رهنمائي ڪندو رهندو. افساني ۾ پلاٽ جي اهميت کان انڪار نٿو ڪري سگهجي. آءٌ پانيان ٿو ته اسان جي اڳين خطن ۾ ماحول ۽ ڪردار کي افساني جو بنياد نه ٺهرايو ويو آهي، پر هڪ افساني نويس لاءِ پنهنجي بنيادي نظريي کي ظاهر ڪرڻ لاءِ اهي ٻئي به پهلو اهم سمجهيا ويا آهن، جن کي تختهءِ مشق بڻائي ٿو سگهجي.

’پشو پاشا‘ تي پانو حفيظ ۽ پيڻ شمس صديقيءَ جي تنقيد پڙهيم. پاءُ حفيظ ته ٽائين پهچڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ۽ ان ۾ گهڻي قدر ڪامياب ويو آهي. البت ’پشو پاشا‘ جي باري ۾ هڪ عرض ڪندس. افساني جو رڳو هڪ قسم ته نه آهي؛ نڪي افساني نويسن کي پڌي ڇڏيو ته صرف هڪ قسم جو افسانو لکن. اهو افساني نويس تي ڇڏيل آهي ته هو پنهنجا نظريا ڪهڙي به قسم جي افساني سان ظاهر ڪري. پوءِ تنقيد به انهن حدن اندر ڪجي: مثلاً ڪرشن چندر جو ’ڪالا سورج‘ هڪ خيالي افسانو (Phantasy) آهي - ان تي مصنوعي هجڻ جو الزام رکي نه سگهبو. البت، هو ان ۾ ڪيتري قدر ڪامياب ويو آهي، سو تنقيد جو موضوع ٿي سگهي ٿو. ”پشو پاشا“ سنڌي ماحول جي، يا ڪا حقيقتن تي پڌل آڪاڻي نه آهي. هڪ خيالي پهاڙي رياست جي باشندن جي ڪهاڻي آهي. انهيءَ پس منظر جو فائدو وٺي، ڪي نظريا پيش ڪيا ويا آهن. مقصد آهي ته ڪي خشڪ نظريا، آڪاڻيءَ نموني، وڻندڙ ٻوليءَ، جاذب لفظن ۽ اثرانداز طرز سان پيش ڪجن، جيئن پڙهندڙن جي دلين ۽ دماغن ۾ چڀي وڃن. آيا، پشو ۽ پشوءَ جا پهاڙي ساٿي، جبلن ۽ ماٿرين تي هٿيارن جي جهنڪار، گوٺاڻن جو ايڪو ۽ ٻڌي، ٽپائي ليڊرن جون ڦڙتيون، نازوءَ جا آلاپ ۽ هزارن پشو پاشائن جو اٿي ڪڙو ٿيڻ - اهڙا منظر آهن، جي پڙهندڙن جي دلين ۽ دماغن تي هڪ اڻلکو نقش ڇڏي ڇڏين؟ - انهن موضوعن تي ۽ ٽيڪنيڪ وغيره تي ڪافي تنقيد ڪري سگهجي ٿي. پشوءَ کي مون ’پير‘ ڪونه ڪيو آهي. انهيءَ ڊپ کان، مون رڳو سندس شخصيت کي ڦاسيءَ تي لٽڪائي، نوان پشو، نون امنگن سان اڏامندا ڏيکاريل آهن.

پانو حفيظ ڏاڍي سهڻي ۽ صحيح ڇنڊڇاڻ ڪئي آهي. مان وڏيڪ ڪهڙو جواب ڏيان. البت اها سمجهائي ڏيڻ ضروري ٿو سمجهان ته جيستائين ”بلو دادا“ ۽ ”شيدو ڌاڙيل“ کان متاثر ٿيڻ جو سوال آهي، ته اهو صرف نظرياتي اختلافات تائين محدود هو.

پيڻ شمس صديقيءَ جي رسالي جي مواد تي تنقيد نهايت وڻندڙ ۽ تعميري نوع جي آهي. محترمه جيڪڏهن وڌيڪ ٽائيم ڏيئي، چڱي چوکي تنقيد ڪندي رهندي ته اسان ٻارن گهڻن جو ڀلو ٿيندو. مون کي ته سڀ دوست چوندا هئا ته ”تنهنجي ٻولي تمام ٺاهوڪي آهي“ - هاڻي اکيون کليون ته وڌيءَ خبرداريءَ جي ضرورت آهي!

ادا سائين، هيءُ پرچو به اڳين پرچن جيان پنهنجو مٽ پاڻ آهي. شعرن وارو حصو ته چٽڪن سان پريو پيو آهي. ”اسين اڻ سونهان سونهون“ ڇني، ”تنوير“ اسان جو عوامي توتن ۾ ايمان تازو ڪري ڇڏيو آهي. هن ننڍڙي ساٿيءَ کي هيڏو حوصلو ۽ هيڏو ايمان!......
وڻ وڄائي ڇڏيائين!

اوهانجو........

# سنڌي نثر مان مثالي ٽڪرا

—"هر ڪنهن قوم جي ترقي يا سڌارو سندس زبان جي وسعت تي گهڻو دارومدار ٿو رکي. جيڪڏهن زبان زنده آهي، ته اها قوم جي هر فرد ۾ زندگيءَ جو روح ڦوڪي سگهي ٿي." (عثمان علي انصاريءَ جي ڪتاب "گمراه دوست" تان ورتل؛ چونڊيندڙ: موتيرام سونيجي.)

—"اها حقيقت آهي ته تاريخ هميشه پاڻ دهرائيندي آهي. الله ۾ آس آهي ته سنڌي ٻوليءَ لاءِ اچوڪو ماٺو دور به عارضي ثابت ٿيندو، ۽ سنڌي ٻولي، ادب ۽ تهذيب وري به اوج ماڻيندا." (موتيرام سترامداس راموائي: خيرپور اسٽيٽ اسٽوڊنٽس فيڊريشن، ڪراچي، جي ڇاپيل ڪتاب "لطيفي لاتيون" جي مهاڳ تان ورتل؛ چونڊيندڙ: موتيرام سونيجي.)

—"حب الوطني رڳو وطن کي سنڀارڻ يا ملڪ لاءِ مرڻ ۾ ڪانه آهي، نڪي رڳو راڄنيتي تحرڪ هلائڻ ۾ آهي، پر پنهنجي ديس جي ساهتيه جي واڌاري ۾ به آهي." (نانڪرام ڏرمداس ميرچنداڻي: "سنڌي ٻوليءَ جو اڀياس" تان ورتل؛ چونڊيندڙ: موتيرام سونيجي.)

—"انساني تاريخ هميشه هيءَ ڳالهه ثابت ڪئي آهي ته جڏهن 'ڪوڙ' تخت تاج جو وارث ۽ طاقت ۽ اقتدار جو مالڪ بڻجي، سماج ۾ ظاهر ٿيندو آهي، تڏهن 'سچ' ويچارو پنهنجي وجود کي مخفي رکڻ جي ڪوشش ڪندو آهي؛ ورنه ڪيس يا ته ڦاسيءَ جي تختن تي لٽڪڻو پوندو آهي، يا قيد و بند جي اونداهين چوديوارين اندر پنهنجي زندگيءَ جا آخرين لمحا ڪاٽڻا پوندا آهن. ان حالت ۾، ميدان خالي ڏسي، ڪوڙ پاڻ کي 'سچ' ڪري مشهور ڪرائڻ ۽ مڃارائڻ جي ڪوشش ڪندو آهي: ۽ ڇاڪاڻ ته ڪوڙ کي ذاتي طرح زنده رهڻ ۽ مقبول عام ٿيڻ جي ڪا صلاحيت نه آهي، تنهنڪري هو پنهنجي وجود کي محض جبر، تشدد ۽ ڏنڊي بازيءَ جي وسيلي ئي محفوظ رکڻ ممڪن ڄاڻندو آهي. انهيءَ صورتحال ۾، ڪوڙ جي هٿان هيسايل ۽ آزاربل انسان، عام طرح، ظاهري طور، ڪوڙ جي بيعت ۽ فرمانبرداريءَ جو دم ڀريندا رهندا آهن؛ پر ڇاڪاڻ ته انسان جي فطرت کان هيءَ ڳالهه بعيد آهي ته هو ڪوڙ کي سچ تسليم ڪري، تنهنڪري عام انسان پنهنجي منهن ۾ مخفي طرح ڪوڙ کي ڪوڙ ۽ سچ کي سچ سمجهندا محسوس ڪندا ۽ ظاهر ڪندا ايندا آهن. ظاهري طرح ڪوڙ جي مدح گوئي، ۽ مخفي طرح سچ جو اعتراف — هيءَ آهي اها عام منافقي، جيڪا جڏهن ڪنهن سماج ۾ چوڌاري پکڙجي ۽ ڦهلجي ويندي آهي، تڏهن ائين سمجهجي ته اهو سماج هڪ نئين انقلاب لاءِ تيار ۽ منتظر آهي، جنهن ۾ ڪوڙ جي تخت ۽ تاج جو تاراج ۽

برباد ٿيڻ ۽ طاقت ۽ اقتدار جو مليا ميٽ ٿي وڃڻ، هڪ يقيني امر آهي“. [محمد ابراهيم ايم. جويو جي ڪتاب ”ايملي عرف تعليم“ جي صفحي ٣٥-٣٦ تان ورتل؛ چونڊيندڙ: محمد دائود بلوچ]

—”دنيا جي سڀني وڏين خرابين مان هڪڙي اها آهي، ته ماڻهو وسهن ٿا ته انسان کي محتاج ۽ مفلس رهڻ لاچاري ۽ ضروري آهي—سندس وس ڪونهي. گهڻن ماڻهن کي پڪ آهي ته ڪي ماڻهو ته ضرور غريب ۽ محتاج هئڻ گهرجن، ۽ چاهن ٿا ته اسان کي خدا غريب پيدا ڪيو آهي: پر جڏهن ڏٺيءَ سڀوري ماڻهو ٿي رڳيو ۽ پيدا ڪيو، تڏهن ونس غريبي يا احتياج يا ٻي گهٽتائي ۽ ڪوتاهي ڪاڻ هئي. هن زمين تي غريب ۽ مفلس ماڻهوءَ جي هئڻ جي ڪا ضرورت ڪاڻ آهي. زمين ۾ بي انداز گهڻائي ۽ دولت ۽ موجودات جا اهڙا وڏا انبار موجود آهن، جن جي اسان کي اڃا خبر ئي ڪانهي. اسين جڻ ته ”اڃ“ جي ڪري ۾ بُک پيا مرون، ۽ درياهه جي وچ ۾ اڃ پيا مرون—رڳو انهيءَ ڪري، جو ناآميدي ۽ ملولائيءَ جا خيال ڪري، پاڻ تي بندش ٿا رکون!“ [مرزا قليچ بيگ مرحوم جي ڪتاب ”چڱي خيال جي ڪرامت“، ڀاڱو ٻهريون، تان ورتل؛ چونڊيندڙ: سعيده بانو اختر، سکر.]

—”عوام ڪير آهن؟ عوام اهي آهن، جو جيڪڏهن جاهل هوندا آهن، ته ڊڄندا آهن؛ جڏهن ڊڄندا آهن ته جهڪي پوندا آهن: پر جي علمي ميوو کائي، جَهل جي ٻڪ وڃائيندا آهن، ته چوڻ جي طاقت رکندا آهن؛ ۽ جي چوندا آهن ته ڪري ڏيکاريندا آهن.“ [مولوي محمد صديق ٽالپر جي ترجمو ڪيل ڪتاب ”بيداري نگري“ تان ورتل؛ چونڊيندڙ: قطب الدين صديقي، حيدرآباد، سنڌ.]

—”جيئن هرهڪ انسان کي مٽن مائٽن ۽ ٻين جي ضرورت هوندي آهي، ساڳيءَ ريت هن کي دوستن جي به گهرج ٿيندي آهي. انسان پنهنجي جيوت جو سڄو دارومدار سچن دوستن تي رکي ٿو. ڪيترا ئي اهڙا دلي ڳجهه آهن، جي پنهنجي ماءُ پيءُ، زال يا اولاد سان به اوري نٿا سگهجن؛ انهن جي اورڻ لاءِ ڪن سچن رازدار دوستن جي ضرورت هوندي آهي، ۽ انهن جي ئي مدد جو ڪپ ٿيندو آهي. جيتوڻيڪ اڄڪلهه جي دنيا ۾ سچن سنگتين، جي سرويچ هجن ۽ راز سانڍي سگهن، تن جو ڏاڍو ڏڪار آهي، پر تنهن هوندي به اها جنس اهڙي آهي، جنهن کان سواءِ ماڻهوءَ جي بلڪل سري ڪاڻ سگهندي. اڄڪلهه هڪ طرف سٺا سنگتي نٿا ملن، ته ٻئي طرف ماڻهن ۾ سٺن سنگتين جي صحيح چونڊ ڪرڻ جو حوصلو ڪونه رهيو آهي. جيڪو ماڻهو ٻاهريون ڏيک ويک رکي ٿو، لباڙي ۽ لباسي هجي، اهو ئي سڀني کي پيو سڀائي. اڄڪلهه منهن جو مٺو، زبان دراز ۽ پورو مطلبي ماڻهو ئي ٻئي تي پنهنجي سچائيءَ جو اثر جلد وهاري سگهي ٿو“. [محمد اسماعيل عرسائيءَ جي ڪتاب ”سنڌي سپاجهڙا“ تان ورتل؛ چونڊيندڙ: غلام محمد شيخ، ٽنڊو شهر، سنڌ]

# ايشيائي اديبن جي ڪانفرنس

دهليءَ ۾ تازو ٢٣ کان ٢٨ ڊسمبر تائين ايشيائي اديبن جي ڪانفرنس ٿي گذري آهي، جنهن ۾ ايشيا جي مشهور ۽ بزرگ اديبن، لکندڙن ۽ شاعرن، حصو ورتو. ان جو اکين ڏٺو احوال ”اسٽيٽسمن“، ”ٽائيمس آف انڊيا“، ”پاڪستان ٽائيمس“، ”امروز“ ۽ ”هندستان“، روزانين اخبارن تان اداري طرفان گڏ ڪري پيش ڪيو وڃي ٿو.

دهليءَ جي ”وگيان ڀون“ ۾ گذريل مهيني (٢٣-٢٨، ڊسمبر ١٩٥٦ع) ايشيائي اديبن جي ڪانفرنس ٿي گذري، جنهن ۾ سترهن ايشيائي ملڪن جا نمائندا ۽ هندستان جي سمورين وڏين ٻولين جا شاعر، اديب ۽ صحافي اچي شريڪ ٿيا هئا. انهن کان سواءِ، مغربي ملڪن جي به ڪيترن ئي نامور اديبن ڪانفرنس ۾، ”مبصرن“ جي حيثيت ۾، حصو ورتو.

اديبن جو ايڏو وڏو اجتماع ساريءَ دنيا ۾ اڄ تائين ڪڏهن به نه ٿيو آهي. ايشيائي اديبن جي ڪانفرنس ته تاريخ ۾ هيءَ پهريون ڀيرو ٿي آهي. ايشيائي اديبن جي هيءَ ڪانفرنس ”نئون ادب پيدا ڪرڻ“ لاءِ ڪانه سڏائي وئي هئي. هن ڪانفرنس جو خاص مقصد هيءَ هو ته ايشيائي اديب هڪ ٻئي سان متعارف ۽ واقف ٿين، ۽ پنهنجي پاڙيسري ملڪن جي ادب سان واقفيت پيدا ڪن. اها هڪ حقيقت آهي ته ايشيا جا ماڻهو، هڪ ٻئي جي ايترو ويجهو هوندي به، موجوده دور ۾، تهذيب ۽ ثقافت جي لحاظ کان، هڪ ٻئي کان ڪافي دور آهن. مغرب جي غلاميءَ ڪري، ايشيا جا ماڻهو مغربي تهذيب و تمدن کان واقف ٿيا. مشرقي ملڪن جي شهرن ۾ يورپ جي شاعري ۽ يورپ جو ادب پکڙجڻ لڳو- ۽ ٽالسٽاءِ ۽ شيڪسپيئر جهڙن عظيم اديبن جا نالا ننڍي وڏي جي زبان تي اچي ويا. اڄ به ڪراچي، دهلي يا رنگون جهڙن شهرن جي بازارن ۾، ڪتابن جي دڪانن ۾، سمرسيٽ ماهم ۽ هيمنگوي جهڙن نامور مغربي مصنفن جي ڪتابن جا ڍير لڳا پيا آهن- ۽ ادب سان دلچسپي رکندڙ هر شخص انهن جا ڪتاب ضرور پڙهيا هوندا. انهيءَ هڪ-منهائيءَ راهه و رسم جو لازمي نتيجو هي ٿيو، جو ايشيا جا ماڻهو هڪ ٻئي کان بيگانا ٿي ويا. يورپ جي ٻن سون ورهين جي غلاميءَ جي دوران ۾ مشرقي ملڪن جا سمورا دروازا مغرب لاءِ ته کليل پيا، پر افسوس، جو اهي سمورا رستا بند ٿي ويا، جتان اڳ ايشيا جا ماڻهو هڪ ٻئي تائين پيا پهچندا هئا. پاڪستان يا هندستان ۾ اڄ گهڻا ماڻهو هوندا جن کي انڊونيشيا يا برما جي ادب جي ڄاڻ آهي؟ انڊونيشيا

۽ برما جو ادب تہ پري رهيو، هند ۽ پاڪستان جا اديب تہ خود پنهنجي زبانن جي باري ۾ بہ پنهہ ٿورو علم رکن ٿا- خوشحال خان خٽڪ يا شاهہ عبداللطيف جي نالي کان هن برصغير جا گهڻا ماڻهو واقف آهن ؛ ۽ شمالي هندستان ۾ ڪير آهي، جو اها دعويٰ ڪري سگهي تہ هو تامل يا تيليگو زبانن جي ادب جي واقفيت رکي ٿو؟ هندستان ۽ پاڪستان ۾ هڪ بہ اهڙو رسالو نہ آهي، جو ماڻهن کي ايشيائي ادب سان روشناس ڪرائي. اِدبن جي هن ڪانفرنس ۾ ڏارين ملڪن مان جيڪي نمائندا آيا هئا، انهن جا نالا نہ هوندن ٿي هن برصغير جي ماڻهن لاءِ نوان هئا، پر خود مهاراشٽر، گجرات، بنگال ۽ آنڌرا مان آيل اديب بہ اسان لاءِ بلڪل اجنبي هئا! ايشيا جي انهيءَ ذهني دوريءَ بابت، راجگوپال آچاريہ پنهنجي تقرير ۾ بلڪل صحيح چيو تہ "هتي آءٌ ديس ديس جي باشندن کي ويٺل ڏسان ٿو. انهيءَ ڳالهہ کي آءٌ ڏاڍو عجيب محسوس ڪري رهيو آهيان- جو تہ انهن ملڪن جا نالا اڄ تائين مون فقط جاگرافيءَ جي ڪتابن ۾ پڙهيا هئا. انهيءَ ۾ ڪو شڪ نہ آهي تہ ويٽنام، ڪوريا يا انڊونيشيا جهڙن ملڪن جا نالا اسان کي فقط جاگرافيءَ جي ڪتابن ۾ ٿي ملن ٿا: ۽ اسين اتان جي ماڻهن جي رسمن رواجن ۽ ڪلچر جي باري ۾ ڪجهہ بہ ڪين ٿا ڄاڻون. اڄ ايشيائي عوام جي پاڻيءَ جون ڳالهيون پيون ڳائجن، پر حقيقت ۾ اسين هڪ ٻئي کان ڏاڍو پري آهيون. هاڻ اهو اديبن جو فرض آهي تہ هو پاڙيسري ملڪن جا ادبي شهپارا پنهنجي زبانن ۾ آڻين، ۽ انهيءَ طرح، ماڻهن کي هڪ ٻئي جي تهذيب و تمدن سان روشناس ڪرائين. انهيءَ ڪم لاءِ لازمي آهي تہ اهل قلم دوست پنهنجي پاڙيسري ملڪن ۾ وڃن، اتي جي زندگيءَ جو اڀياس ڪن، اتي جي لکندڙن سان ذاتي لاڳاپو وڌائين، ۽ انهيءَ طرح، انهن اوچين ديوارن کي اکوڙي ڦٽو ڪن، جي ڪن صدين کان اسان جي وچ ۾ حائل آهن".

انهيءَ نيڪ ۽ پاڪيزہ مقصد کي سامهون رکي، دلين ۾ هڪ ٻئي لاءِ قرب ۽ احترام، پاڻيءَ ۽ رواداريءَ جا جذبا ڏاري، ايشيائي اديبن جي ڪانفرنس دوستيءَ جي خوشگوار ماحول ۾ شروع ٿي. هندستان جي اديبن جي هڪ وڏي گروهہ کان سواءِ، ايشيائي ملڪن جا اٽڪل ستهتر نمائندا انهيءَ ۾ شريڪ ٿيا، جن ۾ پاڪستان، چين، اتر ڪوريا، روس، جپان، برما، سلون، منگوليا، نيپال، ايران، شام، مصر ۽ اتر ۽ ڏکڻ ويٽنام ملڪن جا نالا قابل ذڪر آهن. پهرين ڏينهن تي ڪانفرنس جي صدارت هندستان جي مشهور اديب همايون ڪبير ڪئي. همايون ڪبير ايشيا جي اديبن کي پنهنجا فرض ياد ڏياريندي تقرير ۾ چيو:

"ايشيا جا اديب پنهنجي لکڻين ذريعي دنيا کي جنگ ۽ خونريزيءَ کان بچائي سگهن ٿا. ايشيائي اديبن جي هن ڪانفرنس جي اهميت هيءَ آهي تہ هتي ديس ديس جا اديب ۽ شاعر گڏجي، مذهب، قوميت، ملڪ ۽ ذات پات جا فرق وساري، محض انسانن جي حيثيت ۾، هڪ ٻئي لاءِ، ۽ سڄي انسان ذات جي بهبوديءَ ۽ ڀلائيءَ لاءِ، سوچين. اڄ ايشيا جا گهڻا ملڪ مغربي ٻيڪي راڄ مان نجات حاصل ڪري چڪا آهن- ۽ هنن ۾ هڪ نئون روح پيدا

ٿي رهيو آهي. اڄ اسين ادبي، سماجي ۽ سياسي اڳواڻيءَ لاءِ يورپ ڏانهن ڏسندا هئاسون، پر اڄ ايشيا يورپ سان برابريءَ جي اصولن تي اڳتي وڌي رهي آهي.

”جديد دور ۾ ايشيا اندر هڪ خوشگوار تبديلي آئي آهي. هندستان ۾، ادبي لحاظ کان، اها تبديلي رابندرناٿ ٽئگور جي شاهڪار تحريرن آندي آهي. ٽئگور نه فقط هندستان جو ئي عظيم شاعر آهي، پر ايشيا جو شاعر عظيم آهي. هن جون تحريرون، هن جو فلسفو، سموريءَ ايشيا لاءِ آهي- بلڪ سموريءَ دنيا لاءِ آهي. ايشيا ۾ پيدا ٿيل مذهب فقط ايشيا لاءِ نه، پر سڄيءَ دنيا جي تمدني ورثي جو حصو آهن.

”ايشيا جا اديب اڄ ادب ۽ زبان جي بنيادن تي اچي پاڻ ۾ مليا آهن. منهنجي خيال موجب، زبانن جي مختلف هجڻ کي به هڪ اهميت آهي. زبان جي اختلاف سان انسان جي شخصيت مالا مال ٿئي ٿي. اهو ته ثابت ٿي چڪو آهي ته هڪ هندستان-گير زبان سان علم ۽ ادب جي وڏي خدمت ٿي سگهي ٿي. سنسڪرت جي اوج واري وقت ۾ هندستان جي هر حصي علم ۽ سائنس کي ڦهلائڻ ۾ پورو پورو حصو ورتو. پر تڏهن توڙي هاڻي، ادب جي صنفن- ناٽڪن، آکاڻين ۽ شعرن-جو اوج هرهڪ جدا ٻوليءَ ۾ پنهنجي پنهنجي ڪمال تي رسيل آهي: جيڪڏهن اها ڳالهه هندستان سان لاڳو ٿي سگهي ٿي، ته سموريءَ ايشيا لاءِ پڻ ان جي اها ئي اهميت آهي.

”اڄ دنيا هڪ ڀيانڪ خطري سان دوچار آهي-اهڙو خطرو، جو اڳ تصور ۾ به نٿي اچي سگهيو. اڄ جيڪڏهن ڪو چاهي ته فقط ٻن ڏهاڙن سان دنيا کي تباهه و برباد ڪري سگهي ٿو، ۽ ڪروڙين انسانن کي هڪ ساعت ۾ فنا ڪري سگهي ٿو. انساني ارتقا ۽ اوسر جي رفتار تباهيءَ جي هٿيارن ٺاهڻ جي علم جي رفتار کان گهڻي گهٽ ۽ پٺتي آهي. اڄ دنيا انهيءَ ٻه-واٽي تي بيٺي آهي، جتي هڪ طرف امن ۽ خوشحالي آهي، ۽ ٻئي طرف تباهي ۽ بربادي‌ءَ جو اوڙاهه آهي. اهو اديبن ۽ لکندڙن جو فرض آهي ته هو پنهنجي لکڻين سان دنيا جي مختلف قومن ۾ امن امان، ڀائپيءَ ۽ رفاقت جو جذبو پيدا ڪن.

”زبانن جي مختلف هجڻ کي انهيءَ ڪري به اهميت حاصل آهي، جو اهو اختلاف اديبن لاءِ هڪ کليل للڪار آهي: ۽ ان جي نتيجي طور، مون کي يقين آهي ته انهيءَ اختلاف سبب پيدا ٿيندڙ بيگانگيءَ کي مٽائڻ لاءِ، مختلف ايشيائي ٻولين ۾ هڪ ٻئي جي ادب جا ترجما ٿيڻ لڳندا. مون کي اهو اعتراف ڪرڻو پوي ٿو ته اڄ ايشيا ۽ هندستان جي بهترين اديبن جي ڀيٽ ۾ يورپ جي ادب سان قريب تر رهيو آهيان- اسان سان شايد گهڻن جو اهو حال هوندو. انهيءَ مان خدانخواسته منهنجو مقصد اهو نه آهي ته ڪو اسين يورپ جي ادب کان دور رهڻ شروع ڪريون. انگلنڊ ۽ آمريڪا جي مفڪرن جو پيدا ڪيل ادب ۽ ساهت اسان لاءِ اهوئي قيمتي خزانو آهي: پر ضرورت صرف هن ڳالهه جي آهي- ۽ منهنجي ته اها دلي تمنا آهي- ته چين ۽ جپان، ايران ۽ عرب-دنيا جي ادبي شهپارن سان به اسين انهيءَ طرح ٿي روشناس

ٿيون: اهي ۽ انسان جي تمدني ۽ ثقافتي ورثي جا اهڙا ئي انمول موتي آهن، جهڙا يورپ جا ادبي شاهڪار. مون کي اميد آهي ته ههڙن لاڳاپن ذريعي اسان جي دلين ۾ انهيءَ ڳالهه جو احتياج ۽ ضرورت محسوس ٿيندي ته اسين ايشيائي اديب هڪ ٻئي کي سمجهڻ ۽ هڪ ٻئي جي ادب مان فيضياب ٿيڻ جا ذريعا ڳولي ڪڍون. شايد هن ڪانفرنس مان وڏو فائدو اهو ئي ٿئي ته اسان جي اڳيان ايشيائي ملڪن جي ادب جي اهميت ۽ عظمت پڌري ٿي پوي.

"جيڪڏهن اسين پنهنجي قومي رسم الخطن کان الڳ ڪو اهڙو رسم الخط ڳولي لهون، جنهن جي ذريعي اسين هڪ ٻئي کي بهتر نموني ۾ سمجهي ۽ سمجهائي سگهون، ته پوءِ ايشيائي ادب کي سمورن ملڪن ۾ چڱيءَ طرح پکڙجڻ ۽ ڦهلجڻ جو موقعو ملي پوندو. منهنجي راءِ ۾ لاطيني رسم الخط هينئر دنيا جي اڪثر ملڪن ۾ رائج آهي، جيڪڏهن انهيءَ کي اختيار ڪجي ته بهتر ٿيندو. بهر صورت، اهو اوهان اديبن ۽ لکندڙن تي ڇڏيل آهي ته اوهين انهيءَ قسم جي ڪا راهه ڳولي ڪڍو.

"مون کي يقين آهي ته هن قسم جون ڪانفرنسون - جتي اسين پنهنجا خيال آزاديءَ سان ظاهر ڪري سگهون ٿا، پنهنجي تجربن ۾ حصيدار ٿي سگهون ٿا، ۽ شخصي لاڳاپا وڌائي سگهون ٿا - اسان جي دلين ۾ هڪ ٻئي لاءِ دوستي، رفاقت ۽ نيڪ نيتي پيدا ڪنديون رهنديون."

استقباليه ڪاميٽيءَ جي صدر، آر. اين. اگروال، اديبن جي مرحبا ڪندي چيو:

"اديب ۽ لکندڙ، مختلف قومن ۾ تمدني خيالن جي ڏي - وٺ ۽ دوستيءَ جي ذريعي، انسان جي تقدير کي فيصلي ڪُن صورت ڏيئي سگهن ٿا. نامور لکندڙ لکها انسانن جي ذهن کي متاثر ڪن ٿا: انهن جي پاڻ ۾ شخصي دوستي قائم ٿيڻ سان، دنيا جي مختلف قومن لاءِ هڪ ٻئي کي بهتر نموني ۾ سمجهڻ جو خوشگوار ماحول پيدا ٿئي ٿو. اوهين پنهنجي لکڻين سان يونيسڪو جي ٺهراون کي مقصد ۽ عملي جامو ڏيئي سگهو ٿا؛ ۽ انسانن جي دلين ۾ انسان دوستي ۽ امن، آزاديءَ ۽ انصاف جا امنگ ۽ جذبا پيدا ڪري، انهن ٺهراون کي حقيقت ۾ بدلائي سگهو ٿا. اوهين عالمي امن جي خواب کي جسم ۽ جان ڏيئي سگهو ٿا. اڄ دنيا جون اکيون اوهان ۾ کتل آهن، ۽ سڄي انسان ذات اوهان جي فڪر ۽ بحثن مباحثن کي اميدن ڀريل نگاهن سان گهوري جاچي رهي آهي.

"جنگ، فن ۽ تمدن جي وڏي ۾ وڏي دشمن آهي. صدين جي فني ۽ ثقافتي سرمائي کي جنگ ڪن ۾ تباهه و تلف ڪري ڇڏي. انهيءَ ڪري، ضرورت آهي ته اوهان قلم جي ڌڻين کي، يڪمشت ٿي، انهيءَ خطري کي ٽارڻ لاءِ جدوجهد ڪرڻ گهرجي. اوهان جي قلمن جي طاقت سموريءَ دنيا جي خطرناڪ ۽ تباهه ڪُن هٿيارن جي طاقت کان وڌيڪ ڀيري آهي. ادب ۽ فن جا شاهڪار فقط امن امان ۽ صلح سانت ۾ ئي سلامت رهي ٿا سگهن. انهيءَ ڪري، اوهان لکندڙن تي اهو هڪ اخلاقي فرض عائد ٿئي ٿو ته اوهين امن جي حفاظت ڪريو، ۽ امن کي ڊاهيندڙ طاقتن سان جنگ جوٽيو.

ان بعد مختلف ملڪن جي اديبن ۽ لکندڙن جا سنيها ڪانفرنس اڳيان پڙهيا ويا.

برمي نمائندن جي اڳوان، ٿن ہي مائنٽ، پنهنجي سنيهي ۾ چيو ته ”ايشيا جي تمدن ۾ هڪ نئون روح ڦوڪجي رهيو آهي. اسان لکندڙن کي به نئين وقت جي تقاضائن مطابق پاڻ ۾ نوان لاڙا ۽ نئون روح پيدا ڪرڻ گهرجي.... ۽ ماضي قريب ۾ تمدني لاڳاپن کي جيڪو ڌڪ لڳو آهي، اچو ته انهن کي وري نئين سر جوڙڻ شروع ڪريون“.

ايران جي پروفيسر سعيد نفيسيءَ چيو ته ”ڪانفرنس کان پوءِ سون کي اميد آهي ته هڪ اهڙي تنظيم ضرور پيدا ٿيندي، جنهن جي ذريعي ايران جا اديب، ايشيا جي اديبن سان قريب اچي ويندا، ۽ هڪ ٻئي کي بهتر سمجهي سگهندا“.

چيني نمائندن جي اڳوان، ماؤتون، چيو ته ”اسان کي اميد آهي ته هن ڪانفرنس ذريعي اسين هڪ ٻئي سان گهرا تعلقات ۽ گهاٽي دوستي پيدا ڪري سگهنداسين. انهيءَ طريقي سان ئي ايشيائي ملڪ هڪ ٻئي کي سمجهي سگهندا ۽ منجهن باهمي دوستي پيدا ٿي سگهندي“.

ڪوريائي اديبن جي يونين جي صدر، هئن سُوليا، چيو ته ”ايشيائي اديبن جي هن ڪانفرنس اڳيان سڀ کان بلند مقصد اهوئي آهي ته دنيا ۾ امن قائم ڪرڻ ۽ بيروني بيٺڪي راڄ جي مخالفت ڪرڻ لاءِ ايشيائي اديب پاڻ ۾ دوستي ۽ يڪجهتي پيدا ڪن“.

سومر ڏينهن مکيه ڳالهائيندڙن مان راجگوپال آچاريه جو نالو قابل ذڪر آهي. هن صاحب پنهنجي تقرير ۾ چيو:

”اديب ۽ لکندڙ کي ڪڏهن به تنگدل نه هجڻ کپي. دنيا جا ٻيا ماڻهو-۽ خاص ڪري سياستدان-ڀلي ته انهيءَ مرض جو شڪار هجن، پر لکندڙن جي راهه هنن کان بلڪل الڳ آهي. هيءَ ڪانفرنس ڪا غير-ايشيائي ملڪن جي مقابلي ۾ ڪوڙي نه ڪئي ويئي آهي. ايشيا کي ڪنهن جي خلاف ڪر ڪرڻو نه آهي، بلڪ پنهنجي سان گڏ ڪلهو ڪلهي ۾ لائي ترقيءَ ۽ اوج ڏانهن وڌڻو آهي.

”سياستدانن لاءِ ته اها ڳالهه اهڙي سولي نه آهي، جو هو تنگدليءَ کان پنهنجو دامن بچائي سگهن-چو ته هو انهن مفاد پرست شخصن اڳيان بلڪل مجبور آهن، جن جي هنن کي خاص مدد ۽ پيڙائي حاصل هوندي آهي: هو پنهنجي پنهنجي ”عوام“ سان ئي ٻڌل آهن-انهيءَ ڪري هنن کي رفتي رفتي انهيءَ ڪلفت واريءَ راهه تي هلڻو ئي پوندو آهي. چو.اين.لائي، آئزنهاور يا انٿوني ايڊن-هرڪو سياستدان پنهنجي ”قوم“ اڳيان جوابده آهي: پر لکندڙ انهيءَ قيد کان گهٽي قدر آزاد آهي-۽ هو ته ڪڏهن ڪڏهن اڻوڻندڙ چيزون به لکي سگهي ٿو. اديب اهڙيون چيزون به لکي سگهن ٿا، جن ۾ فوري طور پسند ايندڙ ڳالهين نه هوندي به سياڻپ پربل هوندي آهي. لکندڙن کي گهرجي ته جڏهن لکڻ ويهن، تڏهن پنهنجي مواد کي ڏيان سان ۽ صحيح طور جاچي تياري پوءِ لکن.

هن کي حقيقي زندگيءَ جي عڪاسي ڪرڻي آهي: هن جي لکڻين ۾ جيئري جاڳندي زندگي هئڻ گهرجي.

”جيڪڏهن ڪو اديب پاڻ کي ڪنهن بند ڪمري ۾ بند ڪري ويهي رهندو، ۽ عوام سان سندس ڪوئي لاڳاپو نه هوندو، ته اهو اديب ڪو چڱو ادب پيدا ڪري ئي نه سگهندو. هن وٽ ڪو فڪر نه هوندو. رفتي رفتي اهڙي لکندڙ مان قابليت ختم ٿي ويندي. جڏهن اها صورتحال پهچندي، تڏهن اهڙا لکندڙ ٻين اديبن ۽ لکندڙن جي لکڻين مان چوريون ڪرڻ لڳندا آهن - ۽ پوءِ هنن جي تحريرن ۾ زندگيءَ جي حقيقتن جو پاڇو به نه هوندو. هنن مان هر ڪو ائين سمجهڻ لڳي ٿو ته دنيا ۾ جيڪي ڏوهه ۽ غلطيون ٿين ٿيون، سي ٻيا ماڻهو ڪن ٿا، ۽ انهن جي جوابداريءَ ۾ سندن ڪوئي حصو نه آهي. ٻين تي الزام لڳائڻ آسان آهي، پنهنجو پاڻ کي مجرم ۽ ملزم ٺهرائڻ محال آهي: اها خود-پسندي، ۽ ٻين کي بري سمجهڻ ۽ سڀڻ جي عادت ئي سڀني جهڳڙن ۽ فسادن جي جڙ آهي.

”هندستان جو ڪلاسيڪي ادب، مغرب جي ڪلاسيڪي ادب کان بدرجها بهتر آهي. اسان جو قديم ادب مغربي ملڪن جي قديم ادب کان گهڻو گهڻو بهتر آهي - پر جديد ادب ۾ اسين مغرب کان گهڻو گهڻو پوئتي آهيون. انهيءَ ڪري، منهنجي اوهان کي استدعا آهي ته اوهين پنهنجي پنهنجي ملڪ لاءِ اهڙو ادب پيدا ڪريو، جهڙو يورپ ۽ ٻين ملڪن ۾ پيدا ٿي رهيو آهي. ترجمن مان اوهان کي ايترو سارو ادب ڪين ملي سگهندو. ترجما به ڀلي ڪريو، پر اوهين پنهنجو ادب به تخليق ڪندا رهو.

”مون کي ائين ٿو ڏسڻ ۾ اچي ته هن ڪانفرنس ۾ به سياسي ”ٿڌي جنگ“ رڙهي آئي آهي. اوهان کي انهيءَ کان خبردار ٿيڻ گهرجي - ۽ ياد رکو ته اوهين اديب ۽ لکندڙ آهيو، نه ڪ سياستدان. مون کي اوهان جي سياست ۾ بهرو وٺڻ تي ڪوئي اعتراض نه آهي، پر گهٽ ۾ گهٽ هن ڪانفرنس ۾ اوهين سياستدان ٿي نه، پر هڪ لکندڙ جي حيثيت ۾ پاڻ ۾ ملو. ادب اوهان جي زندگيءَ جو پيشو آهي - پر آزاديءَ لاءِ لکو، پروپيگنڊا لاءِ نه. اوهين لکڻ کي هڪ فن لطيف سمجهي لکو: زندگيءَ جي حسن کي چمڪائڻ لاءِ لکو“.

ڊاڪٽر رامسوامي آئير، بنارس يونيورسٽيءَ جي وائيس چانسيلر، اديبن کي خطاب ڪندي چيو:

”ايشيا ۾ جا نئين زندگي ڪروٽ موڙي جاڳي آهي، ان جو اظهار هاڻ سياسي، اقتصادي، سماجي ۽ ادبي پهلوئن ۾ ٿي رهيو آهي. اهو صحيح آهي ته ايشيائي ادب ۾ اڃا پوريءَ ريت ٿيون موڙ نه آيو آهي، پر ان جي شروعات بيشڪ ٿي چڪي آهي.

”هندستان جي قديم تهذيب و تمدن کي ڏسو ته ان جون روايتون ڇا آهن. ڪالنگا جي لڙائيءَ ۾ جڏهن هزارين انسان تباهه و برباد ٿي ويا، تڏهن آسوڪا کي اهو احساس جاڳيو ته جيتوڻيڪ هن کي فتح نصيب ٿي هئي، پر صحيح معنيٰ ۾ اها هن جي شڪست هئي؛ انهيءَ ڪري هن نه فقط پاڻ آئيندي جنگ ۽ خونريزيءَ کان پاسو ڪيو، پر پنهنجن پوين کي به

جنگ نہ ڪرڻ لاءِ چئي ويو ـ اهي آهن اسان جون روايتون. هاڻي اسان جو فرض رڳو اهو نہ آهي تہ لکندڙن کي همٿائيندا رهون، پر اسان جو اولين فرض هي آهي تہ اسين هندستان جي قديم روايتن موجب رواداريءَ ۽ ڀائپيءَ جو ماحول پيدا ڪريون".

روس جي ايشيائي حصي جي نون جمهوريتن جا نمائندا شريڪ ٿيا. سندن اڳوان، جڳمشهور اديب ۽ شاعر، مرزا ترسون زاده چيو تہ "امن کان سواءِ ادب جي تخليق ٿي نٿي سگهي. وقت آيو آهي تہ ايشيا جا سمورا اديب، لکندڙ ۽ فنڪار محبت جي هڪ ئي ڏوريءَ ۾ ٻڌجي، انسان ذات جي امن ۽ ترقيءَ لاءِ سوچين".

تمدني ۽ ثقافتي مسئلن تي ڳالهائيندي پاڪستان جي مشهور شاعر فيض احمد "فيض" چيو تہ "ڪن ٿورن حصن کان سواءِ ايشيا جي سمورن ملڪن ۾ خيالن جي ڏي ـ وٺ ۽ تبادلي تي ڪي بہ بندشون نہ آهن ـ پر انهيءَ لاءِ اثرائتا ذريعا اڃا موجود نہ آهن. منهنجي راءِ ۾ هڪ اهڙي تنظيم قائم ڪرڻ گهرجي، جنهن جي ذريعي ايشيائي ملڪ هڪ ٻئي سان ثقافتي ڳالهين جي ڏي ـ وٺ ڪري سگهن. اڄ ايشيا جي گهڻن ملڪن ۾ مغربي زبانن جي سکڻ ۽ سيکارڻ جون سهوليتون موجود آهن، پر ايشيائي زبانن لاءِ ڪي بہ اهڙي قسم جون سهوليتون موجود نہ آهن".

سلون جي نمائندي، ڪي. نورتنم، ايشيا جي روايتن تي ڳالهائيندي چيو تہ "جيڪڏهن مستقبل ۾ ايشيا کي هڪ متحد ايشيا ٿي اٿڻو آهي، تہ انهيءَ اتحاد کي ايشيا جي مختلف ملڪن جي تهذيبن ۽ ثقافتن جي هڪ جهڙين خصوصيتن جي بنياد تي بيٺڙو پوندو. هيءَ جا ٿين آزادي ايشيا جي قومن حاصل ڪئي آهي، اها ڪين بيخبريءَ ۾ ئي پنهنجين پراڻين روايتن کان پري ڌڪيندي وڃي، ۽ ان جي بدران مغربيت جو هڪ ـ طرفو رنگ مٿن چڙهندو وڃي: انهن لاڙن کي اتي ئي روڪڻ گهرجي، ۽ ان جي بدران ڪين پنهنجي پنهنجي قومي تهذيبن ۽ ثقافتن کي عالمي محبت ۽ رواداريءَ جي بنيادن تي مضبوط ڪرڻ جي تعميري پروگرامن تي ڌيان ڏيڻ گهرجي".

ڊاڪٽر ملڪ راج آنند چيو تہ "هندستان توڙي ايشيا جي ٻين محڪوم ملڪن ۾ ڌارين جي حڪمرانيءَ سٺي ادب کي پيدا ٿيڻ نٿي ڏنو. مون کي يقين آهي تہ هاڻي ٿورن ئي سالن اندر ايشيا ۾ نهايت ئي عظيم ادب پيدا ٿيندو".

اربع جي ڏينهن (٢٦ ڊسمبر) ڪانفرنس ۾ "آزادي ۽ اديب" جي موضوع تي نهايت دلچسپ بحث ڇڙي پيو، جنهن ۾ سورهن نمائندن پنهنجا پنهنجا خيال ظاهر ڪيا. ڪن چيو تہ لکندڙ کي مڪمل آزادي هئڻ گهرجي ـ هن کي روڪ ڪرڻ وارو محض سندس ضمير هئڻ گهرجي. ٻين چيو تہ لکندڙ کي معاشري ڏانهن جوابداري محسوس ڪرڻ گهرجي.

آنڌرا جي اديب، آر. اين. ريڊيءَ، چيو تہ "اسين اديب انهن کي چئون ٿا، جيڪي نہ رڳو انسانن جي خدمت ڪن ٿا، بلڪ هنن کي بلندي پڻ بخشين ٿا. لکندڙ هڪ مشعل،

هڪ راهبر آهي، جو انسانن کي رستو ڏيکاري ٿو. جيتوڻيڪ هن جا زنده ناتا عوام سان ئي جڪڙيل آهن، پر سندس ذهن عوام کان گهڻو بلند رهي ٿو.

پاڪستان جي نمائندي مسٽر اعجاز حسين چيو: ”اهو فيصلو ڪير ڪندو ته هڪ خاص لکندڙ واقعي راهبر آهي يا نه؟ منهنجي خيال ۾ هڪ لکندڙ کي بدلجندڙ ’معاشري‘ سان پاڻ بدلائڻ گهرجي، نه بدلجندڙ ’حڪومت‘ سان. لکندڙ آزاد پيدا نٿو ٿئي. هو اهڙي معاشري ۾ پيدا ٿئي ٿو، جنهن ۾ پسنديءَ جا جذبا به آهن ته ناپسنديءَ جا به، محبتون به آهن ته نفرتون به موجود آهن: اهڙي معاشري ۾، لکندڙ کي ديانتداريءَ سان لکڻ گهرجي“.

سيد سجاد ظهير چيو ته ”معاشري ۾، هرهڪ فرد جو احتياج ۽ ضرورت کان آزاد هجڻ لازمي آهي. هو ڪنهن جي استحصال جو شڪار نه هجڻ گهرجي. هڪ فنڪار پنهنجا بهترين شاهڪار فقط اهڙي معاشري ۾ پيدا ڪري سگهندو، جيڪو آزاد هوندو، ۽ جنهن ۾ ڪنهن به قسم جي پرَمار ۽ استحصال نه هوندا“.

پي. ايس. اپڌايه، هنديءَ جي اديب، چيو ته ”اسان لاءِ آزاديءَ جو ميسر هجڻ لازمي آهي، پر اسان کي معاشري ۽ سماج ڏانهن ذميدار به هجڻ گهرجي. اسان سڀني کي خبر آهي ته ڪڏهن ڪڏهن اهڙو وقت به ايندو آهي، جڏهن معاشرو ناقابل برداشت ٿي پوندو آهي. ان وقت لکندڙ کي بغاوت ڪرڻ گهرجي. هن کي پنهنجي قلم ذريعي ان خلاف جنگ جوٽڻ گهرجي“.

علي سردار جعفريءَ چيو ته ”هڪ اديب جيڪڏهن محض لکڻ خاطر لکي ٿو، ۽ انسانن کي ڏيڻ لاءِ هن وٽ ڪجهه به نه آهي، ته پوءِ اهڙي لکندڙ کي عوام جي مٿان پنهنجون لکيتون مڙهڻ نه گهرجن“.

پروفيسر ملڪانيءَ چيو ته ”انسان کي لکڻ تي مجبور ڪري نٿو سگهجي. لکندڙن تي ضابطو ٻاهريون نه، پر خود هنن جو پنهنجو ضابطو هجڻ گهرجي“.

صبح واريءَ نشست ۾ اٺڪل ڇهه ڪن مقالا پڙهيا ويا، جن ۾ اديبن پنهنجي ٻوليءَ جي ادب جي صورتحال کان پڙهندڙن کي واقف ڪيو. سي. ايچ. وتسيان، هنديءَ جي اديب، چيو: ”هندي ادب جي دنيا ۾، لکندڙ اڄ وري تخليقي ادب جي انهن اصولن کي ڳولڻ ۽ قبولڻ ۾ مصروف آهي، جيڪي گذريل ويهارو سالن جي دوران ۾ سندن پنهنجيءَ ئي باهمي ڪشمڪش ۽ نااتفاقيءَ سبب سڀني جي نظرن کان غائب ٿي ويا هئا. اڄڪلهه جي اصطلاح ۾ انهن اصولن کي تخليقي ادب جي ’پنج شالا‘ چئي سگهجي ٿو.

”لکندڙ کي اڄ جي دور ۾ نهايت خبرداريءَ سان لکڻ گهرجي: ڪيس پنهنجي وطني ماڻهن ــ بلڪ سڄيءَ دنيا جي انسانن ــ جي ضرورتن کي مدنظر رکي لکڻ گهرجي. اها خبرداري ۽ گهرائي جيتري ڪنهن لکندڙ ۾ وڌيڪ ۽ آتم هوندي، اوترو ئي عظيم اديب هن کي ليکيو ويندو. ’ضرورتن‘ سان منهنجي مراد مادي ضرورت يا سياسي ضرورت نه آهي، بلڪ انهيءَ سان مقصد انهن انساني قدرن جي ضرورت آهي، جيڪي انساني ڀلائيءَ ۽ ترقيءَ جو بنياد آهن“.

ايران جي ڊاڪٽر نفيسيءَ چيو: ”گذريل ٿورن سالن اندر ايران ۾ اديبن تاريخ جي موضوع تي چڱيون ڪوششون ڪيون آهن. ٿوري ئي وقت ۾ تاريخ جي مختلف دورن تي ڪيترائي ڪتاب شايع ٿيا آهن. ايران حڪومت به انهيءَ ڏس ۾ ڪافي همت افزائي ڪري رهي آهي. هڪ ’بيورو آف ٽرانسليٽرس‘ (مترجمن جي جماعت) قائم ڪيو ويو آهي، ۽ هر سال بهترين اديبن لاءِ شاهه ايران طرفان انعام ٻڻ مقرر ڪيا ويا آهن.

”مون کي پوري اميد آهي ته هن ڪانفرنس ذريعي هڪ اهڙي تنظيم قائم ڪئي ويندي، جنهن جي وسيلي ايشيا جي اديبن جا هڪ ٻئي سان دوستانه تعلقات قائم ٿي سگهندا“.

پروفيسر ايم. يو. ملڪاڻيءَ، سنڌيءَ جي اديب، چيو ته ”سموري هندستان جون سنڌي ادبي جماعتون ڪانفرنسن ۽ نمائندن ذريعي اها جدوجهد ڪري رهيون آهن ته سنڌي ٻوليءَ کي به ڀارت حڪومت پنهنجي آئين ۾ تسليم ٿيل قومي ٻولين واري شيڊيول ۾ داخل ڪري. جڏهن به انهيءَ ۾ اسان کي ڪاميابي ٿي، تڏهن هيءَ سنڌي ادب - جو درحقيقت سنڌو تهذيب جي اظهار جو مکيه وسيلو آهي - ضرور ترقي ڪندو، ۽ هندستان جي تمدني ۽ ثقافتي خزاني ۾ اضافو ڪندو“.

خميس جي ڏينهن تي (ڊسمبر ٢٧) ڪانفرنس جو عام ميڙ هو. انهيءَ ميڙ ۾ چئن مقرر ڪيل ڪميشنن جون رپورٽون بحال ڪيون ويون. اهي چارئي ڪميشنون ”ثقافتي ڏي - وٺ ۽ مناسبا“، ”اديب ۽ سندس پيشو“، ”ثقافتي روايتون“، ۽ ”اديب ۽ آزادي“ جي موضوعن لاءِ مقرر ڪيون ويون هيون.

”ثقافتي مناسبا“ جي موضوع تي پيش ڪيل رپورٽ ۾ چيو ويو ته ”ثقافتي مناسبا محض ثقافتي اهميت کان هئڻ گهرجي - ان ۾ هڪ - طرفي پروپيگنڊا کي دخل هئڻ نه گهرجي. ايشيائي ملڪن ۾ ادب، تحقيقي مواد ۽ ثقافتي وفدن جي مناسبا ضرور هئڻ گهرجي. ادبي لکيتن لاءِ سموري ايشيا لاءِ هڪ انعام مقرر هئڻ گهرجي، جو واري واري سان هر ڪنهن ملڪ لاءِ مخصوص ٿيڻ گهرجي. ثقافتي ڏي - وٺ لاءِ عالمن، اديبن ۽ فنڪارن ۽ خود ثقافتي مواد جي چونڊ ۾ احتياط ڪرڻ گهرجي: ثقافتي مقصد جي پوئواريءَ جي اهميت کان سواءِ، انهيءَ ۾ ٻئي ڪنهن ڌارئين لحاظ کي دخل نه هئڻ گهرجي“.

”ثقافتي روايتون“ جي موضوع تي رپورٽ پيش ڪندي يو. چين چو (چين) چيو ته ”اهو سڄيءَ دنيا ۾ تسليم ڪيو وڃي ٿو ته ايشيا پاڻ وٽ نهايت شاندار روايتون محفوظ رکيون آهن. اسان جي اديبن کي انهن روايتن کي ضرور خيال ۾ رکڻ گهرجي. اديب جن ماڻهن لاءِ لکي ٿو، انهن جي فائدي خاطر، انهن روايتن مان اهي چيزون چونڊي پيش ڪرڻ گهرجن، جيڪي فائديمند ثابت ٿينديون - ۽ پوءِ اهڙين روايتن کي ترقي ڏيڻ ٻڻ سندس ئي فرض آهي.

”ايشيا جي اها روايت موجوده زماني ۾ مغربي تهذيب سان به تعلق پيدا ڪري چڪي آهي. مغربي تهذيب به انساني ارتقا ۾ وڏو حصو ورتو آهي. انهيءَ تهذيب مان لکندڙ کي فقط اهي چيزون کڻڻ گهرجن، جيڪي هن جي نظر ۾ سندس ملڪ جي عوام لاءِ ڪارآمد ٿينديون.

"ايشيا جي ملڪ ملڪ جون پنهنجون پنهنجون روايتون آهن. هر ملڪ ۾ تمدني روايتون جدا جدا ۽ علحده حالتن ۽ ماحولن ۾ پيدا ٿين ٿيون؛ پر ان هوندي به انهن ۾ ڪافي هڪجهڙائي ۽ هم-آهنگي آهي، جا وقت به وقت ايشيائي ادب ۾ ظاهر ٿيندي رهي ٿي. انهن ايشيائي روايتن ۾ سڀ ڪان عظيم يڪسانيت هنن لفظن ۾ بيان ڪري سگهجي ٿي ته انهن روايتن ۾ انسان جي پاڪيزه ۽ اعليٰ مقام کي تسليم ڪيو ويو آهي ۽ ان مان پيدا ٿيندڙ انسان-دوستي انهن روايتن جو روح آهي. پنهنجي ملڪ ۽ پنهنجي عوام لاءِ عزت ۽ پيار، زندگيءَ ۽ زندگيءَ جي روحاني قدرن سان الفت؛ آزادي، انصاف، امن ۽ عالمگير برادريءَ لاءِ چاهه ۽ محبت- اهي ڳالهيون ايشيائي روايت جي جان آهن.

"ڪميشن هن خيال جي آهي ته انهن روايتن جو مغربي تهذيب سان ناهه ڪرڻ ڪو ناممڪن نه آهي؛ پر اهو لکندڙن جو ڪم آهي ته هو ايشيا بلڪ سڄي دنيا جي واداري ۽ بهبوديءَ جي خيال ڪان ان ناهه پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪن".

"اديب ۽ سندس پيشو" جي موضوع تي مقرر ٿيل ڪميشن پنهنجي رپورٽ ۾ چيو ته "لکندڙ کي پنهنجي لکيتن جو مناسب اجورو ضرور ملڻ گهرجي. 'ڪاپي رائيٽ' يا حقن واسطن جا قاعدا قانون اهڙي قسم جا هئڻ گهرجن، جي لکندڙن جي همت افزائي ڪن. اهڙا ايڊيٽوريل- بورڊ قائم ڪرڻ کپن، جيڪي پبلشرن کي مجبور ڪن ته هو ملڪ ۽ عوام لاءِ بهتر ۽ صحيح قسم جو ادب پيدا ڪرڻ تي زور ڏين.

"ملڪن ۾ بيشمار لئبريريون، ريڊنگ روم ۽ ادبي نمائشون قائم ڪيون وڃن، جئن اديبن جا شاهڪار گهڻن کان گهڻن ماڻهن تائين پهچي سگهن. لکندڙن کي آزاد ڇڏيو وڃي ته معاشري کي سڌارڻ لاءِ هو جيڪي بهتر طريقي سان لکي سگهن، سو لکن.- ۽ پڙهندڙ ۽ لکندڙ جي وچ ۾ جيڪي به بندشون ۽ رڪاوٽون حائل هجن، تن کي ختم ڪرڻ گهرجي. زندگيءَ ۽ ادب بابت لکندڙن ۾ ڪئي ڪهڙا به باهمي اختلاف هجن، پر ايشيا جي ملڪن ۾ جيڪي به اديبن جون تنظيمون آهن، انهن کي اهڙي يڪسان طريقي سان منظم ڪيو وڃي، جو پبلشرن ۽ حڪومت جي اڳيان اديبن جي پيشي جا مفاد سلامت رهي سگهن".

پاڪستان جي اعجاز حسين بٽالويءَ "اديب ۽ آزادي" ڪميشن جي رپورٽ پيش ڪندي چيو ته "ڪميشن انهيءَ موضوع تي نهايت آزادانه خيالن جي ڏي-وٺ ڪئي، ۽ ميمبرن طرفان هڪ ٻئي جي بلڪل ابتڙ ۽ مخالف خيال پيش ڪيا ويا- افسوس آهي، جو ڪميشن انهيءَ ڪري هن- مسئلي تي ڪراءِ نه ٿي سگهي آهي. البت هن ڳالهه تي سڀ متفق آهن ته اديب معاشري ڏانهن جوابدار آهي؛ ۽ انهيءَ کان به ڪنهن کي انڪار ڪونهي ته بهترين ادب فقط تڏهن تخليق ٿي سگهندو، جڏهن لکندڙ جون پاڙون سندس آسپاس جي عوام ۾ ڪتل هونديون.

"زير بحث نڪتو اهو آهي ته آيا معاشرو اديب تي پنهنجي اظهار خيال تي ڪي پابنديون وجهي سگهي ٿو يا نه. ان تي ڪافي گرما گرم بحث ٿيو. ڪن جو خيال هو ته چاڪاڻ ته لکندڙ معاشري

ذاتون جوابده آهي، تنهنڪري لکندڙ کي معاشري جي مفاد، بهتريءَ ۽ سڌاري لاءِ ني لکڻ گهرجي. ٻين جي راءِ هئي ته اهو فيصلو ڪرڻ آسان نه آهي ته هڪ لکندڙ معاشري لاءِ فائديمند ثابت ٿيو آهي يا نه. ڪيترين حالتن ۾ ائين به ٿيندو آهي ته لکندڙ جي لکيت جو فائدو ترت ظاهر نه ٿئي، پر آئيندي هلي ان مان معاشري کي ڪافي مدد ملي سگهي. انهيءَ ڪري هڪ لکندڙ کي بلڪل آزاد ڇڏڻ گهرجي. هن تي ڪا روڪ ۽ بندش هئڻ نه گهرجي. جيڪڏهن هن تي ڪا بندش ۽ روڪ ٿئي ته اها هن جي پنهنجي اندر جي هئڻ گهرجي. هڪ ٻيو خيال هي پيش ڪيو ويو ته ادب هڪ فني چيز آهي- ۽ فن محض هڪ جمالياتي تجربو آهي، زندگيءَ جي ٻين تجربن کان ان جي حيثيت بلڪل جداگانه آهي. انهيءَ ڪري فنڪار ۽ اديب تي ڪنهن به قسم جون بيجا بندشون هئڻ نه گهرجن. ڪن چيو ته لکڻ لاءِ آزادي انهن ادبين کي نه گهربي آهي، جيڪي معاشري جي تائيد ڪندا هجن- بلڪ آزاديءَ جي ته انهن لکندڙن کي ضرورت آهي، جيڪي موجوده معاشري سان اتفاق نه ڪندا هجن".

٢٨ تاريخ جمعي جي ڏينهن روسي وفد جي اڳواڻ ايشيائي اديبن جي ڪانفرنس کي دعوت ڏني ته ايشيائي اديبن جي ٻي ڪانفرنس سندس ملڪ جي تاشقند شهر ۾ منعقد ڪئي وڃي. انهيءَ تي ويٺل اديبن ۽ شاعرن خوب تاڙيون وڄائي، دعوت جي مرحبا ڪئي. ان بعد ڪانفرنس جي سيڪريٽري جنرل ڊاڪٽر ملڪ راج آنند ڪانفرنس اڳيان رٿ پيش ڪئي ته پنجن ڄڻن جي هڪ ڪاميٽي مقرر ڪئي وڃي، جا هن ڪانفرنس جي سفارشن مطابق ايشيائي ملڪن جي وچ ۾ ادب ۽ ثقافت جي ڏي-وٺ جي طريقن تي سوچي، پنهنجي رپورٽ پيش ڪري. اها رپورٽ پوءِ هر ملڪ کي موڪلي وڃي. انهيءَ ڪميٽيءَ تي هن وچيندڙڪمار، ڊاڪٽر آنند، سجاد ظهير، ايس. ايچ. وتسيان ۽ پروفيسر همايون ڪبير جا نالا پيش ڪيا. ڊاڪٽر آنند جي اها رٿ يڪراءِ بحال ڪئي ويئي.

ان بعد هيٺيون ٺهراءُ پيش ٿيو، جنهن کي سترهن ئي شرڪت ڪندڙ ملڪن جي ٻن سؤن نمائندن يڪراءِ بحال ڪيو:

"هيءَ ايشيائي اديبن جي ڪانفرنس، جا ٢٣ ڊسمبر کان ٢٨ ڊسمبر ١٩٥٦ع تائين دهليءَ ۾ ڪئي ني آهي، ان ۾ ايشيا جي سترهن ملڪن شرڪت ڪئي آهي. هيءَ ڪانفرنس ايشيا ۾ پيدا ٿيل نئين روح جي هڪ واضح نشاني آهي- هڪ اهڙو روح، جو آزاديءَ ۽ انساني عظمت جو روح آهي، جو ايشيا جي نئين جاڳ ۽ ايشيائي انسان جي مادي توڙي ذهني اوسر ۽ عظمت جو روح آهي.

"جيتوڻيڪ هت آيل اديبن ۾ اختلاف راءِ به آهي- پر محض ايشيا جي يڪرنگيءَ ۽ يڪجهتيءَ جي ڪري اسين هڪ ئي پليٽ فارم تي گڏ ٿيا آهيون. اسان کي يقين آهي ته اسين ايشيا ۾ هن نئين روح جي تيسين تربيت نه ڪري سگهنداسين، جيسين لکندڙن جا پاڻ ۾ گهرا ذاتي تعلقات نه پيدا ٿيندا، جيسين ايشيائي ملڪن مان هرهڪ ملڪ جو ادب ۽ ثقافت هر ٻئي

ملڪ ۾ نہ پهچندا. انهيءَ ذريعي ئي اسين ايشيائي ملڪن ۾ ڀائپي، رفاقت ۽ دوستيءَ جا لاڳاپا پيدا ڪري ايشيا بلاڪ دنيا جي امن ۽ سلامتي، ترقيءَ ۽ ڀلائيءَ کي مضبوط ڪري سگهنداسون. ايشيا جي رواداريءَ، عالمگيريت ۽ انسان-دوستيءَ جي قديم روايتن ۾ يقين رکندي، اسان جو اهو ايمان آهي تہ ايشيائي ملڪن ۾ ثقافتي ۽ تمدني سهڪار جون ڪوششون وڌي، هڪ ٻئي جي علم ادب جي ڄاڻ، ثقافتي ڏي-وٺ ۽ حقيقتن ۽ علميءَ واقفيت جي مناسبت جي اهم ڪم ڏانهن ڌيان ڏيڻ، وقت جي اشد ضرورت آهي. اسين اميد ٿا ڪريون تہ سمورن ايشيائي ملڪن جا اديب ۽ لکندڙ انهيءَ مقصد کي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا، ۽ هڪ ٻئي سان گهاٽا تعلقات پيدا ڪري، انهيءَ مقصد کي اڳيان رکي، جدوجهد ڪندا رهندا تہ 'دنيا' جا اديب هڪ ئي ڪٽنب جا ڀاتي آهن'!"

جمعي جي ڏينهن ٻيءَ نشست ۾ اديبن جي هڪ گول-ميز-ڪانفرنس ڪئي ٿي، جنهن ۾ ڪيترن ئي ملڪن جي اٽڪل هڪ سو نمائندن حصو ورتو. ان ۾ مغربي ملڪن جا نمائندا پڻ شامل هئا.

اٽليءَ جي هڪ ناول نويس، مسٽر ليويءَ، صدارتي تقرير ۾ چيو تہ "اديب دنيا جي اهم واقعن کان متاثر ٿئي ٿو. اسان کي خبر آهي تہ اڄ دنيا ۾ تمدني بحران متل آهي-۽ هرڪنهن لکندڙ جا انهيءَ بحران متعلق پنهنجا پنهنجا خيال آهن. انهيءَ ڪري هن بحث ڇيڙڻ سان ڪافي فائدو پوندو".

ان بعد ڪيترن ئي اديبن پنهنجا پنهنجا خيال ظاهر ڪيا. "ثقافتي بحران" جي خاص موضوع تي ڳالهائيندي روسي نمائندي مسٽر سيمونوف چيو تہ "عجب ۽ افسوس آهي تہ هن ڪانفرنس ۾ 'ثقافتي بحران' جو ذڪر ڇيڙيو ويو آهي-حالانڪ مون کي پنج ڏينهن هن ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيندي گذريا آهن، ۽ مون سمورا بحث مباحثا ٻڌا آهن، پر مون کي ڪٿي بہ 'ثقافتي بحران' نظر ڪين آيو: مون کي تہ پاڻ هتي ثقافتي ترقيءَ ۽ ثقافتي يڪجهتيءَ جا امنگ نظر آيا. منهنجي نظر ۾ محبت ۽ ڀائپيءَ جي ههڙيءَ همت آفرين ۽ اميد افزا فضا ۾ 'ثقافتي بحران' جو نالو وٺڻ ئي غلط آهي".

هن جي ائين چوڻ تي حاضرين کيس خوب داد ڏنو-۽ هر هر سندس تقرير تي تاڙيون وڄائي مرحبا ڪئي وئي. ٻين نمائندن مان هنگري، آسٽريليا، گولڊ ڪوسٽ، ڪولمبيا، هندستان ۽ انگلنڊ جي نمائندن ڳالهايو.

ڇنڇر جي ڏينهن ڪانفرنس جي آخري نشست کي خطاب ڪندي هندستان جي وزير اعظم، پنڊت جواهر لعل نهروءَ، پنهنجي تقرير ۾ چيو:

"لکندڙ ۽ اديب ماڻهن کي ذهني طرح موڙڻ تي ڪافي قدرت رکن ٿا. اهو ثابت ٿي چڪو آهي تہ دنيا ۾ جنگ هميشه انسانن جي ذهن مان پيدا ٿئي ٿي. خود يونيسڪو جي آئين ۾ بہ اهي لفظ چيا ويا آهن تہ 'جنگ اول انسانن جي ذهن ۾ شروع ٿئي ٿي'. اهو

بلڪل صحيح آهي. انهيءَ ڪري اڄ انسان جي ذهن جي رهبري ڪرڻ جي ضرورت آهي. سياستدان ته انساني ذهن کي سوڙي سگهن ٿا – پر اديب ۽ شاعر انسان جي ذهن کي گهڻي پر گهڻو متاثر ڪن ٿا: انهيءَ ڪري انهن جو فرض آهي ته هو انسان ۾ جنگ لاءِ نفرت پيدا ڪن.

"لکندڙن کي پنهنجي ملڪ جي روح ۽ ضمير جي نمائندگي ڪرڻ گهرجي. اها نهايت سهڻي ڳالهه آهي ته اوهين سمورا اديب هڪ ئي پليٽ فارم تي اچي گڏ ٿيا آهيو. ان مان لکندڙن کي پنهنجو نقطهء نظر واضح ڪرڻ ۾ مدد ملندي – ۽ هو حقيقتن کي نون نون روپن ۾ ڏسي سگهندا. جيڪڏهن اوهين پنهنجي تحريرن کي ڪا وقعت ۽ قدر و قيمت بخشڻ چاهيو ٿا ته پاڻ ۾ وفاداري ۽ ديانتداريءَ جو جذبو پيدا ڪريو. عام حالتن ۾، سواءِ غيرمعمولي واقعن جي، ٻين ڳالهين جو سڌو سنئون اثر اديب تي ڪونه ٿو پوي – پر هر هڪ واقعي جي مطالعي لاءِ لکندڙ کي عوامي نقطهء نگاهه ۽ مقصديت کي سامهون رکڻ گهرجي. هن کي سياستدان وانگر جذبات ۾ لڙهي نه وڃڻ گهرجي – پر حقيقتن کي ڏسي وائسي، سمجهي سوچي، پوءِ ڪجهه لکڻ گهرجي. لکندڙ جي خوبي آهي ئي اها آزادانه ۽ منصفانه روش، جا هو سچ ۽ حقيقت کي پهچڻ لاءِ اختيار ڪري ٿو.

"هر ملڪ لاءِ اديب ۽ فنڪار اهم شخصيتون آهن. انهيءَ ڪري آءٌ وري به چوندس ته هن کي پنهنجي ملڪ جي 'روح ۽ ضمير' جي نمائندگي ڪرڻ گهرجي."

پنڊت نهروءَ کان پوءِ ڊاڪٽر راڌا ڪرشنن ڪانفرنس کي خطاب ڪندي چيو: "وقت آيو آهي ته اسين هاڻ پاڻ کي سڄيءَ دنيا جا شهري تصور ڪريون. منهنجو مقصد انهيءَ مان اهو نه آهي ته اسان ۾ جيڪي راين جا اختلاف يا ٻيا اختلاف آهن، تن کي نظرانداز ڪري ڇڏيون: بلڪ انهن کي نگاهه ۾ رکندي، اسان کي گهرجي ته آئيندي جي ٺاهه ۽ يڪجهتيءَ لاءِ ڪوشش ڪريون.

"اسين پنهنجي نسل جو ذڪر تاريخ ۾ انهيءَ عبارت سان ڏسڻ ٿا گهرون ته هيءَ نسل ئي ائٽم بم ۽ ٻين مهلڪ هٿيارن جي، پيدا ڪندڙ هو – ۽ هن نسل ئي جنگ ۽ نفرت جي بازار گرم ڪئي. تاريخ ۾، ظاهر آهي ته اسين پنهنجي نسل کي صرف هن حيثيت سان ڏسڻ ئي پسند ڪنداسون ته اسان جي نسل هڪ عالمگير انساني برادري پيدا ڪئي، ۽ دنيا جي تاراج ٿيل حالتن کي ٺيڪ ڪري هڪ بهتر قسم جي دنيا تعمير ڪئي.

"هڪ گڏيل دنيا جو تصور اسان کي پنهنجن پيغمبرن ۽ برگزيده هستين وٽ به مليو ٿو. هنن هميشه عالمگير انساني برادريءَ ۽ رفاقت جو پيغام ڏنو. هنن وٽ البت انهيءَ مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ ذريعا ڪونه هئا، انهيءَ ڪري هو ڪامياب نه ٿيا. پر اسان وٽ ته اڄ ذريعا به آهن – اچو ته اسين عالمگير انساني برادري ۽ رفاقت پيدا ڪريون.

"ماضيءَ جا ڳڏيل بار ۽ جوابداريون اها ٿا لين اسان جي سر تي بيٺل آهن. ٿوري ئي جهيڙي ۽ تڪرار تي اڄ دنيا جو امن خطري ۾ پئجيو وڃي. اسو لکندڙن جو فرض آهي ته هو خود غرضيءَ کان بلند ٿي، دنيا جي امن قائم ڪرڻ لاءِ ڀاڙ جيان اٿن – ۽ دنيا کي برادريءَ

۽ انسانيت جو پيغام ڏين. اڄ دنيا ۾ گهڻي ڀاڱي ته علم، روشنيءَ جي هڪ ـ هٽي
فقط اسان وٽ آهي ـ ۽ ٻين کي فقط اونده نصيب آهي. علم ادب ۾ هرڪو هڪ جهڙو حصيدار آهي.
اهو لکندڙن جو فرض آهي ته هو پنهنجي پنهنجي معاشري کي بلند ڪرڻ جي ڪوشش ڪن.
هو پاڻ ڏانهن سچا ۽ وفادار تڏهن ٿي سگهندا، جڏهن هو پنهنجي قومي توڙي عالمي معاشري
سان سچا ۽ وفادار هوندا. لکندڙن کي پنهنجي پاڻ ڏانهن وفادار هجڻ سان گڏ، اِنهيءَ
عالمگير امن، انصاف ۽ آزاديءَ جي مقصد سان وفاداري رکڻ گهرجي، جو اڄ دنيا جي افق
تي چمڪي رهيو آهي!"

ايشيائي اديبن جي ڪانفرنس ختم ٿي ويئي ـ پر ايشيا جي اديبن جي دلين ۾ انهيءَ سان
هڪ نئين جاڳ، هڪ نئين روشني پيدا ٿي آهي، جنهن جي رهبريءَ سان هو، پنهنجي راه
جي سنگلاخ رڪاوٽن ۽ هولناڪ ورن وڪڙن جي پرواه ڪرڻ کان سواءِ، اڳتي وڌندا ويندا ـ
۽ عالمگير انساني برادريءَ جي عظيم مقصد تائين پهچڻ لاءِ هو آن سان نت نئون اعتماد ۽
نت نئين اميد حاصل ڪندا رهندا.

# "پاڪستان اورينٽل ڪانفرنس"

## (اورينٽل ڪاليج، لاهور ۾، تاريخ ٢٨، ٢٩ ۽ ٣٠ ڊسمبر، ١٩٥٦ع تي ڪٺي ٿيل.)

گذريل ڊسمبر ٥٦ع ۾، لاهور ۾، اتي جي اورينٽل ڪاليج جي اهتمام ۽ انتظام سان،
پاڪستان جي مختلف علائقن ـ راجشاهي (م. بنگال)، ڪراچي، حيدرآباد سنڌ، بهاولپور، پشاور،
راولپنڊي، گجرات، لائلپور، ڪوئيٽا، منٽگمري، لاهور، وغيره ـ مان يونيورسٽين، ڪاليجن،
تعليم ـ گاهن، ۽ ٻين علمي ۽ ثقافتي ادارن جي عالم فاضل هستين جي وڏي ڪانفرنس ڪٺي
ٿي. سنڌ جي طرفان، سنڌ يونيورسٽيءَ جي هيڊ آف ايڊيوڪيشن ڊپارٽمينٽ، ڊاڪٽر
نبي بخش خان بلوچ نمائندگي ڪئي. هن ڪانفرنس جو مقصد هو مشرقي علمن ۽ ثقافتن جو جائزو
وٺڻ، ۽ انهن جي ترقيءَ ۽ ترويج لاءِ گڏيل اپاءَ سوچڻ: ۽ انهيءَ مقصد خاطر اسلامي ۽
مشرقي ملڪن جي نمائندن کي ٻڌ ڪوٺيو ويو هو. ترڪيءَ مان آقا زڪي وليدي طوغان ۽
ڊاڪٽر فواد سيزگن ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيا؛ مصر جي نمائندگي حسين الڪاتب ڪئي؛ انڊونيشيا
کان ڊاڪٽر تقدير علي "شهبان"، وائيس چانسلر انڊونيشين يونيورسٽي، آيل هو؛ هندستان مان
ڊاڪٽر موهن سنگهه "ديوانه"، ۽ افغانستان مان آقا حبيبي افغاني شريڪ ٿيا. اولهه پاڪستان
جي گورنر ميان مشتاق احمد گرمانيءَ هن ڪانفرنس جو افتتاح ڪيو.

٢٨ تاريخ، صبح جي ڏهين بجي، ڪانفرنس جو پهريون اجلاس شروع ٿيو، جنهن ۾
گرماني صاحب پنهنجو افتتاحي خطبو پڙهيو. هن جڏهن ائين چيو ته "آءٌ انگريزيءَ جو مخالف

تہ ڪونہ آهيان، ۾ منهنجي راءِ ۾ انگريزيءَ کي قومي ٻوليءَ جو درجو نٿو ڏيئي سگهجي“، تہ سڄو هال تاڙين سان گونجي ويو. ڪرماڻي صاحب پنهنجي خطبي ۾ ڪيترين ئي قابل غور ڳالهين بيان ڪيون، ۽ آخر ۾ ائين بہ چيو تہ ”علم جي دنيا ۾ ’مشرقي‘ ۽ ’مغربي‘ جو امتياز هرگز قائم نٿو ڪري سگهجي“.

مجلس استقباليہ جي صدر ڊاڪٽر مس خديجہ فيروزالدين صاحبہ پنهنجي استقبالي خطبي ۾ ڪيترائي عملي مسئلا پيش ڪيا، ۽ مشرقي علمن لاءِ هڪ الڳ يونيورسٽيءَ جي قيام ۽ ملڪ لاءِ ’لساني وحدت‘ تي زور ڏنو. ڊاڪٽر صاحبہ چيو تہ ”مغربي قومن، مشرقي قومن تي پنهنجي سياسي قبضي قائم رکڻ لاءِ، انهن جي ذهنن تي غلبي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش پئي ڪئي آهي، ۽ انهيءَ مراد سان هنن سدائين مشرق وارن جي علم ۽ زبان، تهذيب ۽ تمدن کي مٽائڻ ۽ ميسارڻ جون ڪوششون ڪيون آهن: ڇو تہ هنن اهو چڱيءَ ۾ جاتو ٿي تہ جيستائين مشرقي قومن جو تمدن ختم نہ ڪيو ويندو، انهن کي سندن علمن کان بيخبر نہ بنايو ويندو، ۽ انهن جي ماضيءَ جي ميراث کي بنهہ نيست ۽ نابود نہ ڪري ڇڏيو ويندو، تيستائين هنن کي پنهنجي ضابطي هيٺ آڻڻ سولو نہ ٿيندو“.

ڪانفرنس جي صدر ڊاڪٽر ايس. اي. رحمان پنهنجي خطبي ۾ ”مشرقي علوم“ جي اصطلاح جي وضاحت ڪندي ٻڌايو تہ ”’مشرقي علوم‘ يا ’مشرقيات‘ جا اصطلاح، هڪ ’آفاقيت-پسند‘ فاضل جي ڪنن کي يقيناً ڏکيا لڳندا، ۽ ڪنهن بہ علم لاءِ اهڙي حدبندي بيشڪ بي معنيٰ آهي“. هن چيو تہ ”اهو ظاهر آهي تہ جاگرافيائي لحاظ کان علمن جي حدبندي ڪري نہ ٿي سگهجي: علم تہ جتان بہ هٿ اچي سگهي، اهو سڄي طالب کي پنهنجي ميراث ڄاڻي ميڙڻ کپي. البت، ڪنهن بہ علم کي جيڪڏهن اسين ڪنهن خاص ملڪ يا علائقي سان نسبت ڏيئي انهيءَ ملڪ يا علائقي جو علم ڪري ڄاڻائينداسين، تہ اسان جو ائين چوڻ فقط اهڙيءَ صورت ۾ صحيح ٿيندو، جڏهين ان جو مقصد صرف اهو معلوم ڪرڻ هوندو تہ انهيءَ ملڪ يا علائقي انساني علمن ۾ ڪهڙا اضافا ڪيا آهن ... آفاقيت-پسنديءَ جي باوجود، اهو ضروري آهي تہ اسين پنهنجي علمي ۽ ثقافتي سرمايي جو پوريءَ ذميداريءَ سان جائزو وٺون، تہ جيئن اسين هرڪنهن ڳالهہ کي ان جي اصلي روپ ۾ ڏسڻ ۽ پرکڻ جي قابل ٿي سگهون“.

اڍائي بجي کان ڇٽين بجي شام تائين، ڪانفرنس جي ’تجويزي ڪاميٽيءَ‘ جي گڏجاڻي ٿي، جنهن ۾ اٽڪل ٻي سو کن نمائندن شرڪت ڪئي، ۽ ٽي ٺاهہ ٺهراءَ پيش ٿيا. هڪڙو اهو ٺهراءُ بہ آندو ويو تہ ’اردو‘ ٻوليءَ کي تعليم جو ذريعو ٺهرايو وڃي. انهيءَ تي ٻهرينديءَ ٿي کن نمائندن زبردست اختلاف جو اظهار ڪيو، ۽ ڪارروائيءَ ۾ پنهنجي مفاد جي دلچسپي پيدا ٿي وئي- اهڙيءَ طرح بحث طول وٺي ويو. بحث ۾ راجشاهي يونيورسٽيءَ جي ڊاڪٽر شهيد الله، سنڌ يونيورسٽيءَ جي ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، پشاور جي مولانا عبدالقادر، ڪراچيءَ جي ڊاڪٽر عبدالحميد عرفانيءَ، ۽ لاهور جي ’ادبستان صوفيہ‘ جي پرنسپال محترمہ

فيصله طوريءَ حصو ورتو. انهيءَ بحث مان اها ڳالهه ته هڪدم واضح ٿي ويئي ته جيتري قدر اڙدو ٻوليءَ کي ذريعه تعليم بنائڻ جو سوال آهي، ان جو تعلق صرف اولهه پاڪستان سان ٿي ٿي سگهي ٿو. سڄي اولهه پاڪستان ۾ اڙدو ٻوليءَ کي تعليم جو واحد ذريعو بنائي ڇڏيو وڃي- انهيءَ تي بنگال، سنڌ ۽ سرحد جي نمائندن شديد مخالفت ڏيکاري. مولانا عبدالقادر ۽ ڊاڪٽر بلوچ انهيءَ ڳالهه جي ڪافي وضاحت ڪئي ته ڪنهن به ملڪ ۾ ذريعه تعليم بنجڻ لاءِ اتي جي "مادري زبان" جو حق بين الاقوامي حيثيت سان مڃيو ويو آهي- ۽ اهوئي لسانيات جو اصول پڻ آهي. هتي اهو اصرار ڪيو ته ملڪ جو ذريعه تعليم اڙدو نه، پر 'مادري زبان' هجڻ گهرجي... ڪثرت-راءِ کي 'فيصلو' بنايو ويو، ۽ آخر اڙدوءَ کي تعليم جو ذريعو بنائڻ وارو ٺهراءُ بحال ڪري ڇڏيو ويو!

متين ٺهراءَ جي وڏي ڏکهي بحث مان ۾ ڳالهيون چٽيءَ طرح سامهون اچي ويئون: پهرين ته هر پاڪستاني دانشور- توڙي ڪهڙي به علائقي جو هجي- پنهنجي ملڪ مان انگريزيءَ جي بالادستيءَ کي ختم ڪرڻ جي فائدي ۾ آهي؛ ۽ ٻي ڳالهه هيءَ ته اڙدو ۽ بين علائقائي ٻولين جو پاڻ ۾ ٽڪر قومي مفاد لاءِ هاڃيڪار ثابت ٿي سگهي ٿو- ۽ انهيءَ ڪري هن مسئلي تي وڏيڪ حقيقت-پسنديءَ واري ۽ واضح نقطهء نظر اختيار ڪرڻ جي ضرورت آهي.

ڪانفرنس جو پيو ڏينهن، عملي ڪاروبار جي لحاظ کان، نهايت اهم هو. صبح جا ٽي ڪلاڪ، "علوم والسنه شرقيه" تي لکيل ڪيترن ئي علمي شعبن بابت مقالا پڙهيا ويا. ٻي بجي ڪانفرنس جو عام ميڙ ڪٺو ٿيو ۽ ان ۾ پيون وڌيڪ رٿون پيش ڪيون ويون، جيڪي وقت جي ٿوراڻيءَ ڪري تجويزي ڪاميٽيءَ ۾ بحث هيٺ نه اچي سگهيون هيون. سڀ کان اهم رٿ 'اورينٽل ڪانفرنس' کي مستقل حيثيت ڏيڻ بابت هئي. پڇاڙيءَ ۾ ٽن ماڻهن جي هڪڙي ڪاميٽي ٺاهڻ جو فيصلو پڻ ڪيو ويو، جيڪا اڙدوءَ کي اعليٰ تعليم جو ذريعو بنائڻ جي باري ۾، ايندڙ جون ١٩٥٧ع تائين، مفصل رپورٽ تيار ڪندي.

"پاڪستان اورينٽل ڪانفرنس" جو، تهذيبي بنيادن تي، هيءَ پهريون اجتماع هو. اهو ايڏا آغاز آهي - ۽ اڳتي جون اُميدون اسان کي قومي بنيادن تي مسلسل جدوجهد جي ضرورت جو احساس ڏيارين ٿيون. (هفتيوار اڙدو رسالي "ليل و نهار" تان ترجمو ڪيل.)

# پڙهندڙن جا پيغام

● معزز مترو، اوهان جو رسالو "مهراڻ" ساڈو ٽي. ايل. واسوائي ڄ کي پوني ۾ ملندو آهي؛ اوهان جي مهرباني مڃي ٿو. مون کي چيو اٿس ته مان اوهان کي سندن ماهوار رسالو "سنت مالا" موڪليان.

وري وري پياري ڄ سنڌ جون يادگيريون اسان جي دلين اندر اٿنديون آهن. وطن جي وره ور ور اندر ۾ اکيرون اٿاري ٿي - شل اِها اکير، اِها حب، من اندر هميشه تازي رهي! سڀني سنڌي ڀائرن ۽ ڀينرن کي دعا ۽ سلام ڏجو.

شل "مهراڻ" وڌي، ويجهي ۽ سنڌي ٻوليءَ جي شيوا ڪري! — آتما واسوائي، پونو.

● محترمي، السلام عليڪم: سال گذريا قلم ڪونه ڪنيو اٿم. اڳ ۾ ٿي لکڻ فقط "سنڌوءَ" تائين محدود هو. ٿورو گهڻو "تعليم" اخبار ۽ هڪ اڌ ٻئي پرچي کي ڏيندو هوس، سو به بند ڪري ڇڏيو هوم. "مهراڻ" جي ٻئي دور وري ڪجهه نه ڪجهه لکڻ لاءِ آماده ڪيو. مهيني سوا کان ڇهون پرچو (۲-۱۹۵۶ع) مطالعي هيٺ آهي - ور ور ڪيو پيو پڙهان. توهان ته روزافزون ڪوشش ڪريو ٿا: توهان ته وسان ڪونه ٿا گهٽايو، پر جيڪو مواد ملندو سو ئي عام اڳيان آڻيندؤ. اها سموري جوابداري اديبن ۽ مضمون نگارن تي آهي. مون کي آزمودو آهي ته "سنڌو" رسالو جڏهن "ميان جو ڳوٺ" مان نڪرندو هو، تڏهن هن وٽ به ڪيترائي اهڙا مضمون ايندا هئا، جي قابل اشاعت نه هوندا هئا - ته به مجبوراً ڪين ٿبيو ويندو هو. آءٌ مسٽر راجپال کي چوندو هوس ته "ائين ڇو ٿا ڪريو؟" چوندو هو ته "ڇا ڪجي! هڪ ته سنڌ ۾ اديبن جي اڻاٺ آهي، وري جيڪي چڱا ليکڪ آهن، تن کي يا ته فرصت ڪانهي، يا ته سستي ڪري مس مس ٻه اکر ٿا موڪلين. انهن حالتن هيٺ، اسان وٽ جيڪو مواد هوندو، سو ئي پيش ڪنداسين: ڇاڪاڻ ته پرچو به وقت اندر ڪڍڻو آهي، نه ته شڪايتن جا ڍڳ اچي ٿا گڏ ٿين!" سندس اهو چوڻ بلڪل سچ هو. آءٌ ڏسندو هوس، مسٽر شيوارام لالا جهڙو اديب به پنهنجو مسودو صاف ڪري نه موڪليندو هو - انهيءَ "رف" تي درستيون، ۽ مسودو به پينسل سان لکيل هوندو هو. وقتي وٽس ته موادئي ڪونه هوندو هو، ان ڪري پرچو مجبوراً ليٽ ڪرڻو پوندو هوس. مارچ ۱۹۳۷ع ۾ ته وٽس ڪو به مضمون ڪونه هو؛ البت ڪي ترسايل افسانا فائيل ۾ پيل هئس؛ اهي ۽ ٻه افسانا مون کان لکائي، سڄو پرچو "آکاڻي نمبر" ڪري ڪڍيائين! توهان سان ٻڻ ساڳي حالت هوندي.

هڪ اديب ٺورڙا، پيو پرچو وڏو-ور ور ڪري لکبو، تڏهن مس مس ڪجهه موڪلين. انهن حالتن هيٺ، اوهان وٽ جيڪي ايندو سو چنڊي ڇاڻي پيش ڪندا: پرچي جي طويل تاخير جو هڪ سبب اهو به هوندو. تنهن هوندي به، توهان اديبن ۽ مضمون-نگارن کي ڏوندائڙي پڌايو ته "اوهين جيڪي به موڪليو سو اڳئين کان بهتر هجي". گهٽ معيار جون شيون سندن ئي وقار وڃائينديون، باقي "مهراڻ" جي موج ڪاڻ گهٽبي؛ البت ڪڏهن تار وَهندو، ڪڏهن تري پر.

اوهان گذارش ۾ جيڪي لکيو آهي، سو بلڪل صحيح آهي-خاص ڪري "هڪڙن جون پري کان بيٺان ...... هارجيو وڃي". هڪڙا چوندا ته سندن ڪاٺو به موتي ٿي وڃي؛ پيا وري چوندا ته "اوهان ڏيو ڇا ٿا، جو اوهان جون پيگرون وَهندا وتون!"-ڪنيو ڪاٺي ڪتيجان، ڏک جهلي ڏيٺس-ان ڪري اوهان جي دل برابر هارجي ويندي ... دل نه هاريو، "مهراڻ" بفضلِ خدا روزافزون ترقي ڪندو رهندو!

-محمدعظيم وڪڙائي، پوسٽ چوڏهيو، شڪارپور سنڌ.

● ادا سائين، اوهان تي رب جي رحمت هجي!

ڪيتري وقت کان مس مس پياري "مهراڻ" جو ديدار نصيب ٿيو. "مهراڻ" جي جدائيءَ ۾ ڪيترو وقت انتظار ۽ اوسيئڙي ۾ گذارڻو پوي ٿو؛ پوءِ ملڻ سان ايتري ته خوشي حاصل ٿئي ٿي، جيتري هوند ڪنهن عاشق کي محبوب جي وڇوڙي کان پوءِ، وصال مان ٿيندي هجي. ملڻ کان پوءِ، جيترو وقت بچائي سگهيو آهيان، ته ڪيس پڙهندو ئي پڙهندو رهيو آهيان-تان جو سڄو پڙهي پورو ڪيم. نه ڄاڻان ڪيترو لطف آيو هوندو، ڪيترو سوچيو ۽ سمجهيو هوندم، ۽ ڪيترو پرايو ۽ پرکيو هوندم: مطلب ته هڪ اٿاهه سمنڊ آهي!

اوهان جي گذارش مخالفن ۽ نقادن کي سنجيدو، سهڻو ۽ سڻئون جواب آهي، پر شل هو مسلمانڪي، هندڪي ۽ اشتراڪي نظر سان نه، پر "سنڌي" نظر سان ڏسن ۽ پنهنجي ٻوليءَ ۽ ادب جي ترقي ۽ عروج خيال ۾ آڻي، "مهراڻ" پڙهن.

"سانگيءَ" جيون "يادگيريون" بيشڪ هڪ لافاني شي آهي. 'سانگي' سنڌيءَ جو هڪ بهترين شاعر هو؛ پر اڃا تائين اسان ڏانهس توجهه ڪونه ڏنو آهي. ڪهڙو نه چڱو ٿئي، جيڪڏهن بورڊ 'سانگيءَ' جون سموريون تصنيفون سهيڙائي "ڪليات سانگي" ڇپارائي!

بيتن ۾، جيڪي ئي بيت آيل آهن، سي سراسري سڀ سٺا آهن؛ سبڪ ۽ سوليءَ سنڌيءَ ڪم آڻڻ جو خاص خيال رکيو ويو آهي، پر جيئن ته پڙهيل ۽ عروضي شاعرن جا چيل آهن، انهيءَ ڪري ڪنهن قدر بناوٽي پيا لڳن. بيت چوڻ لاءِ ضروري آهي ته سگهڙن، سالڪن ۽ راڳيندڙن جي ڪچهرين ۾ شاعر گهڻو اٿيو ويٺو هجي؛ تڏهن به سنڌي شاعرن جو هي قدم نهايت ئي مبارڪ ۽ لائق صد تحسين آهي. سنڌي قوم کي هرڪو پنهنجو فن آهي؛ انهن کي وسارڻ ٿيندو، پنهنجو عضوو وڍي ڦٽي ڪرڻ.

اسان جي شاعرن دوهن جي شروعات به ڪئي آهي. چڱي ڪوشش ڪئي اٿن؛ گهڻو ڪامياب ويا آهن - اها به نهايت مبارڪ ڪوشش آهي.

ڪافين ۾ "برده" سنڌي ۽ حافظ محمد احسن جون ڪافيون نهايت ئي پرلطف ۽ بلند پايي جون آهن. ڪافي چوڻ لاءِ ضروري آهي ته سُر تار مان واقف هججي. گهڻيون ڪافيون بناوٽي پيون لڳن، سنڌي شاعرن جو هي قدم به نهايت مبارڪ آهي. مون کي ته، نهايت خوشي ٿيندي آهي، جو سنڌي شاعر هاڻي پنهنجي ملڪ موٽي رهيا آهن. ڪهڙو نه چڱو ٿئي، جيڪڏهن تقليد سان گڏ ان فن ۾ جدت کان ڪم وٺي، انقلابي ۽ قومي خيال به پيش ڪيا وڃن!

گيت چوندڙن پهريائين قومي ۽ انقلابي خيال پيش ڪرڻ شروع ڪيا هئا، پر هاڻي موٽي ٺڏا ۽ "عيشي" ٿي ويا اهن. دلگير جو گيت نهايت ئي اعليٰ درجي جو آهي، دلگير کي گيت تي خاصي دسترس حاصل آهي. شمشير الحيدري جو "سڏ" واقعي قوم کي هڪ انقلابي سڏ آهي؛ ٻولي به واهه جو ڪم آندي اٿس!

لوڪ ادب جي سهيڙڻ ۽ سموهڻ ۾ به اسان جا اهل قلم هاڻي لڳي ويا آهن. لوڪ گيتن جا قسم ڏيکارين ٿا ته اسان جو لوڪ ادب ڪيڏو نه وسيع ۽ اعليٰ درجي جو آهي. گهڻي وقت کان ڏسندو هوس ته لوڪ گيتن مان "لوليءَ" طرف اڃا تائين ڪنهن توجهه نه ڏنو آهي، ۽ پيو سانباها ڪندو هوس ته عوام کي انهيءَ فن کان به واقف ڪرائجي- پر رشيد احمد لاشاري اڳ ڪڍي ويو.

نظم ۾ "دلگير" جو "مهراڻ جي موج" سچي رسالي جي سونهن آهي. هيءَ نظم "دلگير" جي فن جو ڪمال ۽ عروج آهي: نه فقط "دلگير" جو عروج ۽ ڪمال آهي، پر سنڌي ٻوليءَ جي وسعت ۽ همه گيريءَ جو پڻ چٽو ثبوت، ۽ سنڌي شاعريءَ جو سهڻو مثال آهي. ٻولي سادي، سلوڻي ۽ سپڪ، حد درجي جي روانگي ۽ سلاست، پڙهڻ ۾ مزيدار ۽ ميٺاج وارو- مطلب ته جديد سنڌي شاعريءَ جو هي سڀني کان مٿاهون نظم آهي. دلگير بيشڪ ڪيرون لهڻيون.

شيخ اياز جو "توتان واريان جند، منهنجي ملوڪ سنڌ!" هڪ اعليٰ درجي جو قومي نظم آهي. اهڙن شعرن جي هن وقت سخت ضرورت آهي، جي قوم ۾ قومي روح ڦوڪين ۽ وطن جي پيار جو احساس ڏيارين.

صالح محمد سمي جو "مارئيءَ جي پيت" به ٺيٺ سنڌيءَ جو نادر نمونو آهي، ۽ سنڌي لغت جي وسعت جو دليل آهي.

آزاد نظم ۾ سراج جو "ڪراچي" واه جو وڌيو! واقعي ڪراچي سنڌ جو سينگار ۽ روح آهي. سراج، سنڌي قوم کي ننڊ مان اٿارڻ جي ڪوشش ڪئي آهي- ڇل ستل سنڌي سجاڳ ٿين ۽ پنهنجو گهر سنڀالين! شيخ "راز" ته اڃا پڻ ٻولين جي غير مروج لفظن جي پچر نٿو ڇڏي.

نين طرزن تي ڪوشش ڪرڻ به سنڌي شاعريءَ جي واڌاري جي ڪوشش آهي. "سانيٽ" تي بشير مورياڻيءَ چڱي ڪوشش ڪئي آهي- پر ڪجهه گهرجي ٿو.

رشيد صاحب "ٻوليءَ" جي شروعات ڪري، سندس چوڻ موجب، سنڌي شاعريءَ ۾ نئين ايجاد ڪئي آهي. 'ٻولي' برابر هڪ نئين ۽ مبارڪ پيشڪش آهي، پر اٺين نه آهي ته سنڌي ٻوليءَ ۾ "محرم لوليءَ" جي صنف آهي ئي ڪانه. مون ڪيترا دفعا سنڌيءَ ۾ "محرم لولي" ٻڌي آهي. ڪنهن وقت "سنڌي محرم لولي" ان جي ثبوت ۾ پيش به ڪندس. "سنڌي شلوڪ" ته عام جام ڳايو ويندو آهي، جو لوليءَ جو هڪ قسم آهي.

افسانن ۾ جمال ابڙي جو "بدمعاش" سٺو افسانو آهي. جمال صاحب جو افساني جي فن بابت پنهنجو خاص نظريو، هن افساني مان بلڪل عيان آهي. گندي سماج جا وڪا پڌرا ڪيا ويا آهن؛ پر حقيقت کان گهڻو دور آهي. موجوده دور ۾ چور، ڌاڙيل ۽ خوني، وڏيرن جا پاليل ئين ٿا، جي وڏيرن کي غريب هارين کي هيسائڻ ۾ مدد ڪن ٿا. بهتر ٿئي ها، جيڪڏهن جمال صاحب افساني جي مکيه ڪردار کان عام ڪوس، عام چوري ۽ ڌاڙي جي بجاءِ، ظالمن ۽ جابرن سان وڙهڻ جو ڪم وٺي ها. باقي ٻولي، محاورا ۽ اسلوب بيان پنهنجو مٽ پاڻ آهن. جمال، افساني جي خاص لکڻيءَ جو مالڪ آهي، جا نهايت وڻندڙ، جاذب ۽ مروج ٻوليءَ ۽ محاورن تي مبني آهي. جمال جهڙي لکڻي اڃا تائين ته ڪنهن کي نصيب ڪانه ٿي آهي.

موهن جو "ڦيرو" به اعليٰ درجي جو افسانو آهي. سنڌي قوم هڪ غيرتمند قوم آهي. هن افساني ۾ سنڌين کي غيرت جو احساس ڏياري، کين سجاڳ ڪرڻ جي ڪامياب ڪوشش ڪئي ويئي آهي. وڏي ۾ وڏي خوبي اها آهي، جو مزورن کي، ويچا وساري، هڪ ٿي وڃڻ جي تلقين ڪئي ويئي آهي-حقيقت ۾ "ايڪو" سڀ لاءِ سٺو آهي.

هريڪانت جو "غفور" هڪ ڪامياب افسانو آهي. ماڻهن ۾ انسانيت پيدا ڪرڻ لاءِ ههڙن افسانن جي سخت ضرورت آهي. جيستائين انسان، انسان ٿي نه ٿيو آهي، تيستائين مذهبي ڪيئن سڌي سگهبو: ڇاڪاڻ ته سڀني مذهبن جي شروعاتي تعليم 'انسان بنجڻ' جي آهي.

"سراج" صاحب جو ترجمو ڪيل ڊرامو به هڪ سٺي ڪوشش آهي. اڪبر دنيا کي محبت، پيار ۽ انسانيت جو پيغام ڏنو هو: ان جي وسارڻ کان پوءِ ئي قوم ۾ نفاق پيو، جنهن جي نتيجي ۾ آخر غلام بنجي ويئي. شال، اسان جي قوم کي ساڃاهه اچي، ۽ انهيءَ پيغام تي عمل پيرا ٿئي!

اوهان "لوڪ ڪهاڻيءَ" جي شروعات ڪري، سچ پچ سنڌي ادب جي هڪ وڏي خدمت سرانجام ڏيئي رهيا آهيو. هاڻي گهڻن کي ريس ايندي. "لوڪ ڪهاڻي" لفظ اسان وٽ مروج نه آهي. اهڙين ڪهاڻين کي عام طرح "ڳالهه" چيو ويندو آهي. وري ڳالهيون گهڻو ڪري ٻهراڙيءَ ۾ ڪيون وينديون آهن، تنهنڪري ان کي "لوڪ ڪهاڻي" جي بجاءِ جيڪڏهن "ڳوٺاڻي ڳالهه" سڏيو وڃي ته بهتر ٿيندو؛ نه ته به فقط "ڳالهه" به ٺيڪ ٿيندو.

مضمونن ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب جو مضمون ”پارس ڪاڻ“ واقعي پارس ڪاڻ آهي. سنڌي تهذيب ۽ تمدن تي ڊاڪٽر صاحب جي اها تصنيف هڪ بيبها ۽ بلند پايي جي تصنيف ٿيندي، جنهن جي سخت ضرورت هئي. اسلوب بيان به نهايت سهڻو سادو، سلوڻو ۽ علحدو آٿس.

”مهراڻ جا موتي“ به واقعي بيبها موتي آهن. اهڙن موتين سان سنڌي ادب کي مالا مال ڪري سگهجي ٿو.

تبصرن ۾ ”شاعر“ تي جيڪو تبصرو ڪيو اٿوَ، اهو هڪ بلند پايي جو تنقيدي مضمون آهي، جنهن کي تنقيد ۾ اعليٰ درجو حاصل رهندو. تنقيد به صحيح ۽ تعميري تنقيد آهي.

”مهراڻ“ جي هڪ پرچي ۾ ”چَتي سانگيءَ“ تي هڪ مضمون ڏنو ويو هو، جنهن ۾ نبن فقير جو ذڪر آيل هو. انهيءَ ڏس تي نبن فقير جو ڪلام ۽ احوال هٿ ڪري، هڪ مضمون لکيو اٿم، جو موڪلي ڏيڻ تي دل ٿي ٿيي، پر اوهان کي سچ ضرور چوندس ته اوهان پنهنجي سنگتين، ساٿين ۽ نامِ ڪلين کان سواءِ ٻين جا مضمون ڪونه ٿا شايع ڪريو. مهرباني ڪري انهيءَ تنگ نظريءَ کي دور ڪري، هر ڪنهن کي ميدان ۾ اچڻ جو موقعو ڏيو.

– ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، اوورسيئر، رتوديرو.

● پيارا دوست، اميد ته بلڪل خوشباش هوندا.

توهان جي ادبي مخزن ”مهراڻ“ ڪافي عرصي کان مون کي باقاعدي ملندي رهندي آهي، جنهن لاءِ تمام گهڻا شڪريا. مخزن مون کي بيحد وڻندي آهي، ۽ شروع کان آخر تائين دلچسپيءَ سان پڙهندو آهيان.

مان ادبي ميدان ۾ گهڻو تڻو افسانوي حصي ۾ ئي گهڻي دلچسپي رکندو آيو آهيان، جنهنڪري توهان صاحبن جي مخزن جي اُن حصي بابت ئي ڪجهه چئي سگهندس.

”مهراڻ“ ۾ چيل ڪهاڻين ۾ ترجما لاجواب آهن – پوءِ اهي ديسي هجن خواه ودیشي. ڪرشن چندر جو ناٽڪ ”هندروجن ۾ ڪان پوءِ“ ته ڪڏهن به نه وسرندو! وديشي ليکڪن جي افسانن ۾ ”پيڻ“ (موپاسان)، ”اوورڪوٽ“ (گوگول)، ۽ ”پاشا“ (گورڪي) شاهڪار ڪهاڻيون آهن. اصلوڪين ڪهاڻين جي معيار اوچي نه هوندي به، شروعاتي ڪوشش طور، اهي ساراهه جي قابل آهن. مان سمجهان ٿو توهان صاحب نون ليکڪن کي ترجمن ڪرڻ تي قلم-آزمائي ڪرڻ لاءِ همٿائيندا، ته اڳتي هلي هو وڌيڪ سٺا ليکڪ ٿي سگهندا.

توهان جي تازي پرچي ۾ ڏيپلاڻي صاحب جو ناٽڪ نه ڏسي، سخت رنج ٿيو. هن جا اڳيان ناٽڪ ”شاهدي“، ”نجومي“ خواه ”واپيڙو“ ڪلاڻ ۾ بيحد ڪامياب ويا آهن. توهين ائين نٿا ڪري سگهو، جو هر پرچي لاءِ هن صاحب کان هڪ ناٽڪ لکائي وٺو؟ – نه مهنن ۾ صرف هڪ ناٽڪ!

سنڌي ادبي دنيا ۾ مون گذريل پندرهن ويهن سالن کان پنهنجي ننڍي نموني قلم-آزمائي پئي ڪئي آهي. هن مهل تائين ترجما ئي پئي ڪيا اٿم – پنجويهارو ڪن ننڍا وڏا ناول

۽ ٻه سؤ کن ڪهاڻيون ترجمو ٿيون هونديون. ٿورن ڏينهن ۾ توهان صاحبن جي مخزن لاءِ ٻه هڪ عمدي ڪهاڻي ترجمو ڪري موڪليندس، ۽ جي توهان کي اها پسند آئي، ته هر پرچي لاءِ هڪ سٺي ڪهاڻي ڳولي ترجمو ڪري موڪلي سگهندس.

گذريل ٻارهن سالن کان مون سنڌي پبلشر جي حيثيت ۾ به پنهنجي نموني ادبي ڪارگذارين ۾ ٿي حصو ورتو آهي. سچو وقت، جيڪي مون کان ٿي سگهيو آهي، مان اڪيلي-سر پيو ڪندو آيو آهيان. هن سهل تائين (سنڌ ۾ ڏيهه، ۽ ورهاڱي کان پوءِ هتي ستر) ڪل سؤ کن ڪتاب ڇپايا اٿم.

ورهاڱي بعد، هتي اچي مون نسي ٻهرين پهرين ادبي مخزن "نئين دنيا" شروع ڪئي هئي، جا هڪ سال هلائڻ بعد، ڪن دوستن کي ڏني، جي اج تائين هلائيندا اچن ٿا. پوءِ "سرگم" رسالو شروع ڪيم، جنهن جي ذريعي ڪيترا ناول ۽ ڪهاڻين جا ڪتاب شايع ڪرايا اٿم.

آخر ۾ منهنجو هڪ عرض آهي:

هڪ مدت کان منهنجي دل ۾ اها خواهش پاڇي رهي آهي ته پاڪستان جي سنڌي ليکڪن جي هڪ ٽولي هن طرف (هندستان ۾) گهمڻ لاءِ اچي. ان طرح، نه صرف اسان کي توهان پاڙن سان ملڻ ۽ پنهنجي مادر وطن جي احوال ڄاڻڻ جو موقعو ملندو، پر توهان صاحبن کي به ورهاڱي بعد هند جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ڦهليل سنڌي هندن جي حال احوال ڄاڻڻ جو موقعو ملندو. ان لاءِ، اسين هتي اڪل ڏهن ٻارهن ڄڻن جي ٽوليءَ لاءِ، رهڻ، گهمڻ، وغيره جو آسانيءَ سان بندوبست ڪري سگهنداسين-صرف توهان صاحب ليکڪن کي ڪڏ ڪري هيڏانهن اچڻ جو ذمو کڻو. ليکڪن ۾ ڪجهه شاعر، افسانه نويس، مضمون نويس، ۽ معزز علمي ماهر هئڻ گهرجن. شاعرن ۾ شيخ "اياز" اچي وڃي، ته هتي (اسان) جي نوجوان ليکڪن لاءِ خوش-قسمتيءَ جو وڏو موقعو ٿيندو. ڪاش، ڪوئي ڏسي سگهي ته ادبي جلسن ۽ محفلن ۾ هن کي ڪيتري نه عزت ۽ رغبت وچان ياد ڪيو وڃي ٿو! هن جو ويڇوڙائيءَ ۾ لکيل بيت، "جاڳ پٽائي گهوٽ"، ته هر هڪ جي زبان تي آهي.

اميد آهي، توهان صاحب اِن رٿ کي ڪامياب بڻائڻ لاءِ پوري ڪوشش وٺندا. پيو، سپ سک.

— بيهاري لال، بمبئي

● محترم شفيقم، تسليم: "مهراڻ" جو تازو پرچو اکين اڳ آهي.

افسانوي ادب سان خاص دلچسپي اٿم، تڏهين پهريائين افسانا پڙهي ختم ڪيم. افسانن جي ٽيڪنڪ تي ڪافي مقالا پڙهيا اٿم، سو مطالعي موجب، جيڪا حالت اڪثر سنڌيءَ جي افسانن جي آهي، تن مان ايترو مطمئن ڪين آهيان، جيترو هئڻ کپيم. ڪن افساني نگارن کان سواءِ مؤيثي اونده آهي. جيڪڏهين انهن جا نالا ٿو لکان، ته پيا دوست ناراض ٿيندا. ۽ چوندا 'ڇت ڪي کهڙي خبر افسانن جي؛ اچيس پاڻ کي ٻائي به ڪانه، هليو آهي وڏون.

ڪيڻ!“ تن ڪي عرض آهي ته برابر مان اڃا ڀريون ني ڏاڪو طي ڪونه ڪيو آهي، ٻيو مطالعي مان جيڪا خبر پئي اٿم، انهيءَ آڌار، پنهنجي ناقص خيال موجب، اها راءِ قائم ڪري رهيو آهيان.

اڃا اسان جو افسانوي ادب ڪافي پٺتي آهي، تنهن لاءِ اسان کي گهرجي ته ٻين زبانن جي ادب-پارن جو مطالعو ڪريون. جيستائين اسان جا اديب ائين نه ڪندا، تيستائين اسان جو ادب ترقي ڪري ڪين سگهندو. تنهنڪري، گهڻو ڪري، مان اوهان ڏانهن افسانا ترجمو ڪري موڪليندو آهيان. ترجمن مان خبر پوندي ته ڌاريا اديب، زندگيءَ جا ڪهڙا ڪهڙا تجربا، ڪهڙي نموني پيش ڪن ٿا، ۽ اسان جي پنهنجي ٻوليءَ جي شهپارن ۾ ڪهڙيون ڪهڙيون خاميون آهن. اها به خبر پوي ٿي، ته اهي اديب، ٻين افساني-نگارن جي مقابلي ۾، ڪيتريءَ حد تائين زندگيءَ جي حقيقتن جي ترجماني ڪن ٿا.

باقي، موجوده وقت جيڪي اسان جي افسانن ۾ ڪمزوريون آهن، سي اوهان کان لڪل ڪين آهن - جو ته اوهان جي نظرن مان ڪيترا افسانا گذرن ٿا. اهڙن پڪيل ۽ نو-مشق افساني نگارن جي ترجماني ڪرڻ لاءِ، ترجما پيش ڪرڻ هڪ نهايت عمدو ۽ ڪارآمد قدم آهي. ڪيترا اهڙا به ادب سان ذوق رکندڙ آهن، جيڪي اصلوڪي سنڌي افسانن کي پڙهن ئي ڪونه. ان جو ڪارڻ اڄڪلهه جا اڪثر رسالا ۽ اخبارون آهن. انهن جو ذوق، سٺن افسانن جي ترجمن شايع ڪرڻ سان ئي وڌائي سگهجي ٿو. تنهنڪري، ”مهراڻ“ جي هر پرچي ۾ ترجمو ٿيل ٽن چئن افسانن جو هجڻ لازمي آهي. منهنجي لکڻ جو مقصد اهو نه آهي ته ”مهراڻ“ ۾ اصل سنڌي افسانا خراب شايع ٿين ٿا، پر منهنجو مطلب ٻين رسالن متعلق آهي، جيڪي خراب افسانن کي جاءِ ڏيئي، ماڻهن جو ذوق گهٽائين ٿا. ”مهراڻ“ جي نئين دور شروع ٿيڻ کان اڳ واريءَ حالت جي مدنظر افساني جي هاڻوڪي حالت ڪافي سڌريل نظر اچي ٿي.

هن زماني ۾ اسان جي زندگي هڪ انتشار ۽ اضطراب ۾ مبتلا آهي. پراڻن ۽ فرسوده عشق ۽ محبت جي داستانن کي ڇڏي، پنهنجين حالتن ڏانهن نهارڻ گهرجي. اسان کي ڀرين پنهنجي ماحول ڏانهن منهن ڪرڻ کپي - جو بيڪار ڳالهين ۾ وقت وڃائجي؟ جنهن ادب جو زندگيءَ سان واسطو نه آهي، اهو ادب نه پر ذهني عياشي آهي. انساني زندگي ڏاڍي پيچيدي آهي، ۽ ان جي گهرائيءَ ۾ هزارين داستان ۽ اسرار لڪل آهن، اسان جي چئني طرفن گهڻو ڪجهه ٿهليل آهي، ۽ اهو ڪم اسان جي فنڪارن جو آهي ته هو فرسوده موضوعن کي ڇڏي، انهن حالتن جو جائزو وٺن. منهنجي قلم ۾ ايتري طاقت ڪانه آهي، جا ٻين ڪن دوستن ۾ ڏسان ٿو. تنهن هوندي به، جيڪي ڪجهه ايندو اٿم سو ڪوري ڪاغذ تي ٿڦائي ڏيندو آهيان. هاڻي، سائين، اوهان ئي ٻڌايو ته اهو ڪم انهن فنڪارن ۽ اهل قلم جو آهي ته هو انهن جائزن ۽ تجربن کي فنڪارانه تخليقات ۾ سموئن، يا اسان جهڙن جاهلن جو؟

- چنا شبير ”ناز“، شڪارپور سنڌ.

● جناب عالي، توهان صاحبن جيڪا سنڌي ادب جي بي لوث خدمت ڪئي آهي، ۽ ڪندا رهو ٿا، تنهن لاءِ آءٌ توهان صاحبن کي دل و جان سان مبارڪباد پيش ڪريان ٿو، ۽ دعا ٿو ڪريان ته مالڪ شل اچا به وڌيڪ توهان کي سنڌي ادب جي خدمت ڪرڻ جي توفيق عطا ڪرڻ فرمائي.

جڏهن ته ”مهراڻ“ رسالي جو هر پرچو آءٌ پڙهندو رهان ٿو، ۽ ”مهراڻ“ جو اڳيون دور به مون پنهنجيءَ زندگيءَ ۾ ڏٺو هو، ۽ هاڻوڪو دور به ڏسي رهيو آهيان ـ ائين برابر آهي ته ”مهراڻ“ سنڌيءَ ۾ بيشڪ هڪ لاجواب علمي ۽ ادبي رسالو آهي، ۽ منجهس هند خواهه پاڪ ۽ سڄيءَ دنيا جي چونڊيءَ جي اديبن ۽ شاعرن جا مضمون ۽ شعر شايع ٿيندا رهن ٿا، ۽ هن وقت تائين سنڌيءَ ۾ جيڪي به رسالا شايع ٿيا آهن، ۽ شايع ٿيندا رهن ٿا، تن سڀني رسالن ۾ ”مهراڻ“ رسالو بيشڪ پنهنجو مٽ پاڻ آهي.

جيستائين ”مهراڻ“ رسالي جو نئون پرچو اکئين نٿو ڏسجي، تيستائين دل ۾ ڏک ڏک ۽ اندر ۾ آنڌ مانڌ ٿيو پوي، ۽ سڄو رسالو پڙهي پوري ڪرڻ کان سواءِ دل کي چين بلڪل حاصل نٿو ٿئي، ۽ رسالو هٿ ۾ اچڻ کان پوءِ منجهيو پئجي ته رسالي ۾ پهرين ڪهڙي چيز پڙهجي! مطلب ته ”مهراڻ“ ۾ هر فن ۽ هرقسم جا مضمون ۽ شعر ملن ٿا، جن کي، پڙهڻ کان پوءِ تمام گهڻو ۽ اونهي ويچار ۾ پئجيو وڃجي، ۽ ائين ٿو ڀانئجي ڄڻ ”مهراڻ“ جي اٿاهه لهرين ۾ لڙهي، ڪنهن سندر ۽ آنند واري ڪناري تي وڃي رسبو!

ڇڱو جيڪر ائين ٿئي ته ”مهراڻ“ رسالو سه ماهيءَ مان ماهوار ڪيو وڃي، ۽ سندس ساليانو قيمت ڏهن مان وڌائي پنجويهه رپيا ڪئي وڃي، ته به سندس ڪاهو اوترو ئي ٿيندو، جيترو ڪاهو هن وقت آهي.

ـ چيلارام سامنداس، بانو شالي، سجاول سنڌ.

● برادرم، السلام عليڪم: گهڻي وقت کان اندر ۾ اها آرزو سانڍيندو آيس ته جي تاثرات ۽ خيالات منهنجي من تي بار بڻيا وتن، سي قلم ذريعي ڪاغذ تي آڻي، اوهان جي آڏو رکان ۽ پاڻ کي ان بوجھ کان سبڪدوش ڪريان. مون جهڙي عديم الفرصت انسان لاءِ اهو ڪم تمام ڪٺن هو. ڪئين دفعا خيال ڪيم ٿي، ۽ قلم به کنيم ٿي، مگر ٿڪاوٽ ۽ سستيءَ سبب ورپو رکيو ٿي ڇڏيم ـ پلا قانون جي قلمن کان نجات ملي، ته ٻئي طرف به ڪو ڏيان ڏجي. ڪنهن وقت چور، ته ڪنهن وقت چاڪي ـ جندڙي نه ڇڏين: هڪ ڏينهن جي ڳالهه هجي ته به نهيو، مگر هتي ته آهي هر روز جو معاملو، تنهن جي شڪايت ڪهڙي! البت ان دوران ۾ جهونگاربندي، ڪنهن وقت ڪافي يا غزل، بيت يا گيت، بي اختيار وات مان نڪري وڃي، ۽ تڪميل بعد دماغ کي تازگي ۽ سيني کي سرور حاصل ٿيو پوي ـ ڇو نه ٿئي! اديب يا شاعر لاءِ سندس مضمون يا شعر ائين آهي، جيئن ڪنهن اولاد جي آسائتي لاءِ پٽ جو پيدا ٿيڻ، يا چڪور لاءِ چنڊ جو اڀرڻ، يا پرواني لاءِ شمع جو ٻرڻ، يا بلبل لاءِ گل جو ٽڙڻ. اهو ته آهي مسرت ـ ماڻ، جنهن سان ان خوشيءَ کي ماپي سگهجي ٿو، جا اديب يا شاعر، شعر يا مضمون لکڻ

بعد پنهنجي من ۾ محسوس ڪري ٿو- جنهن جي لکڻ بعد اديب يا شاعر پاڻ کي خوش- نصيب کان خوش- نصيب انسان تصور ڪري ٿو، يا هفت- اقليم جي حاصل ٿيڻ جهڙي خوشي محسوس ڪري ٿو. مگر اهو به ڪنهن خيال ڪيو آهي تہ جڏهن اهو ساڳيو مضمون يا شعر ڪو نقاد رد ڪري ٿو تڏهن ان اديب يا شاعر جو ڇا حال ٿئي ٿو؟ ساڳيو اهو حال ٿئي ٿو، جو ان ماڻهوءَ جو ٿئي، جنهن جو ٻٽ سڪائڻ باسڻ بعد پيدا ٿئي، ۽ ڪو ان کي ٽوڙيءَ تي نهن ڏيئي نپوڙي ڇڏي؛ يا ان بلبل جو ٿئي، جڏهن تازي ٽڙيل گل کي ڪو تماشبين ٻئي پيرن هيٺان چيپاڙي هليو وڃي؛ يا ان چڪور جو ٿئي، جڏهن چنڊ جي اپرڻ سان ئي ڪو ڪارو ڪڪر مهتاب جي منور منهن کي سندس نظرن کان پوشيده ڪري ڇڏي؛ يا ان پرواني جو ٿئي، جنهن پريل شمع تي اچا ئي پيرا ئي مس ڏنا هجن، تہ ڪو ڦوڪ هڻي شمع کي گل ڪري ڇڏي! اهڙيءَ بيدردانہ هلت جو نقاد صاحب صرف اهو جواب ڏيئي، پنهنجي گلو خلاصي ڪندو آهي تہ ”مضمون يا شعر معياري نہ آهي“. ليڪن آءٌ هميشه ان ڳالهہ کي سمجهڻ کان قاصر رهندو آهيان، تہ معيار جيڪو نقاد پاڻ قائم ڪري ٿو، سو اهو معيار آهي جيڪو پاڻ پنهنجي خيال موجب قائم ڪيو اٿس، يا جيڪو ادبي معيار عام ادبي اصولن موجب مقرر ٿيل آهي؟

ڏهہ ٻارهن سال منهنجو جيڪو ادب سان تعلق رهيو آهي، ان جي بنا تي آءٌ اهو اندازو لڳايان ٿو تہ ڪن نقادن جو معيار متعلق قائم ڪيل نظريو، ادبي اصولن پٽاندر مقرر ڪيل معيار جهڙو نہ آهي. هو معيار کي پنهنجي خيالات، جذبات، اصول ۽ اندازي جي ماڻ ۾ ماپين ٿا- جيڪو شعر يا مضمون سندن خيال جي ڪسوٽيءَ تي کرو ٿو ثابت ٿئي، سو معياري، ورنہ غير معياري؛ پوءِ کڻي اهو صنائع بدائع جي خوبين سان سينگاريل هجي، يا فصاحت ۽ بلاغت جي زيورن سان آراستہ.

حقيقت اها آهي تہ ادب جي دنيا ۾ ”معيار“ لفظ جو مطلب اهو نہ آهي. ادب جي اصولن موجب مقرر ٿيل معيار جو، ذاتي خيالات، جذبات، اصول ۽ اندازي سان ڪو خاص تعلق ڪونهي. ادب وٽ معيار کي ماپڻ لاءِ پنهنجا ماڻ آهن، جن کي ”ادبي اصول“ چئجي تہ بہ ٺهي اچي؛ يا معيار کي تورڻ لاءِ وٽ ۽ تورا آهن، جن کي صنائع، بدائع، تشبيهون ۽ استعارا، محاورا ۽ پهاڪا، فصاحت ۽ بلاغت، وغيره چئجي تہ بہ درست آهي. جيڪڏهن ان مضمون يا شعر ۾ مٿيون خوبيون يا انهن مان ڪي موجود آهن، تہ پوءِ مضمون يا شعر معياري آهي- اگرچ نقاد جي خيالات ۽ جذبات سان ٺهڪي نہ بہ بيهي.

منهنجو هرو ڀرو اهو خيال نہ آهي تہ اديب يا شاعر جيڪو بہ مضمون يا شعر لکي ٿو، سو معياري آهي: مگر ايترو ضرور خيال اٿم تہ ان کي معياري بنائڻ انهن جو فرض آهي، جيڪي اها دعوا ٿا ڪن تہ هو مشهور اديب آهن، ۽ هنن کي معيار جي صحيح پرک آهي.

انهن جو درجو بہ رهنما ۽ هاديءَ جو آهي. جن کي راه ڏيکارڻ ۽ هدايت ڪرڻ گهرجي. اهو ماڻهو، جو رڳو تنقيد ويٺو ڪندو ۽ پنهنجي ذاتي جذبات، خيالات ۽ اصولن مطابق بہ شعر يا مضمون درست ڪري نہ سگهندو، يا ڪنهن بہ قسم جي اصلاح ڪري نہ سگهندو، اهو جيڪڏهن پاڻ کي اديب نہ سڏائي تہ بهتر آهي، چو تہ ان مان ادب کي فائدي جي بجاءِ نقصان ٿو رسي؛ ادب جي خدمت جي بجاءِ ادب لاءِ مصيبت ٿي پيدا ٿئي.

اول ڪان اچ تائين، "مهراڻ" جا نڪتل پرچا منهنجي نظر مان گذريا آهن. مون کي اهڙي ادبي معياري رسالي جي موجودگيءَ تي بيحد خوشي ٿيندي آهي. عموماً محسوس ڪندو آهيان تہ اسان جي ادبي دنيا ۾ جي "مهراڻ" موجزن نہ هجي ها، تہ هوند ادب جا باغ ۽ بستان، چمن ۽ گلستان، نابود ٿي وڃن ۽ منجهن نہ گل ۽ گونتا هجن ۽ نہ بلبلون ٻولين ۽ ٽپن.

آرزو اٿم تہ شل "مهراڻ"، اوهان جي ادارت هيٺ، ادب جي زرخيز زمين جي آبياري ڪري، ڪيس سرسبز ۽ شاداب رکندو اچي. — "حافظ" حسيني

● سائين، السلام عليڪم!

"مهراڻ" جي مواد جي چونڊ ۽ ترتيب هر پهلوءَ کان بهترين ۽ قابل داد آهي. ان کان پوءِ بہ، جيڪڏهن ڪي صاحب "مهراڻ" کي صرف "هڪ ئي مڪتب خيال جو ترجمان" ۽ "هڪ ئي وڙ جو دڪان" سمجهن ٿا، تہ انهن لاءِ صرف — بقول عرسائي صاحب — ايترو چئي سگهجي ٿو تہ "نيڏي، کي سارو سنسار نيڏو ڏسڻ ۾ ايندو آهي: ان ۾ نيڏي، جوئي ڏوهہ آهي، نہ سنسار جو".

"مهراڻ" (۱۹۵٦/۳ع) ۾، شعر جي هر حصي ۾ شيخ "اياز" پيش پيش آهي. "اياز" فطري شاعر آهي، جو نت نوان طريقا ۽ طرزون پيش ڪري ٿو. سندس هيءَ بيت بہ چا خوب آهي ...... چي:

"اسان ڪيئن ڪاٽيون، رسي ريجهڻ جون گهڙيون:
گهوڙها، گهرائيون، هياءَ ڏسڪيا هيج مان!"

"غني" صاحب تہ روز وانون ويٺو واجهائي، ۽ آس ڪري تہ

"ڏارين سان ڪيئن دل اٽڪايان — منهنجا مون کان سُنهن نہ مڃيندا!"

— ليڪن افسوس جو هي "منهنجا" سُنهن مٽي، پنهنجو مادر وطن، زبان ۽ ثقافت، سڀ جا سڀ، وڪڻي ويهي رهيا!

هينئر وقت آهي تہ اسان جا عزيز شاعر، پيچ و خم کان آزاد ٿي، قوم جي تعمير ڪن: چو تہ تاريخ شاهد آهي تہ انقلاب ۽ قومي تعمير جا باني اديب ۽ شاعر ئي آهن. هينئر اسان کي "ادب براي ادب" بدران "ادب براي زندگي" گهرجي. هن وقت حيدريءَ جهڙن جي گهرج آهي، جي اها صدا بلند ڪن تہ

"هر هنڌ زر جو زور نٿي پيو،
انسان ڪتن مان نڪري پيو:
اڄ همت سان پاڻ ٻه سائي،
پنهنجو ڀاڳ وڙايون!"

سنڌ جو هر باشندو، جنهن جي زبان سنڌي ۽ سان گڏ سرائڪي يا ٽري آهي، "مهراڻ" کي پنهنجو سمجهي ٿو، ڇو ته "مهراڻ" انهن جي لوڪ گيتن ۽ لولين کي به نه وساريو آهي.

هري دلگير جو "مهراڻ جي موج"، "مهراڻ" جي جوانيءَ جي هڪ زنده تصوير آهي. "نياز" همايونيءَ جو "زندگي، مان ڪيئن تنهنجي راز کي ريجهائيان"، ۽ گووردڻ محبوبانيءَ جو "زندگيءَ جي راهه تي"، قابل ستائش آهن. صالح محمد سمي جو "مارئيءَ جي پيٽ" هڪ ساڻيهه جهڙي سوکڙي آهي. شال مارئيءَ جيان سنڌ جي هر نر ۽ ناريءَ کي وطن جي هر چيز سان اهڙي حب هجي! هن شاهڪار ۾ گوئٽي جي دلين جي ترجماني آهي.

ڀاڳ جمال ابڙو ته هر دفعي فرسوده نظام جا بخيا اڌوڙي ٿو. سندس هر افساني جو ڪردار، ماحول جو محتاج نظر اچي ٿو. "هو وڏو بدمعاش هو- پهرئين نمبر جو!" پر اهي "بدمعاش" ۽ "شيدو ڏاڙيل" ڪنهن پيدا ڪيا؟ - انهيءَ فرسوده نظام! - جي سماج جي ڏاڍاين ۽ ظلم ڪري، تنگ ٿي هوندي ڪان ئي اهو عزم ڪن ٿا ته "ٻيهر وڏو ٿيان ته اهو وير وٺندس". مگر افسوس، جو اجا اهي "بدمعاش"، "شيدو"، "پشو"، ۽ "ٻلو دادا"، انهيءَ ظالم سماج ۽ فرسوده نظام جي وڏيري، سيٺ "ڏگائي خان"، رئيس "ڪامڻ خان"، ۽ انهن جي در جي پاليل ڪتن کي ختم ڪري نه سگهيا آهن!

"هڪ ڏينهن جي ڳالهه آهي" ۾ "سنڌ جي ابوجهه عوام جي ٻنهه پنهنجي اخبار" جو ايڊيٽر صاحب، سنڌ جي ابوجهه عوام جي "حفاظت" ڪرڻ بدران، خوب "حجامت" ڪري ٿو - خوب!

اسان کي دنيا جي انهن عظيم فنڪارن ۽ شاعرن لاءِ احترام آهي، جن پنهنجي خون سان قوم جي آبياري ڪئي آهي: انهن مان خليل جبران جو "اڳتي قدم" ۽ نذرالاسلام جا "باغي نظم"، "مهراڻ" جي هن پرچي جي زينت آهن.

آخر ۾ هن پرچي جي سڀ کان انوکي ۽ بهترين مضمون جو ذڪر ڪندس، جو ادبي دنيا ۾ هڪ نئين تخليق آهي - اهو آهي "سنڌي ادب جي ڪولمبس"، جناب محترمي ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، جو "پارس ڪاڻ". ڊاڪٽر صاحب ادبي دنيا ۾ ڪنهن به تعارف جو محتاج ناهي. اهڙي مايه ناز هستي تي سنڌ ۽ سنڌي هميشه فخر ڪندا، جنهن جو تن، من ۽ ڌن سنڌي ادب لاءِ قربان ٿيل آهي. "پارس ڪاڻ" ڪتاب، خود پنهنجي تشريح پاڻ ڪري ٿو. صاحب موصوف جو سنڌي ادب ۾ اهو پهرئين نموني جو نيارو ۽ انوکو ڪتاب ٿيندو، جو

جڻ ته هڪ "ڪامل استاد" آهي، جنهن جي متعلم ڪي ان بابت هر پهلوءَ کان ان سان ئي سمجهائي ملي ٿي: جنهن ۾ سنڌ جي گمنام شاعرن جي سادي ۽ سلوڻي ڪلام سان گڏوگڏ، سڀئي چوٽيون، گرامر ۽ لغت سميت سمجهايل آهن. صرف ٻن اکرن "ڏس" ۽ "الله توهار" تي ڪيتري نه تشريح ۽ ڪامياب بحث ڏنل آهي، ۽ "توحيد" واري باب جي ٻئي به کهڙي نه سهڻي گجهارت تي آهي ته،

"الله 'ذات' آهي، نوڪر انس ئي ڪونه، ٻر جي 'نالو' ٿئي!"

اميد ته ڊاڪٽر بلوچ صاحب "مهراڻ" جي هر پرچي ۾ انهيءَ "پارس ڪاڻ" جون قسطون ڏيڻ فرمائيندو. -جوکيو رحيم خان "جرس"، ڪوهستاني، جهرڪ.

● ٻاءِ ايڊيٽر، "مهراڻ" جو ستون پرچو اڳيان آهي. سنڌ ۽ هند جي هر هڪ چيز کي "مهراڻ" ۾ چڱي جاءِ ڏني ويئي آهي- ان لاءِ توهان مبارڪ جا مستحق آهيو. توهان جي انهيءَ خدمت کي "سنڌ" ۽ "سنڌي" ڪڏهين به وساري نٿا سگهن. توهان "مهراڻ" جي پڙهندڙن اڳيان اهڙيون چيزون پيش ڪيون، جي دراصل ختم ٿيڻ تي اچي بيٺيون هيون. توهان اهو ادب پيش ڪري هڪ ته ادب جي خدمت ڪئي آهي، ۽ ٻئي طرف پڙهندڙن کي سندن وڃايل خزاني جو احساس ڏياري، انهيءَ کي محفوظ رکڻ جي تلقين ڪئي آهي. ٻي خوبي "مهراڻ" جي اها آهي ته نون اديبن جي به همت افزائي ڪئي وڃي ٿي. انهيءَ جو مثال اسان پڙهندڙن اڳيان آهي- هر نئين پرچي ۾ نوان ليکڪ آهن. انهيءَ جو مطلب اهو نه آهي ته ڪهنه-مشق اديبن کي نظرانداز ڪيو ٿو وڃي. جهونن اديبن سان گڏ نوجوانن کي به "مهراڻ" ۾ جڳهه حاصل ڪرڻ لاءِ موقعو ڏنو وڃي ٿو.

باءِ، هڪ ڳالهه چوڻ کان رهي نٿو سگهان ته رسالو "مهراڻ" اڪثر ڪري دير سان نڪري ٿو. مهرباني ڪري ٻڌايو ته انهيءَ جو سبب ڪهڙو آهي- توهان جون مشغوليون ۽ مجبوريون، يا اوهان کي "مواد" وقت تي نٿو پهچي!

اوهان افسانن، ناٽڪن، ۽ ناولن جي ساليانې چٽاڀيٽيءَ جو جيڪو اعلان ڪيو آهي، انهيءَ لاءِ سنڌي ادبي بورڊ کي داد ڏيڻ کان سواءِ رهي نٿو سگهجي. اهو اعلان ڪري اوهان جي بورڊ ادب کي هڪ نئين زندگي بخشي آهي. چٽاڀيٽيءَ ۾ هڪ ته سٺن افسانن، ناولن، ۽ ناٽڪن جي خبر پوندي، ٻيو ته اديبن جي به همت-افزائي ٿيندي. اسان جي سنڌ گويا هڪ ادبي کاڻ آهي- منجهس ڪيترييون ئي چيزون پيل آهن. اميد ته ان طرح "سنڌي ادبي بورڊ" وڃايل ادب کي هٿ ڪري، ڪتابي صورت ڏيئي، سنڌي ڪتابن ۾ زبردست واڌارو ڪندو. هن دفعي، نظمن ۾ شيخ "اياز" جو "توتان واريان جند، سهڻي منهنجي سنڌ!" تمام پسند پيو- ان لاءِ اياز کي مبارڪون هجن. اميد ته اسان جا شاعر پنهنجي مادر وطن، سونهاريءَ سنڌ، کي ڪڏهين به نه وساريندا.

”آزاد نظم“ ۾، ”سراج“ جو ”ڪراچي“ پسند پيو: چوي ٿو ته

”هڪ ڏي ويندينءَ سنڌڙيءَ سان اي ڪراچي نيٺ تون!“

اميد ته ڪراچي وري سونهاريءَ سنڌڙيءَ سان هڪ ٿي ويندي- خدا ڪري شل ”سراج“ جي آس پوري ٿئي!

”گدائيءَ“ جي غزل مان اهو درد پيدا ٿيو، جنهن جو بيان ڪري ٿو سگهجي-ڪيس مبارڪون هجن. اميد ته هو پنهنجا گيت هميشه اهڙائي ڳائيندو رهندو. ”گدائي“ جو غزل ته سجو لکڻ لائق آهي، پر مان هتي صرف ٿورو ڪر پڙهندڙن جي اڳيان پيهر پيش ڪريان ٿو- چوي ٿو:

”دورِ خزان ۾ اڳ هئا بيچين گل رڳو، — اڄ اضطراب آه سگهر خار خار ۾!
مون ڪان نه پڇ سوال خدارا تون ٿي پڌاءِ: — بلبل جي زبان بند ڇو فصل بهار ۾؟
دهقان بدنصيب کي ماني نه آ نصيب، — سمجهيو وڃي ٿو اجنبي پنهنجي ديار ۾!
معمارِ ملڪ خاڪ بسر، دربدر، بکيو، — بيڪار عيش ٿو ڪري هر وقت غار ۾!
هن ارض پاڪ جو اڃا آئين پاڪ ناهه، — ملت جي ڏيءَ ٿئي پئي وڪرو بزار ۾!“

ڪهڙو نه درد سان ڀرپور ۽ حقيقت تي مبني آهي هي غزل!

افسانن ۾ جمال ابڙي جو ”بدمعاش“ نظر مان گذريو. جمال هڪ ’بدمعاش‘ کي سندس اصلي روپ ۾ پيش ڪيو، ۽ اهو به واضح ڪيائين ته پوليس وارن جي انهن خلاف ڪهڙي روش آهي، ۽ هو انهن کي ڪهڙيون تڪليفون ڏين ٿا. تاهم، هڪ ڳالهه ضرور آهي ته ان ۾ جمال اهڙيون ڳالهيون درج ڪيون آهن، جي درحقيقت ڪيس لکڻ نه کپنديون هيون- جهڙوڪ، مرچ وڌائون؛ مٽ ڀيارائونس؛ پيٽ کي اگهاڙو ڪيائون، ۽ چيائونس ته وار پٽينس؛ ڪيس ڏندي لنگهائي ڪڍيائونس؛ رت وهي هليو، چيائون ته سوري هيس؛ وغيره. قبول ٿو ڪجي ته پوليس عملدارن جي ”بدمعاشن“ طرف اهڙي روش ٿي سگهي ٿي؛ تڏهن به ’ادب‘ جي لحاظ سان، اهڙيون ڳالهيون لکڻ گويا ’ادب‘ جي بيعزتي آهي.

”ڏڪن جي ڏوي“ پڙهندي سچ پچ ڏڪ وهي هليا. جگديش لعلائيءَ اهڙيءَ طرح ”ڏڪن جي ڏوي“ ڏامي آهي، جو جيڪو پڙهندو، سو جيڪڏهن پٿردل هوندو ته خير- نه ته ضرور لڙڪ ڳاڙيندو.

بشير موريائيءَ جو افسانو ”نيڪري“ پسند آيو: جنهن ۾ هڪ غريب جي زندگيءَ جو نقشو چٽيل آهي ته ڪيئن ’جپي‘ ۾ ’چولا‘ وڃي؛ ويچارو مٽي تي رکي سڄو ڏينهن رستن تي هلندو هو، تڏهن وڃي پيٽ-قوت ڪرندو هوس. هن وٽ سؤ رپيا ڪٺا اچن، جو پنهنجي پاءَ جو علاج ڪرائي سگهي- جيتوڻيڪ سندس پاءَ لاءِ ڪيس ڪافي ڪان زياده پيار هو.

آخر اها مجبوري ڪير جوڻا جي ٺيڪريءَ ۾ ڪيهلي وئي - ۽ انهيءَ 'مجبوريءَ' ئي ڪيس 'جوڻا' ڪرڻ لاءِ مجبور ڪيو.

"هڪ ڏينهن جي ڳالهه" ۾ محترم "ا - ب - ت" جي "اخبار" بلڪل پسند آئي. "ا - ب - ت" جي خبر ناهي پنهنجي لکڻي تہ پيڻ آهي يا پاڻ - تاهم اسين ڪيس پاڻ ڪري لکون ٿا. برادرم "ا - ب - ت" جي "اخبار" ۾ ايڊيٽر جو رويو اهڙو پڌايو ويو آهي، جو اڄڪلهہ جي حالتن تي بلڪل ٺهڪي ٿو اچي. ابوجهہ عوام جي هڪ فرد، ايڊيٽر کي "ڦي" ڏيڻ ڪان پوءِ، پڇيو: "سائين، منهنجي پارت هجيئي: پلا ڪا اپل پيل ڪيان؟"

"نہ، نہ، رک سائينءَ تي!"... ايڊيٽر انهيءَ مسئلي کي شايد وڌيڪ چيڙڻ نٿي چاهيو، ۽ غريب کي ائين ئي آسري ۾ ئي رکڻ چاهيو. هوڏانهن هن غريب جي سادگي ۽ ابوجهائي هيٺين لفظن مان ظاهر آهي:

"ابا پرديسي آهيان - مون کي ڪنهن مسيت جو تہ ڏَس ڏجانءِ، نماز پڙهندس" - انهن لفظن مان سندس شرافت ۽ سادگي پئي بکي.

واقعي ڪن پيشہ ور ۽ پينو ايڊيٽرن جي اها حالت آهي، جو غريبن کي ڦُرين، ۽ وڏيرن کي ٻہ: ۾ وڏيرن جو ڪم ٿئي تہ حاضر، ۽ غريبن جا صرف ڏوڪڙ کائن ۽ بس - پوءِ دعويٰ اها تہ "سنڌ جي ابوجهہ عوام جي بنهہ پنهنجي اخبار!" اميد اٿم تہ آئنده پڻ "مهراڻ" ۾ هميشہ اهڙيون چيزون پيش ٿينديون رهنديون، جن ۾ ادب سان گڏوگڏ، عوام جي ترجماني ۾ ڪئي ويندي. - محمد دائود بلوچ



# تبصرا

**مثنوي چنيسرنامه (فارسي)**: مصنف ادراڪي بيگلاري؛ سن تصنيف ١٠١٠هه؛ صفحا: مثنوي ١١٨، مقدمو ٦٤؛ سائيز ڊيمي؛ ڪاغذ اعليٰ؛ طباعت نفيس، دلڪش ۽ صاف؛ ڪتبا ۽ تصويرون ڏهه؛ ڪوَر ديده زيب ۽ رنگين؛ قيمت ساڍا ٽي رپيا؛ ملڻ جو هنڌ: سنڌي ادبي بورڊ جا بوڪ اسٽال- (١) سنڌ اسيمبلي بلڊنگ، بندر روڊ، ڪراچي؛ ۽ (٢) تلڪ چاڙهي، حيدرآباد، سنڌ.

"مثنوي 'چنيسر نامه'" ڏهين صدي هجريءَ جو هڪ علمي ۽ ادبي شاهڪار آهي، جو سنڌي ادبي بورڊ طرفان، "قومي تاريخ ۽ ادب کي فروغ ڏيڻ" واريءَ اسڪيم ماتحت، شايع ٿيو آهي. انهيءَ اسڪيم پٽاندر سنڌي عالمن ۽ شاعرن جا اهي علمي، ادبي، تاريخي ۽ ديني ڪتاب شايع ڪيا ويندا، جي عربي ۽ فارسي زبانن ۾ لکيل آهن، ۽ هيتري وقت تائين بياضن، قلمي نسخن ۽ مخطوطات جي صورت ۾ ڪينڻن جو کاڄ بنجي رهيا هئا. سنڌي ادبي بورڊ ۽ ان جي علمي خدمتن جي سلسلي ۾، هيءَ علمي ڪارنامو، بين الاقوامي ۽ تهذيبي حيثيت سان، قابل تحسين آهي. سنڌ جي وفات-يافته عالمن ۽ بزرگن جا علمي ڪارناما عرب ۽ عجم ۾ مسلم آهن. سنڌي بزرگن جا تفسير، ذخيرهٔ احاديث جون شرحون ۽ حاشيا، فقه تي مباحث ۽ موشگافيون، تصوف ۽ اخلاق تي عارفانه ۽ عالمانه نُڪته-سنجيون- اسلامي لٽريچر ۾ سنڌ جي مقام تي پهتل آهن.

سنڌ جي مردم خيز ۽ علم آفرين سر زمين جي پراڻي علمي ذخيري جيَ اشاعت ۽ حفاظت، ترتيب ۽ تدوين، جو ڪم نه انگريزن جي دور ۾ ٿيو آهي ۽ نه ان کان اڳ- ايتري قدر جو انگريزي دور ۾ نولڪشور ۽ مجيدي ڪتبخانه ڪلڪته، ۽ دهلي ۽ رامپور، بريلي ۽ حيدرآباد دکن جي ڪتبخانن، جيترا عربيءَ ۽ فارسيءَ جا معمولي ۽ غيرمعياري علمي، ادبي، لغوي، ديني (تفسير، احاديث، فقه، اصول فقه، اصول حديث، تصوف)، طبي، ۽ فلسفي يا منطق متعلق ڪتاب شايع ڪرايا آهن، انهن جي انداز کي ڏسي حيرت ٿئي ٿي: پر ايتري "دفتر پارينه" ۾ سنڌي علماي ڪرام ۽ ادباي عظام مان فقط "تحفة الکرام"، "چچنامه" ۽ "تاريخ معصومي" جا نالا ملندا- ۽ انهن مان به "تحفة الکرام" جي تسويد ۽ تبييض ناقص، طباعت سادي ۽ حواشيه کان معريٰ، ترتيب ۽ تدوين غير علمي آهي.

سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ اڄ تائين هزارها پراڻا شاهڪار مٽيءَ ۽ ڪيڙن جو کاڄ ٿي چڪا آهن، ۽ باقي جيڪي بچيل نسخا آهن، سي به ضعيف ٿي چڪا آهن. هوڙي پرآشوب

۽ نازڪ دور ۾ اهڙن نفيس ۽ ضعيف ڪتابن کي ڳولڻ، انهن جي تصحيح ڪرائڻ، انهن تي حواشي لکائڻ، ۽ پوءِ نهايت ديده زيب حالت ۾ ڇپائڻ - اها ادبي بورڊ جي تحسين جوڳي خدمت آهي. هيءَ ڪتاب عرب ۽ عجم بلڪ يورپ جي علماي مستشرقين ۽ وڏين لئبررين کي تحفي طور موڪلي، سنڌ جي علمي عظمت کان انهن کي متعارف ڪري سگهجي ٿو. ”مثنوي چنيسر نامه“ ان ”سلسلة الذهب“ جي هڪ سوني ڪڙي آهي.

”چنيسر نامه“ سنڌ جي مشهور معروف اوک ڪهاڻي ”ليلا-چنيسر“ تي مشتمل آهي، مولانا ”جاميءَ“ جي ”يوسف-زليخا“ جي طرز ۽ رنگ ۾ لکيل آهي، بلڪ بحر به ساڳيو رکيو ويو آهي. ڪتاب جي اول ۾ سنڌ جي قابل فخر محقق، پير حسام الدين راشديءَ، نهايت نفيس ۽ معلومات افزا، جامع ۽ سير حاصل پيش-لفظ لکيو آهي، جنهن ۾ مصنف جي سوانح ۽ ماخذات، ان زماني جي سنڌ ۽ ان جي نظام، ۽ ان دور جي علمي ادبي پس منظر سان گڏ مثنويءَ جي شاعرانه محاسن ۽ خصوصيات متعلق به علمي تبصرو ڪيل آهي.

”مثنوي چنيسر نامه“ ۽ ان جي مصنف جي شخصيت هر لحاظ کان طبقهءِ اوليٰ جي مثنوين ۽ شعراي ڪرام ۾ شمار ڪري سگهجن ٿا. هن مثنويءَ جي مصنف، رنگ آميزيءَ ۽ مبالغه آرائيءَ کان گهڻو پاسو ڪيو آهي، ۽ قصي سان صوفيانه ۽ عارفانه نڪته-سنجيءَ کان گريز ڪري، سادي ۽ دلنشين پيرايي ۾ قصو نباهيو آهي. تبصري نگار، مقدمي نگار سان متفق آهي، جنهن لکيو آهي:

”ادراڪي سڀني ضروري ۽ فني ڳالهين کي نظرانداز ڪري ڇڏيو آهي، انهيءَ ڪري فن ۽ ٽيڪنڪ جي لحاظ سان سندس مثنويءَ ۾ ڪا خاص ڪشش ڪانه آهي“ - پيش-لفظ (ص ١٠).

ادراڪيءَ جي هن مثنويءَ کي ناقدانه حيثيت سان ڏسڻ کان پوءِ تسليم ڪرڻو پوندو ته ادراڪي قادرالڪلام شاعر ۽ سخن-سنج هو. فن تي ڪيس استادانه دسترس حاصل هئي؛ فن جي لوازمات ۽ متعلقات کي نباهڻ ۽ سمجهڻ جو سليقو ۽ سلڪو، پختو ۽ عالمانه هوس. مثنويءَ جهڙيءَ سنگلاخ زمين ۾ جنهن چابڪدستيءَ ۽ هنرورِيءَ سان ادراڪيءَ قلم کنيو آهي، اهو تحسين جي قابل آهي: جيئن راشدي صاحب لکيو آهي ته

”ادراڪيءَ ڪيترا شعر معرڪي جا چيا آهن؛ جنهنڪري شاعرانه نقطهءِ نظر سان مثنويءَ جو مقام دلڪش ۽ دلپسند ٿي پيو آهي“ - (ص ١٦).

پيش-لفظ ۾ انتخاب طور جي اشعار پيش ڪيا ويا آهن، اهي نهايت لذيذ ۽ پختا آهن. محاڪات ۽ منظر-نگاريءَ، صنايع ۽ بدايع، حسن-معانيءَ ۽ حسن-بيانيءَ جو هي دلڪش مجموعو اميد ته فارسي ادب ۾ بيش-بها مطبوع اضافو ثابت ٿيندو، ۽ سنڌ کي تهذيبي ۽ ادبي دنيا ۾ جنهن نظر سان ڏٺو وڃي ٿو، ان ۾ ”حسن نظر“ پيدا ٿيندو. علمي ۽ ادبي ذوق رکندڙ حضرات کي مطالع ڪرڻ گهرجي. - غ. م. گ

تحفة الطاهرين (فارسي): مصنف شيخ محمد اعظم ٺٽوي؛ صفحا (تاريخ ۱۸٦، مقدمو ۳۰) ۲۲٦؛ صاف ديده زيب طباعت، دلڪش گليزڊ ڪاغذ، رنگين سهڻو ڪوَر؛ قيمت ساڍا ٽي رپيا؛ ملڻ جو هنڌ: سنڌي ادبي بورڊ جا بوڪ اسٽال - (۱) سنڌ اسيمبلي بلڊنگ، بندر روڊ، ڪراچي؛ ۽ (۲) تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ.

"تحفة الطاهرين" فارسي ڪتابن جي سلسلي جو پهريون نمبر ڪتاب، ۽ "قومي تاريخ ۽ ادب کي فروغ ڏيڻ واريءَ اسڪيم" موجب تيار ٿيل ڪتابن جو ٽيون نمبر ڪتاب آهي. هن ڪتاب جو مرتب ۽ مصحح ۽ حاشيه نويس بورڊ جو لائق رفيق محترمي بدرعالم دراني آهي.

'تحفة الطاهرين'، مڪليءَ جي مدفون اوليای کرام ۽ صلحای ٺٽه جو مختصر ۽ جامع تذڪرو سمجهڻ گهرجي، جو شيخ محمد اعظم، بن محمد شفيع، ٺٽويءَ جو لکيل آهي.

شيخ صاحب ڪلهوڙن جي پڇاڙيءَ ۽ ميرن جي اوائلي دور جو فاضل شخص آهي. ان دور کي فارسي ادب جي عروج ۽ ڪمال وارو دور چيو وڃي ٿو. ان زماني ۾ فارسيءَ ۾ تمام چڱا چڱا ڪتاب پيدا ٿيا آهن. ائين چوڻ ۾ ڪوبه وڌاءُ ڪونهي ته جيترو فارسي ادب ان دور ۾ قلمبند ٿيو، اوترو نه انگريزي دور ۾ ٿيو، نه ٽالپري دور ۾. هن ڪتاب جي مقدمه نگار آغا بدرالدين صاحب جو مقدمو نهايت دلڪش، پُر مغز ۽ جامع آهي - توڙي جو مختصر آهي.

مقدمي جي اول ۾ صوفيای کرام جي اخلاقي ۽ اصلاحي جدوجهد ۽ جفا-پسندي، ۽ سندن علمي ۽ روحاني ڪمالات متعلق نهايت سليس ۽ سلوڻي، رنگين ۽ شيرين انداز ۾ جو ڪجهه تبصرو ڪيو ويو آهي، اهو قابل غور آهي. فاضل مقدمه نگار فرمائي ٿو:

> "سنڌ هجي يا هند، عرب هجي يا ايران - هرهنڌ ۽ هر ملڪ ۾ انساني عادتن کي اجارڻ ۽ اسارڻ، بگڙيل سوسائٽيءَ کي سڌارڻ ۽ سنوارڻ، انساني زندگيءَ ۾ هڪ نئون روح ڦوڪڻ ۽ اخلاقي نظام پيدا ڪرڻ لاءِ، پلارن بزرگن ۽ صوفين سگهورن جيڪي ڏک ڏولاوا سٺا آهن، روحاني رياضتون ڪيون آهن، تن کي دنيا جي تاريخ ڪڏهن به وساري نٿي سگهي. انهن جا اهي سونهري ۽ سچاجها گفتا، قدر ۽ عزت جي قابل ڪارناما، اسان جي اڳوڻي شان ۽ مان، ۽ ڏيک ۽ ويک جا اهي سدا-روشن ڏيا آهن، جن کي زماني جي انڌيرن جون آنڌيون ۽ هيبتناڪ حادثن جا هنگاما ڪڏهن به اُجهائي نٿا سگهن. سندن گفتار ۽ ڪردار، عمل ۽ فڪر، سچائي ۽ صفائيءَ جو جذبو هڪ اهو اجريل آئينو آهي، جنهن کي سامهون رکي، هر وقت ۽ هر حال ۾، پنهنجي مستقبل جي پريشان پيشانيءَ کي اجاري ۽ سنواري سگهجي ٿو".

صوفيای کرام جي عمل ۽ اصلاح، انسانيت جي خدمت ۽ محبت، مخلصانه جدوجهد ۽ مجاهدانه پيشقدميءَ کي هر مذهب ۽ قوم جا ماڻهو تحسين جي نظرن سان ڏسي رهيا آهن. افسوس آهي جو صوفيای کرام جي خدمتن جو انقلابي ۽ عملي حيثيت سان ڪو جائزو نه ورتو

ويو آهي. فقط ڪرامات ۽ مختصر حالات تي اڪتفا ڪيل آهي. اسان جا قديم ۽ جديد تذڪرا سڀ ان قسم جا آهن. انهن کي مطالع ڪرڻ ڪان پوءِ ٿي عام طور چيو وڃي ٿو تہ صوفي-ازم سان جمود ۽ بيروحي، بيعملي ۽ گريز پيدا ٿئي ٿو. سنڌ جنهن کي "باب الاسلام" چيو ويو آهي، ان جي مردم خيز خطي ۾ ڪيئي مردان خدا خاڪ-نشين آهن، جن جا علمي ۽ اصلاحي ڪارناما زنده جاويد حيثيت جا مالڪ آهن. سنڌي بزرگن جي ديني ۽ تبليغي خدمتن، ۽ ڪارنامن متعلق، ٻن چئن تذڪرن کان سواءِ، ڪو مفصل ۽ مڪمل تذڪرو ڪونہ رهيو آهي. زماني جي حادثن ۽ باهمي جنگين ۽ هنگامن اهو سارو خزانو هيٺ مٿي ڪري ڇڏيو آهي، تاهم ان موضوع تي جي بہ تذڪرا ملن ٿا، انهن کي غنيمت سمجهڻ گهرجي. اچا تائين "حديقة الاولياء"، "تذڪرة المراد"، "معارف الانوار" ۽ "معيار سالڪان طريقت" اڻ ڇپيل آهن، جي جلد بورڊ جي طرفان شايع ٿي ويندا.

هن ڪتاب ۾ ڪُل ٻارهن فصل آهن، ۽ انهن ۾ ١٦٨ ٿٽي جي بزرگن جو احوال آهي. آخر ۾ هڪ ضميمو ڏنل آهي، جو مصنف جي هڪ ٻئي ڪتاب "هيئت العالم" تان ورتل آهي، جنهن ۾ سنڌ، ملتان، بکر، الور، سيوستان، حيدرآباد ۽ ٿٽي جي جاگرافيائي حدود ۽ محل وقوع متعلق هڪ جاگرافي-نويس جي فني ڪاوش ملي ٿي. اهو ياد رهي تہ 'هيئت العالم' مصنف جو پيو ڪتاب آهي، جو جاگرافيءَ تي مستند ۽ جامع علمي چيز آهي. هنئن ڪتابن جو مطالعو سنڌي ادب سان دلچسپي رکندڙ حضرات لاءِ فرض سمجهڻ گهرجي. —غ. م. ڪ.

**برهانپور ڪي سندهي اولياء (اردو):** صفحا ٤١٩؛ ڇپائي، گيٽ اپ، ۽ ڪور وڻندڙ؛ قيمت ڇهہ روپيا؛ ڇپائيندڙ: سنڌي ادبي بورڊ؛ ملڻ جو هنڌ: سنڌي ادبي بورڊ جا بوڪ اسٽال- (١) سنڌ اسيمبلي بلڊنگ، بندر روڊ، ڪراچي؛ ۽ (٢) تلڪ چاڙهي، حيدرآباد، سنڌ.

سنڌ ۾ سما گهراڻي جي حڪومت واري دور تي اگرچ جهالت ۽ بيخبريءَ جا نهايت ٿُلها ۽ سياه پردا پيل آهن، تڏهن بہ جيڪي ڪجهہ معلوم ٿي سگهيو آهي، انهيءَ مان ايترو دعويٰ سان چئي ٿو سگهجي تہ سمن جو دور سنڌ جي تاريخ جو هڪ سونهري دور هو- هن جي ڏينهن ۾ سنڌ جي ماڻهن کي نهايت آرام ۽ امن نصيب هو، ۽ هو زندگيءَ جون گهڙيون نهايت اطمينان سان گذاري رهيا هئا. نتيجو هيءُ ٿيو، جو هن خوش-نصيب سرزمين ۾ علم ۽ فيض جا درياهہ وهڻ لڳا، جن کان ملڪ جو چپو چپو سيراب ۽ سرسبز ٿي ويو.

سمن سلطانن جي ڏينهن ۾، سنڌ جي حاڪمن ۽ گجرات جي حاڪمن جا پاڻ ۾ گهرا ۽ گهاٽا تعلقات ٿيا، جن اڳتي هلي سڳابنديءَ جي صورت ورتي، جنهنڪري ٻنهي ملڪن جا حڪمران هڪ ٻئي جا نہ فقط دوست بلڪ عزيز ۽ خويش ٿي پيا. حاڪمن جي هن ناتي جو اثر فطرتاً رعيت تي بہ پيو، ۽ گجرات ۽ سنڌ جي ماڻهن جي هڪ ٻئي سان آمدرفت ۽ ناتا وڌڻ لڳا، جنهنڪري ٻنهي ملڪن جي اجنبيت وڏيءَ حد تائين ختم ٿي ويئي.

جڏهن بدقسمتيءَ سان سما گهراڻي جي حڪومت جو خاتمو آيو، سنڌ ملڪ تي ٻاهرين حاڪمن جو راڄ شروع ٿي ويو، ۽ اهو اڳوڻو امن امان نه رهيو، تڏهن سنڌ جي ڪيترن بزرگن، جن کي هاڻي هتي ڪم ڪرڻ جو موقعو نٿي ملي سگهيو، تن گجرات ڏانهن رخ رکيو، ۽ وري سنڌ ڏانهن نه وريا. انهيءَ وچ ۾ گجرات سان اهي رشتا ناتا ختم ٿي ويا، ۽ آمدرفت جو سلسلو ڪچي ويو؛ تنهنڪري انهن بزرگن جي ياد به ماڻهن جي دلين تان محو ٿي ويئي، ۽ ڪنهن کي خبر ڪانه رهي ته ڪو هي گوهر ناياب اصل سنڌ جي پيدائش هئا.

هندستان جي تقسيم سان جيڪي ڦيريون گهيريون آيون، انهن مان هڪڙو اهو فائدو ٿيو آهي جو هندستان جي مختلف گوشن مان وڏا وڏا فاضل ۽ اهل قلم سنڌ ۾ هجرت ڪري آيا آهن: جنهنڪري اسان کي ڪيترين پنهنجون وڇايل وٿون وري واپس ملي رهيون آهن. اهڙن ماڻهن مان هڪڙو بزرگ سيد محمد مطيع الله، "راشد" برهانپوري، به آهي. هن بزرگ جي هڪ تازه ترين تصنيف، "برهانپور کے سندهي اولياءَ، المعروف به تذکره اولياى سنده"، سنڌي ادبي بورڊ ڇپائي شايع ڪئي آهي.

برهانپور جي سنڌي بزرگن جا حالات بلڪل گمناميءَ جي گوشي ۾ پيل هئا؛ جيڪڏهن ڪنهن جي ڪا ٿوري گهڻي خبر به پيئي ٿي، ته نهايت مشتبه ۽ مشڪوڪ: مثلاً، مون کي بلڪل چڱيءَ طرح ياد آهي ته ڪنهن زماني ۾ مسيح الاولياء شيخ عيسيٰ جندالله برهانپوريءَ جا حالات لکنوءَ جي "معارف" جهڙي معياري رسالي ۾ شايع ٿيا هئا؛ مگر انهيءَ ۾ ڪيس ٺٽي جي حاجي محمد قائم جو فرزند ڏيکاريو ويو هو- ڪيڏي نه فاش غلطي آهي! حاجي محمد قائم ٻارهين صدي هجريءَ جو بزرگ، مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جو همعصر آهي، جو ٺٽي مان هجرت ڪري مديني شريف ويو، ۽ وڃي اتي وفات ڪيائين. شيخ عيسيٰ جندالله انهيءَ کان گهڻو وقت اڳ ٿي گذريو آهي- جيئن هن ڪتاب مان معلوم ٿيندو.

راشد صاحب هيءَ ڪتاب تمام محنت ۽ جانفشانيءَ سان لکيو آهي. بزرگن جا حالات ڏاڍيءَ ڪاوش سان جمع ڪري، گهڻيءَ ڇنڊ ڇاڻ کان پوءِ، صحيح صحيح حالات درج ڪيا ويا آهن. ابتدا ۾ سنڌ جي مشهور محقق ۽ مؤرخ پير حسام الدين راشديءَ جو پيش لفظ آهي، جو نهايت عالمانه آهي؛ تنهن کان پوءِ، مختصر تمهيد بعد، ڪتاب جو اصل مضمون شروع ٿئي ٿو.

ڪتاب کي ٽن دورن ۾ تقسيم ڪيو ويو آهي: پهرئين دور ۾ حضرت مسيح الاولياء شيخ جندالله جي گهراڻي جو ذڪر آهي؛ ٻئي دور ۾ ٻين سنڌي بزرگن جا حالات بيان ڪيل آهن؛ ۽ ٽئين دور ۾ حضرت مسيح الاولياء جي مختلف خليفن جا سوانح لکيا ويا آهن- انهن خليفن ۾ پڻ ڪيترا سنڌي آهن. ڪتاب جي آخر ۾ هڪ نهايت قيمتي ضميمو ڏنو ويو آهي، جنهن ۾ ڏيکاريو ويو آهي ته برهانپور جي سنڌي بزرگن جا لکيل ڪتاب هن وقت ڪٿي ڪٿي موجود آهن (جن جو ذڪر هن ڪتاب ۾ آيو آهي)، انهن مان ڪهڙا ڪتاب ڇپجي چڪا آهن ۽ ڪهڙا اڃا نه ڇپيا آهن، ۽ ڪهڙا ڪتاب مورڳو گم آهن.

بهر حال، راشد صاحب هيءَ نهايت اهم ڪتاب لکي سنڌ ۽ سنڌ وارن تي وڏو احسان ڪيو آهي، جنهن لاءِ سنڌس ٿورو مڃڻ کپي: ۽ سنڌي ادبي بورڊ جي هن بي بها خدمت کي پڻ ساراهڻ کان سواءِ رهي نٿو سگهجي، جنهن جي ڪوشش سان اهو ڪتاب تيار ٿي، ڇپجي، سنڌ وارن جي هٿن تائين پهتو آهي.

ڪتاب اڙدو ٻوليءَ ۾ لکيل آهي، پر زبان نهايت سليس ۽ سلجهيل آهي، جنهن کي معمولي لکيل - پڙهيل سنڌي گهڻيءَ آسانيءَ سان سمجهي سگهندو.

هيءَ ڪتاب سنڌ جي هر هڪ پڙهيل ماڻهوءَ وٽ هجڻ گهرجي، ۽ هر لئبرريءَ ۾ هن ڪتاب جي گهٽ ۾ گهٽ هڪڙي ڪاپي ضرور رکڻ گهرجي. هيڏي ناياب ڪتاب جي مقابلي ۾ ڇهه روپيا قيمت تمام ٿوري آهي.

م. ا. ا.

**ڍولا-مارو:** مؤلف پروفيسر جهمٽمل کوبچند ڀاوناڻي؛ ڪرائون سائيز، مجلد، صفحا ١٧٥؛ قيمت ۾ رپيا؛ ملڻ جو هنڌ: هندوستان ڪتاب گهر، ١٣ حمام اسٽريٽ، فورٽ، بمبئي ١.

سنڌ جي شاعرن پنهنجن جذبن ۽ خيالن کي سنڌ جي 'نيم-تاريخي' قصن جي سانچي ۾ سموهيو آهي. "شاهه" جي عالمگير فڪر جو وڏو حصو پڻ سنڌ جي انهن ڪُهنين ڪهاڻين جي تاڃي-پيٽي ۾ اُڻيل آهي. سرڳواسي ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ پهريون دفعو رسالي تي تحقيق ڪندي، ڪن عام-مشهور قصن تي خاطرخواهه روشني وڌي آهي، مگر اڃا به رسالي جي ڪن سُرن ۾ ڪن اهڙن قديم قصن ڏانهن اشارا موجود آهن، جن بابت اسان جي معلومات بالڪل سطحي آهي- مثلاً "موڪي ۽ متارا" (سُر 'يمن ڪلياڻ')؛ "جادم جکرو" (سُر 'بلاول')؛ "ڪندو ۽ ڍور ڏڻي"؛ "جسودن ۽ بڌاماڻي پنرو"؛ "لاکو-ڦلاڻي"؛ "ربهاري ۽ اوڏ" (سُر 'ڏهر')؛ "سخي سپڙ چام" (سُر 'پرڀاتي')؛ وغيره. رسالي جي انهن ڪردارن کان سواءِ "سري سگتر"، "ٿل وڏونو ۽ پوري"، "ٻُو بنا ۽ چراڙ"، اهڙا قصا آهن، جن کي سنڌ جي عام شاعرن ڳايو آهي، مگر انهن بابت اسان جي معلومات اڌوري آهي. ساڳيءَ طرح، سنڌ جي انهن انيڪ افسانن مان "ڍول-مارو" افسانو پڻ تحقيق-طلب آهي. رسالي ۾ پڻ 'ڍول-مارئي' جي سُر هيٺ هن قديم قصي بابت ڪي دوها موجود آهن. نهايت خوشيءَ جي ڳالهه آهي جو پروفيسر جهمٽمل ڀاوناڻيءَ، ستن سالن جي محنت بعد، پوريءَ تحقيق سان "ڍولا-مارو" ڪتاب لکي، سنڌ جي هن قديم افسانوي ادب جي کوجنا ۾ هڪ نئون ورق ورايو آهي.

سنڌ ۾ 'ڍول-مارو' قصو مشهور آهي، ۽ لاڙ ۽ ٿر جا سگهڙ سچي ڳالهه 'ڳاهڻ' (قصي بابت دوها) سميت پڙهائيندا آهن. سنڌ کان ڏوريءَ سبب، لائق مؤلف کي هن قصي بابت سنڌ جي روايت ڪانه ملي سگهي، انهيءَ ڪري سچي ڪهاڻيءَ کي، مختلف دوهن ۽ جيسلمير جي هڪ ڪويءَ جي چوپاين جي آڌار تي، نئين سر ترتيب ڏيڻي پيئي اٿس. سنڌس اها ادبي تحقيق هن قصي بابت اسان جي موجوده معلومات ۾ هڪ قيمتي اضافو آهي. ان کان سواءِ پروفيسر ڀاوناڻيءَ، مختلف ڪتابن جو مطالعو ڪري، هن افساني جي جغرافيائي توڙي تاريخي

پس منظر بابت هڪ نظريو قائم ڪيو آهي، جنهن جي آڌار تي هن افسانيءَ جي جاءِ-واردات جو نقشو توڙي هن داستان جي مختلف منظرن جون تصويرون شايع ڪيون اٿس، جن هن قصي جي اصليت کي اُجاريو آهي ۽ ڪتاب جي زيب-زينت کي چمڪايو آهي.

جيڪي دوها ڪتاب "ڍولا-مارو" ۾ شامل ڪيا ويا آهن، سي لائق مؤلف قلمي نسخن توڙي ڇاپي ڪتابن مان ڇنڊ ڇاڻ ڪري، پڙهي، سلسليوار ترتيب ڏيئي، درج ڪيا آهن. ان کان سواءِ، پرفيسر پاوناڻيءَ دوهن جي ٻوليءَ توڙي دوهن جي تاريخي ارتقا تي پڻ ڪتاب جي مقدمي ۾ نهايت مفيد معلومات قلمبند ڪيا آهن. وڏي ڳالهه ته شاهه جي بيتن مان مناسب ۽ موزون بيتن کي هٿ ڇهي ڇهي، انهن 'ڍولا-مارو' دوهن سان لڳو لڳ پيش ڪري، سنڌي ۽ راجستاني ادب ۾ ساڳني عڪس ۽ مناسبت واري موضوع تي نئين روشني وڌي اٿس- جنهن لاءِ هو صاحب مبارڪباد جو لائق آهي. -ن. ب.

**پيار ۽ پئسو:** صفحا ٩٨؛ ڇپائي ۽ گيٽ اپ معياري؛ قيمت هڪ رپيو؛ ڇپائيندڙ: ڀارت پبلڪيشنس، ٣ ڪلياڻ ڪئمپ، بمبئي.

هن ڪتاب ۾ ڀارت جي سنڌي ليکڪ "انچل" جا افسانا ۽ شعر گڏ ڪيا ويا آهن. انهن مان هڪ افسانو "ڇُهاءُ" ١٩٥٣ع ۾ انعام کٽي چڪو آهي- ٻيا افسانا آهن: "هو چريو آهي"، "پيار ۽ پئسو"، "مون کي گار نه ڏي"، "چرتر هيڻ"، ۽ "بد زيبا بُت".

'ڇهاءُ' ۾ هڪ رنڊ مرد جو نفسياتي اڀياس ڪيو ويو آهي؛ 'هو چريو آهي' جو مرڪزي ڪردار پوليس جي ظلمن جو شڪار آهي، ۽ تمام سهڻي نموني ۾ پيش ڪيو ويو آهي؛ 'بد زيبا بت' پڻ هڪ نفسياتي قسم جو افسانو آهي، جنهن ۾ انسان جي جنسي خواهش ۽ سونهن جي سُڃاڻپ جي موضوعن کي گڏي ڏيکاريو ويو آهي ته جنسي بُک جي وقت، سونهن جي ڪابه خبر نٿي رهي: مجموعي جا باقي افسانا به چڱا آهن.

افسانن جو اسلوب سٺو آهي، ڪردار چڱيءَ طرح پيش ڪيا ويا آهن، ۽ ماحول جي به سٺي نقاشي ڪئي وئي آهي. ٻولي پڻ سهڻي ڪم آندل آهي- البت ڪي انگريزي لفظ، بنا سنڌي ترجمي ڏيڻ جي، ڪتب آندل آهن، جن کان پرهيز بهتر هئي. 'آنچل' جا شعر به قدر جي لائق آهن. هو پنهنجن شعرن ۾ عام جي زندگيءَ جي عڪاسي ٿو ڪري: ۽ اهو معلوم ٿو ٿئي ته ڪيس مشاهدي جي چڱي قوت آهي: پر هن وٽ اظهار جو طريقو اهڙو وڻندڙ ۽ پختو ناهي- ڪڏهن ڪنهن هنڌ وچيو نعري بازيءَ ۾ پوي. شعر واري حصي جي ٻولي پڻ اهڙي صاف ۽ روان ناهي، جو پڙهندڙ تي ڪو فوري اثر ڪري سگهي. ڪن لفظن جا اُچار ڇڪي تاڻي کڻڻ سان، بحر کي نباهيو ويو آهي- ۽ ڪي ڪي مصراعون ته بحر کان ئي ٻاهر آهن. تنهن هوندي به، هيءَ نوجوان شاعر همت-افزائيءَ جي لائق آهي- منجهس اڳتي هلي پختي شاعر بنجڻ جون چڱيون صلاحيتون آهن. -ت. ع.

**مرجهايل گل:** مصنف گوورڌن محبوباڻي ڀارتي؛ صفحا ٢٦؛ ڇپائي ۽ گيٽ اپ چڱي؛ قيمت چار آنا؛ ڇپائيندڙ: ڪوڙومل سنڌي ساهتيه منڊل، ڪچهري روڊ، اجمير.

**چلچل مڪڙيون:** مصنف گوورڌن محبوباڻي ڀارتي؛ صفحا ٥٠؛ گيٽ اپ معياري؛ قيمت ڇهه آنا.

گوورڌن جا مٿيان ٻئي مجموعا تازو ڇپجي پڌرا ٿيا آهن. گوورڌن جو ڪلام سادو ۽ سليس آهي، ۽ ان سان گڏ سندس فڪر اونهو آهي. سندس شعر ۾ چڱي شعر جون سڀ خوبيون آهن.

گيتن جي ٻولي سادي اٿس، پر تنهن هوندي به انهن ۾ گهڻي اونهائي آهي، ۽ خاص ڪري جذبن جي اظهار تمام شديد نموني ۾ ڪئي وئي آهي. ”ديپڪ“، ”پکيئڙا“ ۽ ”بيدرد خزان“ پڙهندي، ائين ٿو ڀانئجي، ڄڻ انهن گيتن ۾، شاعر عام ماڻهوءَ جي جيءَ ۾ جهاتي پائي، ان جي ترجماني ڪئي آهي. ڪي گيت نمائيءَ ۽ ڳوٺائيءَ زندگيءَ جي عڪاسي ڪن ٿا- مثلاً ”جوڳڻ“. ڪي گيت وري رومانوي آهن، جن ۾ نه فقط جذبن جاڳائيندڙ ٻولي آهي، پر ان سان گڏ تشبيهون به نيون ۽ ڳوٺائي ماحول جون ڪم آندل آهن- مثلاً ”تون ۽ مان“، ”اوسيئڙو“، ”شايد چنڊ ڪي ڳائي ويٺو“، وغيره.

نظمن لکڻ ۾ گوورڌن کي خاص مهارت آهي. نظمن ۾ اسان جي هن نوجوان شاعر ڪيترائي اهڙا سوال ڇيڙيا آهن، جيڪي اسان سان هر ڪنهن جي دل ۾ اڀرندا رهن ٿا.

نظم ”ڳوڙهن دنيا جي ڳجهارت“ ۾ زندگيءَ جا ٻئي رخ بينقاب ڪيا ويا آهن. گوورڌن ”ڪاهه ڪشتي“ ۽ ”قافلي وارا“ ۾ اڃا به اڳتي هلڻ لاءِ چئي، هڪ رجائي شاعر بڻجيو پوي، ته ”ڪومائل ڪلي“ ۽ ”چار ڏينهڙا“ ۾ وري صفا مونجهاري ۾ مبتلا ڪيو ڇڏي: ”موت“، ”اجهو يل شمشان“ ۽ ”آف زندگي“ پڙهندي، ڀانئجي ٿو ته شاعر مايوس ٿي مرڳوئي همت جو دامن ڇڏي چڪو آهي. ”آءٌ اسير آهيان“ ۾ وري هو پاڻ کي فريب ڏيندي، دل کي پرچائڻ جي اجائي ڪوشش ٿو ڪري.

گوورڌن نه رڳو عام ۽ سٽيل ڪٽيل موضوع ڇڏي، پنهنجن مشاهدن ۽ تجربن تي ڳوڙهي ويچار بعد ٿو لکي، پر ان سان گڏ عام فهم ٻوليءَ ۾ پيچيدا موضوع پڻ پيش ٿو ڪري. هن نه فقط نوان موضوع چونڊيا آهن، پر سندس ڪيترن نظمن جون هيئتون پڻ بلڪل نيون آهن، جن ۾ اڳي ڪي به سنڌي نظم ڪونه آهن: انهن سان ”اوسيئڙو“، ”اجهو يل شمشان“ ۽ ”آف زندگي“ جي قافين ۽ مصراعن جي جوڙجڪ قابل ذڪر آهي.

هڪ ڪمزوري آهي، جيڪا گوورڌن جي شعر ۾ نظر ٿي اچي: اها آهي ڏکين هندي لفظن جو ڪثي ڪثي استعمال. ڪن نظمن ۾ ته اهي لفظ بنهه بيجا ڪثرت سان ڪتب آندا

ويا آهن. اهي لفظ نه رڳو سمجهڻ ۾ ڏکيا ٿيو پون، پر شعر جي روانيءَ تي به برو
وجهن ٿا. ايتريقدر جو لفظن جو رڳو اچار ڪرڻ ئي مشڪل ٿيو پوي. اميد ته گوورڌن
آئيندي ان جو خيال رکندو.

بهرحال، هي ننڍي ڪتاب جديد سنڌي شعر ۾ قدر لائق اضافو آهن. —ت.ع.

**پريت پراڻي، ريت نرالي (ناول):** صفحا ١٦٢؛ ڇپائي، ڪاغذ ۽ ڪَوَر سٺا؛
قيمت ڏيڍ رپيو؛ لکندڙ: سُندري آتمچنداڻي؛ ڇپائيندڙ: اجنتا ساهت مالها، ٦ ماڌو ڀون،
ري روڊ، سيوري، بمبئي ١٥.

هي ناول موجوده زماني جي گهرُجن پٽاندر لکيو ويو آهي. ناول جي نائڪا "سرلا"،
هن خوبصورت دنيا ۾ جنم وٺندي، سنگدل سماج جي مهاڄار ۾ ڦاسڻ کان پوءِ، ڇوڪنيو
بندجي، قيد ٿي، قسمت تي ڀاڙي بس ڪري نٿي ويهي: پر سوچي ويچاري، اکيون کولي،
آسپاس ڏانهن نهاري، ٽڪي ٽڪي، انهيءَ ڄار جي تاڃي-پيٽي کي ڇڪي ڇني، ٻاڻ کي ۽
پنهنجيءَ دنيا کي وري خوشنما بنائڻ جي همت ٿي ڪري.

"سرلا" ظاهري طرح ته ناول جو هڪ ڪردار آهي، جيڪا هڪ وقت الهڙ اسڪول
جي ڇوڪري، نوجوان ڪاليجي ڪڪي، پيار ڪندڙ سپنا لهندڙ سندري ۽ مظلوم محبوبا
آهي، ته ساڳئي وقت اسان جي بيشمار نازنينن جي معصوم دلين جو ڏڪڻو، شوخ اکڙين جو
اشارو-حريفن ۽ رقيبن لاءِ قيامت آهي. "سرلا" فقط هڪ خيالي ۽ ڪاغذي پتلي نه آهي،
پر هڪ جيئري جاڳندي باشعور حقيقت آهي.

ناول ۾ آندل ڪردار، سڀئي، هڪ اهڙيءَ لڙيءَ ۾ پُوتل آهن، جو ڪنهن به هڪ
کي ان مان ڇني ڌار نٿو ڪري سگهجي.

ناول هندو-سنڌي گهرُو ماحول، اسڪول ۽ ڪاليج کان ڦرندو، ورهاڱي کان پوءِ جي
جئپور ۽ بمبئيءَ تائين وڃيو نڪري. منجهس جيڪڏهن ڪا ڪسر رهجي ويئي آهي، ته اها آهي
مخصوص مڪاني ماحول جي اوڻائي، ۽ واقعن جو ڦهلاءُ: فقط ان هڪڙيءَ خاميءَ ڪري،
سڄو سارو ناول سمجهي هڪ "طويل افسانو" ٿي پيو آهي. جيسين تائين ڪتاب جي مقصد ۽
خيالن جي اپٽار جو تعلق آهي، ليکڪا توڙي پبلشر بيشڪ کيرون لهڻيون. ادب ۽ زندگيءَ
سان دلچسپي رکندڙن کي هيءَ ناول هڪوار ضرور پڙهڻ کپي. —ع. ق. ش.

**"هوءَ":** ليکڪ کيرت ٻاٻاڻي؛ صفحا ١٢٠؛ ڇپائي ۽ گيٽ اپ چڱو؛ قيمت سوا رپيو؛
ڇپائيندڙ: سنڌ بڪ ڪمپني؛ ٥٥ رج روڊ، بمبئي ٦.

"هوءَ" ڪتاب ۾ ٻارهن ڪهاڻيون آهن- هر ڪنهن ڪهاڻيءَ جو رنگ ڍنگ، موضوع
۽ مواد جدا جدا آهن. ليکڪ پنهنجي ڪهاڻين ۽ مختلف ڪردارن جي وسيلي، ڪيترا ئي اهم
مسئلا پيش ڪيا آهن- جهڙوڪ فرقيوارانه فساد، چوري، قرباني، وطن جي محبت، سماجي
رسم و رواج، جدوجهد جي آرزو، وغيره.

اڄ جو ليکڪ پنهنجي لکڻين سان ڪيئن، ڪهڙي ۽ ڪيتري نه فرض ادائي ڪري سگهي ٿو، تنهن جو ڪاٿو هن ڪتاب پڙهڻ سان ٿي سگهندو. سنڌي ٻوليءَ ۾ هيڙيون ڪهاڻيون، انسان ذات جي بهتريءَ ۽ بهبوديءَ لاءِ، حال توڙي مستقبل واسطي امر رهنديون.

"منهنجي امان"، "١٥ آگسٽ"، "ممبئي 'آرچي'"، "تون ڀڄين ٿو، مان ڇو اداس آهيان..." جي عنوانن واريون ڪهاڻيون، "ڪيرت" جي فن جا بهترين شهپارا آهن. ڪيرت جي لکڻين ۾ رس، رواني، پوتر خيال، فڪر جي گهرائي، ترقيءَ جي تڙپ، وقت ۽ ماحول جو تاثر - بي انت ۽ بيچين انسانيت جي ترجماني آهي: هڪ ڪامياب ۽ باڪمال اديب جون اهي ئي ته وصفون آهن! ڪئي ڪئي ڪيرت بي انتها جذباتي ٿيو پئي. جذبا ليکڪ کي لکڻ لاءِ مجبور ڪن ٿا، جذبا لکندڙ کي مواد ڏين ٿا، جذبا هڪ سجاڳ انسان کي جهنجهوڙين ٿا: مگر مشاهدي، تجربي ۽ حقيقت-بينيءَ کان سواءِ، خيالي جذبا ڪهڙي ڪم جا؟

"هوءَ" ڪهاڻي - جنهن جو نالو ڪتاب تي رکيو ويو آهي - هڪ اهڙي ڪهاڻي آهي، جا پوريءَ طرح ٻين ڪهاڻين وانگر ابري نه سگهي آهي. ليکڪ فرقيوارانه فسادن جي حقيقت کان متاثر ته ٿيو آهي، پر ڪهاڻيءَ جي نائڪا جو ڪردار ڪهاڻيءَ ۾ پوريءَ ريت جڪڙجي نه سگهيو آهي. جذبات جي خيالي تصور هڪ ڪهاڻي ضرور گهڙي ورتي آهي، پر لاهور جي آسپاس وارن انسانن - هندن ۽ مسلمانن - جي تهذيب، تمدن ۽ تڪليفن جي اُجاڳائيءَ ڪري، ڪهاڻيءَ جو معيار گهٽجي ويو آهي. —ع. ق. ش.

**ڪلام گرهوڙي:** سائيز ڊبل ڪرائون، مجلد، ڪاغذ سٺو، ڇپائي وچٿري؛ صفحا ٨٢+٢٣٦+٢٧+٦٨؛ ڇپائيندڙ: سنڌي ادبي سوسائٽي، ڪراچي؛ سنڌ جي هر وڏي بوڪ اسٽال تان ملي سگهي ٿو.

سوسائٽيءَ جو هيءُ پهريون ڪتاب آهي، جو عربي طرز جي سنڌي ٽائيپ ۾ شايع ٿيو آهي، ۽ ان جو مؤلف عاليجناب شمس العلماء ڊاڪٽر دائود پوٽو صاحب مدظله آهي.

ٻارهين صدي هجريءَ ۾ مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي (رح) سنڌ جو هڪ وڏو عالم بزرگ ٿي گذريو آهي. سندس "سنڌي" هڪ مستند مذهبي ڪتاب ليکيو ويندو آهي، جو اگرچ اڳ ٻه ٽي دفعا ڇپجي چڪو آهي، پر هر دفعي ان ۾ ڪافي نقص رهجي پئي ويا. جناب ڊاڪٽر صاحب، تقريباً ويهن سالن جي مطالعي ۽ تحقيق بعد، اهو ڪتاب تاليف ڪري، وڏي اهتمام سان شايع ڪرايو آهي، ۽ مقدمي خواه اختتاميه ۾ نهايت مفيد نوٽ لکيا اٿن.

سنڌي ادب ۾ ڊاڪٽر صاحب جي هيءَ هڪ بينظير ۽ قيمتي ڪوشش آهي، ۽ يقين آهي ته هيءُ پهريون ايڊيشن اگرچ ٽي هزار ڇپيو آهي، تاهم سنڌي-دان پبلڪ هن کي ائين هٿوهٿ خريد ڪندي، جو اهو ثابت ٿي ويندو ته سنڌ جو عوام پنهنجي سٺن ڪتابن لاءِ ڪهڙو نه قدردان آهي - ۽ چاهي سٺن ڪتابن جي قيمت ڪيڏي به گهري ڇو نه هجي، پر هو ان کي، هٿوهٿ کپائين ٿا.

البت، عاليجناب ڊاڪٽر صاحب جي خدمت ۾، مشوري طور، ايترو عرض آهي ته آئيندي پاڻ جيڪڏهن سنڌي ڪتابن ۾ مروج سنڌي ٽائيپ ڪم آڻيندا، ته اهو وڌيڪ مفيد ٿيندو- ۽ اهڙا ڪتاب وڌيڪ هلي سگهندا. اسان کي يقين آهي ته سندن معرفت آئيندي پڻ ڪافي اهڙا سنڌي جواهر اوجرجي سنڌي عوام جي اکين کي نور بخشيندا، ۽ سنڌي ادب ۾ وڌيڪ اضافو ايندو. ساڳئي وقت، ڊاڪٽر صاحب جن پنهنجي ڪتاب ۾ آندل ڪرامتن کي اهڙي ته يقيني انداز ۾ پيش ڪيو آهي، جنهن مان اسان جي سادي ويساهه واري عوام جون دليون ضرور غلط گمان ۽ غلط اثر وٺنديون. سيئي ڄاڻن ٿا- ۽ اسان کي پورو يقين آهي ته جناب ڊاڪٽر صاحب جن پاڻ به انهيءَ خيال جا هوندا- ته اهڙيون سڀ ڪرامتون، اڄڪلهه جي سوچڻ ۽ سمجهڻ جي معيار تي، خيالي ڏند-ڪٿائن کان وڌيڪ حيثيت نٿيون رکن- جن ۾ ڪابه اصليت ڪانه آهي. ڏند-ڪٿا کي ڏند-ڪٿا ڪري پيش ڪيو وڃي ها، ته ائين جيڪر چڱو ٿئي ها. هنن ڪرامتن کي ”سَنَدَ“ طور پيش ڪرڻ، اسين ڀانيون ٿا ته خود ڊاڪٽر صاحب جن جو پنهنجو ارادو به ڪونه آهي: البت انهن جي پيش ڪرڻ جي طرز جيڪا پاڻ اختيار ڪئي اٿن، ان مان عام ماڻهو عين ممڪن آهي ته اهوئي اندازو لڳائين، ۽ اهوئي نتيجو ڪڍن.

**علم حيات:** مصنف م. مهر؛ صفحا سوا سَو؛ ڇپائي ۽ گيٽ اپ معياري؛ قيمت سوا رپيو؛ ملڻ جو هنڌ: مصنف وٽان، ميارام هاسٽل ڪوارٽرس، ڪڇهري روڊ، ڪراچي؛ ۽ سنڌي ڪتاب-گهر، حيدرآباد، سنڌ.

سنڌي ٻوليءَ ۾ ”علم حيات“ (Biology) تي هي پهريون معياري ڪتاب ڇپجي ظاهر ٿيو آهي. ڪتاب ٻن حصن- علم حيوانات (Zoology) ۽ علم نباتات (Botany)- ۾ ورهايل آهي، ۽ خاص ڪري اسڪولن ۽ ڪاليجن جي سنڌي شاگردن لاءِ ڪارائتو آهي. منجهس اٽڪل سَو ڪن تصويرون پڻ ڏنل آهن. عام ماڻهن لاءِ به، هڪ فني ڪتاب طور، علم حيات جي شروعاتي اڀياس لاءِ مددگار ثابت ٿيندو.

**سياست نامو (ترجمو):** مترجم علي نواز جتوئي ۽ عبدالقيوم ”صائب“؛ صفحا ۲۰۴، مجلد؛ قيمت ٽي رپيا ٻارهن آنا؛ ڇپائيندڙ: آزاد بوڪ ڊيپو، حيدرآباد، سنڌ.

ٽيرهين صدي عيسويءَ ۾، فارسيءَ ۾ جيڪي به نثر جا ڪتاب لکيا ويا، تن ۾ ”سياست نامو“ نمايان حيثيت رکي ٿو- هيءَ ان جو سنڌي ترجمو آهي. اصل مصنف نظام الملڪ طوسي، ايران جي ٽن مشهور سلطانن وٽ وڏو وزير ٿي رهيو هو، ۽ ملڪي نظم و نسق قائم ڪرڻ ۾ چڱو نالو ڪڍيو هئائين. ”سياست نامو“، سياست بابت، سندس ذاتي تجربن تي مشتمل آهي، جنهن ۾ ملڪي انتظام جي اڪثر موضوعن تي سلو بحث ڪيو اٿس. هن ڪتاب ۾ طوسيءَ جي ”سياست نامي“ جي پهرين ٽيرهن بابن جو سنڌي ترجمو ڪيو ويو آهي، جيڪو اصل فارسي زبان ۾، انٽرآرٽس جي شاگردن لاءِ، سنڌ يونيورسٽيءَ طرفان شايع ڪيل آهي. ترجمو سليس ٻوليءَ ۾ آهي، ۽ يقين آهي ته شاگردن توڙي عام پڙهندڙن لاءِ مفيد ثابت ٿيندو.

**هلال پاڪستان، ماهوار ايڊيشن:** حيدرآباد سنڌ جي روزاني اخبار ”هلال پاڪستان“ طرفان، گذريل ڇهن مهنن کان، اخبار جو ماهوار ادبي ايڊيشن شايع ڪرڻ جو سلسلو شروع ڪيو ويو آهي. سنڌي اخباري دنيا ۾ اهڙي ساراهه جوڳي روايت قائم ڪرڻ لاءِ ’هلال پاڪستان‘ جا ڪارپرداز بيشڪ ڪيرون لهڻن.

هن وقت تبصري-نگار جي اڳيان، انهيءَ سلسلي جو تيون پرچو، ”قائد اعظم نمبر“، موجود آهي. ٻلي اخباري ٻني تي ڇاپيل، هيءُ اٽڪل هڪ سئو صفحن جو خاص نمبر، سياسي ۽ ادبي مواد تي مشتمل آهي، جنهن ۾ افسانا، مضمون، مقالا، واقعات، تاثرات ۽ سوانح، وغيره صنفون آيل آهن. شعر جو حصو البت ماٺو آهي. هن وقت، جڏهن ڪنهن به قسم جو رسالو جاري ڪرڻ، ۽ ان کي مستقل طرح هلائي سگهڻ ڏاڍو ڏکيو ڪم آهي- هيءُ رسالو هر طرح قدر افزائيءَ جو مستحق آهي.

اهو عرض ضروري آهي ته اداري کي مواد جي چونڊ تي وڌيڪ ويچار ۽ ڌيان لائڻ کپي: ۽ پڻ جيڪڏهن اها ڪوشش ڪئي وڃي، جو هر دفعي، رسالي ۾ بلند پايي جا سياسي مقالا ۽ جائزا خصوصيت سان شامل ڪيا وڃن، ته اها هن رسالي جي علحدي انفراديت ٿيندي. سچ پچ ته سنڌي عوام کي پنهنجي سياسي ماحول ۽ مسئلن کان واقف رکندو اچڻ لاءِ، روزانه ”هلال پاڪستان“ جو هيءُ ماهوار ايڊيشن ڏاڍو چڱو ثابت ٿي سگهي ٿو. -م.ص.

**رسالو ”مارئي“، حيدرآباد، (فيبروري، ٥٧ع):** صفحا ٦٣؛ ڇپائي عمدي، گيٽ اپ معياري، ڪَوَر نفيس؛ ملڻ جو هنڌ: دفتر رسالو ’مارئي‘، ريڊيو پاڪستان جي سامهون، حيدرآباد سنڌ، ۽ سنڌ جا سڀئي بوڪ اسٽال.

رسالو ’مارئي‘- جيئن نالي مان ظاهر آهي- سنڌ جي عورتن جي نمائندگيءَ جي نيڪ مقصد خاطر جاري ڪيو ويو آهي، جنهن جو افتتاحي پرچو ڇپجي ظاهر ٿي چڪو آهي. رسالي جو هيءُ پرچو هر طرح معياري آهي، ۽ مواد توڙي ترتيب ۾ منجهس سونهن ۽ سليقي کان ڪم ورتل آهي.

عورت ۽ ان جو ڪردار، هر زماني ۽ ملڪ ۾، لکڻ ۽ سوچڻ وارن جي توجهه جو مرڪز بڻي رهيو آهي. عورت جو انساني معاشري ۾ وڏو دخل آهي: ۽ ان ڪري، اڄ سڄيءَ طرح، ڪنهن به ملڪ يا قوم جو نظام پڻ گهڻي ڀاڱي عورت جي ئي ذاتي لياقت ۽ ذهني اوسر تي ئي مدار رکي ٿو. اهوئي سبب آهي، جو قومي ترقيءَ لاءِ عورتن جي ذهني تربيت کي ڀرپور درجي جي ضرورت سمجهيو ويو آهي. سنڌ ۾، جتي صدين کان عام جهالت جو ماحول ڇانيل آهي، قومي ترقيءَ جي انهيءَ بنيادي مسئلي کي ويچارڻ جي وڌيڪ ضرورت آهي- ”مارئي“ جو اجراءُ انهيءَ لحاظ کان وڏي اهميت رکي ٿو.

”مارئي“ جي هن ڀرپور پرچي ۾، جتي سنڌ جي بزرگ ۽ نوجوان اديبن ۽ شاعرن حصو ورتو آهي، اتي سنڌ جي اهل قلم عورتن پڻ ان ۾ پنهنجي پوريءَ دلچسپيءَ جو اظهار ڪيو آهي، ۽ رسالي جي ترتيب ۾ شريڪ بڻيون آهن- اها ڳالهه سنڌي ادب جي مستقبل لاءِ

وڏي خوشخبري آهي. اميد ته "مارئي" جي ذريعي اسان جي اديب ڀينرن جو سٺو حلقو قائم ٿي ويندو- ۽ ڀوءِ اسان جي سماجي ۽ خانگي زندگين ۾ اصلاح ۽ انقلاب جا امڪان پيدا ٿي سگهندا.

"مارئي" رسالي ڪيڏڻ جو سهرو، سنڌ جي مارئي-صفت ۽ زنده دل خاتون، بيگم زينت عبدالله چنا صاحبه، جي سر تي آهي-جنهن لاءِ هوءَ هرطرح آفرين جي لائق آهي.

هن وقت، جڏهن سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب کي وڌائڻ ۽ ورسائڻ جي جدوجهد هلي رهي آهي، "مارئي" جي جاري ٿيڻ سان هڪ طرف ته سنڌيءَ جي عمدن رسالن ۾ اضافو آيو آهي، ۽ ٻئي طرف اسان جي ادب ۾ عورتن جي نمائندگيءَ جي ضرورت پڻ پوري ٿي رهي آهي: ان ڪري سنڌيءَ جي سڄڻن کي رسالي "مارئي" جي سرپرستي فرض ڄاڻڻ گهرجي.

**رسالو "نئين ڪيتي" حيدرآباد (سالنامو، ١٩٥٧ع): صفحا ٨٠؛ ڇپائي، گيٽ اپ، ڪوَر ۽ ڪاغذ سٺا؛ قيمت ڏيڍ رپيو؛ سڀني بوڪ اسٽالن تان ملي ٿو.**

رسالو "نئين ڪيتي" گذريل ڪن سالن کان سنڌ جي آبادگار طبقي جي بهترين خدمت ڪري رهيو آهي. هن وقت رسالي جو ڇهون سالياني پرچو اسان جي اڳيان آهي. ڀوڪ ۽ هارپ جي موضوعن تي ڪمائتا مضمون منجهس درج آهن.

سنڌ جا اڪثر اقتصادي توڙي معاشي وسيلا زراعت تي مدار ٿا رکن، ۽ ان ڪري، آباديءَ ۽ اپت بابت اڄڪلهه جي سڌريل ۽ جديد ذريعن کي پنهنجي هٿ ۾ رائج ڪرڻ جي ترت ضرورت آهي. ساڳيءَ طرح، سنڌ جي خوشحاليءَ جي راهه ۾ جيڪا رڪاوٽ هر وقت اسان جي اڳيان اڏ بڻي بيٺي آهي- يعني هاري ۽ زميندار جو مسئلو- ان کي پڻ هاڻي ڪنهن خوشگوار نتيجي تي آڻڻ جي اهميت آهستي آهستي محسوس ٿيڻ لڳي آهي: رسالي "نئين ڪيتيءَ" جي ايڊيٽوريل ۾ ان بابت جيڪي تاثرات لکيا ويا آهن، اسين انهن سان متفق آهيون- خدا ڪري سنڌ ۽ سنڌي عوام جي بهبوديءَ لاءِ اسان سڀني جا اهي نيڪ ارادا ترت ڪامياب ٿين!

رسالي جو هيءُ سالنامو نه صرف پنهنجي مخصوص مقصد جي چڱي چيز آهي، پر ادبي اهميت جي لحاظ کان پڻ عمدي پيشڪش آهي.

---

سنڌي ادبي بورڊ جي بڪ اسٽال، تلڪ چاڙهي، حيدرآباد (سنڌ) وٽان هيٺيان ڪتاب ملي سگهن ٿا. ڪتب فروشن ۽ ايجنٽن کي ٢٥ في صدي ڪميشن ڏني ٿي وڃي.

١- سير ڪوهستان ١-٨-٠
٢- گل شڪر ٣-٠-٠
٣- حيات النبي ٣-٨-٠
٤- تاريخ معصومي (سنڌي) ٥-٠-٠
٥- ڪليات حمل ٥-٠-٠
٦- ديوان بيدل ٤-٠-٠
٧- چچ نامو (سنڌي) ٦-٠-٠
٨- بلو ڪوڪر ٣-٠-٠
٩- گل ڦل (٢ حصا گڏ) ٤-٠-٠
١٠- خوش خصلت خاتون ١-٨-٠
١١- جهان آرا ١-١٢-٠
١٢- آفتاب ادب ٢-٤-٠
١٣- تاريخ ريگستان ٥-٠-٠
١٤- سنڌ جو سينگار ٢-٨-٠
١٥- سو ورنيون دليون ٢-١٢-٠
١٦- راسيلاس ٢-١٢-٠
١٧- سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ ٤-٠-٠
١٨- سنڌ جو سفر ١-٠-٠
١٩- هدايت الانشاء ٥-٠-٠
٢٠- گل ١-٤-٠
٢١- مثنوي چنيسر نامه (فارسي) ٣-٨-٠
٢٢- تحفة الطاهرين (فارسي) ٣-٨-٠
٢٣- "Persian Poets of Sind" ١٢-٠-٠
٢٤- برهانپور کے سندهي اولياء (اردو) ٦-٠-٠
٢٥- تاريخ معصومي (فارسي) ١٠-٠-٠
٢٦- چچ نامه (فارسي) ١٠-٠-٠
٢٧- سهڻي ميهار ١-٠-٠
٢٨- گل خندان ٣-٠-٠
٢٩- مسافر حجاز ٦-٨-٠
٣٠- املهه رتن ٠-١٢-٠
٣١- رام رحيم -١٤-٠
٣٢- گلدستو ٢-٠-٠
٣٣- چتر (ناٽڪ) ٠-٦-٠
٣٤- ويرتا جا ورق ١-٠-٠
٣٥- سفيد وحشي ٠-٨-٠
٣٦- گماني گهمسان (ناٽڪ) ٠-٨-٠
٣٧- ڪاري ٠-٨-٠
٣٨- نيلم ٠-٩-٠
٣٩- ٻرير جي پياس ٠-١٢-٠
٤٠- ٽوندو مڪوڙيون ١-٤-٠
٤١- عملداري آزار (ناٽڪ) ٠-١٢-٠
٤٢- گنگا جل ١-٠-٠
٤٣- پريمي ديوتا (ناٽڪ) ٠-١٠-٠
٤٤- چرتر سينگار ٠-١٤-٠
٤٥- جيوت جا ورق ٠-١٤-٠
٤٦- چنگون ١-٨-٠
٤٧- هند جو سير ١-١٢-٠
٤٨- سنڌ جي ڏرمي آستانن جي تاريخ ١-٨-٠

* هندستان ۾، ميسرس رائٽرس ايمپوريم، پيپلس بلڊنگ، سرفيروزشاه مهتا روڊ، بمبئي وٽان، "مهراڻ" رسالو ۽ بورڊ جا ڇپيا ڪتاب ملي سگهن ٿا.



نالو : صاحب خان ميراڻي
ولد : بهادر علي
ادبي نالو : سوره ميراڻي
جنم : 08.04.1975
جنم هنڌ : ڳوٺ ڪيڙو، تعلقه رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.
حال ائڊريس : غريب آباد محله، نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.
تعليم : M.A سنڌي
ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس

اڻ ڇپيل ڪتاب

ڌرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990ع
سائر سهس ڳجن (شاعري) 2021ع
ٻره منجهارا ٻوند (شاعري) 2022ع
صاحبِ ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل

موبائل نمبر : 0344 – 3919786
0300 – 3404488
اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com

